# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

هِندِيان را اصطلاحِ هِند مدح،
سِنديان را اصطلاحِ سِند مدح! — مولانا رومي رح

[قوم قوم جي ٻولي پنهنجي: هندين کي هندي سُونهين، سنڌين کي سنڌي!]

سرءُ ۴ ۱۹۵۵





سکر جي پُل



روهڙي جي پُل




سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

جلد ۴] [نمبر ۴


## فهرست




ايڊيٽر: محمد ابراهيم ايم. جويو

مئنيجنگ ايڊيٽر: غلام محمد "گرامي"

# "مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).

---

ساليانو چندو ٨-٠-٠ رپيا، ـــ في ڪاپي ٢-٠-٠ رپيا،

اشتهار في صفحو ١٠٠-٠-٠ رپيا،

Edited, Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo B. A., B. T., Secretary, the Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press and Book Stall, Tilak Incline, Hyderabad (Sind).

# گذارش

## فنڪار جا ڳوڙها

”مهراڻ“ جي نئين دور جو ٻهريون سال پورو ٿيو، هي ڇهون ٽه-ماهي پرچو پڙهندڙن جي خدمت ۾ حاضر آهي. ٻهرين ٽن پرچن جي جيڪا عام قدرشناسي ۽ ڪن خاص هنڌن تي عيب جوئي ٿي آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو ته ”مهراڻ“ پنهنجي مقصد ۾ گهڻي قدر ڪامياب ٿيو آهي. ڪنهن چڱيءَ شي جو نندجڻ پوءِ ۾ اوتري نقصانڪار نه آهي جيترو ڪنهن بُريءَ شي جو ساراهجڻ. تنهنڪري جن ”مهراڻ“ ۾ رکو اوڻايون ٿي اوڻايون ڏٺيون آهن، تن جي پسند جو معيار اچائي اوچو سمجهي، ان تائين رسڻ جي ڪوشش ڪرڻ ته اسان جوئي فرض آهي. ٻلان ڀليءَ جو ڇيهه ئي ڪونهي! ڊينمارڪ ملڪ جي هڪ عظيم بت تراش، برٽل ٿارلڊن، جي ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي ڏينهن ماڻهن ڏٺو ته هو پنهنجي هڪ تازي ٺاهيل بت جي سامهون ويٺو روئي! پڇيائونس، ”ڪهڙي ڳالهه آهي جو روئين ٿو؟ هيءَ جيڪو بت تراشيو اٿيئي، سو ته وڏيءَ ڪيڏن؟“ بت تراش ورائيو، ”سون کي هن ۾ ڪو به نقص ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي!“ چيائونس، ”پوءِ ڇا لاءِ ٿو روئين؟“ جواب ڏنائين، ”انهيءَ لاءِ، جو ڀانيان ٿو ته هاڻي منهنجي فن جي ترقي ختم ٿي چڪي- پنهنجي ڪم ۾ ڪو نقص، جو ڏسي سگهان!“ پنهنجي تخليق جي سامهون ڪو فنڪار اهڙين ويهي ڳوڙها ڳاڙي، تڏهن ئي سندس فن لافاني ٿي سگهندو. اسين چاهيون ٿا ته اسين پاڻ، ۽ اسان جا سنڌي اديب، شاعر سگهڙ ۽ پارکو سڀئي پنهنجي سونهاري سنڌي ساهتيہ جي چانئٺ تي پڻ هميشه اهڙي ئي قسم جا ٻوتر ۽ پريم ڀريا خود سپردگيءَ جا ڳوڙها نذراني طور پيش ڪندا رهون- پوءِ ئي اسين پنهنجي پياريءَ سنڌي ٻوليءَ ۽ ان جي عظيم ادب جا پاڻ کي صحيح خدمتگذار سڏي ۽ سڏائي سگهنداسين.

## لفظن جي چونڊ

ٻولي، آواز جو هڪ مهاساگر آهي. ان ۾ لفظن جي موتين جا ڀنڊار ڀريا پيا آهن. اديب ۽ ليکڪ اهي سچاڻ ۽ ساڃاهه وارا غواص آهن جيڪي هن بحربي پايان مان رکو اهاهه ۽ عين کهڄ وارا موتي چونڊي ٻاهر ٿا آڻين، ۽ پوءِ انهن مان وڏي پنهنجي ادب جون مالهائون ٿا پوئين. لفظن جي اها چونڊ ۽ جائيتي جڙت ئي آهي، جيڪا هڪ اديب جي عبارت کي امتياز ٿي بخشي. ياد رکڻ جهڙي ڳالهه آهي ته ٻوليءَ جو هر لفظ پس منظر ۾ معنائن جي هڪ دنيا پاڻ وٽ رکي ٿو: ۽ جڏهن ڪو لفظ ڳالهائجي ٿو يا ٻڌجي ٿو، لکجي ٿو يا پڙهجي ٿو، تڏهن اهو پنهنجي انهيءَ سموريءَ دنيا سميت اچي ٿو اسان جي سامهون بيهي. لفظ جي

انهيءَ دنيا کي جڏهن سمجهيو، تڏهن ئي اُن جو صحيح ۽ وزنائتو استعمال ڪري سگهيو. اهوئي سبب آهي جو دنيا جي مقبول عام اديبن هميشه ڌارين ٻولين جي غير ضروري لفظن، اصطلاحن ۽ ترڪيبن، ۽ خود پنهنجن ٻولين جي ڳرن ۽ غير مانوس لفظن جي استعمال ڪرڻ کان انتهائي پرهيز پئي ڪئي آهي: ۽ ان جي عوض هنن هميشه ڏٺل وائٺل، سنوان سڌا، عام فهم ۽ سادا سُودا لفظ پئي ڪم آندا آهن. ڪنهن ڳالهه، يا لکيت جو اثر بنيادي طرح ته هو ٿي ته اُن جي فڪر ۽ معنيٰ تي مدار تو رکي: ڳالهه ۾ هوندو ڪي به ڪين، رکو لکيون هونديون گهڻتريون ۽ لفظن جون ڦلبنديون، ته اهڙين مداحن تي ڪي آگرين تي ڳڻڻ جيترا آياڻا موهت ٿين ته ٿين، باقي ڪٽري ڪوٺي کي ڇاڻ پرکڻ وارا ته ڪڏهن ڪڏهن ٿي پڪ پيهر انهن کي پڌي آئي جو آئي اُٺ پڌو ڪري ڇڏيندا! ڪم علمي ۽ ذهن جي اُٺ-هوند، وڏن وڏن ۽ ڏکين ڏکين لفظن، فارسيءَ جي لاڳيتين ترڪيبن، ۽ عربيءَ جي ڇيڪ ڇيڪان وارن اُچارن ۽ ان جي صرف نحو جي پابندين جي غلاڦن ۾ ڪڏهن به لکي ڪين سگهندي! تنهنڪري، هي جو سنڌي ٻوليءَ لاءِ تحرڪ اٿيو آهي ته نج سنڌي ڳالهائڻ ۽ لکڻ گهرجي، تنهن ڏانهن اسان جي محترم اديبن کي گهرجي ته جو ڳو ڌيان ڏين، ان جي اصلي اهميت کي سڃاڻن ۽ سنڌس بنيادي مقصد کي سمجهن: اڄ اسان جا پڙهندڙ محض لفظن جي گورکڌنڌي ۾ ڦاسڻ لاءِ تيار نه آهن، ۽ نه وري رکو انهن جي ظاهري ڏيک ويک ۽ رعب تاب تي پنهلجي يا دهلجي ويهي رهڻ وارا آهن. اڄ اسان جي پڙهندڙن کي اهو ادب گهرجي جيڪو سنڌن زندگيءَ جي حقيقتن جي ترجماني ڪري، جيڪو ڪين زندگيءَ جي سڌارڻ ۽ سنوارڻ جون راهون ڏسي، ۽ جيڪو وٽن اهڙيءَ ٻوليءَ ۾ پهچي جنهن ٻوليءَ کي هو پڌي سگهن، سمجهي سگهن ۽ هنئين سان هنڊائي سگهن.

## ٻولين جي ڏي-وٺ

اسان جا لکندڙ هتي هي سوال اٿاري سگهن ٿا ته "ڇا، اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ايترو ذخيرو موجود آهي، جو اسان جي مڙني ادبي ۽ علمي ضرورتن جي پورائي تي سگهي؟" جواب ۾ عرض آهي ته ان ڳالهه جو دارومدار "ضرورت" جي مخصوص نوعيت تي آهي: خالص ادبي ضرورتن يعني شعر و شاعري، افسانه نويسي ۽ تنقيد وغيره لاءِ، ۽ پڻ پين انيڪ علمي ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ به لفظن جو ايترو ئي ذخيرو موجود آهي، جيترو دنيا جي پين سڌريل ٻولين ۾ - فرق رکو هيءُ آهي ته هنن ۾ خالص علمي اصطلاحن جو انداز نسبتاً زياده آهي. علمي اصطلاح انهن ٻولين ۾ ڪي اصل کان موجود ڪونه هئا: جيئن جيئن آهي ٻوليون جدا جدا علمن جي جديد ترقي يافته صورتن سان روشناس ٿينديون ويون، ۽ جيئن جيئن سنڌن سماجي پس منظر، جاگيرداري

دور مان نڪري صنعتي دور ڏانهن وڌندو ويو، تيئن تيئن وايو منڊل جي نئين نئين ضرورتن سارو انهن ٻولين ۾ نوان نوان لفظ ۽ اصطلاح ٻن داخل ٿيندا ويا. ٻين ٻولين وانگر اسان جي ٻولي ۾ آئنده اهي نوان علمي لفظ ۽ اصطلاح ڪجهه پنهنجو پاڻ مان پيدا ڪري، ڪجهه ٻين ٻولين کان ڪُهري، هٿ ڪري سگهي ٿي. ميڻي ٻوليون اهڙي قسم جي ڏي-وٺ هميشه ٻيون ڪن؛ ان کان سواءِ سنڌن سامهون ٻيو ڪو چارو ۾ ڪونهي تنهنڪري، جيڪڏهن اسان جي ٻوليءَ ۾ وقت سير ٻين ٻولين کان ڪي لفظ هٿ ڪيا، ته ان ۾ ڪو به اهم ڪونهي- خود ڪانئس ۾ ته ٻين ٻولين ڪيترا لفظ ڪنيا آهن! ٻر، هيءَ ته نيٺ ۾ شاڻائتي ڳالهه نه چئبي جو پنهنجي هڙ ۾ موڙيءَ هوندي ۾ ڪشتو ڪٽي ٻين جي دران ٻن ڪبي وتجي! اسان ڪي يقين آهي ته جيڪڏهن اسان جا شاعر ۽ اديب پنهنجي ٻوليءَ جي اصلي خزانن کي جاچيندا، سنڌس اوائلي ادب جو پورو مطالعو ڪندا، پنهنجن اڳين شاعرن ۽ اديبن جي لافاني تخليقن کي پنهنجي لاءِ مشعل راهه بنائيندا، ۽ وڏي ڳالهه ته پنهنجي ٻوليءَ جي سدا حيات، عظيم ۽ اڪت سرچشمن يعني پنهنجي سنڌي عوام سان پنهنجا جيڏا جا ٻڌندا ۽ قريبي ناتا قائم رکندا، ته پوءِ هو ڏسندا ته نازڪ کان نازڪ جذبن، لطيف کان لطيف امنگن ۽ مشڪل کان مشڪل خيالن کي بيان ڪرڻ لاءِ ۾ سنڌن ٻوليءَ ۾ لفظن جي ڪا اڻاٺ ڪانهي.

## "نج" سنڌي لفظ

نج سنڌي ٻوليءَ جي استعمال ڪرڻ جي صلاح ٻڌي، ڪن دوستن کي چرچو سجهي ايندو آهي، ۽ ويٺا ٽاڙيندا آهن ته صلاح ڏيندڙ حضرت ڪٿي ڪو ڌاريئن ٻوليءَ جو لفظ ڪم آئي ته ڪو مزو لڳي! ظاهر آهي ته هيءَ طعنيبازي ۽ هڪ ٻئي کي شهه ڏيڻ واري هيءَ روش درست ٿي سنڌي سگهجي. مطلب هي هرگز نه آهي ته سمورا ڌاريا لفظ ٻوليءَ مان چونڊي چونڊي، هڪ هڪ ڪري، ٻاهر ڪڍا ڪري ڇڏجن! دنيا جي ڪابه ٻولي جيڪڏهن اهڙيءَ ريت پنهنجي "اصل نسل"، ۽ "خالص خاندان" جي رٽ هڻيان ڊوڙندي، ته آخر ۾ سواءِ سڃاڻپ کان ٿي نڪري وڃڻ، يا بنهه ختم ٿي وڃڻ جي ان لاءِ ٻيو ڪو مستقبل ٿي نه رهندو! تنهنڪري، سنڌيءَ ۾ ٻين ٻولين جا جيڪي لفظ داخل ٿي چڪا آهن، نه فقط اهي جيئن جو تيئن ان ۾ هميشه موجود رهندا، پر آئنده ٻه اسان جي ٻولي اهڙيءَ ريت ڌارين ٻولين مان لفظن، اصطلاحن، ۽ بيان ۽ فڪر جي طريقن جي ڏي-وٺ ڪندي ٿي رهندي. ٻوليءَ جي "نج" استعمال مان، جيئن مٿي اڳي ٿي عرض ڪري آيا آهيون، مراد فقط هيءَ آهي ته هڪڙو ته پنهنجي هوندي سوندي ٻين جي اڳيان هٿ نه ٽنگيو وڃي؛ ۽ ٻيو ته جڏهن ضرورت آهر ڌارين کان امداد حاصل ڪئي وڃي، تڏهن ان امداد سان ڪُلي ڌارين جي غلاميءَ جا ڪِنت پنهنجي ڳچيءَ ۾ نه وڌا وڃن. ٻولين جو اصول آهي ته ڌارين ٻولين جا

لفظ هو هميشه پنهنجن شرطن تي پاڻ وٽ قبول ڪندا رهيا آهن، ۽ خاص پنهنجن طبيعتن پٽاندر ئي اهڙن ڌارين لفظن کي هو پاڻ وٽ کپائيندا رهيا آهن. هر ڪا ٻولي جڏهن به ڪو ڌارئين لفظ هٿ ڪندي آهي، تڏهن ان لفظ جو استعمال هوءَ پنهنجي قاعدي قانون موجب ڪندي آهي – صورتخطيءَ ۾، اُچار ۾، لهجي ۾، گرامر جي صورتن ۾، ان لفظ تي حڪومت نئين ٻوليءَ جي هلندي آهي. لسانيات يا ڀاشا وگيان جو اهو هڪ بنيادي اصول آهي، جيڪو اسان جي سنڌيءَ سان به اهڙو ئي لاڳو آهي جيترو دنيا جي ٻين سڀني ٻولين سان: تنهنڪري جيڪڏهن ڪو فارسي، عربي، انگريزي يا ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ جو فدائي اسان کي چوندو ته هين يا هُن ٻوليءَ جا لفظ سنڌي ٻولي فقط تڏهن حاصل ڪري ٿي سگهي جڏهن انهيءَ ٻوليءَ جا قاعدا ۽ دستور پڻ انهن لفظن سان گڏ پنهنجي مٿان عائد ڪري، ته اسين انهيءَ حضرت کي چونداسين ته "جيڪڏهين تنهنجي ٻوليءَ جا لفظ اسان کي فقط انهن ئي شرطن تي ملڻا آهن ته پوءِ 'اهو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني' – اسان کي انهن شرطن تي آهي لفظ بنهه کپن ئي ڪو نه!" .... ته، "نج" سنڌي لفظن ۾ آهي لفظ، ويندي خالص علمي اصطلاحن تائين، پڻ اڃا وڃن ٿا، جن کي سنڌي ٻولي پنهنجي مُهر هڻي پنهنجو بنائي ٿي ڇڏي – پوءِ اهي لفظ ۽ اصطلاح ڪٿي ڪهڙيءَ به ٻيءَ ٻوليءَ جا هجن! اسان کي يقين آهي ته اسان جي محترم شاعرن ۽ اديبن کي "نج" سنڌي لفظن جي انهيءَ دائري ۾ جنهن جي وصف مٿي عرض ڪري چڪا آهيون، پنهنجي هر ادبي ۽ علمي ضرورت لاءِ، گهرج سارو لفظ هر وقت موجود ملندا.

## سنڌي ڪافي ۽ غزل

اسان جي ادب ۾ هينئر هڪ ٻيو به تحرڪ زور وٺي رهيو آهي ته "غزل" کي ڇڏي، ڪافين ۽ بيتن تي ڌيان ڏجي. اسان جي شعري ادب ۾ غزل جو هجڻ ڪا خراب ڳالهه نه آهي؛ پر غزل جنهن ماحول جي ترجماني ٿو ڪري، اهو ماحول اسان جي سنڌ ۾ بلڪل ڪينهي. غزل جاگيرداري دور جي پيداوار آهي – جڏهن وڏا وڏا نواب ۽ جاگيردار پنهنجي درٻارن ۾ غزلن کي اهميت ڏيندا هئا؛ محفلون مچنديون هيون؛ شمعون ٻرنديون هيون؛ ساقي جام ڀَري ڪري، ڏيندا هئا، ۽ شاعر مست ٿي، غزل چوڙيندا هئا! غزل، عشق و محبت جي هڪ خاص ماحول جي نشاني آهي. اهو ماحول ايران ۽ هندستان جي بادشاهن ۽ جاگيردارن جي درٻارن ۾ انهن سان لاڳاپيل دنيا ۾ ئي موجود هوندو هو. اسان جي سڄوري سنڌ ۾ نه آهن اهي جام ۽ ساقيءَ جا خرافات، جن ۾ سڀئيون نينگريون ۽ ڳڀرو نينگر شاعرن کي جام ڀري "ساقيءَ" جا فرض ادا ڪن؛ نه اهي بلبليون آهن جي گلن جي چوگرد پنهنجا پَرَ ڇائينديون وتن؛ نه آهن اهي سرو ۽ صنوبر جا وڻ جن سان محبوب جي قد کي تشبيهه ڏجي؛ نه اهي "بت خانا" آهن، جتي سلامي

پرڻ ۽ ڪُرنشون ڪرڻ لاءِ شاعر وجي حاضريون ڀرين- ۽ حسن جي حضور ۾ رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ دربانن جي خوشامد ۽ دلجوئي ڪين ڪرڻي پوي!

انهن سڀني ڳالهين هوندي به، هن ۾ ته ڪو شڪ ئي ڪونهي ته "غزل" جي صنف آج اسان جي سنڌي ادب ۾ هڪ نهايت پائدار جڳهه والاري ويٺي آهي. اڃين ته "گيت" به ته اسان جي زبان جو ڪونهي! اسان جي شعري ادب ۾ اصل ته رگويد، ڏوهه، وائيون ۽ ڪافيون ئي آهن. انهيءَ ڪري پين صنفن کي ڌڪاري ڇڏڻ به ڪو صحيح قدم نه آهي - پاڻ جيترو ئي سگهي اوترو ٻين مشهور زبانن جي ادبي صنفن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ آڻجي ته چڱو. پر اهو ضروري آهي ته انهن کي پنهنجي ئي رنگ ۾ رنگي ڇڏجي. غزل، عشقيه شاعريءَ جو هڪ جزو آهي. عشق ته هڪ پوتر امنگ ۽ پاڪيزه جذبو آهي؛ ۽ اسين به عشق جي رنگينين ۽ دلچسپين کي محسوس ڪري ان ٿا، اسان ۾ به اهي پوتر امنگ ۽ پاڪيزه جذبا موجود آهن: پر انهن جذبن جي ترجماني سنڌي ماحول اندرئي ٿي ٿي. اهو ماحول، ڪو ايراني يا لکنوي ماحول کان گهٽ ميناج وارو ۽ گهٽ سهڻو نه آهي. انهيءَ ڪري غزل کي اسين سنڌي جامو پهرايون ته پوءِ غزل به اسان جي ادب ۾ هڪ سهڻو اضافو ٿيندو - پر جيڪڏهن اسين پنهنجا امنگ ۽ جذبا ڌارئين ماحول ۾ بيان ڪنداسين ۽ ساقي، جام، بلبل، نرگس ۽ لالي، عنقا ۽ ڪوهه قاف؛ خطن ۽ زلف پيچان جي پچرن ۾ پنهنجي عشق ۽ محبت کي بند ڪنداسين، ته اهو غزل ته ڪونه ٿيندو، البته "ڪَونزل" ضرور ٿيندو. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته: "ادا، نون ڳونزل پيو هڻين، ڪَونزل!"- يعني "اجائي لباڙ ۽ ٻٽاڪ پيو هڻين!"- سو اسان جا غزل به شيراز ۽ لکنوءَ جي ماحول ۾ بيان ٿيندا ته اهي به "ڪَونزل" ئي ثابت ٿيندا. انهيءَ ڪري، اسان جي شاعرن کي گهرجي ته هو پنهنجي ئي نظارن ۽ پنهنجي ئي ماحول ۽ پنهنجي ئي ٻوليءَ ۾ غزل خواني ڪن. غزل جي صنف ۾ جيڪي نوان تجربا خود فارسيءَ ۽ اردو ٻولين ۾ ٿي رهيا آهن، انهن کي سامهون رکي پاڻ به اهي، ٿلها وصال ۽ فراق جا پراڻا قصا بند ڪري، نوان خيال ۽ نوان فڪر غزل جي معرفت پيش ڪن. ٻوليءَ جي لحاظ کان به غزل جي انهن ڌارين بندشن کان اسان جي شاعرن کي پرهيز ڪرڻ گهرجي، جيڪي پنهنجي ٻوليءَ کي سنوارڻ جي بجاءِ بگاڙين ٿيون- مثلاً: اضافت ۽ واو عطفيءَ جون بيجا ترڪيبون، نُون غُني جو اجايو استعمال، ۽ خود پنهنجي ٻوليءَ جي ساڪن حرفن کي متحرڪ ۽ متحرڪ حرفن کي ساڪن ڪري لکڻ، ۽ لفظن جي نحوي صورتن کي بدلائي، خود سڌن سنون لفظن کي به جيڪي تاڻي غزل جي وزن ۾ پورو پيهارڻ - اهي ۽ ٻيون جيڪي به اهڙيون ڪوششون ٿينديون، سي ظاهر آهي ته ٻوليءَ جي صحت کي ڪاپاري ڌڪ هڻنديون. انهيءَ ڪري اسان جي غزل گو شاعرن کي التجا آهي ته هو انهن سمورين ڳالهين کان سنڌي ادب کي

بچائين ۽ اهڙيءَ طرح خالص سنڌي غزل جي نئين صنف سان پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب کي سينگارڻ جي ڪوشش ڪن.

سنڌيءَ جي شعري ادب ۾ ”ڪافيءَ“ جو هڪ اهڙي مان جسم ۾ جان جو ڳانڍاپو آهي. اڄ ڪلهه ته خود شهري اديبن ۽ شهري پڙهندڙن وٽ به ڪافيءَ جي مقبوليت عام ٿيندي پئي وڃي. ڪافيءَ ۾ اها عام دلچسپي اسان جي ادب لاءِ نيڪ فال ثابت ٿي سگهي ٿي؛ ڇاڪاڻ ته جڏهن به ڪنهن ٻوليءَ جي ادب ۾ هڪ نئين مجازي ۽ نئون تحرڪ پيدا ٿيو آهي ته ان جي شروعات هميشه سنڌ جي اصل کي اجاگر ڪرڻ سان ٿي ٿي آهي. ڪافي، انساني عشق ۽ محبت جي امنگن جي ڀرپور ترجماني ڪري ٿي. البت اسان وٽ اُن ”مجازي“ عشق جي موڙ وڌن ڪافيءَ کي هميشه تصوّف ۽ ”عشق حقيقيءَ“ جي ناپيد ۽ غيبانتين منزلن ڏانهن نيو ويندو آهي. خود مجازي عشق جا داستان به اسان وٽ مخصوص ٻڌجي رهجي ويا آهن. انهن پنهنجن خالص سنڌي رومانوي داستانن جي سورمين جي زباني، عشق محبت جون وارداتون بيان ڪرڻ ۽ تصوف جا مسئلا سمجهائڻ ۽ سلجهائڻ به مبارڪ ڪم آهي، پر ڪجهه ته ڪافي چوندڙ شاعرن کي به نئين زماني جو ساٿ ڏيڻ گهرجي! اڄ ٻين ٻولين جو ادب نين نين ڳالهين کي پنهنجي شعري ادب ۾ سموئي رهيو آهي. فارسي ۽ اردوءَ جو غزل به پراڻو رنگ ڇڏي، نئين ماحول ۾ نئون رنگ ڍنگ اختيار ڪري رهيو آهي، ۽ نون قدرن کي پنهنجو ڪري رهيو آهي. اسان جي ڪافي اجا تائين انهيءَ ئي پراڻي ڍنگ ۾، ”مجازي“ ۽ ”حقيقي“ عشق جي تمثيل ۾ گم آهي - ساڳيا خيال، ساڳيا لفظ ڦريو گهريو پيا سامهون اچن - وقت جي تقاضا اها آهي ته اسان جا ڪافي گو شاعر به پراڻن پيچرن کي ڇڏي، نيون راهون سوچين. پراڻن موضوعن سان گڏو گڏ ڪجهه نوان موضوع به قبول ڪري سگهجن ٿا. ڪافيءَ لاءِ نئين شاعرائي ماحول تجويز ڪرڻ سان، اسان جا ڪافي گو شاعر، سنڌي زبان جي ادب تي هڪ عظيم احسان ڪري سگهن ٿا.

اسان جون اميدون ۽ ارادا

”مهراڻ“ جو هي چوٿون پرچو پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. هن پرچي سان ”مهراڻ“ جي نئين دور جو پهريون سال پورو ٿيو. اميد ته پهرين ٽن پرچن وانگر، هي پرچو به اسان جي پيارن پڙهندڙن کي پسند ايندو. نئين سال ۾، گذريل سال جي اوڻاين ۽ آزمودن جي روشنيءَ ۾، ارادو آهي ته اڃا ڪان به، وڌيڪ ڪجهه ”مهراڻ“ معرفت پنهنجي پڙهندڙن کي ڏيون. اسان کي يقين آهي ته سنڌ نيڪ تمنائون ۽ دلي دعائون اسان ساڻ آهن. وڌيڪ ڀروسو اٿئون ته جيئن گذريل سال ۾ سنڌ ۽ هند جي اديبن ۽ شاعرن پنهنجا لک لائق ۽ اڻيڪ احسان ڪري ٻوليءَ جي خدمت ڪرڻ ۾ اسان سان ساٿ ڏنو، تيئن نئين سال ۾ به هو انهيءَ نيڪ ڪم ۾ اسان سان ساٿ ڏيندا! - م.ا.ج

کشنچند 'بيوس'

# جهوپڙي

جا آهه جائداد نه ورثي وبالَ کان، ٿيندي نه زير بار جا گروي‌ءَ جي خيال کان
اونو نه جنهن کي آهه کوجوکي جنجال کان، هلڪي رهي جا هانءِ تي سولي سنڀال کان،
جنهن ۾ غرور زر نه سراسر سگهي گهڙي –
آلا! جهُري ۾َ شالَ غريبن جي جهوپڙي!
جا وَنئُن وجي ٿي چيز ڪنهن نازڪ نفيس کان، آجي رَهي جا اوچ گذاري جي ريس کان،
بڻ ٿي پناهہ ۾ رهي حاسد حريص کان، ڌاري نه خاس خوف کو خوني خبيث کان،
بي ڪُرف ۽ ڪَڙي رهي سوگهي صندوقڙي –
آلا! جهُري ۾َ شالَ غريبن جي جهوپڙي!
ڇانگي چٽو اڏيائون جو لاٿن لڪن منجهان، سارو اجهو سٽيائون، پراڻن پکن منجهان،
ڪاڙو ڪڍيائون ڪوپ جي ڪانڪڪن منجهان، پورهيو پٽيائون پاڻ ۽ سرتن سکن منجهان،
مفتي مدد تي آيا مڇي مڙس ٿي ميڙي –
آلا! جهُري ۾َ شالَ غريبن جي جهوپڙي!
جنهن تي نه نقش-ساز کي ڪو ناز ٿو رهي، رازو، ڊڪڻ نه جنهن تي ڪو لوهار ٿو وهي،
چوني، پٿر يا سر جو نه سر بار ٿو رهي، "محصول جاءِ" ڳاهه جي هيئان نه جا گهي،
مسواڙ بي مهار جي آهي نه جا پڙي –
آلا! جهُري ۾َ شالَ غريبن جي جهوپڙي!
سج، چنڊ واجهہ ٿو وجهي جنهن جي وٿين منجهان، تيرڪيو اچن ٿا تروا تارن ڪتين منجهان،
پٽڪا ڪندي پجي هوا جنهن جي پٽين منجهان، چٽڪار مينهن ٿو ڪري ڇنڪي ڇتين منجهان،
قدرت سندي ڪمال، صحت لاءِ سوڪڙي –
آلا! جهُري ۾َ شالَ غريبن جي جهوپڙي!
جنهن ۾ جشن مچي، مٺي ڊوڏي جوار تي، سادو گذر وجهي نه طبين تنوار تي،
پورهيو وجهي ٿو واڌ وڏ ٻري چمار تي، غالب پوي نه حرص خوشيءَ جي خمار تي،
"بيوس" جيتي جلائي نه چنتا جي چوچڙي –
آلا! جهُري ۾َ شالَ غريبن جي جهوپڙي!

آڌيو جو اوڏن، سو ڏنگهر ڏِلو مَ ٿئي،
جه يَرِ ويهي ڪَنِ، ليڪو لاڪي جامَ سين.

چِنَلَ ڇَڄَ هَٿَنِ ۾، ڪُلَهنِ ڪوڏارا،
پورهئي خاطِرِ پاهجي، آئَنِ سَوارا،
اوڏَ بہ ويچارا، لاڪا! وڃن لَڏِئو.

جِتِ پِنگا، پِٽون، پيٽيون، تِه ڪوٽِ ٿِيي ڪِواءِ،
سا وِڄ پسئو وِندران، سون رُندي رات وِهاءِ،
سِليتينُ سُهاءِ، سارُو جو سَليرَ جو.

— شاهه




## بيت

شيخ "اياز"، عبدالڪريم "گدائي"، مولوي غلام محمد خانزئي مرحوم، پير حسن بخش شاه مرحوم، مرزا قليچ بيگ مرحوم.

## ڪافيون

ميرزا قليچ بيگ مرحوم، پيرجهان شاه مرحوم، پير صاحبڏنو شاهه مرحوم، نواب ولي محمد خان لغاري مرحوم، صديق فقير صوفي مرحوم، "فتح" فقير مرحوم، محمد خان "غني"، همايون قليچ بيگ ميرزا "فائق"، "برده" سنڌي، ابن حيات پنوهر، علي بخش "رضا"، غلام محمد "گرامي".

## گيت

"برده" سنڌي، شيخ "اياز"، ڊاڪٽر "خليل"، پيرشاهنواز "عارف المولئ"، "تنوير" عباسي، گووردن محبوباڻي، عبدالقيوم "صائب"، ڀمومل انند رام "پيامي".

## نظم

هري "دلگير"، "فاضل" ڏهرڪائي، واسديو "نرمل"، غلام محمد "گرامي".

## غزل

ميرزا قليچ بيگ مرحوم، مرحوم غلام سرور "فقير"، شيخ "اياز"، انند رام "مهر"، شمشيرالحيدري، "تنوير" عباسي، علي محمد "مجروح"، ڊاڪٽر نعيم صديقي.

## قصيدو

همايون قليچ بيگ ميرزا "فائق".

## رباعيون

مرحوم شيخ مراد علي "ڪاظم"، شيخ "اياز".

## آزاد نظم

شيخ عبدالرزاق "راز"، شيخ "اياز"، "برده" سنڌي.

## ادب لطيف

شيخ "اياز"، جهامنداس ڀاٽيه، واسديو "نرمل".

"شعر جو شرف ۽ شان، شعر جي عجيب حالت ۽ شاعرن جي حيرت جهڙي ۽ خاصيت ۽ فضيلت مان ثابت ٿي سگهي ٿو. شعر جو شرف ساڳيو علم جو شرف آهي. علم جي شريف هئڻ ۾ ڪنهن کي به شڪ ڪونهي - ۽ اها عام قبول ڪيل ڳالهه آهي. عالم ۽ شاعر، لفظي يا لغوي معنيٰ موجب ٻئي برابر آهن - ٻنهي جي اصلي معنيٰ "ڄاڻندڙ" آهي. جيڪا تعريف قرآن ڪريم ۽ حديث شريف ۾ عالمن جي نسبت ۾ آهي، سا شاعرن جي نسبت ۾ به سمجهڻ گهرجي. قرآن ۾ ڪٿي "يعلمون" آيو آهي ۽ ڪٿي "يشعرون" - ٻئي لفظ "ڄاڻڻ" جي معنيٰ ٿا ڏين. حديث موجب عالم نبين جا وارث آهن. تنهن ڪري جن نبين جي علم مان به ڪجهه هنن کي ورثي ۾ مليو آهي، ته معجزي يا ڪرامت جي به ڪا نشاني هنن کي ورثي ۾ ملندي هوندي. جيئن حضرت موسيٰ کي فرعون ۽ ٻين ڪافرن جي مقابلي لاءِ عصا ۽ يدبيضا يعني لٺ ۽ هٿ - ٻه هٿيار - مليل هئا، تيئن عالم يا شاعر کي به ٻه هٿيار آهن: هڪڙو قلم ۽ ٻيو زبان. انهن ٻنهي جي نسبت ۾ حديثون موجود آهن: هڪڙي آهي ته "مداد العلماء خيرٌ من دماء الشهداء" يعني "عالمن جي مس، شهيدن جي رت کان چڱي آهي" - اها عالمن واري حديث آهي، جا شاعرن سان به لاڳو آهي - ۽ ٻي آهي ته "انّ لِلّٰهِ کنوزٌ تحت العرش مفاتيحه السنة الشعراء" يعني "تحقيق خدا جا ڪي خزانا آهن جن جون ڪنجيون شاعرن جون زبانون آهن" - اها حديث شاعرن واري آهي جا عالمن سان به لاڳو آهي. اگرچ انهيءَ طرح علم ۽ شعر برابر آهن، تڏهن به شعر ۾ علم کان هڪڙي خاصيت زياده آهي - اها موزونيت آهي. جي ٻنهي کي انّ، نور يا ماني، سان مشابهت ڏجي، جنهن جي کاڌي، جسم توڙي روح کي قوت حاصل ٿيي ٿي، ته علم سلوٽي ماني آهي، يعني جنهن ۾ موافق لوڻ پيل هجي، جنهن کان سواءِ جيڪر ڦڪي ۽ بي سواد هجي؛ ۽ شعر مٺي ماني آهي، يعني جنهن ۾ لوڻ جي بدران کنڊ يا مٺاڻ پيل هجي."

- قليچ رحه

## بيت

### شيخ "اياز"

وندر منهنجي وات تي، ڳولڻ ۾ ڳاڻ،
تنيءَ ڏڏيءَ تند سان، نينهڙو نياڻ،
پرينءَ کي پاڻ، رلندي پنهنجي راڳ ۾.

نهاريم نيراڻ ۾، ٽڪيندي تارا،
ڪٿي آن، ڪنهن جاءِ تون، پرهه ڪان پيارا!
چنڊ پٺيان چارا، رُليم ڪيئي راتڙيون!

چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي، ستو رات سڄڻ،
چمڪيو چوڏهينءَ چنڊ سان، آڌيءَ رات اڱڻ،
آلا، اسُر جو آهي، سُنهڙي جو سهڪڻ!
هيرُن ۾ ٿي جڻ، هن جون هڪارون مليون!

آڌيءَ رات الله، ڳائي پيو ڳجهه ۾،
سٽي پيو سانت ۾، ستارن جو ساهه،
نغمي جي ڪا نهر جڻ، آئلي آهه اٿاهه،
ماڻهوئڙا ۽ ماه، سڀئي آهن سير ۾.

جهري پيو چنگ، جهرُي پئي جندڙي،
رڪي رڪي روح ۾، ڏڪي پيو ڏنگ،
سڄڻ تنهنجو سنگ، وسري وسريم ڪينڪي!

شفق اوڙهي شامَ، هيٺ تنهنجي پار ڪان،
مهڪڻ لڳي مٽي منجهان، جرڪڻ لڳا جامَ،
پيئڻ جا پيامَ، سانجهيءَ آندا ساهه لئي.

سرءُ، ١٩٥٥ع

چٽيي پئي چاٽ، ستارن جي سونهن جي،
ڪرڻن ڪٽي چنڊ جي، ولڻ منجهان وات،
لُڇڻ لڳي لاٽ، ڪائي منهنجي روح ۾.

چهڪي پيو چاهه، ٽهڪي پئي محبوبڙي،
سرهو هن جو ساهه، آهي بوءِ بسنت جي.

جيئين! تنهنجي جندڙي، ساري آ سرهاڻ،
تنُ سڪڙين جو ميڙ آ، من خوبين جي کاڻ،
آئي تو کي اوچتو، قدرت منهنجي ڪاڻ،
مون کي چيو "ماڻ، وڻ هي گل گلاب جو!"

جيئين! تنهنجي جند جي، سڙي موسيقي،
ورهين لئي وڄندي، رهندي منهنجي روح ۾.

پيئڻ ۽ جيئڻ، ستو متوالن جو،
پيري ساڻ پرڻ، سُرڪيون تنهنجي سونهن جون.

ڦٽي تو ري ورهه لڳي، سائين! آءُ ستت،
اکڙين مان امرت، پيئان تنهنجي او پرين!

ساريم تنهنجي سڪَ، سڪ وساريم ساهه جا،
تن من جا مالڪَ، واريم توتان جندڙي!

نهارن پيا نيڻ، سڄڻ جا سنسار مان،
پلندس ڪٿان مان پيڻ، ڳهاءُ انهن جي گهور جا!

سوري آڻ ستار، سچڻ منهنجي ساهه جا،
رچي وڃي راڳ جي، لونءِ لونءِ منجهه لغار،
سر کي سُر جي سنگ ۾، ڏڄ ڪان ڏريان ڏار،
ازل جا اسرار، تولڻ لڳن تند ۾.

سليا ڪنهن نه سوال، سانڊيا جي مون ساهه ۾،
ڏاهپ ساري ڏيهه جي، سونجهيم صديون سال،
خلوت منجهه خيال، جهورن جيءَ جواب لاءِ.

پيارا پل، وسري وسرن ڪينڪي،
سوڳهي جهليم ساهه سان، ڪا ملڻ جي موسل،
چميم جنهن چاهه مان، ڳوڙهن پريا ڳل،
آلا، وقت آجهل، لنائيني لڪ عاشقيون!

جهليم هن ڪي جهول ۾، وڃهي ڳچيءَ ڳنڍ،
لهي ويس اڄ پريل، لبن مٺان لتڙ،
ٻرين سارو پنڌ، ڇڏهي ڇهان ڪيترو!

سدائين سوداءَ، سانڍيم تنهنجو سمجهه ۾،
او اڻ - جاتل آءَ، جاڻو منهنجي جاڻ جا!

پرچي ويڙا پاڻ ۾، اڪڙيون اوجاڳا،
ساڳي ڪاري راتڙي، ستارا ساڳا،
صبح سباڳا، تو لئي تڪيان ڪيترو!

چوڌاري آهي چوطرف، زنجيرن تي زنگ،
جڪڙيل جسو جبر ۾، ايذايل امنگ،
ديوارن مان دانهن ٿي، چوڙيو جو مان چنگ،
رچي ويو رنگ، قيدي ڪئو ڪارڻ لکو.

الله! هي انسان، رتيي تنهنجي روح جيي،
نسورو نادان، ڏهڪائيندو ڏيهه جو!

عبدالڪريم "گدائي"

"آزاديءَ" انگور، ڪڍيا ڪهڙا ڏيهه ۾!
ساعت هڪ نه سنبران، مارونڙا مسرور،
ڏينهان ڪاٺ ڏوجهرا، راتين جو رنجور،
آيل اباڻن سندا، پل پل پون پور،
سنگهارن جا سور، سرتيون سليان ڪنهن سان!

"آزادي" آئي، ير ماڳ نه موٽيي مارئي!
سنگهارن جي سات ۾، ڪانهي سرهائي،
اڄ ٻه هيٺن سان هلن، ڏاڍا ڏاڍائي،
نڌڪين سان نت ڪرن، عمر ارڏائي،
سُکتر سٺائي، ناهي ملڪ ملير ۾!

مارن جو مذڪور، آيل ڪريان ڪنهن سان!
جيجل جوڳيئڙن جا، پل پل مون کي پور،
سدا ساڙي ساهه کي، سنگهارن جو سور،
مارو مصيبت ۾، چارئي پهر چور،
اکيون اباڻن جون، ٻڪن ڪان ٻي نور،
"آزاديءَ" انگور، ڪڍيا ڏاڍا ڏيهه ۾!

"آزاديءَ" آندا، سنيها سورن جا،
ٻڪن بيمارين ڪيا، مارونڙا ماندا،
پل نه هڪ واندا، ڳيي جي ڳنڍيءَ ڪان!

"آزاديءَ" عجيب، ڏکر آندو ڏيهه ۾،
مارونڙن کي ماڳهين، ماني ناهه نصيب،
ٿاڀن منجهه غريب، ماليءَ ڪارڻ ملڪ ۾!

"آزاديءَ" جي آگ، ساڙي وئي سائيهه کي،
ٻڪن بيمارين ڪيو، مارونڙن ۾ ماڳ،
مارونڙا ملير ۾، سڪن ڪارڻ ساڳ،
ڏاڍائي، ڏهاڳ، ڏاج مليو آ ڏيهه کي!

## ميرزا قليچ بيگ مرحوم

ادبون اچا ڪالهہ هئيس هوت پنهونءَ سان،
سُرڪي ٻيئر سوڙ جي وڙيي منجهہ وصال،
ڏيرن جي ڏُکيءَ ڪي ٽڪا سُڌ سنڀال،
ساري ويا سُٺيءَ ڪي وجهيي جيءَ جنجال،
هيءَ سُنهينجي حال، هوت وڃاءِ هنج مان -

ڪيڏي وڃان ماءُ، پسان ڪيئن ٻرٻنءَ ڪي،
حبين جي هجر ۾ سوريءَ چڪيم ساءُ،
اڄ اوري آءُ، هوت وڃايم هنج مان -

هوت وڃائي هنج مان رُليي ڦري روهہ،
ڀڃائي پنهونءَ وٽ سائين تنهنجو توهہ،
ڪڇو آءُ ڪرئيان ڪيچ ڏئين ڪي ڪوهہ،
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهہ، آسر الاهي آئيو -

آءُ عزرائيل، پلي آئين پانيا،
تولئي نهاريم گهٽو ساري سپ سبيل،
هرگز توسان هلڻ ۾ هلابان نہ حيل،
ڪوڙا هت هُوڻ جا دوستن ري دليل،
سائين رکندو سيل، ني تہ نبيرو ٿئي -

آءُ ولهن جا وڃ، پلي آئين پانيا،
نيڻ نهارن پرت مان تولئي پنئي پيچ،
سڄڻ ڏاران سيج، ڪُٺيي مالي ڪينڪي -

اجهي ڙي اِجهي سجر پير پنهونءَ جا،
ڪتان نيو زور سان جتن جانب ڪي،
مجن ري سڪين جو هڏ نہ ساهہ سري،
ڪهان ڪيجن ڏي، ڪري بتس پنهور ڪان -

رات فراق دي روز قيامت مَني سور نہ ڪٽي
ساعت ساعت ڪوهہ الر دا سر تي آکي ٽٽي
جڏهان "قليچ" سڄڻ رب ميلي تڏهن جند عذابون ڇٽي

فوج حُسن دي يار چڙهائي ملڪ دلين دا لٽي
غمزين نال مطيع ڪريندا مشتاقان تون ڪٽي
مژگان سيني ڏيندا چوڪان دام زلف وچ گهٽي
مرٺان اگے "قليچ" مرين تا جند عذابون ڇٽي -

## مولوي غلام محمد خانزئي مرحوم

واهوندن وري، منهنجو جيءَ جياريو،
آئي بوءِ بهار جي، کُلي دوست دَري،
چکي ذوق ذري، برسي باغ بهاريا.

باغيچا باغ ٿيا، کڏي ڪوڙر ڪچا،
مرکي سوريون مکوبون، ڦڏي پور پچا،
صاحب ربؐ سچا، ميلو ڪيچ محبوب سين!

## حسن بخش شاهہ مرحوم

محبوب مٺا مٺار ميڏا! مين روز و ٻکان تيڏيان راهين،
آءُ ڪڏاهين!
سوز فراق دي سور ستاوئين، دل اندر ديان داهين،
آءُ ڪڏاهين!
دل جوش تيڏي بيهوش ڪيتي، چوڏار برهہ ديان باهين،
آءُ ڪڏاهين!
آ، هر حال ٿيوين هڪ نال حسن بخش، پهگڻ پا جهہ ڏلاهين،
آءُ ڪڏاهين!

[ وڪڙ سو وهاءُ — پڙهي پراڻو نه ٿئي ]

# ڪافي

## مرزا قليچ بيگ مرحوم

دردن جو دل ۾ دلبر، دونهون آچي دکايو،
محبت جو مچ مچائي، جيرو جگر جلايو.

١— هڪ سان ٿنيو حبيبن، تون ڏون تڙيو طبيبن،
قربون ڪُهي قريبن، ساڙڻ جو ڪيو ٻه سعيو.

٢— جن سان رکي محبّت، تن تي وجهي مصيبت،
رحمت جي لاءِ زحمت، سودو ڪري سوايو.

٣— سوريءَ تي ڪني چڙهائي، ٻڪري جان ڪي ڪَلائي،
ڪي ڪرت سان چيرائي، ڪن ڪي وجهي ڪهايو.

٤— لذت آچي ٿي جن کي، سورن کي ٿا سکن سي،
ڪارڻ ڪسڻ جي پڙ تي، گردن آچن جهُڪايو.

٥— جي عشق توڪي آهي، وڃ تون "قليچ" ڪاهي،
سر ڏي هٿن سان لاهي، پورهيو ٿئي سجايو.

## پير خداڏنو عرف پير جهان شاهه مرحوم

الف سڄاڻ تون پيش امام، ڇا هي سجدو، ڇا هي قيام!

١— دوئيءَ جو ڏيان دليون ڇڏ لاهي، وحدت منجهه وڃه پاڻ وڃائي،
عشق سوا پيو ڪين ڪي آهي، تنهن ۾ ڪر تون پاڻ تمام.

٢— "لا تقنطو" جو آهه اشارو، صوفي سمجهن ٿا سِرُّ سارو،
صابر، شائق صبر جا ٻارو، مخفي جن جي آهي مام.

٣- "احد" ۽ "احمد" ۾ ناهي دوري، "ميم" منجهان ڪيئين نور ظهوري،
پرت تنهين سان رک تون پوري، خيال پيا ڇڏ لاهي خام.

٤- "ڪمبو" قلب جو قائم ڄاڻ، "پنج" ني تنهن ۾ پورا آڻ،
حرف حقيقي، صحيح سڃاڻ، مردن جو سو آهي مقام.

٥- "جهان شاه" سڪ رمز نيازي، رازق آهي، جنهن تي راضي،
آڪسي اڳيان ڪر تون آزي، توبه ڪر تون صبح ۽ شام.

## صاحبڏنو شاه مرحوم

هيس ڪيئو هوشيار، ڪيس اديون ڙي عشق ايائي!

١- ناز سڄڻ جي نهوڙي نيڻس، وس وڃوف وجود ڪان ويڻس،
آيو برهه سر بار: نينهن نمائي ڪيس نمائي!

٢- گهورن سان جن دلڙي گهائي، ڪل تنهين نه لڌي آ ڪائي،
هم هول هزار: ڪنهن سان ڪريان ترب ڪهائي!

٣- محبت تنهنجي آهيان ماري، ڪندي عمر وڃايم ساري،
آءُ هلي هڪوار: وره ڏولڻ تنهنجي ڪيس ويڳائي!

٤- "صاحبڏنا" دل جن ڪي ساري، اينهر سي ني شال اوتاري،
دل گهريا دلدار: سهڻا سڄڻ اڄ ڀاڳ سڃائي!

## نواب ولي محمد لغاري مرحوم

جوڙي قلب، بيت رڳي انسانَ ۾ سمايو،
ذسي ذات ڪي صفت ۾، ملڪن ني سر نمايو.

١- آدم جو ڀوش پائي، آيو پاڻ ڪي لڪائي،
سچ عشق جو مچائي، خود عشق پنجي آيو.

٢- اصلي هو سر حقاني، لاريب لا مڪاني،
منجهه رمز لن تراني، وري طور ڪنهن جلايو.

٣– ڏٺي حسن جو ڏيکارو، ورئي پاڻ ئي نيارو،
سوريءَ جو ڪيئين اشارو، سر عاشقن سنڀاليو.

٤– ”ولي محمد“ سنڀالج، ذاتي نه در وسارج،
پنهنجو پاڻ پر نهارج، صورت سان پيچ پاتو.

## صديق فقير صوفي مرحوم

پورهيت تي پاڻي پريان،
جي مون پورهيت ڪن ... الا

١– سر به ڪريان سينهي، پانوڻ ڏيئي پن ... الا

٢– ساهه به ڪريان صدقو، مٺان مون پريَن ... الا

٣– ٿوري پرّان نه آن جي، جيءَ جيارو جن ... الا

٤– اهڙي حال ِ هلن جي، ”صادق“سيءُ جن ... الا

## ”فتح“ فقير مرحوم

جنهن مَت موٺي جَت وِي اديون ...
سا مت مون کي نه آئي الا

١– ويهي آڻ وچ ۾، ڳالهه ڪريان ڪهڙي ڳَت ... وِي اديون

٢– چرخو چندن عاج جو، پيريان ڪهڙي پَت ... وِي اديون

٣– پنهل سان پريت جي، سوري ٿئي مون پَت ... وِي اديون

٤– ”فتح“ جوي فراق ۾، روان ويسني رت ... وِي اديون

## محمد خان "غني"

جي جو نہ هاڻي هتان هار اچ،
ڏنو آهہ ايڏو جنهن آزار اچ!

١- مٺي ڪي ڏسي منهنجو بہ مست ٿيو،  ملبو خوش منهنجي هٿن سان ويو،
ڏر جو ڪيو مون ڪو ويچار اچ!

٢- ڏيئي ور وجي ڪير ڪچ تي ڪري،  تہ دنيا سان پيئر بہ هيڻن ڪو پري،
ڪيو هاڻ کهڙو مون واپار اچ!

٣- ڏيان ڏوهہ ڪروڙ ڪي کهڙو ڪٿي،  ڏنم چٽ چڱا جي ويا مون وٽي،
لڪئي هيڻن ڪيو مون کي لاچار اچ!

٤- ڏسان ٿي تہ ڏاهين کي حاصل ڏهاڳ،  سوين پوريون سي سدا منجهہ سهاڳ،
وٺي کهڙو ور ڪي ٿو وهنوار اچ!

٥- سچ تنهنجي سنگ ۾ سوين راتيون،  لڪين مون جيان ٿيون ڪيجيل ڪاليون،
وهائي جسي وينيون بديءَ بار اچ!

٦- اڪيليءَ ڪسي تنهنجو ٿيو آسرو،  پرين ناهہ تسوري پيو ڪو پرو،
انسر عاجزيءَ جسو ٿيو اقرار اچ!

٧- سُپَس ڏيهہ ۾ آءٌ سچ تو سگان،  سدائين متعافي ٿسي تو ڪان مگان!
بُري بخش باري تون بدڪار اچ!

٨- هٿيو هاڻ هٿ جيڻن ٿسي ليلا لڇي،  چنيسر جسي چهہ جو پتو ٿسي پڇي،
"غني" بس اِئين ٿيو گنهگار اچ!

## همايون قليچ بيگ ميرزا "فائق"

مينهن ڪيون ملڪ تي منهنجي، لڪ پلايون پال پال!

١- ڪارَ ڪني اچ ڪارن ڪڪرن، اوهيڙا ڪيو آتڙئون آيرن،
بيهن، وسن، پڪون، هلڻ ـ ستانن جسي چال چال!

٢- ڏهَرَ، پٽون ٿيا گاهہ سان ساوا، وڻ ٽڻ ۾ وانا ڪاني ڏاوا،
ڪير، مسڪڻ ۾ ڏڏ جا جاوا ـ ٻائي تڙن ۾ جال جال!

٣- ڪيچ کوٽيءَ جا سترٿيون ڳائن، پاند ۾ پيرون جو ٿڏيو ڏائن،
ڌوليون ڪيو ٿيون روح رهاڻ- اورن وڃيون حال حال!

٤- وڻڙهيجن جي وات نهاريان، "فائق" سانگيئڙا ٿي ساريان،
روبو منجون آءٌ وٽي هاريان- سڪندي ٿيندو سال سال!

## برده "سنڌي"

موهيو تو محبُوب مـوچارا،
دُرس ڏيئي دَرسن- مُنهنجو مَنُ!

١- صورتَ سيرتَ، ناز نهوڙيو، جادو لائي، جسمُ ڏڪوڙيو،
مُرڪي، لالَ لبن- مُنهنجو مَنُ!

٢- چشمُن جي چِنُ، ڪَبنَ تون ياري، ڪيلُ ميلُ، ڏولَ لتهي مونجهاري،
ڪيِنَ وسار وَچَن- مُنهنجو مَنُ!

٣- مونجهي دِلڙيُ، مَنُ مستانو، فُرقتَ جي غم، ڪيو ديوانو،
پَسيِ ٿيان پَرسن- مُنهنجو مَنُ!

٤- ڏک سُک، بس هڪ خيال مُخففُ، سورن سان سرويچ مُشترڪ،
مَست پيئا مُرڪن- مُنهنجو مَنُ!

٥- قطري کي قلزم جي چاهت، مَحْضُ ميلُ سان، خوب ٿي راحت،
آسي موجَ- ملن- مُنهنجو مَنُ!

٦- "برده" جي دل، بيَتِ حزَنُ آ، تنهنجي طلب ۾، روز سکن آ،
آچُ! ٿئي رشڪِ عدن- مُنهنجو مَنُ!

## ابن حيات پنوهر

هن جي وسارين، تون نه وسار،
ياد ڪندين جا قول قرار!

١- آءٌ ته وساريان، دل جي وساري، ڪهڙي خوش ٿي ڪين گذاري،
ورهه جا جنهن تي وارو وار! ياد ڪندين جا ...

٢- ياد پون ٿيون قرب ڪهاڻيون، محبت واريون رمجهه رهاڻيون،
برهه جا دل تي بارو بار! ياد ڪندين جا...

٣- اکڙيون الائي کيئن ٿيون انکن، وس کان ٻيوس ٻجي ٻنکن،
ڳوڙها ڳلن تان لاڙون لارا! ياد کندين چا ...

٤- محبت او کي راند اجاني، کڏري کنهن جي آهه مجاني!
رُنندا ويا سڀ زارو زارا! ياد کندين چا ...

٥- هائي حياتي ڏينهن اداني، آهي ڀتري کي ڀرجي آئي،
جانڻ وسڻ جا ٿيا وسکارا! ياد کندين چا ...

## علي بخش "رضا"

ياري يارَ نہ ڀڃ، منت تون مڃ،
ساهہ سڄڻ توکي ساري...... الا!

١- حب اٿم تو هوت جي، الا! موٽان يار نہ وڃ، منت تون مڃ،
دل جڏي اٿئي ڏتاري...... آلا!

٢- جڏو جيءُ جانب سان، الا! آهہ ملائڻ ڀڃُ، منت تون مڃ،
باهہ ٻرهہ ويو ٻاري...... آلا!

٣- "رضا" کي اي سپرين، الا! ساٿسورنجونسڃ، منت تون مڃ،
جند جڏي وڃ جياري...... آلا!

## غلام محمد "گرامي"

هوت نہ نيڻنَ هاڻِ - ڀئر جيڏيون - آءُ اباڻي ٿي وڃان.

١- ڀئر ڀير ڀئون کيا - ڏيرن کيو نہ جاڻ ...... ڀئر جيڏيون
٢- ڏونگر جا هي ڏاکڙا - آئر کيچين کاڻ ...... ڀئر جيڏيون
٣- کامي ويندس کيچ ڏي - سمر سورن ساڻ ...... ڀئر جيڏيون
٤- آهيان اکيلي آڙنهين - کانهم جاڻ سڃاڻ ...... ڀئر جيڏيون
٥- آهيم آسَ اللهَ ۾ - پهون ايندم هاڻ ...... ڀئر جيڏيون
٦- ويندس هوت - حضور ۾ - ٿيندم روح رهاڻ ...... ڀئر جيڏيون
٧- گوندرُ سليم گود ۾ - سندو ڏکن ڏاڻ ...... ڀئر جيڏيون
٨- ملندو "گرامي" پاڻَ ۾ - آريءَ جو آهجاڻ ...... ڀئر جيڏيون

## گيت

"برده" سنڌي

# توکي ساهه سنڀاري

وڻين ڪيئن وساري سڄڻا،
توکي ساهه سنڀاري!

ڪڪرَ ڪارونڀار آيا، ۽ پورب پرَ ڦوڪايا،
تنهنجا پور ڪري پتهه پَڪڙ، منهنجي من تي ڇايا؛
آواره ڪنهن سُندريءَ وانگي، ڪنوڻ ڪِليي اک ماري، سڄڻا!
نخرا ڪري نهاري!

هر وَڻ نيڻ جي ڳُتَ" جهلي، پيو ڏي ڏانڊولا جهوٽي،
نازڪ نيڻ جُنباني زوريءَ، ظالم رانو روهو؛
غيرت سنڌ هيلي وَرَ جيئن، ڳاچُ ڳُڙي ۽ ڀڄاري، سڄڻا!
پيلو آهه آلاري!

جهاتيئون جهو مان پاڻي تارا، لِڪي لِڪا پائن،
جيئن شمرِ ۾ سهيليون سُرڪي، هڪ ٻي ڏي واجهائن؛
چنڊُ لَجوڙي ڪُنوار جيئن پيو، مُنهن تي ڪُنهو نڪهت ڍاري، سڄڻا!
وِ ڪربل وار سنواري!

"برده" بوندَ بهاري لاتي، چوليءَ انڪ نه ماهي،
آءَ اڳڻ تئون مورَ سڻ لنئي، آڄُ ڪنهن سانگ سياهي؛
وڻبي واٽَ وجهايان، روئان، تو لئي ڳوڙها ڳاري، سڄڻا!
جيتر موت نه ماري!

## شيخ "اياز"

تنهنجي تات تنوار،

اج تہ تمنا تن ۾ لاتي،
اج تہ محبت جهاتي پاتي!
ڇانيا مينگهہ ملار- تنهنجي تات تنوار......

اج تہ آڇايا روز ازل جا
تنهنجن ڇپڙن تي جو پهتا،
پياس ٻجهائي پيار! تنهنجي تات تنوار......

اج تہ سڪل سڏ راڳ جڳايا
تن جي تارن ۾ ترڪايا،
منهنجي ساهہ-ستار- تنهنجي تات تنوار......

من ساگر تي ڇانئي سانجهي،
او نيهي اونده منهنجا مانجهي،
جنهن جا آر نہ پار!- تنهنجي تات تنوار......

تون منهنجو مان تنهنجو ساحل،
ڪيسين جهاڳيندي رهندي دل،
موجون ۽ منجهڌارا!- تنهنجي تات تنوار......

## ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"

ڪيئن گذري هي ۽ رات؟-
خدايا! ڪيئن گذري هي ۽ رات؟

ياد ۾ آن جي ڳوڙها ڳاريان،
موت اچي تان جان بہ واريان،
جيئن تيئن ڏينهن پنهنجا ڏينهن گذاريان،
ڪيئن گذري هي ۽ رات؟-
خدايا! ڪيئن گذري هي ۽ رات؟

غنچو غنچو ٺاري ٺاري،
سک جي ننڊ ۾ دنيا ساري،
خوابن ۾ سڀ هاري ناري،
سونگي جاڳ جي تات—
خدايا! ڪيئن گذري هيءَ رات؟

ياد اچيو ساجن جي ڏکوئي،
سيج ڏسي خالي مان روئي،
روئي ڳوڙهن سان سُک ڌوئي،
ڪنهي نه سُک جي بات—
خدايا! ڪيئن گذري هيءَ رات؟

پير شاهنواز ”عارف المولائي“

# اجهي چاڻ مسافر آيا

رات سونهاري، چوڏهينءَ واري، چنڊ چارا چمڪايا:
اجهي چاڻ مسافر آيا!

ڏهه جي سفر سنباهي ويٺا، ٿر جي ٽاڪن تن پهه پيٺا،
چهر چڙهي گوندر ۾ گذي ويا، بيراڳي گهر ٻر ۾ اڏي ويا،
پرين ڪاڻ ڪئي پونواري، ڏاڍا ڏينهن لڳايا!
اجهي چاڻ مسافر آيا!

ٿڌڙي هير سرير سيٺاڻي، وصل وصال جي ويڙهه واڌائي،
تن مان تاسون، اکين آسون، جر ٿر ۾ سون باسون باسون،
ڏيل ڏکن ڏان ٿيو ڏکياري، سُکڙا سُورَ ٿڻايا!
اجهي چاڻ مسافر آيا!

چنڊ چوڏس جو چهه چمڪارو، سهڻو من مهڻو دل پيارو،
سانت سيرن ۾ جبل جهنگن ۾، ٻڪين وڻن ۾، گهٽن ٻرن ۾،
چُپ چوڌاري ننڊ ٿي تاري، پر مون ننڊ وهايا!
اجهي چاڻ مسافر آيا!

من محبوبن لئي تن تائي، الله عجيب اگهڙ ئل آئي،
سهڻل ساريان، هنجڙون هاربان، تارا تڪيان چنڊ نهاريان،
ڏيندو دوست اچي دلداري، ورهه ڏرت ورايا!

اجهي جاڻ مسافر آيا!

پهر بچايان، فالون پايان، "عارف" سارن لئي واجهايان،
دل ڦڙڪي ٿي، اک ڦڙڪي ٿي، هرهر هيڏڪوني ب اچي ٿي،
پوره ڦٽي ٿي پياري پياري، سڀ ٿيا سانگ سجايا!

اجهي جاڻ مسافر آيا!

"تنوير" عباسي

# پيار جو سمنڊ اجهاڳ!

پيار جو سمنڊ اجهاڳ - پيارا،
پيار جو سمنڊ اجهاڳ!

لهر ڪناري سان ٽڪرائي،
سنڌوا سنڌوا ساز وڄائي،
جهومي، ناچ ڪري، لهرائي،
تون ٻي چيو ڪو راڳ - پيارا، پيار جو سمنڊ اجهاڳ!

لڏندڙ لهرون، چلندڙ چوليون،
آءُ تہ تن سان، ماڻڪ ڳوليون،
اچ تہ پريون موتين سان جهوليون،
ڪٿئن اسان جا ڀاڳ - پيارا، پيار جو سمنڊ اجهاڳ!

جن جن لهرن سان اٽڪو لاتي،
تن تن سائي آهي حياتي،
سوجن سان جن جهاتي پاتي،
سي ٿي پهتا ماڳ - پيارا، پيار جو سمنڊ اجهاڳ!

## اوسيڙو

(١)

جڏهين بهار،
ٿيندو قرار،
ساوا پن پيلا ٿيندا،
مرجهايل مکڙيون، ٽڙل ٽول،
غم جا گهوڙا گاڙيندا،
هر ٽار ٽار، هر پشپ پشپ کي جڏهين سرءُ سڪيندو،
ڇا تڏهين ساجن ايندو!

(٢)

مٺيون راتيون،
۽ برساتيون،
ٿي وينديون جڏهين پوريون،
باغن مان پنڙا، پوپٽڙا،
آڏري وينديون پنيوريون،
اونهاري جي آس ڪاڻيندي، لُڪ لڳندي، سج ساڙيندو،
ڇا تڏهين ساجن ايندو!

(٣)

دل جي ترنگ،
من جا اُمنگ،
ارمان اجهاميي ويندا،
جڏهين جوڀن جا جسم مٿان،
سڀ رنگ اڏامي ويندا،
جنهن ويل پيڙا پيشانيءَ تي پنهنجا پير چڙهيندو،
ڇا تڏهين ساجن ايندو!

(٤)

جڏهين ڪارن،
ڪاجل وارن،
نيڻن ۾ نِنڊَ نہ رهندي،
بي- رنگ چپن، رخسارن تان،
ڳوڙهن جي دريا وهندي،
جنهن مهل هجارو موت اچي، هن سر تي ٿيرا ڏيندو،
ڇا تڏهين ساجن ايندو!

هفتيوار " هندواسيءَ "
تان شڪريي سان ورتل

ٻيومل انندرام "پياسي"

# سنڌي زبان سونهاري

پنهنجي وطن جي پياري – سُهڻي سيڻاجَ واري
سنڌي زبان سُونهاري – سا ڪيئن ويهي وِساريان؟
اسويءَ ڏنو اوراڻو – سيني ۾ سو سياڻو!
نِيت نِيت سڻو ترانو – گڏ گڏ گلي گونجاريان! ... سا ڪيئن
لوَ لوَ ۾ تار لولي – ٻَهه ٻَهه ٻاروتيي ٻولي!
جيجان ڏني ۾ جهولي – جِندجان سان جُهونگاريان! ... سا ڪيئن
انگلش، عجم، ايراني – تامِل، تُرڪ، توراني!
مصري، چيني، يوناني – سائيهہ سَنان نہ ساريان! ... سا ڪيئن
روحل، عنايت واري – سُهڻي تہ شاہ سينگاري!
ساميءَ، سچل سنواري – سِنڌي سدا سنياريان! ... سا ڪيئن
جنهن قوم کي زبان ناهہ – ۽ ويس جو ونان ناهہ،
ان جو چڙهڻ اچا ناهہ – چٽ ۾ چڱا چِتاريان! ... سا ڪيئن
ويس چڏيان وڃاڻي – اڳني تہ وِڪَ وڃاڻي،
هن دَور کي دهراڻي – سيالو ٻٽيي سڌاريان! ... سا ڪيئن
آيلَ جو سڏ اوناڻي – نج سنڌي نينهن لاڻي!
ٻوڙتيي نہ ٻير ٻاڻي – "پياسي" ٻَرِن هيي ٻاوريان! ... سا ڪيئن

عبدالقيوم "صائب"

# سوٽ مسافر سپرين!

تنهنجي طعنن ماري آهيان،
ٻاڙي ۾ جڳ ڏاري آهيان؛
ٻياري ٻياري ناري هوندي،
عين هاڻي ڪاري آهيان:
سوٽ مسافر سپرين!

وار وڃايم تو لئي ساجن،
پير ٻڇايم تو لئي ساجن؛
ٻانڌ ڳچيءَ ۾ پائي پائي،
نال وڄايم تو لئي ساجن:
سوٽ مسافر سپرين!

ساوڻ آيو پاڻي ٻرسيو،
برجو پوتو پوتو ورسيو؛
هنجون هاريان ڳوڙها ڳاريان،
ساجن تو لئي ترسيو ترسيو:
سوٽ مسافر سپرين!

تو ڏي تاڻ تنهنجي ڪارڻ،
نند ڦٽائي وعدا پارڻ؛
ٻڇندي ٻڇندي لڇندي لڇندي،
جاني توريءَ آهي ڳهارڻ:
سوٽ مسافر سپرين!

موسم بدلي ڪونجون آيون،
سارٻون ڏسجن سايون سايون؛
لاٻارن تي ويندڙيون آهن،
ڏونگا ڏينديون پنهنجون پرايون:
سوٽ مسافر سپرين!

ڪانگن تجڪي موني آيو،
تنهنجو پتو ڪنهن ڪين ٻڌايو؛
ويس وڳا تو ٻاني ڪهڙا،
جڳ ۾ آهي ٻاڻ لڪايو:
سوٽ مسافر سپرين!

راهون ڏسندي راتيون ڳهاريم،
واٽن تي ٿي ٻاهيون ٻاريم؛
ٻانڊيتون ڪان ٻار ٻهاڻي،
تارن ڪي ٻي ٻار آڪاريم:
سوٽ مسافر سپرين!

ساهه سيني ۾ جيسين آهي،
ڪنهن ۾ چوري آس نه لاهي؛
آخر ورندو واءُ سڻائو،
تيسين ويلي تيهن نباهي:
سوٽ مسافر سپرين!

# نظم

هري دريانيءَ ”دلگير“

## قيدي

هيءَ پٿر جي چوديواري، لوهي سيخن جا دروازا،
لوهہ ــ ڪڙين، بندوقن واري، پهريداري واري دنيا؛
هن دوزخ ۾ گهر منهنجو آ،
سؤ ٻارهون نمبر منهنجو آ.

”هن دوزخ ۾ داخل آهيان، هٿ ۽ پير ۾ لوهہ پيو ٿيم،
قيد ڪيني جي قابل آهيان، هڪ پيرو، هڪ ڏوهہ ڪيو ٿيم،
ڪيرُ خطا کان آجو آهي؟
پيرو فقط مون تي ڇو آهي؟

”هڪ پيرو تہ خدا ٻي بخشي، پر سرڪار خدا ڪٿي ٿيندي؟
رحم نہ، هيتِ انصاف رُڳو ٿئي، ڪنهنجي معاف خطا ڪٿي ٿيندي!
هيتِ قانوني چڪر آهي،
جو انصاف، سو پٿر آهي!

”ڇا هينءَ کي ڪاڌو ٿو سڏجي؟ ٻاٽيءَ ۾ ڪجهہ دال گڏيل آ،
ٻاجهيءَ ۾ ڪنڪر ٿو گڏجي، ۽ پٽَ ۾ پس ريت مليل آ؛
ڪتو ٻي جنهن کي ٺڪرائي،
سو قيدي انسانُ ٿو کائي!

"پر قيدي انسانُ نہ ناهي، قيدي بس، هڪ قيدي آهي،
'نمبر' هُنَ جو نالو آهي، ڏورُ، ڏڪڻ، هڪ وحشي آهي!
ڇڪيءَ جان هيٺ ڦرندا آهيون،
آندا ويندا ڪيرندا آهيون!

"پٽيءَ وارا ميرا ڪپڙا، هر قيديءَ جو ڏاجو آهي،
ڳوڏن تائين ڳوڻ جا ڪپڙا، ڪيرُ نہ تن کان آجو آهي؛
پٿريليءَ ڌرتيءَ تي ليٽن،
اوجاڳي کان تڙڦن ٿڪن.

"وقت عبادت جو ايندو آ، پر دل لڳندي مشڪل آهي،
هرگز سنڌ نہ خدا ڏيندو آ، سوڳي بڻجي پٿر دل آهي؛
دل ۾ آس مري ويندي آ،
جيون مُردو ٿي پوندي آ.

"قيدي ماڻهو غير ضروري، ماڻهو ڇا، حيوانُ هو آهي،
قيديءَ جي معنيٰ مجبوري، زنده، پر بيجانُ هو آهي؛
ڏور ڏڳي جان ڳٺو آهي،
انجڻ بڻجي ڇڏو آهي!

"گهنٽيءَ سان هيٺ صبح ٿئي ٿو، گهنٽيءَ سان هيٺ شام اچي ٿي،
وقت ٿيري اطلاع ڏئي ٿو، گهنٽي ڪيڏا رنگ رچي ٿي!
گهنٽي نيڊڙي، گهنٽي شاهي،
پر دل ۾ هردم اونداهي!

"هيءَ قيدين جي شاهي دنيا، ليڪن آءٌ اڪيلو آهيان،
اونداهي اونداهي دنيا، ٿورو ٿورو پسڻ ٿو چاهيان؛
نُور ڳوران ٿو، نُور ڪٿي آ؟
اونداهي هر وقت هتي آ!

"رات هتي ڪيڏي نہ ڏکي آ! وقت هتي ٿڪجي پوندو آ،
هُن پي باکي پري ڪري آ، پرُ سندس ٿڪجي پوندو آ،
ليڪ سپاهي هلندا آهن،
پير سندن ٿڪائي ناهن.

"اڄ ڏج، اڄ ڏج ڀري واري، اونداهيءَ ۾ آءٌ ڀٽڪان ٿو،
روشن آ، يا رات اونداري، آءُ ڪي ڀورو ڪونه ڏسان ٿو،
آه، تيلي آءُ هيئان ليٽان،
ياد ڪري اڄ منهنجو ٽوڙان!

"اڄ مون کي ڪو ياد ڪري ٿو، يا هيءُ آهي وهم مٿو ٻوٽي؟
قيديءَ کان سنسار ڏري ٿو، ڪير نه هالي منهنجو ڪوٺي!
خود پنهنجو به ڀرانئو ٿيندو،
قيدي قيدي لوڪ سڏيندو.

"هاڻي مُنڊ بهاري هوندي، بلبل اڄ ٻوليندي هوندي!
هر ڪا پياري پياري هوندي، مکڙي منهن کوليندي هوندي!
پر مُنهنجو ڇا مُنڊن سان ڪمُ،
ٻجري ۾ هيٺ گهمجي ٿو دم!

"ٻاهر دنيا هوندي ساڳي، ساڳيا رستا، شهر به ساڳيو،
چهل پهل رنگيني ساڳي، سوج سڙي ۾ هر ڪو هوندو،
قيدي ويٺو سڀ کي ساري،
پر قيديءَ کي ڪير سنياري؟

"اڄ ڪنهن سان ملاقات آهي، اڄ دل ۾ آبادي ٿيندي،
خاص خوشيءَ واري بات آهي، جنهن گهڙين لئي شادي ٿيندي!
جنهن گهڙين کان پوءِ اونداري،
رات به ڪاري ڏينهن به ڪارو!

"ڪنهن قيديءَ ڏي خط اچڻو آ، ڀر اڳ ۾ جيلر تي پڙهندو،
ڪنهن قيديءَ سان ڪو ملڻو آ، ڀر سڀ ڳالهيون جيلر ٻڌندو،
ناهي ڳاهي جيلر صاحب،
جيو ٿي چاهي جيلر صاحب!

"ٿڪو ڪنهن کي لڪڻو آهي، ڪنهن قيديءَ جو وارو آيو!
ڦاسيءَ تي ڪو چڙهڻو آهي، ڪنهن ڏي ياڳ ڀلارو آيو!
موت به هيڏ آزادي آهي،
ڪم بختن لئي شادي آهي!

"جيئون جو زنجير هي پختو، پنهنجي پيرن ۾ پاتل آ،
ڪنجي، ڪنجي پيا نه ٽٽي ٿو، قيدي بس ڦاٿل ڦاٿل آ،
پل پل هي زنجير ستائي،
پل پل ٿو بيحال بڻائي!

"هو قيدي بيمار پيو آ، تنهن بہ هڻن تي آ پهرو جاري،
شايد هُن کو خون ڪيو آ، ڪيس ٽنگڻ جي آهه تياري،
بيماريءَ ۾ مرڻ نہ ڏيندس،
ليڪن ڦاسيءَ تي چاڙهيندس!

"هو قيدي ٿو ڳوڙها ڳاڙي، ڳوڙهن سان ٿو آڳ لڳائي،
دل جي بنيءَ کي ٿو ساڙي، ڪير ڀلا هن کي سمجهائي،
رُنندو، رڙندو، ليڪ نہ ڇُٽندو،
پيڊ نہ ٽُٽندو، وقت نہ ڪٽندو!

"هو قيدي، تارا ڦوٽاري، خاموشيءَ ۾ چيخ ڪري ٿو،
هو قيدي ڳانو جهونڪاري، اونده ۾ هڪ آهه ڀري ٿو،
هو قيدي هُتِ چيرڪ ڀري ٿو،
پر وارن کي تنگ ڪري ٿو!

"هو ڌاڪو ڌاڙيل پيانڪ، جيلُ بڻايو هُنَ پنهنجو گهر،
هو قيدي ڏس ڪيئن نہ اچانڪ، وحشي ٿهڪ ڏئي ٿو هر در،
هي ڪيلندڙ هڪ حيوان آهي،
ڪير نہ چوندو انسان آهي.

"هيءَ بدچاليءَ واري دنيا، شيطاني حيواني دنيا،
هيءَ بدحاليءَ واري دنيا، ناهه اها انساني دنيا،
هن دنيا ۾ ڦاٿو آهيان –
موت، رڳو مان موت ٿو چاهيان!

"هي شڪوو، ڇا لاءِ شڪايت؟ تو ڏڪڻ مان ڇا ٿيندو،
هيرنديءَ، ميرنديءَ ليڪ طبيعت، هي پهرو ٿو ڪي نہ ڇڏيندو،
هيڪر ڇُٽندين، پيهر ايندين،
پيهر ڇٽندين، ٽيهر ايندين!"

"فاضل" قائمي ڏهرڪائي

# سارين جي پوک جو نظارو

۱- سحر هڪ سهانو صبح جو عجب هو،        هُئي واند ڪاني، ڪمڻ لئي سبب هو،
۽ زير نظر هڪ ڪمالِ ڪسب هو،        زراعت سنڌو فن تَوَجھهَ طلب هو:
ڪچيون سارين ڪٿ، ڪٿي هو نسارو،
ڪٿي گهنڊ وريل ها، ڪٿي هو لابارو.

۲- لئي فصل تي ٿيا روباري جدا سعيا،        ياچاريون ڪٿي، هر پٽي هارين سنباهيا،
اچي پنهنجا پنهنجا پٽي جوڙا ڏُڪايا،        ڏنا ٻيڪريون ڏيئي وراڻا ورايا:
ڪنهن جات ٻولي، هنيو ڪنهن ڪي نعرو،
نظارو هي سارو لڳو ٿي پيارو.

۳- مسرّت جو سامان هو قدرت سهيڙيو،        فضا رنگ و بو جو هو عالم ٻڪيڙيو،
۽ بادِ صبا ٻي ملو ساز ڇيڙيو،        ٻنِ سان سنگن ڪي پٽي هر هر ٽهيڙيو:
ڏنئين پنهنجي ٻوليءَ ۾ لولي ٿي ڇڻ ڪا،
پٽي ڇڻ ٿي شاعر تي واجب سڪڻ سا.

۴- نظارو انهيءَ ڪان هيو وڌ ٻيو ساحر،        پٽيءَ سان ڪليو منهن ٿي ڪنهن ماه ٻاهر:
ستارو زمين مان ٿيو ڇڻ ٿي ظاهر،        ڏسي حسُن ان جو ٿيو مست شاعر:
ڪيئين ڏاڻي سان پٽي صفايون هڻن جون،
لٽيئنين ٻوڪ پٽي يا سيون عاشقن جون!

۵- ڪنهين جا ڪٿي ڪنهن پٽي ٻوايون لڳايون،        ڏنارن جي ٽولين ٽٽوليون لڳايون،
ٻڪين ٻار مان آت پٽي لوليون لڳايون،        خوشيءَ ڪان دلين آت پٽي ڇوليون لڳايون:
سنبل تازو جيڪر اڇي آن ٽڪاڻي،
ته بيشڪ آها جاءِ جنّت جي جهاڻي.

٦- جيو دل ته ڇا هيت ڪو ناشاد هوندو؟        ڏلل جنُوءَ اندر ڪو برباد هوندو؟
اچو ڪي سمي ڪنهن کي ڏک ياد هوندو؟        ايا ٻي ڪندو ڇا ڪو فرياد هوندو؟
اتي اوچتو هڪڙو آواز ڪن پيو،
ڪهين درد واري جي ڪرڪڻ ڪنجهڻ جو.

٧- ٻڌي دانهن وس ٻاڻ کان بي خبر ٿي، تخيل جو پردو ويو ڇڻ ڪتري،
تصوّر کان پنهنجي وس بي نظر ٿي، وٺي هوش جي ساري دنيا وڪيرجي:
ٿي سمجهير ته دل آئي سيني کان ٻاهر،
۽ دل کهنجي پڻ الوداع چئي ٿي آخر.

٨- ٻڌو هڪ ڏنم سوز سختين جو گهايل، چيو آن "زماني جو آهيان ستايل،
ڇڏي آيو آهيان ٻچا گهر ٻڪايل، لاچارن جي سانگي هتي هوس آيل:
انهن کي هيءَ منهنجي خبر ڪير ڏيندو؟
نهاريندا هوندا ته 'بابو اچي ٿو'!"

٩- چيائين "جوانيءَ نه مون سان وفا ڪئي، ٻڍاپي ۾ قسمت به مون سان جفا ڪئي،
خبر ناهي ڪهڙي مون آهي خطا ڪئي! جو پيريءَ ۾ اولاد قادر عطا ڪئي-
اگهاڙي انگين جن کي ماني نه ٻاجي،
ڏسي حال تن جو وڃي هاڻ ڪاڄي!"

١٠- چيو مون انهيءَ کي "نه ارمان ڪرڪو، ونڊيندي خدا جو ڪٿو آ ڌمر ڪو؟
لنگهڻ کائي، آهي مٿو ڏس بشر ڪو؟ بشر ڇا؟ مٿو آ ڪٿي جانور ڪو؟
اڌارو لاچارو سلي ويندو تن کي،
خدا ترس ٻا ڏيندا صدقي ٻچن جي."

١١- چيو آن "زماني کي مون آزمايو، سڪي وقت سڀ ڪنهن سچڻ ٿي سڏايو،
ڏٺي وقت ڪنهن جي ڪوڪم نه آيو، سڄاڻان ٿو هاڻي مان پنهنجو پرايو:
هتي ڪوڻ ڏني ٿو، هتي ڪير ڏيندو؟
ٻچا جن سڪيا تن کي ڇا ترس ايندو؟"

١٢- ائين چئي انهيءَ ساڳيون دانهون شروع ڪيون، اکيون آسمان ڏانهن منهنجيون کڄي ويون،
ڏٺم جيڪي، تنهن کان نگاهون لڄي ٿيون، لکيل ٿڻ قضا ۾ سڏون هي نظر پيون:
"هي دنيا اوهانجي اوهان ٻاڻ ڄاڻو،
بگاڙيو، ٻا "فاضل" بنايو ۽ ماڻيو!"

غلام محمد ”گرامي“

”حفيظ“ جالنڌريءَ جي نظم ”ابهي تو مين جوان هون“ کان متاثر ٿي لکيل

اي ساقيا! اي ساقيا!
پيسار ساغرِ صفا،
خِرد رُبا ۽ ڪيف زا؛
فضا به سازگار آهه ـ هوا به دل بهار آهه،
صبا به مشڪبار آهه ـ نوا به نغمه بار آهه،
ڪنار در بهار آ، بهار در ڪنار آ، نگاهه بيقرار آ،

ڪر جام پر اي ساقيا! ڪا مَيَ ڪشن تي ڪر عطا، ۽ دستِ فيض کي وڌا ـ اي ساقيا، اي دلبرا!
سبُو کي ڪڍ ۽ جام ڀر ـ ۽ ڪيف وَرَ ڪا ڪر نظر،
نظر کي ڪڍ، ٿي بي‌حذر، نه خرف ڪر نه ڪو خطر؛
هيءُ ابر اشڪبار ڏس، هوا به مشڪبار ڏس، حسين دلفگار ڏس، قطار در قطار ڏس!
نه ٿي تون مون کان بي گمان،
اڃا ته مون ۾ آهه جان!
اڃا ته دل جوان آهه!

نه ذڪرِ حُور ڪر هتي ـ نه فڪرِ جور ڪر هتي،
نه شوق آ ثواب جو ـ نه خوف آ عذاب جو،
نه حرص آ نجات جو ـ نه ذوق حاصلات جو،
نه آ خيال نار جو ـ نه شوق سبزه زار جو،
مون رندِ مَيَ پرست کي ـ نه خلد جي خبر رهي،
نه حور ڏي ٿي دل ڪڏي ـ قصور جي نه سڌ رهي،
مون رند جي هي ماجرا،
ذرا ته ٻڌ اي زاهدا!

جي حُسن جلوه ريز ٿئي ـ تجلّي شعله ريز ٿئي،
فضا به عطر بيز ٿئي ـ ادا به فتنه خيز ٿئي،
۽ سامهون اچي نظر، ڪو ماه‌وش، ڪو فتنه گر، ڪو جلوه پاش، جلوه گر،

۽ ڪيف زا ۽ بي خبر،
تہ ڇا ڪندو اهو بشر،

جنهن ذوق آهي سربسر – جو شوق ۾ آ تر بہ تر:
”گناه ڪان گريز ڪر“ – آ حڪم تنهنجو منهنجي سر،
درست ۽ چڱو – مگر، خطا معاف، ديده ور!

اچا تہ مون ۾ جان آ،
اچا تہ دل جوان آ!

هي گلرخن جا غلغلا، هي مہ وشن جا ٽهڪڙا،
هي دلبرن جا ولولا، هي بلبلن جا چهچها،
هي رقص ۽ سرود مئي، هي حسن ۽ ادا ۽ لئي،
هي چنگ ۽ رباب نئي، هي ماه وش بتن جي هئي!
هي آسمان سرمہ گين، هي بر ڪشش تہ ڏس زمين،
قدم قدم تي آ حسين، روش روش تي مہ جبين،
رهن ٿا دل اندر مڪين، رکين ٿو تون جي علم دين،
ڇڏي سگهان انهن کي ڪيئن؟ قياس ڪر! نہي ٿو هيئن!

اچا تہ مون ۾ جان آ،
اچا تہ دل جوان آ!

هي سبزه زار بستيون، بلنديون ۽ پستيون،
هي اهل حسن هستيون، هي مہ وشن جون مستيون،
هو تيز گام گلبدن – ماڻ، ڦرن، ٿي شعلہ زن،
گهمن، ڦرن، نچن، ٽپن – اٿن، وهن، پُڏن، چون،

ڪُهن – اکين ماڻ وار ڪن،
هڻن – مثال تيغ زن،
ڦرن – ٿي برق وش ڪنون،
کلن – تہ جڻ دُر عدن،
ڪِلن – شگفتہ ٿئي چمن،
نِوَن – تہ قوس جڻ نِوَن،

ٽڙجِن – تہ سور جئن ٽڙن،
ٽِلِن – تہ ٻبل جئن ٽِلن،
وَرَن – تہ مار جئن وَرَن:

اي واعظِ خجستہ خو،
اچي جي تنهنجي روبرو،
ڪو خوش سيَر ۽ خوبرو،
ڪو خوش نظر ۽ نرم رو،
تہ ڇا ڪندين اي مهربان!
جي دل هجي سندئي جوان؟
’عيان ڪي ڇا ڪجي بيان‘
–اهو آ پنهنجو داستان:
اڃا تہ مون ۾ جان آ،
اڃا تہ دل جوان آ!

ڪو ساز ڇيڙ مطربا!
الم ربا، ۽ دلربا،
طرب فزا ۽ جانفزا،
خرد ربا ۽ ڪيف زا،
جگر جلي ٿئي شعلہ زا،
۽ دل ٿئي ٿئي خوش نوا،
۽ هر دهن تي هيءَ صدا
هجي تہ ’منهنجا ساقيا!

پيار ساغرِ صفا،

طرب فزا، ۽ جانفزا،
خرد ربا ۽ ڪيف زا،

الم ربا ۽ دلربا،

اي ساقيا! اي ساقيا!
اڃا تہ مون ۾ جان آ،
اڃا تہ دل جوان آ!‘

واسديو ”نرمل“

هفتيوار ”هندواسيءَ“
تان شڪريي سان ورتل

## جوڀن جو درشن

آڪاش جي ڇاتيءَ تي سهيل، تارن جي جوانيءَ کي مون ڏٺو،
بُستان جي آنچل ۾ ٿڙيل، پُشپن جي جوانيءَ کي مون ڏٺو،
مهراڻ جي سيني تي لُڏندڙ، لهرن جي جوانيءَ کي مون ڏٺو،
ڌرتيءَ جي بيحد گود ۾ پڻ، جيون جي جوانيءَ کي مون ڏٺو،
گُل جي دنيا ۾ شبنم جي هستيءَ جي جوڀن کي بہ ڏٺم،
خاموش فضا جي سڙڪن تي آنڌيءَ جي جوڀن کي بہ ڏٺم،
بادل جي ڀِڄري ۾ رُنندڙ وڄ-ڀڪيءَ جي جوڀن کي بہ ڏٺم،
سورج جي ڳاڙهي - شوخيءَ جي سرخيءَ جي جوڀن کي بہ ڏٺم،
همرار بهار جي گهوڙي تي پڻ، بسنتراج جو ڏٺم شباب!
ليڪن جي ڪوتا-راڻيءَ جو، جوڀن نہ ڏٺم تہ ڪجهہ نہ ڏٺم!

---

# غزل

## ميرزا قليچ بيگ مرحوم

هر جڳهه جاني آهي، جلوه نمائي تنهنجي،
هر طرف، دوست! آهي ديده ڪشائي تنهنجي.

ذرّي ذرّي ۾ رهي، تنهنجو ظهور و ظاهر،
آهي منجهه ارض و سما، صاف صفائي تنهنجي.

هر گهڙيءَ جڳ تي يقين تنهنجو آهر ٿيو احسان،
هر ڪنهن تي رهي نت پال پلائي تنهنجي.

حُسن تنهنجو آهي عالم ۾ نمايان جت ڪٿ،
پئي نظر نور جان نروار خدائي تنهنجي.

خلق جي خير ۾ مشغول، سدا رهه تون ”قليچ“،
متان ڪڏهن ڪا ٿئي مقبول ڪمائي تنهنجي!

## غلام سرور ”فقير“ مرحوم

١- اڄ زماني جي روش بلڪل نرالي ٿي وئي!
گردش گردون جي پني اور چالي ٿي وئي!

٢- تنهنجي فرقت ۾ رنو مون ايترو، جو بيوفا،
چشم وهندي وهندي چڻ باڻيءَ جي نالي ٿي وئي!

٣- ذبح جي در، ڦٿڪندو لڇندو ڏسي، افسوس ڪان،
خشڪ اک هُن سنگدل قاتل جي آلي ٿي وئي!

٤- دل گهوري ٿي آءٌ اچان ايڏانهن اڏامي باز جان،
پر هنن قسمت جي ۾ منهنجي دوالي ٿي وئي!

٥- عقل هارايو ۽ سرسيي عشق جي لشڪر جي ٿيي،
حُسن جي سرڪار، مُلڪِ دل جي والي ٿي وئي.

٦- پرجيي پرجيي ظلم تنهنجي ڪان آئي چاڪڻ تي جاڻ،
جاڻ ٿيي چڱاڪي جو دل جي پُر ٻياليي ٿي وئيي!

٧- شعر جو اڄ قدر هي آهي جو آيو دلپسند،
پڌندڙن جي بس رڳو وه واه خاليي ٿي وئي!

٨- شعر هن تنهنجي، ڏنو آ ڪم مزا جو اي "فقير"،
جو حسودن کي پڌڻ سان گوشمالي ٿي وئيي!

شيخ "اياز"

کهين سان ته اوريان، کهين سان ته آوريان،
رموز حقيقت، مگر موريان هوريان!

ڏيان آگ گرنار کسي گاهي گاهي،
وري سَر وڌايان، وري چنگ چوريان!

وري ها وري هُو اشارو اکين جو،
سچو عالم خير و شر جنهن تان گهوريان!

نه و ڪهڪشان تان جو مايوس مونيُس،
ڏنو آسرو کنهن اچي اوريان اوريان!

"اياز" اڄ ڏيان هن کي نذرِ محبت،
پر ٿي شعر ٺاهيان، ڪليجي کي ڪوريان!

ڊاڪٽر انند رام مهرچندائي "مهر"

# ديس وارن کي سلام

١- ڏي وڃي بادِ صبا! تون ديس وارن کي سلام،
جن وٽان پا ٿي قرب، انهن قربدارن کي سلام.

٢- گوٺ جي هر هڪ وڏيري، ۽ مُکيءَ کي ڏي سلام،
ڏي اميرن ۽ غريبن، ڪامگارن کي سلام.

٣- روح جيي، شام و سحر ٿي مون ڪئي جن سان رهاڻ،
غم غلط جن ٿي ڪيو، تن غم گسارن کي سلام.

٤- جن نظارن ٿي ڪيو مدهوش مون کي رات ڏينهن،
سبز ساون، لال پيلن، تن نظارن کي سلام.

٥- "شاهه"، "سامي" ۽ "سچل" جا آستان جت پيا هجن،
ات وڃي ڏي سازوارن، واڪ وارن کي سلام.

٦- جام مئي جو جن پيئي هر هر ڏنو ٿي شوق سان،
جن سان گڏ پيتم، ڏجان تن باده خوارن کي سلام.

٧- ڪينجهر ۽ هو ڍانبو جت، بيت پائي موج سان،
واهه واهه سو واهه هو، ان جي ڪنارن کي سلام.

٨- جن حسينن اک ڪڍي ٿي مُرڪ سان موهي ڇڏيو،
تن حسينن، نازوارن، ماهه پارن کي سلام.

٩- هند ۾ پيو ڪينَ وسري ٿي، ڪڏهن حُبِ وطن،
اي هوا! ڏج "مهر" جا تون سيني يارن کي سلام!

## شمشير الحيدري

آڌي مانجهي سنجهه سواري،
رڙهندو رهجئين پيرَ وڏاري.

ڪنهن کي ڪنهن تي نامي پروسو، هر ڪو پنهنجي تند تنواري!
رهبر ٿيو خود رهزن آهي، هر دم هلجئين هوش سنڀاري!
منزل ڪان ڪجهه اڳتي وڌي وڃ، هر هر ڪو پويان ٿو پڪاري!
دنيا جي اکين ۾ ڏسان ٿو، دنيا ڪنهن کي پيئي نهاري!
وصل جو لقمو ڪوسو آهي، وات ۾ وجهجئين ڦوڪي ٺاري!
عشق زورآور آهي ازل کان، ڪنهن کي پوڙي، ڪنهن کي تاري!
تنهن ڏينهن کو رستي ۾ بهاري، دل کي ڦري ويو اک ڏيکاري!
دل نه پڇائي، سچ ٿي هوندو، ڪجهه ته چيو هو تنهنجي اشاري!
پيڪوني پوندو اڄ ٿو ڪي، روز وڃين ٿو ڳالهه کي ٽاري!

شعر پڙهي "شمشير" هي تنهنجا،
ياد ڪندو هو تو کي وساري.

## "تنوير" عباسي

پيالي مان ٿو پيان يا نيڻن منجهان پيان ٿو، يا سُرڪ لئي سڪان ٿو يا سُرڪ لئي مران ٿو.
تنهنجي ستم تان صدقي، تنهنجي ڪرم تان قربان، هڪڙيءَ گهڙيءَ مران ٿو ٻيءَ گهڙيءَ جيان ٿو.
او راهه زندگيءَ جي مون کي ته ڪا خبر ڏي؟ ڪيڏانهن مان وڃان ٿو، ڇا لاءِ مان وڃان ٿو.

ڪي ڏينهن ٿيا جو مون ڪي تو پيار مان سڏيو هو،
پڙلاءَ تنهنجي سڏ جو اڃ تائين مان ٻڌان ٿو.
او ساز زندگيءَ جا ٽڪرو ٽڪر ٽڪل سُرُ،
محفل اڄ ٿي آهي، پنهنجي هينئڙ ٻڌان ٿو.
سچ ڪاڻ پڇي ٿي دنيا، ڪوڙ اچي نہ مون کي،
"تنوير" تنهن ڪري ٿي خاموش مان رهان ٿو.

## علي محمد "مجروح"

حُسنِ چمن نثار هجي، پوءِ ڇا ٿيو!
دل رشڪِ صد بهار هجي، پوءِ ڇا ٿيو!
جيڪر پتنگ آگ پر، خود ڪيئن ٿي پوي،
پروانو هوشيار هجي، پوءِ ڇا ٿيو!
هيءَ زندگي نہ خود ٿي، نہ آب ٿي وهي،
هر اشڪ آبشار هجي، پوءِ ڇا ٿيو!
تنهنجي جفا تي با ستمِ روزگار نسي،
مون کي جي اختيار هجي، پوءِ ڇا ٿيو!
"مجروح" شاعريءَ جو محاصل نہ ڪجھ رهيو،
ماحول سازگار هجي، پوءِ ڇا ٿيو!

## ڊاڪٽر نعيم صديقي

ايڊنبرگ - انگلينڊ

هيءَ سچي رات، ملاقات ۾ گذري ويندي،
زيست جي رات سچي رات ۾ گذري ويندي!
زندگي پنهنجي خرابات ۾ گذري ويندي،
اجنبي نالہ و نغمات ۾ گذري ويندي!
تنهنجي آسودگي ۽ پنهنجي غريبيءَ کي ڏسُ،
دل - لڳي رسم و روايات ۾ گذري ويندي!
اي برف بار هوا! ڪنهن جي تغافل ڪي نہ ڇيڙ،
هر گهڙي سرد خيالات ۾ گذري ويندي!
آن جي وعدي تي نہ لڳ - هوءَ وفادار نہ آهي
دلڪشي، حرف و حڪايات ۾ گذري ويندي!
ڪيتري آن جي تغافل جي گلا ٿيندي "نعيم"
زندگي، شُڪر و شڪايات ۾ گذري ويندي!

# قصيدو

همايون قليچ بيگ ميرزا "فائق"

## سنڌ

جهڙا ڪي تهڙا مارُو مون لئه مٺا سوچارا،
"قرآن" جو قسم اڄ ڪونئن ۾ دل "سي پارا".

اي سنڌ تنهنجي بلبل ويڳاڻي آهي ويٺي،
صياد جي قفس ۾ نيڻن مان وهائي نارا!

اڄ جي چمن ۾ تُنهنجي آئي خزان ته ڇا ٿيو،
ايندي بهار، ڏسبا سهڻا وري نظارا.

رابيل ۽ رتن ٿي موتئي سان مجلسون ڪيون،
زنبق ۽ زعفران پڻ، نرگس ۽ گُل هزارا.

برسات جو زمانو ڪهڙو نه پيارو پيارو!
بوندن پيچايا بر ۾ مارُو ٿي مال وارا.

دل کي وڻيا ٿي ڪڙڪا وڄ جا، ۽ روشنائي،
پورب جي هير ٿڌڙي، بادل به ڪارا ڪارا.

سيڱن ۾ ٻلُ سي سيرون سياري ۾ پڻ آتر جون،
سياڻا ساهه منهنجي کي ٿي گهڙا ۽ پارا.

شايد همالي تان ٿي ڪيف جون ڪيري ٿو،
مستيءَ ۾ ملڪ تي ٿو "مهراڻ" ماري سارا.

ٿر بو ٻوي ڀٽن ۾ جهر جهنگ جهاڳيو جهٽ پٽ،
ڪٿ ڏو ٽڪي ٽڪر کي، ڪٿري ڪيئي ڪنارا.

پياسي زمين تنهنجيءَ کي ٿو پياري پاڻي،
ٽورو ڏئي، کهڙو ڪٽ، ڪنهن هنڌ ڪري ٿو آرا.

پيدا زمين تي تنهنجي ٿيا سنت، صوفي، شاعر،
تنهنجي افق تي آيريا ڪئين سنڌ جا ستارا.

بيشڪ پنهنجي، جنهن جا ٿيا بيت آبِ جان،
بيدل، سچل، ۽ ساميءَ پنهنجا وڄايا وارا.

لاهوتي آيا تو وٽ، ڪرناري، سامي، سيڪ مان،
آديسين اچي پڻ پنهنجا اڏيا اوتارا.

اوناءِ آه، نڪتي "فائق" جي دل مان، داتا،
شل سنڌ کي سدائين تنهنجا هُجن سهارا!

# رباعيون

## شيخ مراد علي "ڪاظم" مرحوم

دنياءِ حوادث آهي تفسير خيال،
انسان جو عمل سندس ئي تصوير خيال؛
مضبوط اگر دست ۾ ناهي دستو،
مالڪ کي ڪري ڏونيو، شمشير خيال.

هن پردهء عالم تي ڏيل نقش و نگار،
هر نقش الڳ، رنگ جدا، صورت ڌار؛
معلوم ٿيو ڪين، خرد کان ليڪن،
هيءَ خاميءَ دست آهه، ڪِ خوبيءَ نگار.

## شيخ "اياز"

ساز هستيءَ جي جيت آهيان مان،
هڪ محبت جو گيت آهيان مان؛
ناڻهه آڪاس جو ڏٺي مون لئي،
پو به ڌرتيءَ جو ميت آهيان مان!

ڪٿي آهه هو ڪردگار محبت،
خزان پوش آ هر بهار محبت؛
اڙي آدمي! ڪيستائين نه ٿيندو،
شعور محبت شعار محبت!

# آزاد نظم

شيخ ع . "راز"

## داستانِ غم نه ڇيڙ

چا ٻڌايان!
زندگيءَ جو داستان
جيڪو لرزائي ڇڏي تنهنجو ٻي سارو جسم و جان،
زندگيءَ جو ڪيڏو آهي آب و تاب:
ٻي سرور آ مگر مثلِ حباب:
چڏ انهيءَ کي، ڏس سهاني رات آ
ساري عالم جي مٿان
چانڊوڪيءَ جي نور جي برسات آ-
فڪرِ فردا جو ڪجي؟
رات هيءَ، تنهنجي ۽ منهنجي رات آ،
- داستانِ غم نه ڇيڙ

ڏس هوا جو هيءُ جهونڪو،
جو ڏئي ٿو زندگيءَ جو هڪ پيام،
هڪ الوکو جهڙ ڪري ٿو انتظام؛
ڏس ته ڪيئن جهومي اٿي آ ڪائنات،
آسمان تي آ ستارن جو شعاع -
داستانِ غم نه ڇيڙ

اي منهنجي جان!
رات هيءَ، تنهنجي ۽ منهنجي رات آ:
بس فقط تنهنجي نگاه
جنت آهي جام جم،
جا ٻڌائي زندگيءَ جي اڏتن کان آشنا،
زندگيءَ جي خارزارن کان پري،
سر زمينِ زيست جي هيءَ پورين رات
تنهنجي پاڪر ۾ ميلي مونکي پناه!

داستانِ غم ٻي آ ايڏو طويل -
چا ٻڌايان داستانِ زندگي!
زندگيءَ کي ناهه ڪا پائندگي -
رات هيءَ، تنهنجي ۽ منهنجي رات آ،
رات ڪيڏي مختصر، ڪيڏي قليل!
- غم نصيبن جي مقدر ۾ فقط آه و فغان،
بي وسيلن بي سهارن جي مٿان صبح و مسا
ظلم جي تلوار جي هڪ تيز ڌار!
داستانِ غم نه ڇيڙ،
- تنهنجي پاڪر ۾ ميلي مونکي پناه!

شيخ "اياز"

## اکڙيون

تنهنجي اکڙين ۾ سدائين رَچ“ هئي،
منهنجي اکڙين ۾ ازل جي آج“ هئي؛
تنهنجي اکڙين ۾ ڪنول جا گل ڪِليا،
منهنجي اکڙين ۾ ڏکي شبنم جي دِلِ؛
تنهنجون اکڙيون، موجِ مَئي تي چاندني،
منهنجون اکڙيون، ساغرن جو روح چڻ.
منهنجون اکڙيون، تنهنجي اکڙين سان سچڻ،
گيت سان اڄ ٿي ويون آبِ حيات:
زندگيءَ بي ثبات،
ڪنهن سرورِ جاودان سان وئي ملي،
ڪنهن بهارِ بي خزان سان وئي ملي!

"برده" سنڌي

## هيڪلي ڪڪري

او بانوري!
او سانوري!
ساوڻ جي ڪڪري،
هيڪلي!
ڪر خبر،
چو ٿي روئين؟
چو ٿي روئين، ڇا جي ڪري؟
توکي ڏسي رندو ۽ رڙندو،
هانءُ ٿو منهنجو جهُري.
چو؟ هوريان هوريان ٿي روئين،
چو؟ دل جا ڇالا ٿي ڌوئين.
آليون اکيون، آلا پلاَوَ،
آ تنهنجي مورت،
مونجهوڙي!
توڙي، تڏهين ٿي ٿي وٺي.
چڻ تہ ڪو،
توکان رُٺو؛
يا تون آهين،
ڪنهن کان رُٺي!
او موڳڙي!
ڪجهہ حال دل جو
کول، ۽ ڪُجهہ ٻول تون،
او بانوري!
او سانوري!!
ساوڻ جي ڪڪري،
هيڪلي!
ڪر خبر،
چو ٿي روئين؟

رُندي وتين، رڙندي وتين!
لُڏندي اچين ٿيڙندي وتين!
۽ ٻنهنجي لُڙڪن ۾ ٿي خود،
ٻُڏندي وتين!
ترندي وتين!
غمَ ڪيو سنڌ جيئڙو پرُڻ،
نُپندي وتين،
جُهرندي وتين!
بَس آن ٻنهہ تون،
ٿي سٿَي!
لوڏي وهٽي!
واءُ سان،

وڙهندي وتين، پڇندي وتين.
۽ آسمان جي،
وسعتن ۾،
بيٺ ۾، وڙهندي وتين!
اِن ڪشمڪش ۾،
ٿيو ڪٿي،
شايد رتو تنهنجو ڪري.
زلف کولي،
گل وڌءِ!
نکري پيو،
تنهنجو جمال!
ڇو ڪٿئي؟
سون جهڙا حال!
آهين سان ٻُر جهولي سِنڌءِ،
جوڳين جيئين تنهنجا خيال!
وبس "ٻڳوا" تون ڪري،
پرديس ۾،
ڦيرندي وتين!
ڄاڻان نه ڪهڙيءَ آس تي،
جٺندي وتين،
سَرندي وتين!
ٿر ڇو پلا؟
ڇاجي ڪري؟
لُڙڪن جا ڍُڪَ پيندي وتين!
۽ غم جا چڪَ،
چَرندي وتين!
او... او... اڙي!
ڪُجهه حالُ دل جو
کول ۽ ڪُجهه پول تون
او بانوري!
او ساڻوري!

سائون جي ڪڪري،
ميڪلي!
ڪر خبر،
ڇونئي روئين؟

اڪيلي،
"هُما" وانگر،
فضائن ۾،
سدا، آڏندي هُئين:
ڇن تار ۾،
ترندي هُئين!
اڻ ڏٺل واهيرڙي ۾،
دُور ڪيٿ وسندي هُئين!
۽ ڪيئن آني رَسندي هُئين!
اڄُ ته،
وڇڙيل ڪونج وانگي،
ولر کان،
وڇڙي وتين!
بلڪل اڪيل،
ٻڪڙي وتين!
ٻَر ڏرا، پرواز تنهنجو،
هَاڪڙو!
جُهڪندي وتين،
جهاتيون وجهين، واٽون تڪين،
۽ ساٿ لئي،
سِڪندي وتين!
چُپ چاپ تون،
ڪَرڪين نه ٿي؟
آن ماٺ ڇو؟
سُرڪين نه ٿي!
اڪيلي ته تنهنجي ٿيڪ سان،

چانڊاڻ پکڙي ٿي وئي!
سُکَ جا سپنا، ٿي ڏِسَئي،
ڏکڙا وڃي، ڪافور ٿي:
اکِ ته،
سچ ۽ چنڊ جي
سر تي قدم، تو ٿي ڏريا!
ٻَس، اُچُ!
غمن جيي ڏوڙ ۾،
چو؟ ٻيرَ تو پنهنجا پريا!
اوري ته آ!
پنهنجا قدم،
ايهي قدم، گَپ ڳاڏوان!
ڪُجهه اڳيرا،
سوري ته آ!
پنهنجي غمن جو ٿي قسم!

اوڏو ته آ!
ڳوڏو ته ڳڏ!
اچ، ٻئي چريا،
ڳڏجي وڃون،
پوءِ ڏِسُ ته،
چا ٿا رنگَ ٿين!
آءٌ... چري سان،
او... چَري!
ڪُجهه حال دل جو،
ڪول ۽ ڪُجهه ٻول تون
او... بانوري!
... او سانوري!
سانوڻ جيي ڪڪري،
هيڪلي!
ڪر خبر،
چو ٿي روئين؟

---

انصاف، نوع انساني جو ٻيءُ؛ ۽ آزادي ان جي ساهه آهي: هڪ غلط حڪومت، انهن ٻنهي جي قاتل ٿئي ٿي. مظلوم رعيت کي يتيم، ۽ لاوارث ٻار تصّور ڪريو، جي جهالت ۽ غفلت جي ننڊ ۾ ستل آهن. فلسفي ۽ مفڪر انهن جا جوان ۽ سمجهدار ڀائر آهن، جي انهن کي جاڳائڻ، ۽ جابر حڪومت کان ڇڏائڻ لاءِ، پنهنجون زندگيون قربان ڪن ٿا.

(ڪانوٽ)

# ادب لطيف

## شيخ "اياز" جا لکيل ٽي خط

### "عقيدت جا گل"

"ادا، نهايت افسوس جي ڳالهه آهي، جو تون وعدي مطابق انهيءَ رات نه آئين. اسان، مثلن سان به نباهي اياسي: تو جيئرن سان به نه نباهيو! اچين ته ها- پوءِ اسان کي اسان جي حال تي ڇڏي، هليو وڃين ها! وري ٿو لکين ته اسان جي اها رات ڪيئن گذري؟ ادا، اچا تائين اها ڪ- جي ڪاري رات نه ٿي وسري. مان ۽ ح- سڄڪ تان چپ چاپ وڃي رهيا هياسين. اسان ٻنهي جا روح نديءَ جي ٻن لهرن وانگر هيا، جن ۾ چنڊ جو پاڇو جيلڪي رهيو هو. ٻنهي جي زندگي ڪنهن نامعلوم ساحل ڏانهن روان دوان هئي؛ ٻئي هڪ ٻئي جي قريب هياسين، ليڪن هڪ ٻئي کان بي خبر؛ ٻنهي چانڊوڪيءَ کي چاهيو هو- سون چين سان، هن اکين سان: ۽ اڄ ٻئي گڏجي وياسين ٿي، ته ڏسون ته چانڊوڪي اونداهيءَ جي گود ۾ ڪيئن ستي پئي آهي- زندگي موت جي آغوش ۾ ڪيئن خاموش ۽ پراسرار آهي!

"چئني طرفن کان مڪانن جون قطارون هيون، ۽ انهن جي وچ ۾ شاهي رستو ڪنهن نانگ وانگر ليٽيو پيو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اسانجن قدمن جي آواز تي اوچتو ڏنگ ڏئي منهنجي ذهن کي ڏنگي رهيو هو. اهو ساڳيو رستو آهي جنهن تان مان هن جي گهر ڏانهن ويندو هوس جڏهن هوءَ زنده هئي: اڄ انهيءَ رستي تان مان سندس مزار تي وڃي رهيو هوس. اهو ساڳيو رستو آهي، جو زندگيءَ جي نهڪون تائين نڪندو هلندو هو: اڄ اهو موت جي اوچتڪارن تائين ٿوندو ٿاڦوندو ٿي ويو. مان چاهيو ته ح- کان پڇان ته سندس آخرين ڏينهڙا ڪيئن ٿي گذريا، پر سوال اٻري، سانت ۾ ٻڏي ويو. مان چاهيو ته ح- کي ٻڌايان ته منهنجي ڪتاب 'پنهل کان پوءِ' ۾ اها برساتي نئين جي تيزي ڪيئن آئي- ان ۾ سنڌ جي گهرائي نه سهين، پر ان جي بي پناهه روانيءَ جو سبب ڇا هو؟ مون چاهيو ته کيس ٻڌايان ته هوءَ منهنجي ڪهاڻيءَ "ليليءَ" جو روح هئي؛ هن ئي 'پنهل کان پوءِ' جا جوابي خط لکيا ها، ۽ هوءَ ئي منهنجي افساني "هي شاعر" ۾ زندگيءَ جي تلخي ۽ شڪسته دلي کڻي آئي هئي. دراصل هوءَ افسانن جو اکٽ ذخيرو هئي. جڏهن هوءَ ڳالهائيندي هئي، ته ڳالهيون مکڙين جي مڙ وانگر پکڙجي وينديون هيون؛ سندس چپن ۽ ڳلن مان موتيا ۽ مکڙا

وسندا ها: سندس زندگيءَ جا حسين، ملڪوتي تجربا لهڪن ۾ ويڙهيا ويندا ها، ۽ هوءَ انساني ڪردار تي نهايت پياري طنز ڪندي نظر ايندي هئي، ۽ مان سندس سڄا ٻچا، جيترا جاڳندا انسان، ڪهاڻين ۾ قيد ڪري، انهن جي روحن کي ادبي زندگي عطا ڪندو هوس. مون چاهيو ته ح - کي ڪجهه ڪجهه ٻڌايان. زندگيءَ جون نهايت پياريون پلڪون، جي مسرت جي پرڙن تي آڏائيون هيون ۽ جن محبت جي بهشت ۾ آکيرو اڏيو هو، جي هميشه منهنجي روح ۾ ڇهڪنديون رهيون هيون، جن جي لات منهنجي ذات جو سرچشمو آهي - اهي پلڪون جيڪر لفظن جي چار ۾ قلمائي ح - کي ڏيان، - ح، جنهن جو وجود هڪ قفس آهي، جنهن ۾ مختلف اديبن جا تجربا پَرَ ڦڙڪائيندا نظر ايندا آهن. ليڪن جذبات جي بيحد تيز رَوِي منهنجي روح کي لوڙهيندي ٿي وئي، ۽ مان ڪوشش جي باوجود به ساحل تائين نه ٿي پهتس. لفظ منهنجي زبان تائين نه آيا ۽ مان خاموش هلندو رهيس.

”آسمان تي ملڪوتي جهڙ هو، ۽ ساري نيري وسعت هڪ پراسرار پردي وانگر ٿي لڳي، جنهن مان سفيد ڪڪريون محبوبن جي منهڙن وانگر ليئا پائي رهيون هيون. مڪانن جي ڪنهن ڪنهن ڪمري ۾ بتي ٻري رهي هئي، جنهن جو آجالو درين جي شيشن مان نظر ٿي آيو. هر ڪمري ۾ ڪيئي ڪهاڻيون سمايل هيون، انسان جا غم غصا، پيار پڇتاءَ، ميٺ ميلاپ، وڇڻ وڇوڙا ننڊ جي جهوليءَ ۾ آرامي هئا. ازل کان ابد تائين هڪ اٿاهه اونهو سمنڊ ڇوليون ماري رهيو هو، جنهن ۾ ڪروڙين ڪشتيون لُڏي لمي رهيون هيون. منهنجو روح به پنهنجي ننڍڙي ٻيڙيءَ تان، حيرت ۽ افسوس مان، ڇتين ڇولين کي ڏسي رهيو هو - آلا، منهنجو مٺڙو حسين همسفر ڪيڏانهن ويو! آلا، هن عميق جي اونهي اونده ۾ مان هن کي ڪٿي ڳوليان! معلوم نه آهي ته هو ستارن جي سونهن ڏسي سگهندو هوندو يا نه! هوءَ خنڪي پري هير سندس ڳلن کي ڇهندي هوندي يا نه! اي موت تون زندگيءَ کي ڪيترو نه بي معنيٰ ٿو بڻائي ڇڏين! تنهنجا برف جهڙا هٿ ڪهڙا نه پوائتا آهن! تو کي انسانن سڪون جو سرچشمو کيڻ ڪوڙيو آهي! تنهنجو تصور ئي لڳ لڳ ڪانداري ٿو ڇڏي! زندگي ڪيتري نه حسين آهي، ڪيتري نه پياري آهي، اُمنگن جو جهُولو آهي، آرزوئن جي ڦلواڙي آهي! هي چنڊ، هي ستارا: هي بادل، هي برساتيون: هي گل، هي غنچا: هي مٺڙا ساٿي، هي وسندڙ وستيون، هي سڀ زندگيءَ جون نعمتون آهن! اي موت، تون هڪ تکي تيرانداز وانگر ڪمان ڪشيون بيٺو آهين: جنهن سيني ۾ مسرت جو واسو آهي ان ۾ پنهنجو تير چيائي ٿو ڇڏين. اي ڪاش! تنهنجي ڪمان ڪشجي پچي پئي، ان جي زه ٽُٽي پئي!

”منزل قريب اچي وئي.“ پريان قبرستان جو دروازو هو. ح - ٻه قدر ڊرا ٿي ويا. دل آچلون ڏنيون. اکين لوڪن کي پڪاريو ته ’اچو اها خاڪ پاڪ اچي وئي آهي، جنهن ۾ جذب ٿيڻ ابدي نجات آهي!‘ آهستي آهستي وڌندا رهياسين. ناريل جي درختن جا پراسرار پاڇا قبرن سان لاڏون لهي رهيا هئا. چنڊ ڪڏهين ڪڏهين ڪڪرن مان جهاتي پائي،

کلي رهيو هو ته 'اي نادانو! چانڊوڪي ته منهنجي چيز هئي؛ اها ته آسمان تي اُداسي آئي؛ توهان ان کي زمين جي ڇاتيءَ ۾ ڇپيل ٿا سمجهو! چگو، ڳوليو، ڏسو، مٽان بلي وڃو.' درختن مان هوا جو سرڙاٽ روحن جي بيچينيءَ وانگر ٿي لڳو. اسان قدم قدم ۾، چپ چاپ وڌندا رهياسين.

"ح - اوچتو روڪجي ويو، ڪائنات جڻ نبضون بيهجي ويون. هو ڪجهه نازبوءِ رابيل جا گل ڏسي رهيو هو، جي قبر جي آس پاس لڏي لمي رهيا ها. منهنجي دل ٿي ڏوڙ آيو، گويا ڪوئي جوالا ڦاٽو هو ۽ ڪائنات جو ذرڙو ذرڙو ڪنبي رهيو هو. هيءَ هئي سندس قبر! هوءَ جا خوبين جي کاڻ هئي، سا هتي ۾ گز مٽيءَ ۾ سمايل هئي. ان جو بي پناهه حسن، رابيل ۽ نازبوءِ جي گلن ۾ لڏي رهيو هو. مون چپ چاپ رازدارانه سرگوشيءَ سان چيو، 'مان آيو آهيان، تنهنجو شاعر، منهنجا حسين ترين شعر! اُٿي جاڳ، تنهنجي روح جي مٺڙي موسيقي منهنجي شاعريءَ جي جان هئي. اُٿي، منهنجي ساهه جي ستار تڙڦي رهي آهي: ان جي تارن کي ڇيڙ، ان ۾ هزارها سُر تنهنجن آڱرين لاءِ مضطرب آهن!' مون ڇتائي ڏني، ڪوئي ڪونه هو. ڪوئي جواب نه آيو. ناريل جي ڇڙبن مان لنگهي، چانڊوڪيءَ جا پاچا قبر تي لڏي لمي رهيا هئا - آسمان جي چانڊوڪي زمين جي چانڊوڪيءَ کي ڳولي رهي هئي! - تنهنجو پنهنجو......"

# مشاعرو

"ادا، ... تاريخ تي، خيرپور ميرس ۾، 'ڪل پاڪستان اردو-سنڌي مشاعرو' ٿيو. صدارت جو شرف مون کي بخشيو ويو. تو کي معلوم آهي ته مان هجوم کان گهٻرائيندو آهيان. جيترائي انسان زياده هوندا آهن، اوترو ئي مون کي اڪيلائيءَ جو احساس ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ مون کي معلوم هو ته اهڙي مجمعي ۾ مختلف ذهنيت، مذاق ۽ علمي استعداد جا ماڻهو شامل ٿيندا آهن؛ جيتوڻيڪ مون سمجهيو ٿي ته منهنجي زندگي ۽ ادب جي نظريي سان اتفاق رکندڙ اديب ايڪو ٻيڪو هوندا؛ ۽ جيتوڻيڪ مان مخصوص مجلسون چاهيندو آهيان، جتي همعصر اديبن ۽ شاعرن سان زياده سچائيءَ ۽ گهرائيءَ سان ذات جي ڏي-وٺ ٿي سگهندي آهي، - ان هوندي به مون دعوت قبول ڪئي؛ ڇاڪاڻ جو اهو ڳڏيل سڏيل مشاعرو هو، جنهن ۾ اسان کي موقعو هو ته سنڌي شاعريءَ جي يگانگت ظاهر ڪري سگهون، ۽ غير سنڌي سامعين کي ڏيکاري سگهون ته سنڌي ادب ۽ ثقافت ڪنهن به صوبي جي ادب ۽ ثقافت کان پٺتي نه آهي؛ سنڌي شاعريءَ ۾ به دلڪش ۽ گهري انفراديت آهي.

"شام جو اٺين بجي مان، 'راز' ۽ 'آفاق' ڪار ۾ نڪتاسي - 'راز'، 'سارنگ' جو مصنف آهي، ۽ 'آفاق' صديقي اردوءَ جو باذوق شاعر ۽ منهنجي اردو ڪلام جي مجموعي

’بوي گل نالهء دل‘ جو مرتب. مڪر براج نبي، ڪار شاهي رستي تان آهستي شاعراڻي رفتار سان هلڻ لڳي. رات تارن ڀري هئي. رستي جي ٻنهي طرفن ڪاڻ ميلن ۾ کجوريون هيون، جي پريشان روحن وانگر آسمان جي اطمينان بخش ٿڌي نيراڻ ڏانهن تڪي رهيون هيون. ڪٿان دور دور ابابيل اڏرندا ٿي نظر آيا. گويا ستارن جو ٽمڪڻ، آسمان جي شاعري هئي؛ ابابيلن جو اڏرڻ، کليل فضائن جي شاعري هئي؛ کجين جي پراسرار خاموشي، زمين جي شاعري هئي. هر حسين چيز ترنم واري آهي: ترنم ۾ حسن آهي، حسن ۾ ترنم آهي.

”اٽڪل پوڻين نوين خيرپور پهتاسي. مختلف صوبن مان شاعر اڳيئي پهچي چڪا هئا ۽ رات جي ماني کائي رهيا هئا. انهن مان ڪي منهنجا دوست هئا: ڪن سان شخصي واقفيت هئي ۽ ڪن سان فقط ادبي. حمايت علي شاعر، صهبا لکنوي، ابراهيم جليس (جو مقاله نگار جي حيثيت ۾ آيو هو ۽ صبح جو مقالو پڙهيو هئائين) وغيره ڪراچي مان آيا هئا. ظهير ڪاشميري ۽ قتيل شفائي لاهور مان آيا هئا. انهن ٻنهي صاحبن سان منهنجي اڳ جي واقفيت ڪانه هئي. منهنجو نوجوان دوست بشير موريائي اڳيئي اتي هو. جيڪب آباد مان عبدالڪريم ’گداني‘ آيو هو. ٻيو ڪوئي به سنڌي شاعر ٻاهران نه آيو هو. اهو ڏسي مون کي ڪجهه نااميدي ٿي.

”اٽڪل ١٠ بجي ڪارروائي شروع ٿي. مون صدارتي تقرير ڪئي- ’ناز‘ مرحوم جي سرزمين جي ساراهه ۾ ٻه چار لفظ چيا، ڪجهه اردو ادب ۽ سنڌي ادب جي مسئلن جي باري ۾ ڳالهايو، ۽ پوءِ مشاعرو شروع ٿيو.

”مترنم آواز، مئڪروفون تان فضائن ۾ ڦهلجڻ لڳو. سامعين محظوظ ٿيڻ لڳا. ’واهه واهه‘، ’ڪيا ڪهنا‘ ’ڦر پڙهئي‘ ’بهت خوب‘ جا آواز شاعرن لاءِ وسڪيءَ جون بوتلون کوليندا ويا. اردو مشاعرو اها جاءِ آهي، جتي تحسين ۽ تضحيڪ ۾ فرق ڳولڻ مشڪل آهي، جتي روح جي لات مان جڙيل ستون ڪوڏين جي ملهه وڪامنديون آهن، جتي ساده مزاج شاعر هر جڙتو ساراهه تي لڳڇي ويندا آهن! اهي بهادر علي شاهه ’ظفر‘ ۽ نواب واجد عليءَ جا زمانا ويا، جڏهن محفلن ۾ سنجيدگي وسندي هئي، شمع ٻرندي رهندي هئي ۽ ان جي جوت سان انساني ذات ملي، ماحول کي ڀڪائي ڇڏيندي هئي- ۽ انهيءَ غالب ۽ ذوق جي زماني ۾ بہ تخليق جي توهين ٿي ٿيندي هئي- هينئر بيهودگيءَ سان ٿيندي آهي، تڏهن سنجيدگيءَ سان ٿيندي هئي؛ هينئر عوام ڪري ٿو، تڏهن خواص ڪندا هئا: شاعر ويچارو امر جو ٻانهو، شاهه يا نواب جو تنخواهه دار، فخر سان قصيدي جا بند پڙهندو هو ۽ شهنشاهه ظل الله ڪنڌ ڌوڻي، پنهنجي بحر قافيه ۾ پابند ساراهه تي خوش ٿي، ويچاري شاعر کي نوازيندو هو، ۽ شاعر ان ادبي ضمير فروشيءَ تي خوشيءَ ۾ نه ماپندو هو. اداس مان جڏهن ’غالب‘ جهڙي عظيم شاعر جا قصيدا ڏسندو آهيان، تہ اکين ۾ ڳوڙها اچي ويندا آهن.

"ڪڏهين ڪڏهين هوا بند ٿيڻ سبب سونجهه پئي ٿي. مان فضا جي هانوءَ-پرنات مان نڪرڻ لاءِ نيري آڪاش ڏانهن نهاريو. تارن جي ڪٽ تي ڳويا ڪوئي ابدي شاعر ليٽيل هو، جو نور مان نغما جوڙي رهيو هو. منهنجو جسم اتي مشاعري ۾ هو، ليڪن منهنجو روح ترقي جي لهرن وانگر ٽڙي پکڙي ويو هو. مون سوچيو ته مشرق جو عوام فنڪار جي صحيح عزت ڪڏهن ڪندو؟ هاءِ، هي انسان جي خدا فروش فقيرن جي قدم بوسيءَ ۾ ڪيتا تہ ننا ٻڌن، ڪي ڪڏهين چائيندا تہ سندن روحاني نجات جا وسيلا فقط ادب ۽ آرٽ آهن؟ اهو وقت ڪڏهين ايندو، جڏهين بيت آيتن کان آڳرا ليکبا؟ پنجن ڇهن سنڌي شاعرن سنڌي ڪلام پڙهيو، جنهن تي غير سنڌي عوام خنده زني ڪئي. انهن مان ڪن جو ڪلام واقعي ڪل جهڙو هو، پر سامعين ان جي معنويت تي نہ ٿي ڪليا: هو فقط سنڌي زبان جي لهجيءَ ڪن لفظن جي اچار تي ٿي ڪليا. شايد هو سمجهي رهيا هئا تہ سنڌي نا اهل آهن. مون کي اها ڪؤنس آگري لڳي. سان خوش ٿيان ها، جي هو سنڌي ڪلام جي بي معنائيءَ تي کلن ها، جو تہ عبدالڪريم 'گدائيءَ' جي بيتن کان سواءِ، جو بہ سنڌي ڪلام پڙهيو ويو تنهن مان اردوءَ جي ڀاروٽي شاعريءَ جي بانس ٿي آئي: اهي ئي ساڳيون اردو ۽ فارسي غزل جو جهونيون پرائيون ترڪيبون، تشبيهون ۽ استعارا، جي خود اردو ۽ فارسي ادب ٿو ڪيترا ڪري ڦٽا ڪيا آهن: اهي ئي اوڳاڇيل ڀارسي لفظ جي موجوده سنڌي غزل جي جان آهن ۽ جن تي هر سنڌي مشاعري ۾ 'وه واه' ٿيندي آهي! آلا، هي شاهه لطيف جي سر زمين! ان جي ادبي تخليق جا سر چشما سڪن، اهو ناممڪن آهي! معلوم نہ آهي تہ اسان جا شاعر ڇو پنهنجو ورثو وساري ويٺا آهن!

"رات جي ٻين بجي مشاعرو ختم ٿيو. گهر پهتس تہ ننڊ نہ آئي. شايد ڪوتا ننڊ جي پواج آهي- پوءِ تہ لڪندو رهيس...... جيستائين مؤذن بانگ ڏني- مخلوقات جاڳي، مان سمهي پيس! - تنهنجو......"

## شاهہ جو رسالو

"ادا، هاڻي سر 'يمن ڪلياڻ' جي پنجين داستان جي آخري وائي اردو گيت ۾ ترجمو ڪئي اٿم. رات جا ٽي لڳا آهن. ڪتيون ڪر موڙي لڳيون آهن ۽ ڪائنات جا نيڻ ننڊ- آڪرا آهن. وائيءَ جي هيٺين سٽ روح ۾ رقت جون لهرون اڀاري رهي آهي:

'سرتيون جي مون وسهو، ننڊ نہ ڪيريو نيڻ!'

اڄ اها سٽ منهنجي آس نراس جي آرسي آهي، منهنجي ساري روحاني ڪشمڪش جي آئينہ دار آهي. ڳويا اها سٽ هڪ هندورو آهي، جنهن ۾ منهنجو هيئون جهولي رهيو آهي. ڪهڙي نہ ڪُوڙهن پري ڪَوڙهاڻي آهي ان ۾، ڪهڙو نہ معنيٰ ڀريو ميڻاج! 'ننڊ نہ ڪيريو نيڻ......!' منهنجو تصور آڏالو: صديون سمنجي ويون ۽ مون انهيءَ ازلي مست کي پٽ

تي، ستارن جي چانو هيٺان ڏٺو. مون ڏٺو ته لطيف پنهنجي لاٽ ۾ سراپا محو هو. هن جي اکين اڳيان لفظ ڪتين وانگر جهرمر لڳائي بيٺا هئا، ۽ هو انهن مان ستارا چونڊيو، پوئيندو ٿي ويو. چوڌاري جهرجهنگ راتڙيءَ جي گود ۾ آرامي هو، پنهون پکي ستا پيا هئا، ليڪن پٽ ڌڻيءَ جي اکڙين ۾ ازلي اوجاڳو هو، گويا آتشين شراب سندس روح ۾ رچي رهيو هو، گويا رمزون ۽ راز ان جي مٿڙيءَ هنڌاءَ وانگر ڦهلجي رهيا هئا. هن تنبوري کي تارجيڙي، نوه جي لڳڻ مان سيسرات اڀري ويا. تند وڄڻ لڳي. رڳون رباب ٿينديون ويون. هن جي ساهه ۾ ابدي نغما سميٽبا، سمائبا ويا. راڳ مان ويراڳ وسڻ لڳو:

وسارج م ويڻ، جوڀن ٻه ٽي ڏينهڙا!
لوڻيون سڀن لوڪ جا، وهائيءَ ٿيون ويڻ:
جوڀن ٻه ٽي ڏينهڙا!
اصل آسارن جا، سُتي ويڙا سيڻ:
جوڀن ٻه ٽي ڏينهڙا!
جيڏيون جي مان وسهو، ننڊ نه هيريو نيڻ:
جوڀن ٻه ٽي ڏينهڙا!
راتڙيون جاڳن جي، سي آءُ ڪنڌڙي سيڻ:
جوڀن ٻه ٽي ڏينهڙا!
آڌيءَ رات آئي ڪري، جهل تون ننڊا نيڻ:
جوڀن ٻه ٽي ڏينهڙا!

هر سٽ ۾ روحاني اضطراب آهي، هڪ مسلسل ڪيفيت آهي، جنهن جو جيئن پوءِ تيئن تاثر گهرو ٿيندو ٿو وڃي. انهن ۾ زندگيءَ جي تخليقي دور جي بي ثباتيءَ ۽ زندگيءَ جي تخليق جي ثبات جو اهڙو حسين تضاد پيدا ڪيو ويو آهي، جو هر سٽ کي چمي اکين تي رکي، روح جي رحل ۾ ويڙهي رکجي! مٺڙيءَ وائيءَ جي گهرائي اهوئي محسوس ٿو ڪري سگهي، جنهن جي اکڙين جي اوجاڳن سان يارائي هجي؛ جنهن ساريون ساريون راتيون ستارن جي سنگ ۾ گذاريون هجن، جنهن جا شعر سندس نيڻن جي ننڊ مان جڙن، جو جاڳي، جلي، لوچي ۽ لڇي.

"ادا، هن دفعي مون لطيف سائينءَ کي ڪافي ويجهڙائيءَ کان ڏٺو آهي، ۽ پهريون دفعو صحيح معنيٰ ۾ هن جي فن جي عظمت محسوس ڪئي آهي. ترجمي ڪرڻ وقت مان هر بيت کي ڪئي ڀيرا پڙهندو آهيان- ڪافي ازلي مستي ور وانگر وڌندي ايندي آهي، جا منهنجي روح کي چولين جي ڇوهه ۾ جونيءَ چاڙهي چڙهندي آهي، جتان مان سنڌ جي سيني ۾ گهوري ڏسندو آهيان ۽ منهنجو روح پاتار ۾ پهچي، سون سولجهڻ لاءِ مضطرب هوندو آهي: رسالي جو اردو نظم ۾ ترجمو منهنجي بهترين عبادت آهي. شال مان اهو ڪم توڙ تائين سر انجام ڏئي سگهان! — تنهنجو پنهنجو......"

جهامنداس ڀاٽيا

# ڪلاڪار

سياري جا ڏينهن هئا. آسمان بادلن سان ڍڪيو پيو هو. ڪلاڪار پنهنجيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ ڪروٽون ٿيو ويٺو هو. رنگن جون ونڊيون ويٺي اک سان ڪڍيائين.

اوچتو سندس اکيون آسمان ۾ اٽڪي پيون. قلم کڻي هٿ ۾ ڪاغذ تي ان جي عڪس اتارڻ جي ڪئي، مگر لفظ اهڙو نه لاهوتي هو جو قلم کيس قابو ڪري سگهيو ئي ڪين. هٿ ۾ تڏهن قلم کڻي پاڻيءَ ۾ اڇلايو. ديد وري هن دريءَ جي سامهون وڃي ڪري کٽ ۾ واري چڙهي. ساوڪ جي ڇهڪ کيس ڪنهن نه سگهي. آسمان جي نيلي لهر سندس دماغ کي ونڊي نه سگهي.

سفيد سنگين ساڙهيءَ ۾ پوڪيل مڪڙي سندس اکين ۾ اڪرڻ لڳي. ڪلاڪار سندس ڪراني پسي دنگ رهجي ويو. سوچ کيس ڪو سلجهاءَ سلي نه سگهي.

مدت نه گذري ته هوءَ کيس پٽ ۾ وهندڙ نديءَ جو نظارو ڏيکارڻ لاءِ کڻي وئي. نديءَ جو پاڻي لاٽون ڪڍي، ستارن وانگر پرندو ڏانهس ڊوڙندو ٿي آيو. آهستي آهستي لاٽون ڳوڙهيون ٿيڻ لڳيون. مصور انهن جي آجاليءَ ۾ محو ٿي ويٺو رهيو هوءَ به سندس اکين کان ترڪي وئي.

سپنو سونهن جو کيس ياد آيو— ديدار تابدار پاڻي، هو ديوانن جيان خال ۾ اکيون وجهي واجهائڻ لڳو.

آهستي آهستي تاڙي جا مٿس لڳي پئي هئي سا دور ٿي. چوڻ لڳو، 'ڪيڏو نه ڀانيل پاري منهنجي غيبي سهيلي ونئيءَ هلي!'

ڪيترو عرصو ائين گذري ويو، مگر نقش جو نيشان هن جي نيڻن سان پنهه نڪري ويو ئي نه. غشيءَ ۾ به ڏينهن جا ڏينهن لنگهي ويندا هيس، مگر جڏهين نه کيس يادگيري آن سپاڳيءَ ڪوڙيءَ جي پوندي هئي ته ڦوليو نه سمائبو هو. چوندو هو، "منهنجي سپنن جي ديوي آئي آهي. ديک جڳائي، سونگي ديدار ڪرايو آئس انهيءَ حسن جو جنون تي جڳمڳ سارو ٿو جيئندو رهي!

"آءٌ به تڏهين انهيءَ جي اوٽ وٺي، اتاريندو رهندس حسن جا خاڪا، جي دنيا جا فاتا فنا ڪري، آڀائيندا امر اجر تصويرون جي رنگ سان زندگي ڇڏينديون وس ڪي!"

( ٢ )

آءٌ پنهنجا گيت سيني جي ڪوٺڙيءَ ۾ لڪايو پئي لڪايان. پڌايان ڪنهن کي؟
دور ديس جا رهواسي! پنهنجي پڳل سرندي جو آواز ڪنهن کي سڻايان؟

تد ر جي ڪاڻ مون جهڙيءَ ڪي نه به ڪٿي لڌي، مگر راڻن! وَسُ منهنجي چڙيل ڇينڪهوڙن مان ڪنهن ڪي ايندو؟

ڇڪوي جو نه جڏهين ڇين ويندو رهي، تہ ساري وسِ جي سندرتا ۾ به هو اُتو لهي. سندس پڳل دل جو راز ڪو به حيلو يا ساز چلائي نه ٿو سگهي. مگر جڏهين نرمل چنڊ آسمان ۾ ڪڙيو پوي، تہ سندس هردو هڳاوَ ۾ ڪليو پوي!

منهنجي شعر جو ديوتا دور مون ڪان ڪيڏو به ڪٿي ڇونہ هجي، تہ به ويجهو ٿان ويجهو آهي. نہ تہ رات جي سناٽي ۾ هرتن جا پيرت پلٽي پٽي پلٽيان، آهي اچن پلا ڪهڙيءَ ڪوڙيءَ مان پيا؟

ستو پيو رهي لوڪُ سارو، تہ هو اچي مون کي سجاڳ ڪري. اسراري ڪٿيا جو دروازو کولي، مون کي چوندو رهي، "ڪلاڪار! هتان سرهاڻ ۾ سندرتا جيتري ڪٿي هجي، سا ڪٿي وٺ!" آءٌ ڏسان وٺي تہ ديدار هڪ جو پٽي ڪان سير سرسُ پيو معلوم ٿئي. وسِ وسِ انهيءَ ۾ تہ هيءَ ڪٿان يا هوا! وقت هٿن مان ڇڏائيندو وڃي. هو وري چوي، "ڪلاڪارِ ڪَنَّ جيڪي ڪٿو هجيئي"!

نيٺ ڪي ڪٿي ۽ ڪين ڪي ڇڏي، مان غيب جي ملڪ مان صبح جي شفق جي ليڪ لنگهيو اچان.

ارمان صرف آنهن جو ڳاريو ڇڏيو، جن کي پوئتي ڦٽي ڪري آچان: پوءِ تہ رهي آنهن سان وروڻهن ڪريان!

جيڪي نہ ڪٿي اچان، تن ڪان اهي ارمان جا گيت پڌا نہ وڃن. هو چون، "جو اسان تنهنجي تنوارن جا طالب نہ آهيون ڪين؟"

مان ڪين چوان، "اوهان جي آجيان لاءِ مون وٽ تہ ڪو آوازُ ئي ڪينهي، ۽ نہ اُهو ڪو سازُ جنهن کي اوهان جو رازُ ڏئي سگهان!"

هو ارمان پنهنجو منهنجي ارواح ۾ اوتيو ڇڏين.

وري سہ ئماٿا نيڻ ڪٿي ڪين چوان، "رودن تہ منهنجي راڄ جو لاڳ آهي: پوءِ ياڳ ۾ پيرو وري ڪنهن جو پوندو؟"

هو وري به چوندا رهن، "گيتُ ڳجهر ڪو اسان جي سندرتا جو به تہ ڳاءِ!"

مان چوان، "سندرتا جو رازُ، سازُ الاجي ڪهڙو پڌائي سگهندو؟ ٿئو ڪامل ڪلاڪارَ جي حسن جو جهليندو ڪيئَر؟

پوءِ، ماٺ ئي ماٺ، اننت حسن جي مہاساگر ۾ مان انھن ئي ترڳندي ٿي رهان، جنهن جو روح رچندو رنگ، ساريءَ وِسُ کي وسائيندو ۽ سائيندو ٿو رهي!

( ٣ )

ڪلاڪار جي بناوت ۾ ڪو حسن ڪونہ هو. سندس چهري مان چنڊ گرهڻ جو ڪو اچوڙو ڪربل هو.

هُنَ جي دل ۾ ديپڪ حسن جو اکنڊ پرندو ٿي رهيو. منيءَ ۾ هُنَ آن جو اجالو آتاري ڇڏيو. سونهن سرهاڻ جي اوت جا هِنَ اوتي، تنهن تہ وِسُ کي واڙو ڪري ڇڏيو.

هو منيءَ جي دنيا حسن واري، حقيقت کان وڌيڪ سمجهڻ لڳو. اکين ۾ اجالي ليءِ آسات ساندي بندي، هو ليڪ چپ جي راڳ ڪندو رهيو.

ڏپ ۽ ڊاءُ کيس دڀائيندو ٿي رهيو.

چوندو هو، "مان ڪوجهو، ڪُجهو ڪٿي 'حسن' جي سامهان ٿيان؟"

همت ۽ حوصلو ڪانئس ڇڏائي ويا، من جي دنيا پنهنجي هئي. منيءَ جي دنيا هئي- مگر جهاڪ جمالي، جلالي منجهس ڪمالي هئي.

منيءَ جي مورتن ۾ مٺيا هئي. هيرن جهڙي ڪٿين کان سير سرس هئي سندن سرهاڻ- رهاڻ وري سندن رتيون زورُ!

هڪڙي ڏينهن، سرسوتيءَ جي مورت اڳيان بيهي هو هن ريت عرض ڪرڻ لڳو، "ديوي! تو منهنجي ڪلا جي ڪنجي ڦيري مون کي ڪلاڪارُ بنايو. هاڻ تہ مان هنن مورتن جي انحد آلاپ جهڙي انترڪلائن ۾ ترڳندو رهندس- تائيندو رهندس ۽ لهندس سندرتا جي سموري ساڄ کي!

"ڪامل ڪلاڪار! مرحبا بل زندگيءَ کي زيبدار بنائي، تو ئي مون کي پڌايو سازُ انحد آواز جو!

"ڪلاڪار ازلي! ڪُل جو آڪارُ آثاري، سيکاريو تو ئي مون کي سبق سنگيت ڪلا جو، جنهن وسُ ۾ واسُ حسن جو ۽ ساسُ سازَ-آواز جو اوتي، ساريءَ سرشٽيءَ کي نَتَ جو نشو ڏئي ڇڏيو آهي!

"جيوت ڪلا آهي، مذر گيت آهي، نَتُ آهي؛ مگر مون ئي جي منهن تان پَتُ لاهڻ واري تون ئي آهين، منهنجي ديوي!

"ڪلاڪار جي ڪلا بس تنهنجيءَ تار ۾ تنگي ۽ تنگاڻي- تون جيڪا هر صورت ۾ حسن ڪمال آهين!"

سنڌيڪار: واسديو نرمل

# والميڪيءَ جو شرد-ورڻن (سرءُ جو بيان)

سنسڪرت جي ڪوين ۾ **ڪاليداس** اپمائن (تشبيهن) ڪري، ڀارويءَ ارٿ جي پرپٽتا (معنيٰ جي گهرائيءَ) ڪري ۽ **ڊنڊي** شعر جي ميلاپ ڪري مشهور ۽ معروف آهن. مگر انهن ٽنهي شاعرن جو هڪئي وقت آنند ماڻڻو هجي ته **والميڪيءَ** جي مهاڪاويه "رامايڻ" کي مطالع ڪرڻ گهرجي.

مهاڪوي والميڪيءَ جو قدرت جي نزاڪتدار نظارن جي بيان ڪرڻ جو نمونو انوکي قسم جو آهي. انهن نظارن ۽ پسارن جي بيانن مان شرد رُت (آسوءَ ڪتيءَ وارا مهنا هن موسم ۾ ليکيا ويندا آهن) جو ورڻن هن ڏاڍي دلچسپ ۽ من موهيندڙ نموني ۾ ڪيو آهي. اچ ذرا ان بيان جو ساءُ سواد به وٺي ڏسون.

مينهوڳي مند پوري ٿيڻ تي سرءَ رُت جو بيان ڪندي والميڪي فرمائي ٿو (شري رامچندر جي مکاروند مان چورائي ٿو):

"بادلن جي 'گوگوات'، مست هاٿين جون 'چينگهارون'، مورن جي 'ڪيئون ڪيئون' ۽ جهرڻن جي 'جهر جهر' يڪدم سانت ٿي ويئون آهن. پهاڙي چوٽيون، جن کي مهاميگهن (بادلن) ورڪا-جل سان ڌوتو هو، اهي هينئر چڙ ته چنڊ جي روپي ڪرڻن سان لبالب ۽ پُرَ ٿي جرڪي رهيون آهن. اتينت سندري-سرءُ- پنهنجي سموري روپ جي سهڻيءَ سميت ڌرتيءَ تي لٿي آهي. لهڻ ويل هن پنهنجي سموري آڪٽ ڏن-دولت 'گل مهر' (وڻ جو نالو) جي ڏار ڏار ۾، ستارن جي ٽمڪ ٽمڪ ۾، سورج جي چمڪ ڏمڪ ۾، چندرما جي چانڊاڻ ۾ ۽ مدمست ڪنچرن (هاٿين) جي وندر-ورونهن ۾ ورهائي ڇڏي آهي.

"هر هنڌ جي رنگن روپن جي سونهن ۽ سوڀيا واري، روپ-لڪشمي، هيل سرءُ جو سنگ ماڻي ڪَن جي لڪشي ٿي پئي آهي. سورج جي آگر کي آگر جهلي، جا ڳايل، مشڪندڙ، ڪشش ڪندڙ ڪملن سان ڪاڻدي، ميءَ اپا ۽ وڏيڪ پهڪندڙ ٿي وئي آهي. ڪملن جي ڪيسر سان لنبيل، سندر ۽ پاري ڪنين وارن ۽ ڪامديو جي لاڏلن- هنسن ۽ هنسڻين- مانسروور مان موٽي وڏن وڏن درياهن جي ريتيءَ تي اچي ڏاهو ڪيو آهي. پنهنجن انهن مهمانن سان راج-هنس پيا ڏڄن. ندي‌ءَ جي ڪپرن تي پکهه پکين بہ اهي پنهنجو اڏو ڇمايو آهي. انهن اتان مورن کي ڀڄاري ڌمڪائي، تڙي ڪڍيو آهي. انهيءَ ڪري ئي شايد طائوسن پنهنجي سرير جا سينگار- چنڊ پڇ- لاهي ڦٽا ڪيا آهن ۽ ويچارا

منهن ننڍڙو ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا ٿا وتن. ڪنول ڪسمن (گلن) جي ڳهڻن سان جهنجهيل تلائن جي ڪنڌين (ڪنارن) ڪي ڳچ راڄن (شاهاڻن هاٿين) ڪرڙي ڪرڙي، ٿوڙي اُرڙي ڇڏيو آهي، ۽ چيخن چيچڪارن سان پکهہ پکين ۽ هنس هنسڻين جو هوش ئي غائب ڪري ڇڏيو اٿائون: ۽ پوءِ تلائن منجهہ لهي جل کي ستائي ستائي پي رهيا آهن.

"ندين جي ڪپ ۽ ڇڪ سوڪڙ ڪاٽي ويئي آهي، انهن جو پاڻي صاف ۽ سوچ ٿي مسڪرائي رهيو آهي. ٿري جي واري ٻہ ٻيٺي پسجي. ندين جي ڪنارن تي ٻہ ڪانون ۽ ڏنڊ چري رهيا آهن ۽ پکهہ پکين ۾ 'ڪرڻون ڪرڻون' مچائي ڏني آهي.

"آپ ۽ اپريل سڌاڪر (چنڊ) جي سهڻي مکڙي واري، ٽمڪندڙ ستارن جي سندرتين واري، ۽ چانڊنيءَ جي چنري اوڍيل رات هڪ سفيد پوشاڪ پاتل ناريءَ مثل ٻيٺي پاسجي. هيٺر ساريون ٻجي راس ٿيون آهن. اهي ڪاٽي پرستا ۽ پرڦلتا سان پر ٿيل پکين جون من موهيندڙ پيرون انين تہ تيزيءَ سان پرواز پيون ڪن، ڄڻ تہ ڪا سفيد گلن جي پوتل ماليا هوائن جا لوڏا ڪاٽي رهي آهي!

اڄ پورڻماسيءَ جي رات آهي. آسمان ۾ ڪٿي بہ بادل ڪونهن. ٽم ٽم ڪندڙ تارا ٽڙيل پکڙيل آهن ۽ پونم جو چنڊ ڪڙيو بيٺو آهي. ائين پيو لڳي ڄڻ تہ ڪنهن وشال جهيل (ڍنڍ) جي جل ۾ سفيد ڪنول ٽڙيل پيا آهن ۽ ڪو راڄ-هنس ڏاڍي ناز ۽ ادا سان اڪ ٽني رهيو آهي.

"ندين جي ڪنڌين تي نوان نوان ڪلش جا پشپ مسڪراهٽ پکيڙي رهيا آهن. ڪين جڏهن هلڪيون هلڪيون هوائون هوريان هوريان 'هندوري' ۾ جهوليندي يون ۽ لوڏيندي يون آهن، تڏهن ائين لڳندو آهي ڄاڻ تہ ڏوني صاف ڪيل اڇرو ريشمي (ڪپڙو)، پون (هوا) ۾ ٽڙ ٽڙ ڪري لهرائي رهيو آهي!

"هاڻ هن موسم ۾ ندين جو نير نرمل ۽ ٿانگهوٽي ويو آهي. انهن ندين اندر مڇيون جڏهن ٽپنديون، ڪڏنديون ۽ مچلنديون آهن، تڏهن ائين لڳندو آهي ڄڻ ڪويا نديءَ-روپي ناريون پنهنجي ڪمر لچڪائي، مٽڪائي، ڏيکاري رهيون آهن! جيئن نو-وڌوئون (نووَرنيون) پنهنجي پيار سان سڄي رات پريم پريون ڳالهيون ڪنديون رهيون هجن، ۽ صبح جو سستيءَ وچان هوريان هوريان هلي رهيون هجن، تيئن هيئنر سرءَ جون ندي-روپي نووَرنيون ڌيمي چال سان هلي رهيون آهن!...... مطلب تہ پاڻي بہ سوچ ۽ نرمل ٿي ويو آهي. چوڌاري ٽڙيل پشپ مشڪي رهيا آهن، ڪرڻونچ پکي (Heron) بہ 'ڪڙڪڙ' ڪري رهيو آهي. پڪل سارين جا کيت چمڪي رهيا آهن، هلڪي هلڪي هير هلي رهي آهي، ۽ گگن ۾ ڪورو ۽ اڇو اڇرو آفتاب مشڪي رهيو آهي.

"انهن سڀني ڪي ڏسي پتو پوي ٿو تہ 'مينهوڳي منڊ' سوڪلائي ويئي ۽ هاڻ سرءَ رت شروع ٿي آهي."

سرءَ، ١٩٥٥ع

"دين فطرت" جي تقاضا آهي ته هن زمين تي سڀ مذهب پنهنجي تعصب کي ختم ڪري، هڪ اهڙي خوشگوار ۽ عالمگير فضا پيدا ڪن، جا انسان ذات کي مجموعي حيثيت سان ڏسي. تعصب کي ختم ڪرڻ لاءِ دين فطرت جو اعلان آهي ته سڀني پيغمبرن ۽ مفڪرن جو پيغام هڪ آهي؛ سڀ 'حق' پيش ڪري چڪا آهن، ۽ هر قوم ۽ ملڪ ۾ انهن جي ضرورتن آهر پيغام پهچائيندا رهيا آهن.

اڄ ضرورت اها آهي ته دنيا تي "علم" جي حڪومت قائم ڪجي. پوءِ دنيا جي هر ملڪ جا 'عالم' حڪمران گڏ ٿي اعلان ڪري سگهن ٿا ته دنيا جي سڀني قومن جو مذهب هڪ آهي، ۽ انهن ۾ ڪو بنيادي فرق ڪونه آهي. اهڙا عالم ئي اڄوڪي متعصب دنيا ۽ ان جي مختلف گروهن کي هڪ گڏيل "يقين ۽ مرڪز" تي آڻي سگهن ٿا.

سڀ پيغمبر، هادي ۽ سچا هئا. انهن جي تعظيم هر قوم تي هڪجهڙي واجب آهي. اهو فڪر به فطرت جي عالمن جو آهي، جن کي ڪنهن به مذهب سان تعصب نه آهي، ۽ هو سڀني مذهبن، ڪتابن ۽ پيغمبرن کي هڪ سلسلي جون ڪڙيون ڪري سمجهن ٿا؛ ۽ اهو به ڄاڻن ٿا ته اهي انسانن کي مختلف گروهن ۽ مذهبن ۾ ورهائي ويهارڻ لاءِ نه آيا هئا، پر انهن جو مقصد هو ساريءَ انسان ذات کي هڪ "مرڪز" ۽ هڪ "وحدت" تي جمع ڪرڻ. علمن جي مادي ترقيءَ ۽ ايجاد سان مذهبن جي، بي معنيٰ ۽ بيڪار معاملن جو اثر، اگرچه موجوده انسانن جي دل تان لهندو ٿو وڃي، تاهم مذهب ۽ ان جي پيدا ٿيل تعصب جي باهه اڃا ڀڙڪي رهي آهي.

اڄوڪيون قومون پنهنجا معاملا، "عيسائي"، "يهودي"، "هندو"، "مسلم" ۽ "ٻڌ" جي حيثيت سان حل ڪن ٿيون؛ ۽ اها وسعت نظري جا بني نوع انسان کي، نهايت وسيع ۽ همه گير خيال سان ڏسي، سا اڃا منجهن نظر نه ٿي اچي، جنهن کي پيدا ڪرڻ فطرت شناس عالمن جي ذمي آهي. —علامہ مشرقي

# افسانا

## اسان جا



## ٻين جا



## ناٽڪ

"ثقافت" هڪ نهايت وسيع معنيٰ وارو لفظ آهي، جنهن ۾ انساني زندگيءَ جي جملي ظاهر توڙي باطني آراستگيءَ ۽ اصلاح جي مفهوم جي گنجائش موجود آهي. مختصر لفظن ۾ "ثقافت" مان مراد آهي انسان جي انفرادي توڙي اجتماعي، ذهني توڙي جسماني عمل جو اهو جملي ثمر جيڪو مجموعي طرح سندس تمام زندگيءَ کي زياده آسان، بهتر ۽ پاڪيزو بنائي ٿو. قومي ثقافت جي دولت کي انهيءَ معنيٰ ۾ ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (۱) قوم جي پنهنجي ذاتي عملن جي پيداوار، (۲) اهي عمل جيڪي هوءَ ٻين قومن کان سکي ٿي، جن کي هوءَ پنهنجي طبيعت ۽ ضرورتن مطابق پاڻ لاءِ پسند ڪري، پنهنجو بنائي ڇڏي ٿي.

اهو ظاهر آهي ته هر قسم جي ثقافت جون ٻه حيثيتون لازمي آهن: (۱) پهرين ثقافت جي 'معنوي حيثيت'، يعني ان جو بنيادي مواد يا مغز، جنهن کي بين الاقوامي يا انساني حيثيت چئي سگهجي ٿو؛ (۲) ٻي ان جي 'آئيني يا تفصيلي حيثيت'، يعني ان جي هيئت يا ظاهري صورت جنهن ۾ سندس معنوي حيثيت جو ظهور ٿئي ٿو. ثقافت جي صرف هيءَ پوئين حيثيت ئي ڪنهن قومي ثقافت جو درجو ۽ امتياز بخشي ٿي، ڇاڪاڻ ته ثقافت جي هيءَ امتيازي قومي حيثيت نه صرف ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ قائم رهي ٿي بلڪ قوم جي زندگيءَ لاءِ مناسب ۽ موزون پڻ آهي، تنهن ڪري ان جي اهميت مسلم آهي، ۽ ان جي تحفظ کي قوم پنهنجو فرض سمجهي ٿي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو شعر يا شيڪسپيئر جو شعر معنوي لحاظ کان هڪ بين الاقوامي حيثيت رکن ٿا، مگر شاهه جو رسالو توڙي ڪليات شيڪسپيئر پنهنجي قومن جي پنهنجي پنهنجي قومي ثقافت جون غير فاني نعمتون آهن، جن کي ڇڏڻ لاءِ سنڌي توڙي انگريز، ڪنهن به قيمت تي تيار نه ٿيندا.

قوم جي ثقافتي دولت کي هڪ معنيٰ ۾ هيٺين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(۱) ثقافت جا مادي خزانا جيڪي عالم مڪان جي دائري ۾ هئڻ سبب ظاهر ظهور ڏسي وائسي سگهجن ٿا، ۽ انسان جي جسماني زندگيءَ جي بقا، آسائش ۽ آرائش لاءِ ضروري آهن، جهڙوڪ هر قسم جا اوزار، ڪاڏا، ٻيڙيون، جڳهون، لباس، فرنيچر، مالداري، زراعت ۽ صنعت جا طريقا، وغيره وغيره؛

(۲) ثقافت جا روحاني خزانا، جن جو صرف ذهني آراستگيءَ ۽ اصلاح سان واسطو آهي، جهڙوڪ قديم روايتون، رسمون ۽ رواج، قصا ۽ ڪهاڻيون، علم ۽ ادب، رقص، موسيقي، مصوري وغيره. قومون پنهنجي ثقافت جي مادي خزانن جي بچاءَ لاءِ هڪ ٻئي سان وڙهنديون آهن ته جيئن اهي سندن تصرف مان نڪري ٻين جي قبضي ۾ نه اچي وڃن. ان جي برعڪس قومون پنهنجي ثقافت جا روحاني خزانا پنهنجي رضا خوشيءَ سان، هٿ ولي، وڏي فخر سان هڪ ٻئي کي آڇينديون وتنديون آهن؛ ڇو ته پنهنجي زندگيءَ جا مادي وسيلا هڪ وقت صرف هڪ ئي قوم استعمال ڪري سگهي ٿي، ليڪن ثقافت جي روحاني خزانن کي، پنهنجي پنهنجي قومي رنگ ۾ رڱي، هڪ ئي وقت هڪ کان وڌيڪ قومون پڻ استعمال ڪري سگهن ٿيون. البت جيڪڏهن هڪ قوم کي سندس پنهنجي ثقافت جي روحاني نعمتن کان زوريءَ محروم ڪرڻ ۽ ان جي عيوض مٿس ڪنهن ڌارين ثقافت جي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، — انهيءَ لاءِ ته اها قوم پنهنجو مستقل امتيازي شان وساري، ڪنهن ٻيءَ جابر ۽ غاصب قوم جي ثقافتي وجود ۾ مدغم ٿي وڃي، — ته پوءِ انهن ٻن قومن جي وچ ۾ تضاد لازمي آهي.

غلام رباني سنڌي

# ”ٻري هن پنيور ۾، هوڙا هاڃان تيئن!“

بروهين واري ٻيلي جي چوڙ ٻني ۾، پراڻي نو لکي واهه جي ڪنڌيءَ تي سنڌس چونئرو هو. ڏينهن جو گڏهه ڪاهي ويندو هو پڪي تي ڪمائي ڪرڻ، ۽ سانجهيءَ جو، هي به ڪمائي ڪري گڏهه ولي ڪڪين اوڏو ٿيندو، ته زالون ٻه ٻيلي مان سال کي ڳنڍڪاربنديون، اچي وٽانئس کي پهچنديون هيون. انهين سڄوئي سال، هو پنهنجي گهرين گهاريندا هئا، سواءِ سانوڻيءَ جي. سانوڻي آئي، ته درياهه شاهه کي چاڙهه ٿيندو. پوءِ جي ڪٿي مالڪ مهر ۽ پاڻيءَ موت ڪاڏي ته گهوري گهوري؛ نه ته مهينو کن عيسي کي ٻارڙا ولي، پڪي تي گذارڻو پوندو هو.

وچ ٻيلي ۾ واءُ ئي ڪونه پهچي، ۽ وانراه سبب مڇر وري ڪهڙوا! جو بس ٽنگن ٻانهن تان وٺو هٿن سان روڙ. ڪير گهڙي گذاري سگهي! پر شاباس هئي هنن ڪي جو جيئن تيئن ڪري وقت گذاريندا هئا. سانجهي ٿيندي، ته بس مک جيڏي مڇر جي پٽڪار ڪان ٻيلي ۾ واڄو ٿي ويندو! عيسو سال جي جيئن کي ٿاندو ڏيئي، دونهيون دکائيندو؛ پوءِ وچي مڇر کو پاسو وٺندو- ۽ هي سڄي رات دونهين جي ڪڪرن جي وچ ۾ ڪونگهرا هڻي گذاريندا. جيت جنتي جو ڊپ ته ٻارهوني هوندو هو. سنجها ڪان پوءِ، ڪير ٻيلي ۾ هيٺ لهي! ڪير ڪان ٻچيو ته نئون چانو. پر، قضا پڇي ڪين اچي. اڄهو عيسي کي اڳينءَ سانوڻيءَ ۾ ڪير ڪاڏو. هنن وٽ ترت علاج ته لهيو پيو هوندو هو. علاج وري ڪهڙوا! جڪ واريءَ جاءِ تي چهڪ ڏئي، مٿان ڳاڙهو مرچ رکي، تنهن جي مٿان تماڪ جو پن رکي، هاريندس ڳاسليٽ: چڪي ڪٿي پٽي ٻڌندس. پٽاريون پيئيون هونديون هيون؛ ڪير جي لوڻي ڏهي، ڪوسي ڪري، وڏو ونو پري ڏيندس. رات جو اک لڳي؛ صبح جو همراه نو بنو!

سو اهي ڏٺيون ڪوسيون ته هنن جي سر مٿان هونديون ئي هيون. ڪين انهن ڳالهين جو فڪرني ڪونه هو. هان، هڪ ڳالهه جي ڳڻتي هنن- سا هئي آٿل. شل آٿل نه اچي! آٿل آئي، ته پوءِ الامان! اڳ ۾ ته سڄي ٻيلي جا مڇر وٽن اچي واسو ڪندا هئا. گهٽيني دونهيون دکائيندا هئا ۾ پوءِ سڄي ڪجي جو مڇر ڪٿي ٿو وڃي؟ نتيجو اهو جو پٽي ڏينهن ٻار ڪسجي پوندا. ويچارو عيسو چوهاڻ ويندو درياهه تي. موسي ميربحر سان سنڌس ڏيٺ ويٺ

هئي. موسو به پلا ڪٺي ويندو هو پڪي تي وڪرو ڪرڻ، ته موٽندي ٿي ڀيرو عيسي چوهاڻ جي چوٽري تي اچي ڪندو هو. سو عيسو، موسي کان وٺندو پان جي هاري، ويندو بچاءَ بند جي ڀرسان پير، پتڻين جي ڳوٺ، خوش محمد حڪيم وٽ. حڪيم ڪونڻ جون ڳوريون ڏيندس: جڏهن پار اهي کائيندا، تڏهن وڃي تپ مان جند ڇٽندي.

هميشه جيان هيل به درياهه کي چاڙهه ٿيو ۽ آٿل آئي. آٿل به اٿلن جهڙي! ميربحرن چيو، "اڄيون ڏاڍيون انهن ڊونڊين ٻوڙائيندي ڪيونسين، پر ههڙو پاڻي اسان جي اکين نه ڏٺو! مالڪ مهر ڪري، باقي هيل خير ڪونهي! عيسي کي به اچي اٿڻ تڻ ڪئيو. پلا ڪا ڳالهه هئي! پاڻي پڻ ڏينهن ۾ ڪيئي ڀوڙي، ڪچو لتاڙي، اچي ته واٽو ڪئيو هو! جيئن ٿي پاڻي اوڏو آيو، تيئن تپ سچر وڌيو. ٻئي ڏينهن عيسي جون ٻه نياڻيون ۽ ننڍو پٽ تپجي پيا. ٽئين ڏينهن تي عيسو وڃي موسي ميربحر کان پڇڻ جون ٻه هاريون وٺي آيو، زال کي پڌايائين ته "اول خير، صبح جو ويندس، خوش محمد حڪيم کان دوا وٺڻ."

صبح جو عيسي پان جي هاري هنج ۾ ڪري، گڏهڙي تي لانگ ورائي، رخ رکيو پتڻين جي ڳوٺ ڏانهن. پيلو ٿيي، بچاءَ بند تي پهتو، ته سرڪاري ڪامورن کي پڇ ڊڪ ۾ ڏٺائين. پتڻين جي ڳوٺ پهچي، اچي حڪيم جي اوطاق تي پهتو. حڪيم کي پيرين پئي، هاري پلن جي اڳيان رکي ڏنائينس احوال. حڪيم ڪونڻ جون ڳوريون ڏئي چيس، "بابا، روز صبح شام، هڪ ڳوري پاڻيءَ يا کير سان- گوشت، مڇي، ڪڻڪ ۽ لسيءَ کان پرهيز."

"سائين جيڪو اسان جو رات ڏينهن جو کاڌو، تنهن کان توهان ته ڪرين ٿو جهل، باقي پارڙا کائيندا وري ڇا؟ لسيءَ لپ ۽ جوئر جو ڍوڍو نيرن تي، منجهند جو مڇيءَ ڪتري ۽ رات جو کير چڪو مانيءَ سان، آهي اسان جو ڏينهائيءَ جو کاڌو!" "پر بابا، ان سان منهنجو ڪو واسطو ڪو وجهه؟ منهنجو ڪم آهي ڪيري ڏسڻ- ڪريو نه ڪريو اوهان جي مرضي. دوا وٺو نه وٺو- سان زور ته ڪون ٿو ڪريان؟"

"نه سائين، دوا ڪيئن نه وٺبي! حاضر، ڪيري به اهائي ڪبي جيڪا تو ڏسي"، عيسي ڪونڻ جون ڳوريون پڪي جي پلئه ۾ ٻڌندي چيو.

"پلا درياهه جي ڪهڙي خبر؟ پاڻيءَ کي ڪا موٽي ٿي، ڪي ڪين؟ پار، بچاءَ بند جي ڀرسان پير، مون به چٽن جا چار پارا ٻوڪرايا آهن. چڙهه آئي، ته ويندا لڙهي!"

"نڪو سائين، پاڻيءَ ۾ موٽي وري ڪاڏهون آئي. صبح آيس ٿي هيڏي، ته واٽ تي سليمان ميربحر گڏيم- ڳنوڙي تي پلا ڪٺيو پئي ٿي آيو. چيائين ته پاڻي ته واٽو پئي اورتي ٿيو آهي. پاڻيءَ جو جهڙو رخ آهي ته اچي بند سان ٽڪو ڪندو. سمجهيان ٿو ته مٿي، سکر کان پاڻيءَ کي زور آهي، تڏهن ته ڪامورا ڪڙا، اهي سر پير (سرويئر)، ايس ڊي. او) ۽ اجنير (انجنير) پئي بند تي ڊوڙيا."

"ٻوڙ عيسيٰ، توڻ ڪيئن ڪندين؟ تو لکيءَ جو ڪنهن ڪندو ڪو جهالي، ڪي سٽ تي ڪون جهليندو! جي ڏپ ڏاڍ هجي، ته زوراور علي آءُ ڪي ٿي. ٻه چار ڏهاڙا اڃي هتي رهه - جيسين ٻاني موٽي ڪري ۽ سوڪهڙو ٿئي."

"بس سائين ڏسان ٿو ٻانيءَ جو رخ، نه ته ٻوڙ هيڏي اچڻو ٻوندو. چڱو ڀلا سائين موڪلايان ٿو. دعا ڪجو ڌڻي ٻاجهه ڪري!"

"ابا مڙئي سڻائي ٿيندي، رک سائينءَ تي - هڪڙو ڪم ڪج! واٽ ويندي، رئيس خان محمد خان جي لانڍين کان ٿيندو وڃج. وڏيرو جي هجي، منهنجا سلام چئجانس ڪيتي ڪان ڪيٽا. بس يار، آهي وڏيرو ٻه يار ويس ماڻهو؛ همراه ويٺو آهي ٻند جي ٻرينءَ پر - ڏپ ٻه ٿئي ٿو!"

"سائين، هونئن ته هاڻي ڪونه وڃان ها، چو ته وڏيرو آهي مڙئي اوڏو ماڻهو. هيٺن تي ڪهل ڪبي آهي سائين، ٻر وڏيري وٽ ڪارخانو ئي ابتو آهي. غريبن تي مڙئي سدائين ڪنڪي هوندي اٿس. بشڪ (بخش) بـ ڪجانءِ، سائين! توسان اٿس ڪهڙ ڀلائي - سان مڙئي سندس لاءِ کهرا اکر ٿو ڳالهايان! سائين، جي حق جو ڪلمو چئجي، ته وڏيري وٽ ماڻهپو بند ڪرنهي. مثال ڏيانئو. بس، چار ڏهاڙا ٿيندا جو سون ڪي ماڻهو منجانئين ته 'ڪڏهه ٻلائي اچ'. جي، 'لانڍين جي ٻاهران جو ٻاڻ' جو ڏٻر ٻيو آهي، سو ڏوئي وڃهه ٻنين ٻر - ٻورا پنج ڏهاڙا ڪم ڪيم، سائين! اميد هيم ته حاڪم جو در آهي، اجورو مڙئي چڱو جڙندم. ٻر ٻوڙ ڪوڙي منهن سان توهان سان ڳالهه ڪيان، سائين! ڇهين ڏهاڙي تي وڃي ٻڌايوسانس ته ڪم ٻورو ٿيو — تڏهين چيائين ته 'چڱو ٿيو. خوش هوندين. هاڻي ڀلي وڃ، تو کي موڪل آهي!' منهنجا ته ڏند ڇپن سان لڳي ويا؛ دل ۾ چيم ته 'ٻري هن ٻنيور ۾، ههڙا هاڃان ٿين!' مسڪين ماڻهو! اسان جي ڪيرت اِهَا. اٺيون ۽ چاڙهيون ڏٺ ڏهاڙي. ڪٽنب ٻاتين جون اٺو ڪپڙو - نيٺ ته خرچ ڪاٻاڙ آهي. اسان جي ٻي ڪا ٻوڪي، ڪا راهي؟ هيٺن جي مفت ۾ مزوري ڪندا وتون ته ٻوڙ ٻچن ٻارن جو واهي الله! خرزينون ٿاڻي جون ٻريون رکيون آهن وڏيري وٽ. سون ٿي حق حلال جي ٻورهئي جو اجورو ڏيندي ٽپ ٿي چڙهيس!........."

"بس بابا بادشاهن جا خيال آهن. عيسيٰ، ٻاڙي جي چڱي موس لاءِ اٿين نه چئو. سندس ئي ٻاڇي ۾ ٻيو آهين!"

"ٻاڇو وري هن ٻانيءَ جو ڪهڙو آهي؟ ٻاڇو آهي ان مولا جو، جيڪو ٿرڙ کانءِ ٿي رزق ٿو رسائي. ٻابل سائين، ٻکهر جو ٻورهيو ڪري ٿا کائون. ڪنهن جو ناحق ڪون ٿا کائون! بس سائين، هاڻي ڪهڙيون ڏکهون ڳالهيون ڪيون. چڱو ڀلا، هاڻي بسملا ڪيون! — ٻچا اوسيڙي ۾ هوندا."

"ڀلا ٺل خوش هوندين!"

حڪيم کي پيربن پئي، عيسيٰ گڏهه تي لانگ وراڻي. پنڌ ٿي، پرينءَ پتر ٿيو ته ويچاريائين ته ڪير ٿو وڃي وڏيري ڏي. اڙٻنگ ماڻهوءَ کان ته ڄڄ ڀري!

ڪچڙي منجهند ٿي، ته عيسو به اچي گهر پهتو. زال کي ڪونه جون گوريون ڏنيون، ڪيري ڏسيائين ۽ پڇيائينس، ”پاڻيءَ جي ڪا خبر چار؟“

”پاڻي نولڪيءَ کان سڌ پنڌ تي اچي پهتو آهي،“ جوڻس ورائيو.

ڳالهه ٻڌي، عيسو وسامي ويو.

رات ٿي، ته پاڻيءَ اچي ٺهڪو ڪيو نولڪيءَ تي. پاڻيءَ جو رخ ڏسي، عيسو ڳالهه کي تائي ويو ته چترَ وڃي پنڌ ڪندي. ’ڪير تي ڪهڙو اعتبار! الائي پاڻي ڳچ ڏينهن بيهي. جوڪي جهڙي ڳالهه. چڱو آهي ته به چار ڏهاڙا وڃي، ڪي تي گذارجي.‘ زال سان صلاح ڪيائين؛ تنهن به چيو، ”چڱو آهي ته لڏجي. پاڻيءَ کي اهڙو زور آهي جو ورهين جو پيٺل ڪابلي ٻٻرُ پاڙئون ڪڍي چڏيائين! چوڌاري گوگاءُ پيو ٿو پئي. چند ڪو جهاج (جهاز) ٿو هوا ۾ گهوگهٽ ڪندو اچي! — بس صبح وڃي، ڪو جاءِ جو ٻلو ڪري اچ!“

اها سڄي رات عيسيٰ ۽ جوڻس اکين ۾ ڪري ڪاٽي. مڇرن جو سنڪو پئي پيو. ٻارن جو ٻرڙوٽ پيو پئي. ٽپ ۾ لڳ پئي نانڊن جيان ٻريٽن. چوڌاري ٻيلي ۾ وڻن جي ڪيرڻ جا ٺاڪوڙا! پاڻيءَ جو گوڙ ۽ گهمسان لڳو پيو هو. پاڻيءَ ۾ ٻڏندڙ مرڻ جي ڊڄ ڪارڻ ٻيلي کي مٿي ڪٽي ڏنو هو. ۽ اڃان لڏا مس لٽريا هئا ته مٿان اچي مينهن جوٽ ڪئي. هيٺان به پاڻي مٿان به پاڻي! انهن ٿي لڳو چڻ ته هيءَ دنيا پاڻيءَ جي ٻن آٿن ۾ اچي ٻنهي غرق ٿي ويندي!

باڪ ڦٽي. صبح ٿيو. مينهن بس ٿيو. عيسو جھوپڙي کان ٻاهر نڪتو. ڪٿي جو نظر ڪري، ته چوڌاري آج لڳي پئي آهي! رات ۾ ڪو پاڻي آڙهو هو! اصل پيٽيءَ کان ٻاهر.

”دير ڪرڻ آهي سر وڃائڻ جا پار“ — عيسو گڏهه پلاڻي تيار ٿيو. ٻه گڏهه ٻوٽي ٻڌي، ٻن سيني گڏهن کي اڳيان ڪري، پاڻ هڪ تي لانگ وراڻي عيسيٰ الا تو عار ڪئي. زالس وري به تاڪيد ڪيس ته ”حال پوبان ڏسيون ٿو وڃين. دير اصل نه ڪج!“

تنهن تي عيسيٰ ورائيو، ”ٻيلي پير ٿو وران. رڳو جاءِ جو بندوبست ٿي پئي. حڪيم صلاح هنئي هني، ان کي ٿو ڏسان — بس اچهو آيس، دلجاءِ ڪر!“

گڏهه پاڻيءَ ۾ گهوڙيا ته گوڏن تائين پاڻيءَ ۾ هليا ويا. سڄي وات پاڻي جهاڳيندا، ٻه ڪانا سج جا چڙهيا، جو اچي ٻيلي کان ٻاهر نڪتا. عيسيٰ دل ۾ چيو، ”حڪيم چيو هو ته وڏيري خوش محمد خان کي سلام ڇني، حال احوال ولئون اڇجانءِ — سو هاڻي وڃان ٿو وري حڪيم وٽ. ٻلا جي ڪٿي پڇي ته ’منهنجو نياپو ڏيون آئين‘ — ته پوءِ؟ پوءِ ته لڄي ٿيٺو پوندو! اڳو پوءِ وڏيري جي لانڍين کان ٿيندو وڃان.“ اهو سوچي، لانڍين ڏانهن

رخ رکيائين. شيخن جي پنهن تي عيسي پالي جهاڳي پورو ڪيو ۽ اچي لانڍئين پهتو. ڏسي ته وڏيرو ڳوٺ جي ٻاهران ويٺو آهي. ڍنڍ مالهن جو ويٺو آهي. ڪوڏر هٿ ۾ هلي. ڪن کي ڪوڏر هٿ ۾؛ ڪن کي ڏاٽو ڪلهي تي. ٻند پيو ٻڌجي. عيسي به اچي سلام ورايو. وڏي رڃي وڏيري کي، پيرين پيو.

"ڀلي آئين بابا - ڏاڍو مهل تي آيو آهين! ماڻهو آهن اڳ ۾ ڪهٽ. ڪڏهن جي ڏاڍي ضرورت هئي، جو پنجو ڪٽڻ لاءِ وهيت ڪونهي. شاباس ٿي. جنهن وچ پڻ سنئون ڪم ڪي - ٻند کي ٻڌي وٺو، پاڻي آيو کي آيو!" وڏيرو يڪ ساهيءَ اهو سڀ ڪجهه چئي ويو.

عيسي جون ته به ويون، ڇهه به ويون! مڙس ڍرڪي ويو. دل ۾ چيائين 'ڪهڙي نڀاڳ ڪنير جو ميڙي آيس'. هڪ خيال آيس ته وڏيري کي چئي ڏيان ته 'اجهو تو وٽ ته پاڻي ڪون پهتو آهي، پر مان ته پڇا چڙهي آيو آهيان پاڻيءَ جي وچ ۾!' پر وري پيو خيال آيس ته 'وڏيري جي خبر ته اڳ ۾ آهي ته ڪهڙو چنبهه لڳلو آهي. ماڻهوءَ جي ته منجهس بوءِ ئي ڪانهي!' اڃان انهن ئي پورن پچائڻ ۾ مشغول هو ته وڏيري واڪو ڪيو، "ڪهڙن خيالن ۾ اچي وئين؟ جلد ٿي. آهين ته ڪو سردار! توکي مهل نه مهل جي خبر ئي ڪانه ٿي پئي!"

هنيانءَ تي پٿر رکي، عيسو ڪڏهن ڪاهي پهچي ويو ٻند ٻڌڻ. ساهه سڄو پوئتي ٽنگيو پيو هوس. پر پوءِ زور اڳيان زاري! منجهند ٿي ته عيسي وڃي ڪمدار کي حال اوريو. خوشامد ڪري چيائين، "بابو ٿي، منهنجي جند ڇڏاءِ!" ... پر ڪمدار رکو جواب ڏنايس ته "بابا وڏيري چيو آهي ته جيسين ٻند چيلهه سنئون نه ٿئي، تيسين ڪنهن کي نه ڇڏيو."

"پر سائين ——" عيسي چوڻ چاهيو ٿي.

"پرَ پرَ ڪانهي. اشراف آهين ته مات ڪري ڪم کي لڳي وڃ؛ نه ته اجايو پاڻ کي ڏڌو ڪندين."

سنجها ويل ٿي وئي. ٻند اڃا گوڏن سنئون مس ٿيو هو. عيسي کي لڱن ۾ ستَ اهل هوئي ڪون. مردي جيان ٿي چريو. روح سڄو پوئتي انڪيو پيو هوس. دل ۾ چيائين، 'جهڙا حال آهن ته مي رات سڄي لوڙائيندا. هاڻي ڪا ڪسڪڻ جي ڪجي، پوپان پڇا الائي ڪيئن ٿيا!' ٻارن جو خيال ايندي ئي عيسي جي هيانءَ کي آنڌ مانڌ اچي لڳي. ائين ئي ڪڏهن ڇڏي ٻند جو پاسو ڏئي رڙهيو.

"اڙي ڪيڏانهن؟" ڪمدار رڙ ڪئي.

"اتي آهيان - جهنگ جو خيال ٿيو اٿم. حاجت لاهي وٺان"- عيسو اڳتي چوهيون وڪون ڪندو ٿي ويو ۽ ٻنا پوئتي نهارڻ جي چوندو ئي ٿي ويو.

"اتي ئي ڪٿي پٽ پاسي سان سڙ- ايڏانهن اوڙاهه ۾ ٻري ڪيڏي ٿو وڃين؟" ڪمدار اتاوليءَ وڇان ڇيو.

عيسي ڪنڌ وراڻي پوئتي ڏٺو- ڏٺائين ته 'چڱو ڀلو ڀيرو آهيان.' وري ٻوڙ ٻاڻائين. ڪمدار مالهن کي ڇڙڪر ڏني- "وارو ڪيو، پٺيان سوئر کي پڪڙي وٺو!"

پر عيسو وٽ ڪٿي ٿو ڏئي! ڊوڙندو ڊوڙندو ماڻهن جي نظرن کان غائب ٿي ويو. جڏهين ڏٺائين ته پوئتان ڪوني ڪونهي، تڏهين وڃي دم پٽيائين. بس اڃان ڀي وڪون ڪنيائين ته پاڻي گڏ بس- گهيڙي پيو پاڻيءَ ۾. گوري اونده ٿي ته عيسو به پاڻي جهاڳي اچي ٻيلي وٽ پهتو.

ٻيلي ۾ گهڙيو، ته پاڻي گوڏي تي آيس. واٽ جو ڪو پتو ڪونه ٿي پيو. عيسو اوت تي پاڻي جهاڳيندو وڌي رهيو هو. آسمان تي ڇانيل ڪارن ڪڪرن سان کنيون ڪرڻ لڳيون، ۽ اوچتو وڏ ڦڙي جي وس شروع ٿي وئي.

چوطرف فضا ۾ پاڻيءَ جو ڪڙڪو لڳو پيو هو. ڇولين جو سٽڪو، مرن جون ڀُهڪارون ۽ هڏڪارون، گدڙن جون اونايون ڪنن ۾ پئي وڳيون. هوا جي گهوڪهاٽ کان پوءِ، مينهن جي ڦوهاري جي ڇاٽ جو سوسٽ پئي پيو. عيسو سٽ جيڏي پاڻيءَ کي جهاڳيندو اڳتي وڌندو پئي ويو: تان جو اچي ڪابلي ٻيرن جي قطار کي رسيو جا نولڪيءَ جي ڪپ جي هيٺان هئي. عيسي جون ٽنگون لوڏو ڪائي، بيهي ويون! سندس اکين ۾ خوف ڀرجي ويو! سامهون نولڪيءَ جي ڪپر جو ڪو نالو نشان به ڪونه هو! پاڻيءَ الاجي ڪيڏيءَ مهل ڪپر ڪڍي چڙهيو!

عيسو چپ بيٺو، سامهون نهاري رهيو هو. پاڻيءَ جون ڇوليون اچي پئي سانس ٽڪريون. مينهن جي پاڻيءَ جون ڇانٽون سندس منهن تان پيئي لارون ڪيو وهيون. هو چپ چاپ بيٺو هو.

اوچتو سامهون کا اچي شئي ترندي عيسي ڏانهن اچڻ لڳي. عيسو بيٺو رهيو. اچي شئي وڌندي اچي عيسي اڳيان پهتي. عيسي پرانڪهون هئي، وڃي ان کي ٻاڪر ۾ ڪئيو. هي عيسي جو "سوني" ڪتو هو. مالڪ کي سڃاڻي ڪتو ڪونڪاٽ ڪرڻ لڳو، ڄڻ ته ڪير چوندو هجي، "تون ڪٿي هئين؟ تون ڪٿي هئين؟ تو ديرِ جو لاتي؟ تون ڪٿي هئين؟ تو دير جو لاتي؟ تون ڪٿي هئين؟"

...... ۽ پوءِ، پاڻيءَ جي وڌندڙ ڇولين ۾، مٿان ڪرندڙ مينهن جي ڦڙن سان گڏ، عيسي جي اکين مان ڳوڙها وسڻ لڳا.



ڪُوزو، ڪتاب ۽ پيالو (ڪپڙي تي تيلائين رنگ جو ڪم)

- چتر ڪار: ع. ق. شيخ

ابن الياس سومرو

# اختيار

اڄ ڏينهن لنگهي ويا: اڄ ناٺون ڏينهن گذري رهيو هو: بنا اطلاع ڏيڻ جي وِلُوءِ الائي ڪيڏانهن هليو ويو هو. صوبيدار صاحب جيڪر زنده هجي ها، ته شايد گهر ۾ سندس اڳ جاڻي پٽ جو ڪو ذڪر به نه ڪري ها، پر هيئنر ولوءَ جي ماءُ، جنهن کي پٽ ياد ڪندي ڪندي پهرن جا پهر گذري پئي ويا، سا بنهه ماندي ۽ آهمي ٿيندي وئي.

جڏهن مرحوم صوبيدار جي پل پلان هئي، ان وقت انهيءَ زال کي ماڇين مان ڪٺي آيو هو. ڏاڙي جي سلسلي ۾ آتي وڃڻ ٿيو هوس. غريبن ڏاڏيون دانهون ڪيون، ڇڏيندي آهر چڱن مڙن کي منٿون ڪيون، مگر وريو ڪجهه به ڪين. مائي رنڙ هئي، ڪيس اڳئين مڙس مان پٽ به هو، جنهن لاءِ ڪيس چيائين ته اهو پنهنجو پٽ ڪري سمجهندس. ٿئين نينهن هڻ سبب ڏاڍا وعدا ڪيائين: ڪيس پڙهائڻ، شهر مان پرڻائڻ ۽ بنگلي مان حصي ڏيڻ وغيره جا قول ڪيا هئائين. اوري پري جي مائٽن جو اچڻ وڃڻ ڪجهه هن مرحوم پاڻ بند ڪرايو ۽ ڪجهه هن ڪري بند ٿي ويو جو هنن سندس وهاريل زال جي ذات سان اختلاف ڪيو: زال، ذات جي ماڇاڻي هئي، ۽ صوبيدار جا مائٽ اصل مغل هئا، ۽ هميشه سادات ۾ سنگ بند ڏيندا هئا.

وِلُوءِ اڃا وهيءَ ستين چڙهيو ته صوبيدار صاحب کي سندس پير اڻا معلوم ٿيڻ لڳا. هڪڙي دفعي ته صوبيدار صاحب جو پريل پستول ڪٺي ويو، جنهن کي صوبيدار صاحب هميشه ٽي ڪليءَ ۾ ٽنگي ڇڏيندو هو. انهيءَ ڏينهن صوبيدار صاحب جي زال رات جو مائي ڪاٺ ڪاڙي هئي، رڳو انهيءَ ڪري ته 'پرائو پيءُ هو، تڏهن ٻچي کي ڳاڙهيون اکيون ڪري مارڻ ٿي آيو'. تنهن کان سواءِ جوٽس صاف صاف اٿين به چئي ڏنو هوس ته "پيا وعدا ڪيئن پاڙيندين، جڏهن رڳو ڪنهن شيءِ شڪل ۾ انسان ماءُ پٽن جو دخل نه آهي!" صوبيدار صاحب پنهنجي ڏيءَ کان هميشه زال ۽ وِلُوءِ کي جدو رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو، متان 'پرائي ماءُ منهنجي ٽٻي آنڊن ۾ هٿ وجهي!' اهي خيال صوبيدار کي پهريائين ٿورا ٿورا، ۽ پوءِ هر وقت پيا آڏو ايندا هئا. نيٺ، آهستي آهستي، صوبيدار صاحب، وِلُوءَ جو گهر ۾ اچڻ بند ڪري ڇڏيو.

صوبيدار جي وڏي سڱوت جهان خان کيس گهڻو سمجهايو هو ته 'پنهنجن سان نه ٿيءُ؛ رت دانگيءَ تي اٿلي ايندو آهي.' پر صوبيدار ان ڪي به ڪنو جواب ڏنو هو، جنهن تان جهان خان جهڙو بزرگ ائين چئي ويو هو ته "ابا ڪندو خدا ۽ خدا جو رسول ته بچڙو ٿي مرندين". بچاڙيءَ جو جيڪي مرحوم صوبيدار سان زماني ارهه زورابون ڪيون، تن لاءِ اڄ به سندس مائٽ ائين چوندا آهن ته 'چاچي جهان خان جو پاراتو وڙهي ويس؛ جو اڄ پينگ پئي واڪا ڪريس!'

ٿيو به ائين. مرحوم تي رشوت جو ڪيس داخل ٿيو ۽ ٽي سال ڪورٽن جا ڪڙا ڪڙڪائڻا پيس. سفارشن ۽ هزارن رپين اڏائڻ بعد، جڏهين مس مس سندس جند آزاد ٿي، ته پاڻ انهيءَ سال ئي جهان ڇڏيائين، ۽ پٺيان پريو پڪليو گهر پين جي حوالي ٿي ويو.

مٿس ڪيس ٿيو هو ته اڪثر خير خيرات گهڻي ڪندو هو؛ يتيمن ۽ مسڪينن تي شفقت جي نظر رکڻ لڳو هو؛ ۽ گهر ۾ لک لک صلواتون ڪڍائيندو هو. سندس نياڻي جنهن سان گهڻي دل هوندي هيس، سا به سندس پرپٺ ڪم ڪار کي منهن ڏيو ويٺي هوندي هئي. مرحوم پاڻ چوندو هو ته 'منهنجي نياڻي منهنجي سر جو تاج آهي. ڌيءَ ته نه آهي، بلڪه جانب پت اٿم پت!' اهوئي سبب هو جو جڏهين به ڪٿان سندس سوپياوان سلڇڻي نياڻيءَ جي سڱ جي گهر ٿيندي هئي، تڏهين هو ڇوڪري کي پنهنجيءَ نينگر جو جوڙ جيس نه سمجهي، انڪار ڪري ڇڏيندو هو.

هڪڙي هنڌ ته ڇوڪرو واقعي اخلاق جو تمام ڪريل نڪري پيو، ڇو ته عين سڱ جي ڏينهن اها عورت ظاهر ٿي پيئي، جنهن سان ڇوڪرو پن سالن کان ڦٿل هو، ۽ حمل جو شبهو پڻ هو. هفتو کن ته سڄي پاڙي ۾ اهائي چوبچو هئي - بس اهوئي گفتگوءَ جو موضوع هو: ڪا چئي رهي هئي، 'مال ملڪيت وارا آهن، ته به ڇوڪريءَ کي نياز نوڙت ڪيڏي نه آهي! سڄي سڄي رات الاهي بندگيءَ ۾ مصروف ٿي رهي! شڪر آهي جو اهڙي بي طالع سان پلئه نه اٽڪيس!' 'هائو، امان! ڏهن هزارن حق مهر کي ڇا ڪبو ۽ پن سيرن سون کي ڇا ڪبو؟ وڏي ڳالهه آهي انسان جي عزت. اهڙي نياڻي جيڪر خدا شل سڀ کي ڏئي!'

اهڙيءَ طرح ٻئي هنڌ وري هن ڪري صوبيدار صاحب جن مڱڻو رد ڪرايو جو زمين جي سوال تي متفق نه ٿي سگهيا: ڳالهه صوبيدار صاحب جي به معقول هئي، ته اها زمين جنهن صورت ۾ اڳي پوءِ زال مڙس جي آهي ته پوءِ آخر ڪهڙو سبب آهي جو گهوٽيا نڪاح رات ڪنوار کي لکي ڏيڻ لاءِ رضامند نٿا ٿين؛ بس انهيءَ خسيس ڳالهه تان مڱڻي اڻ ڏينهن به جٽاءُ نه ڪيو. ٻيو مڱڻو ته خان صاحب پاڻ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نه هو؛ زندگيءَ جي شروعاتي دور ۾، اڃا پاڻ اهڙو چوهيل ڪين هو ته پاڻ سان ڳالهيون ڪري ڇڏيون هئائين، ۽ مٺائي ورهائي خوشي ڪئي هئائون؛ بلڪ ڪڪيءَ کي ڪڇ ۾ کڻي اچي وڏي پاڻ کي هنج ۾ ڏنو هئائين: چي، "ادا! پاٿرن جون ونديون پاٿر ڪائيندا." مگر هاڻ 'هڪ سچ به پاڇا

آهن‘، ’جيڪو جڏهين چڙهي سو تڏهين سوار‘! وڏو ڀاءُ سفاطمن ۾ ترتيب ۾ وڃي ڪري، ۽ صوبيدار صاحب پاڻ بالائي اپت مان سٺيو ٿي پيو هو، ۽ هاڻي اڳين ڳالهه رڳو ٻڌڻ ۽ کِهِلائي سمجهندو هو.

اهڙيءَ طرح جڏهين ٽي مهنا آهستي آهستي پورا ٿيا، ته غلام فاطمه ۾ صوبيدار جي وڌاريل زال دلچسپي وٺڻ لڳي. ڦلٿو روز اچڻ لڳو، ڪيڏيءَ مهل ڪيمرا کنيو اچي، غلام فاطمه جا مختلف پوز پيو ولي: غلام فاطمه ڦٽي پيئي ڏئي؛ غلام فاطمه نرگس جي لباس ۾ بيٺي آهي؛ هي غلام فاطمه جو عيد جو فوٽو؛ هيءَ سالگره جي تصوير! ۽ اڄ ڇوڪري جي بيگ، جنهن ۾ سڀ ڪجهه بند هو، پلنگ جي هيٺان انتظار ڪري رهي هئي- ڦلٿوءَ کي اڄ رات جو اچڻو هو، ۽ ٻنهي، رات جي اونده ۾ هليا ويندا. مگر ڦلٿوءَ کي ڏهون ڏينهن گذري رهيو هو، خبر نه آهي ڪڏهين ايندو، ايندو يا نه! اهي خيال ڀڄائيندي ڀڄائيندي غلام فاطمه کي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. طبيعت ڪجهه ملول ۽ دل پريشان رهڻ لڳيس، هن خيال ڪيو ته ’هي احوال ڪنهن کي ڪٿي ٻڌايان‘؛ وري اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس. هڪڙو ته هيءَ ڳالهه ڪنهن کي هونءَ ئي ٻڌائڻ چڱي نه آهي، ٻيو وري ڦلوءَ جي باري ۾ سندس تعلقات هي ڪلور ڪيا، جنهن ۾ ڪنهن جو به شڪ نه ٿي ٿيي سگهيو! اهي خيال ڀڄائيندي ڀڄائيندي، ٽو مهنا گذري ويا هئا. هن کي ائين معلوم ٿي رهيو هو ڄڻ ڪو پيٽ ۾ ڊوڙون پائي رهيو آهي- آسمان مان هڪڙو تارو ٽٽي، زمين تي اچڻ لاءِ بيتاب ٿي رهيو هو. جڏهين کان غلام فاطمه جي پيءُ وفات ڪئي، تڏهين کان سندس ماءُ جي ماءُ ڦلوءَ کي گهر ۾ باقاعدي دخل ڏنو هو، نه ته مرحوم پنهنجي حياتيءَ ۾ ولوءَ کي دَرَ جي ڏيڍيءَ تي بيهاريندو هو، ۽ هو ايندو به ڇهين ٻارهين مهيني مس هو. غلام فاطمه کي رکي رکي اهوئي خيال پئي آيو ته ’جيڪر اهي ڏينهن ڪيڏانهن هلي وڃان ۽ هوا بدلائڻ جي بهاني سان، ٻئي مهينا ترسي، آجي ٿي اچان!‘ هڪ دفعو ته همت پست ٿي ويس ۽ بنهه هٿيار ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي وئي- ڪوبه رستو سامهون بچيل نه ڏٺائين، ڪاٻه ٻي وات ڪيس نظر نه آئي، سڄي جهان ۾ پاڻ کي اڪيلو سمجهائين ٿي. پر، اڄ ولوءَ کي اچڻو هو، ڏري اندر پئي وڃي ته ڏري ٻاهر اچيو وڃي؛ هڪ گهڙي بنهه ٽڪاءُ نه هوس. اها رات غلام فاطمه کي زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي رات محسوس ٿي رهي هئي. هن پئي چيو ته ’رات ڪٽي ڪٽي‘، ليڪن رات هٽي جا وهاڻ جي نه پئي ڪري. اوچتو سندس ڪمري ۾ ٽنگيل گهڙيال پورا ٻارهن وڄايا، ۽ غلام فاطمه جي اکين اڳيان اونده اچي وئي. اٿي پنهنجي ڪمري جي دروازي کي پڪڙي، ماٺ ماٺ ڪري ڪٿي ڪيائين، ۽ ورهين جي ساٿي آرسيءَ جي اڳيان بيهي، پڪ ساهيءَ ئي وئي.

صبح جو سڄي محلي ۾ اطلاع پهتو ته مرحوم صوبيدار صاحب جي نياڻي رات جو پيٽ ۾ سخت سور پوڻ سبب رحلت ڪري وئي. جوانيءَ جي اوچتي موت تي سڀني جي واتان ”افسوس“ نڪري ويو. ’ٻارهين مهيني وڃي ڀيءَ کي هٿي.‘ ’پيءُ جي ڏک نياڻيءَ کي اسرڻ نه ڏنو!‘، ’اها پيٽ جي وهلي جي بيماري پوڙي آهي، شل نه ڪنهن کي ولي!‘ مختلف گهرن ۾ جدا جدا قياس آرايون ٿي رهيون هيون ۽ ڦلوءَ کي گهر مان غائب ٿئي، هي ٻارهون ڏينهن گذري رهيو هو.

ابن حيات

# واھ وڏيرا....!

"ڏسان تہ جيئن بخشڻ وانگر ڀاڻ ملهائين: ١٢ مهنا گذري ويا آهن، پر تو اڃ بہ ياد اٿم!" وڏيري اهين چوندي ٿورو مرڪيو ۽ خميسي ڏانهن نهاريو. نهارڻ سان ئي ٿاڙي ورتائين - "هائو ٻيلي هن پر بہ ڪمدار وڏي وارا اکر آهن، پنهنجا ٻانهي ٻيائين تہ ڪولي ٽيندو ڪولي. جتي بہ ٻجهو تہ گسندوئي ڪين." خميسو ڪنڌ هيٺ ڪيو، سامهون منجهس تي ويٺو هو، ۽ دل ئي دل ۾ چوڻ لڳو، "ٻر، ڦاٻو تہ ڪا وڏي حرامزادي آهي. ڪهڙي نہ ڊول ٻيءَ ڪي اچاني ويٺي آهي! هن ڪارنهن جي ڪنن ڪي تہ جمڻ مهل ئي ٺوٺيءَ تي نهن ڏيئي ماري ڇڏجي!"

وڏيرو - "خميسا! وقت خير جو پيو گذري؟"

خميسو - "سائينءَ جي سر بخت جو خير هجي، اوهان جي ئي اجهي ۾ ڏکيا سکيا ڏينهن ڪاٽيو پيا دعائون ڪريون."

وڏيرو - "ڳانڊو! ڏکين ڏينهن جي بہ اڄ ڪو ڳالهہ ڪرين؟ اسان کي تہ تون بہ اهڙوئي پيارو آهين، جهڙو ڪمدار وڏو. مرحيات تہ دل تان ئي ڪو وسري. واھ جو سر سوڏيون سئون ڏنائين، آڏيءَ مانجهيءَ ڪنڌ نہ ڪيايائين." اهين چوندي، وڏيري روڻ هارڪو منهن ڪري، هڪ شوڪارو ڀريو ۽ جمعي ڏانهن نهاريو.

وڏيرو - "جمعا، ڪي ياد اٿئي؟"

جمعو - "هائو، ڀوتار، ڪلهوڪو ڏينهن آهي، مڙس تہ نہ هو نہ! ڳُجهہ هو ڳُجهہ، ساھ سانڍڻ جهڙو. واھ جو نمڪ ملهايائين!" ٿوري اک ڀڃي، "ڀوتار اها رات ياد اٿو؟" وڏيري ڪان ٺهڪ نڪري ويو، "جمعا انهيءَ ڏينهن هئي خدا ڏانهن سڻائي، جاتي هٿ بخشڻ جا نصيب ٺيا. واھ مڙس تنهنجي ڇاتي! سڄو شهر اٿي پيو، ماڻهو چوڦير ڦري آيا، وٺي جو هڪل ڪيائين تہ ڊڊرني ڊرا ٿي وين. ٻيلي شل مڙسن جو ڪال نہ پوي."

جمعو - "ڀوتار، هيءَ بہ انهيءَ ول جو ڦتو آهي!"

خميسي ٻئي هٿ ڪٺي ٻڌا ۽ چوڻ لڳو، "چاچا، اسين بہ وڏيري جو ساڳيو نوڪر آهيان."

هڪ ڏينهن، جمعي اچي خميسي جي ڪتوهہ تي هڪل ڪئي. خميسو ڪونہ هو، نيابو ڇڏي ويس - "مون وٽان ضرور ٿي وڃ!" شام جو جڏهن خميسو گهر آيو، تہ جوئس ڳالهہ ڪيس.

سج لهي چڪو هو؛ جمعي جو ڳوٺ ڪو ايترو پري ڪونه هو: رڳا ٻه ميل پنڌ جا هئا. اجا هيءُ ٻه جمعي جي گهر جي ٻاهران ئي هو، تہ جمعي ڪيس ڏسندي هڪل ڪئي، "ابا سج ڇپيو اٿن، ايو امان مري، شل ڇالو نہ مرن!"

ماني کائي جڏهن واندا ٿيا ۽ حال احوال جي ڏي وٺ شروع ٿي، تڏهين جمعي پڇايس، "ابا پيو مڙ ٻوڙي خير، اڳيئي هڪ ٻئي کي ڇالون سڃاڻون. ٽيون ڏينهن وڏيري وٽ سندس اوطاق ۾ ويٺو هوس: ڳالهين تان ڳالهيون ڪندي، مرحيات جي بہ ڳالهہ نڪتي. وڏيري چيو، 'ٻيلي جمعا، مڙس اهي جيڪي ننگ سڃاڻن! بخشڻ ڪو مري ڪونہ ويو آهي. خميسي تنهن ڏينهن ڏکين ڏينهن جي ڳالهہ ٿي ڪئي. تون نياڻو ڏياري موڪلينس تہ هڪ ٻہ سٿا مينهن اسان وٽان ڪاهي وڃي پچا پاري. انهن ڪاڏو تہ اسان ڪاڏو، منهنجي صلاح آهي تہ تون سياڻي وڃي ٻہ مينهون ڪاهي اچ. پوءِ جي ٻئي نہ جهلين تہ هڪ ڪٽي سون کي ڏجانءِ."

خميسو— "چاچا! وڏيري تہ پنهنجا وڏ ڪيا، پر تو پارا چڱا چوندا آهن تہ 'سچڻ سڄي پانهن ڏئي، تہ سڄي نہ ڳهجي.' وري بہ جيڪا تو وڏي جي مرضي."

جمعو— "ابا مون کي ڪهڙي پرواهہ آهي. تو مون جهڙا ڪيئي پيا پلجن. اسين بہ اٿان نہ ڪائيندا سون تہ آخر ڪٿان ڪائيندا سون؟"

خميسو- "چڱو چاچا، پوءِ ڀلي هڪڙي ڪٽي تون جهل ۽ ٻي مون کي ڏياري موڪل."

ٻئي ڏينهن شام جو، جمعو مينهن ڪاهي اچي در تي بيٺو. رات اتيئي رهي پيو. ڏاڍيون خبرون ڪيائون.

هفتو گذري ويو. هڪ ڏينهن، جيئن خميسو مينهون ڏهي رهيو هو، تہ ٻاهران ڪنهن جو سڏ پڌائين. اچان نڪري ڏسي، تہ وڏيرو گهوڙيءَ تي بيٺو آهي. خميسي ڏاڍيون منٿون ڪيس تہ "منهنجو پاڻي پيو وڃ"، پر وڏيري عذر ڏنس تہ "اڄ رات ضرور وجهو اٿر"! وڃڻ مهل ڏهن رپين جو نوٽ خميسي کي ڏئي، چيائين، "هي اسان جي نياڻيءَ مائيءَ، بخشڻ جي گهر واريءَ، کي گنديءَ جا ڏجئين." ائين چئي هن گهوڙي هڪلي. وڏيري جي وڃڻ کان پوءِ، خميسي جي ٻاجائي اچي وڏيري جي ساراهہ ۾ ڇٽي! چي، "ادا خميسا، وڏيري جهڙا وڏاٿا قربانتا ماڻهو ڪٿي! ڏيٺس ڦاپوءَ بس مڙس کي زهر جو وٽو پياري ڇڏيو آهي. چوريءَ جو ڪم تہ ڏس ادا—سڙنس حسين نہ وٺيس، جنهن سان مڱيل هئي: پڇي وڃي هن ماڇيءَ ماسات شمن سان نڪاح وڌائين: ادا، خدا جي قدرت آهي! اڄ اهي ماڇي بہ ٻلي پائي، خان ٿي ويا آهن! نہ تہ جڏهن ڦاپوءَ جي ماءُ وڏيري وٽ اچي ويٺي هئي، تڏهن ٽڪر ٽڪر لاءِ موٿاج هئا. وڏيري کي ئي ڇڪي، ڇڪي، ڇني ڦٽي، اڄ وڃي ايتري اوچ تي پهتا آهن. پاڻهي مرحيات اول ئي وڏيري کي چوندو هو: 'وڏيرا، هن ڪمذات ماڻهن کي ايڏو ويجهو نہ اچڻ ڏي.' پر ادا، وڏيرو بہ هو ماڇياڻيءَ جي منهن پر—سو ڏن دولت، مال

ملڪيت بہ ڦرابائين ۽ ٻجاڙيءَ ۾ ڏيءَ بہ ڪٿي ويس! ادا، سچ چيو اٿن: 'رنون سڙسن جو سان ڇا ڄاڻن!'"

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ، هڪ رات، خميسي کي وڏيري جو نياپو اچي پهتو. "ميٺ مٺي ۾ هجني تہ ٻاڻي مون وٽ آهي!" انهن ني ٻيرن تي زال کي هڪل ڪيائين "لٽ ۽ جٽي آڻي ڏينم." ولي ٻنڌ پيو. اچا سنجهوني هو تہ اچي اوطاق پهڙو ٿيو. جمعو اڳيئي ويٺو هو، هن کي ڏسندي هڪل ڪيائين: "ابا، اچي وڻين!" "هائو، چاچا: حڪم ملندو ۽ اچبو نہ!"

جمعو- "ابا خميسا، اهو نياپو تو کي مون موڪليو هو. تون تہ پنهنجو آهين، تو کي تہ سڄي خبر آهي. نينگريءَ پڇي وڃڻ کان پوءِ وڏيرو ڪنڌ ني نٿو ڪٽي. ڪهڙي صلاح اٿئي؟ ٻانئين ٿو تہ تو کان کي ٿيندو!"

خميسو- "چاچا بس!، ڪي پيو بہ چوٿو اٿئي؟"

جمعو- "ابا پيو ڇا چوانءِ! هاڻي تہ ڪنڌ ني ڪٽي ٽتا سکهون."

ٻئي ڏينهن، سچ اڀرڻ سان، خميسي مينهن هڪلي وڏيري کي ڏياري موڪلي. انهيءَ ڏينهن لڏو ڪٽي، اچي شمن خان جي ٻنيءَ ۾ ويٺو. جيڪو بہ پڇي تنهن سان وڏيري جي ڳالهہ، "ڇي ههڙو آهي، ظالم آهي، هيئن ٿو ڪري، هونئن ٿو هلي ...... وغيره"

گهر جا سڀئي ڀاتي حيران ٿي ويا تہ هيءَ ڇا ٿيو. خميسو بہ ڏينهون ڏينهن زياده اداس ۽ پريشان نظر اچڻ لڳو. نہ کلڻ نہ ڳالهائڻ: ساني ڪاڏي نہ ڪاڏي جهڙي: مونجهہ ني مونجهہ. ڪهاڙي هٿ ۾ ڪيو، ٽڪن کي ڀرايو، سارو ڏينهن اڪيلوني اڪيلو جهنگ ۾ گذاريندو هو: ڪڏهن تہ سڄيون راتين جون راتيون گهر ۾ ني ڪونہ هوندو هو.

هڪ ڏينهن ڏرتيءَ جو رڙيون ٿيون. ماڻهو پڇندا ويا، ڏسن تہ شمن خان، اوطاق جي ٻاهران رت ۾ ڳاڙهو ٿيو ڪريو پيو آهي. خميسي جي هٿ ۾ ڪهاڙي هئي: مڇريل ڪتي وانگر اجان ڏاڙهڻ لاءِ تيار.- پڇيون پيو ڏئي: "متان ڪو منهنجي ويجهو آيو آهي: ڦٽو ڦاڙي ڇڏيندو سانس: پڇي ٻاسو ڪيو مون ڪان!"

---

"مون وٽ جابر سلطان جي محلات، خوف جي اهائي قدير هيڪل آهي، جنهن ۾ بادشاهہ ديوتا آهي، ان جا مقرب ڪاهن آهن، ان جو تخت قربان گاهہ آهي، ان جي رعيت رڊون آهن، جن کي پڪڙي ان معبود تي قربان ڪيو وڃي ٿو." - ڪائونٽ

"اياز" قادري

# فرشتو

جڏهن هو گهر موٽي رهيو هو، تڏهن رات ڪافي اونداهي ٿي چڪي هئي. آسمان ۾ بادل شيطاني روحن جيان هيڏي هوڏي ڊڪي رهيا هئا. گهٽيءَ ۾ ڏينهن جو برسات پوڻ ڪري چڪڻ لڳي پئي هئي. ڪڏهن ڪوبا پاڻيءَ سان ڀرجي ويا هئا. گند جي ڍيرن سان، جي گهٽيءَ ۾ هرطرف پکڙيل هئا، گندي بانس پکڙجي ٿي وئي. ميونسپل طرفان لڳايل فانوس ٽم ٽم ڪري رهيو هو- هوا جي جهوٽي تي سندس لاٽ جهڪي ٿي ٿي ويئي، وري پڙڪو کائي ٿي اڀري- گهٽيءَ ۾ هرطرف سانت ٿي سانت هئي، ڄڻ موت جو فرشتو پنهنجا پير کمائي ويو هجي. رکي رکي، ڪنهن گهر مان ٻار جي رنڻ جو يا ڪتي جي ڀونڪڻ جو آواز ٿي آيو، ۽ وري خاموشي ڦهلجي ٿي وئي. هن پنهنجي جسم ڏانهن نهاريو، جو لاڳيتين بيمارين سبب هيڻو ٿي ويو هو، جنهن ۾ نه سگهه هئي نه قوت- هڪ هڏائون پڃرو، جيڪو ڊاڪٽرن وٽ ڏيکاءَ لاءِ پيو هوندو آهي! هن پنهنجي کيسي ڏانهن نهاريو، جنهن ۾ ٻه آنا کڙڪي رهيا هئا. هن جي ڇپن تي مرڪ ڦهلجي وئي- اهڙي مرڪ جنهن ۾ هزارين کهاڻ چيبل هجن، جنهن ۾ هزارين سور لڪل هجن. 'سڄي ڏينهن جي ڪمائي صرف چار آنا!' هو نفرت وچان ٽهڪيو ۽ ماٺ ٿي ويو. آهي به ڄڻ خيرات طور مليل! هن کي ڪارخاني مان ڪڍيو ويو هو- انهيءَ ڪارخاني مان جتي هن جي ڏاڏي ڪم ڪندي زندگي ختم ڪئي هئي، جتي هن جو پيءُ ڪم ڪندي ٻئي هيٺ اچي شهيد ٿي ويو هو، جتي هن ننڍپڻ کان وٺي ڪم شروع ڪيو هو- ڇاڪاڻ ته هو بيمار هو، هاڻي هن جي ڪارخاني ۾ ڪا به ضرورت نه هئي! ڪنهن وقت هو پنهنجي ٽوليءَ جو موچارو مزور ليکيو ويندو هو. هن جي ڪم تي ٻيا مزور ريس ڪندا هئا، سيٺ خوش ٿي کيس شاباس چوندو هو. صبح کان شام تائين ڪم ڪرڻ سان ٻه چار رپيا ڪئي وٺندو هو. مگر هينئر هو زنده لاش هو، جيڪو قبر چيري هن دنيا ۾ آيو هجي، جنهن کي ماڻهو ڏسي گهبرائجي وڃن. "نه، بابا! نه، تو کان مزوري نه ٿيندي!" "نه، سائين! نه، تون نوڪري ڪٽي نه سگهندين!" "نه، مسٽر! نه، اهڙو وزن کڻڻ تنهنجو ڪم نه آهي!" آخر هو ڪري به ڇا ٿي سگهيو؟

اهڙو ڪو به انسان نه هو جو مٿس ڪهل آڻي، کيس چوي ته "اچ، بابا! هي بار کڻ"

صبح ڪان شام تائين بازارن ۽ مارڪيٽن جا ڦيرا پائيندي، ڪجهه به هٿ نه پئي. بس- صرف چار آنا، جنهن مان هڪ ڊبل روٽي وٺي پاڻ کاڌي هئائين ۽ باقي ٻه آنا انهيءَ خيال کان بچائي رکيا هئائين ته متان سڀاڻي مزوري نه لڳي ۽ پيٽ کي ٻڌو ٻوءِ! ڪڏهن اهڙا ڏينهن به ايندا هئا جو هن کي ۽ هن جي ماءُ کي ويلن جا ويلا صرف پاڻي نصيب ٿيندو هو. هو آهيءَ ۾ پنجي ويو. هو اهو سڀ ڪجهه به ته پنهنجي ماءُ لاءِ، جا هن جي سموري ڪائنات هئي، ڪري رهيو هو، ورنه دنيا کان منهن موڙي اهڙيءَ ريت مڙي سان چادر پائي سمهي رهي ها، جو ڪيس قيامت جي ڏينهن به بيدار ڪري نه سگهن ها- انهيءَ ماءُ لاءِ جنهن راتين جا اوجاڳا ڪڍي، هن جي خدمت ڪئي هئي؛ انهيءَ ماءُ لاءِ جنهن صبح کان وٺي شام تائين جنڊ ڪاهي هن جي پورت ڪئي هئي؛ انهيءَ ماءُ لاءِ جنهن پنهنجي پيٽ کي بکون ڏئي هن جي پيٽ کي پريو هو؛ انهيءَ ماءُ لاءِ جيڪا گرميءَ توڙي سرديءَ ۾ هن جي آرام خاطر ڪڏهن به سک ٿيي نه ستي! نيٺ سندس چاڪري ڪندي هوءَ بيمار ٿي پئي هئي. حڪيم ۽ ويج آيا: ڪجهه نه ٿيو. خانگي ڊاڪٽرن فيون ورتيون: ڪجهه نه ٿيو. سرڪاري اسپتالن مان ڪيس لاعلاج ڪري ٽوڙيو ويو. سندن گهر ۾ جا ميڙي چونڊي هئي، سا ختم ٿي ويئي. سندن گهر جو سمورو سامان وڪامي ويو. سالن پٺيان سال گذري ويا، مگر هن جي ماءُ تندرست نه ٿي. رهندو، هو پاڻ به بيمار ٿي پيو. اڳ چار ڏوڪڙ ڪمائي ماءُ لاءِ ڪجهه دوا ۽ ڪجهه کاڌو وٺي ايندو هو، مگر هينئر ڪيس ڪير مزوري ڏيڻ لاءِ به تيار نه هو. ڪوبه ڪم ڏيڻ جي آڇ ڪونه ڪندو هوس. صبح کان شام تائين رلندو، شام جو ڊڪر کائيندو، اچي گهر پيڙو ٿيندو هو.

آپ ۾ ڪڪر مڙي ويا، ڄڻ آسماني ديوتائون دنيا جي رهاڪن خلاف سازش سٽي رهيا هئا. رڪي رڪي، بجلي چمڪي ٿي. هلڪي هلڪي بوند بوڻ لڳي. هن آهستي آهستي قدم جهوپڙيءَ ۾ رکيو. ڏڪر جو ڏيو ٽم ٽم ڪري رهيو هو. هن جي ماءُ کٽ ۾ نيم مردہ حالت ۾ پئي هئي. پنهنجي پٽ جي پير جي آهٽ ٻڌي، ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيائين، مگر ڪنگهه سبب سندس اکر نڙيءَ ۾ ئي رهجي ويا. ٿوريءَ دير بعد سامت ۾ آئي ۽ آهستي چيائين، ”ابا دير لڳائي ڇڏيئي.“ پوءِ ٿوريءَ دير لاءِ چپ ٿي ويئي. ”ابا! منهنجي دوا!“ هن جون اکيون هوريان هوريان وڃي پٽ جي چهري تي پيون. ”امڙ!“... اکر هن جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا. ”حڪيم چيو ’دوا اڃا تيار نه آهي‘ - سڀاڻي انشا الله تيار ٿي ويندي. دوا جو نالو ٻڌندي، پوڙهيءَ جي جان ۾ جان آئي. ”ابا! هن جيئڻ کان موت ڀلو! جيڪر زهر ملي ته زندگيءَ جي سورن کان ڇٽي پوان!“ هن ڊبل روٽي ماءُ جي اڳيان وڌائي، جنهن مان هڪ ٻه ٻور وات ۾ وجهي، ليٽي پيئي.

هوا تيز ٿيندي وئي. مينهن به اوهيرا لائي ڏنا، ڄڻ آسمان کان آبشار لهي پيا هئا. هن جي ماءُ سڄي رات رڙندي رنندي، ڇڪهندي ڪڪندي، ڪنگهندي ۽ سهڪندي گذاري.

ڏيو هوا جي جهوٽن تي ڏوڏو ڪري رهيو هو. هو مٽي هيٺان پاڻهون ڏئي سمهي پيو. هن جون اکيون ڪليل جون ڪليل رهجي ويون. هو پنهنجي ۽ ماڻ جي زندگيءَ تي سوچي رهيو هو. سمجهي نه پئي سگهيو ته جيڪڏهن اها "زندگي" هئي ته پوءِ "موت" ڇا هو! هو ماڻ جي ڏانهن ۽ ڪوڪن کي ٻڌي رهيو هو. هن دوا لاءِ سوچيو مگر ڪٿان ايندي؟ ايترو عذاب ڪيستائين؟ هن کي ماڻ جا اکر هرگهڙيءَ ڪنن ۾ وڄڻ لڳا: "ابا هن جيئڻ کان موت ڀلو: زهر ملي وڃي ته هن زندگيءَ جي سورن کان ڇٽي پوان"! ٻاما ورائيندو رهيو. ڪر موڙيندو رهيو. ٻاهر جيئن پوءِ تيئن برسات تيز ٿيندي وئي. ڏيو ٽم ٽم ڪري وسامي ويو، مگر هن جون اکيون اڃان ٽڪي رهيون هيون. هن کي آخر زندگيءَ جي سمورن ڏکن ۽ سورن جو علاج هٿ آيو! هن جون اکيون يڪدم ماڻ ڏانهن وڌي ويون، جنهن روئيون پئي ڪيون، "هن سورن واري جيئڻ کان موت ڀلو!" هن جي اکين مان ڳوڙها ٽم ٽم ڪري وهڻ لڳا، چپ چپ رهيا هئا: "امڙ! تو کان سواءِ منهنجو هن دنيا ۾ ڪير آهي!"

صبح ٿيندي ئي شهر کان پري نڪري ويو- جتي ٿوهر جا جهنگ هئا، جن جي ڪير جا ڦڙ اڻ ڳڻيا انساني حياتي وڃڻ لاءِ ڪافي هئا- زهر ڀريل ٿوهر جنهن کي ڏسي جانور ۽ وڻ ويندا آهن. هن پنهنجي کيسي مان شيشي ڪڍي، ٿوهر ڏانهن هٿ وڌايو. سندس هٿ ڏڪڻ لڳا. ٿوهر جو کير شيشيءَ کي اڌيئن ڀري رهيو هو جيئن ننڍي لاءِ سندس ٻڪايل پيٽ کي ماڻ جي ٿڃ. هن کي ماڻ جو شفقت ڀريو چهرو نظر آيو، جو مسڪرائي ڏانهس نهاري رهيو هو. هن کان چرڪ نڪري ويو، ۽ شيشي هٿ تي ڪري پئي. هو چرڪ ڀري اٿيو "هان- مان هي ڇا ڪري رهيو آهيان!" ماڻ جو ڪنجهندڙ، غم ڀريل چهرو هن جي اکين اڳيان ڦرڻ لڳو- "ابا هن جيئڻ کان موت ڀلو: زهر ملي وڃي ته زندگيءَ جي سورن کان ڇٽي پوان." هن جي ڪنن ۾ ڊاڪٽرن جا اکر وڄڻ لڳا: هن مڙهيءَ جو ڪو به علاج ڪرڻهي." پوءِ هن کي ماڻ جون عذاب ڀريون راتيون اکين اڳيان ترڻ لڳيون. هن جي اکين اڳيان ماڻ جا ڏک ڀريل ڏينهن ڦرڻ لڳا ۽ هو ماٺ ٿي ويو. هن وري ڏڪندڙن هٿن سان شيشي کنئي. اکيون ٻوري ٿوهر هيٺ جهليائين. شيشي ڪنهن غمزده جي حياتيءَ جيان ڏک ۾ ڀرجي ٽمٽار ٿي وئي.

اڃان قدم جهوپڙيءَ ۾ رکيائين ته ماڻ جي ڪنجهڻ جو آواز ٻڌائين. هن جي ڪنگهڻ سان چڻ سڄي جهوپڙي ڏک ۾ ڏڪي ٿي وئي. پٽ کي ڏسندي ئي سندس چهري تي رونق اچي وئي. "ابا!" هوءَ ٿوريءَ دير لاءِ ماٺ ٿي وئي، "اڄ ته ضرور منهنجي لاءِ دوا آندي هوندءِ!" هو پٿر جيان ماٺ ٿي ويو. "ابا! هن جيئڻ کان ته موت ڀلو!" هو ماڻ جي ويجهو آيو، ۽ ماڻ کي ڳلي ملي، اچي رئڻ ۾ ڇڪيو "ها، امڙ! اڄ مان تنهنجي لاءِ

دوا آندي آهي.“ سندس آواز سڏڪن ۾ گم ٿي ويو. هوريان هوريان اٿيو. شيشي کڻي ڏٺائين. سندس هٿ ڏڪڻ لڳا. ساهه تيز کڄڻ لڳس. اکين اڳيان جڻ اونده ڇانئجي ويس. مٿو ڦرڻ لڳس. ڪجهه ٽيپا پياليءَ ۾ وجهي، پاڻي ملائي، ڪٽي ماءُ کي ڏنائين، جنهن کي اَمرت سمجهي هڪئي ساهيءَ سان هوءَ گٽ گٽ ڪري پي ويئي؛ ۽ پوءِ هن جي چهري تي مرڪ ڇانئجي ويئي. ”ابا، توکي منهنجو ڪيڏو نه خيال آهي! ابا، تون فرشتو آهين فرشتو!“ هن ڪنڌ ڪٽي ماءُ جي جهوليءَ ۾ وڌو. ماڻس جو هٿ آهستي آهستي هن جي وارن ۾ ڦرڻ لڳو، ڄڻ هوءَ پنهنجي آڱرين سان سندس وارن کي ڦڻي ڏيندي هجي.



”اڄ ڪلهه ڪن ماڻهن جو خيال آهي، ته اخبارون ۽ رسالا، قومي مرض جو علاج ٿي سگهن ٿا، ۽ قوم جي ذهني ارتقا ۽ فڪري صلاحيتن جي نشو و نما لاءِ، هڪ ئي علاج آهن. انهن جو خيال آهي ته قوم جي ترقيءَ جو دارومدار، بس اخبارن ۽ رسالن تي ئي آهي. پر مان چوان ٿو ته رڳيون اخبارون ۽ رسالا به ڪافي نه آهن. اول ته اهڙيون اخبارون ۽ مخزنون آهن ڪٿي، جن ۾ معياري ۽ فڪري ذخيرو ملي ٿو؟ اهڙا ايڊيٽر آهن ڪٿي، جي قوم جي امراض ۽ انهن جي اسباب تي ڪرڙي نظر رکن ٿا ۽ صحيح تشخيص ڪرڻ جو مادو ۽ ملڪو رکن ٿا؟ اڄ ايڊيٽر پنهنجي صحافي صلاحيتن ۽ جوابدارين کان ڪريل آهن، ۽ اخبارون ڪن خاص شخصيتن جي پروپئگنڊا ۽ حفاظت لاءِ آلہ ڪار آهن. اهڙي دور ۾، قوم ۽ ان جي زوال متعلق اخبارون ۽ مخزنون ڪجهه صحيح لکن، اها بلڪل ناممڪن تقاضا آهي.

بفرض محال، جيڪڏهن آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون اخبارون ۽ مخزنون، صحيح نموني ۾ شايع ٿين به ٿيون، ته پوءِ انهن کي صحيح طور پڙهندڙ ۽ سمجهندڙ حضرات ڪيترا آهن، جيڪي صحيح ڪلام جي روح کي صحيح طور سمجهي سگهن ٿا؟ اڄ ڏسجي ته اڻين پيو ته ڏسڻا وائسڻا ۽ پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو، ڪنهن وقت تي تنگ نظريءَ ۽ خود غرضيءَ جو شڪار ٿين ٿا، ۽ پوءِ تحرير جي روح کي سمجهڻ کان قاصر رهجي وڃن ٿا، ۽ چڱي اثر جي جاءِ تي، انهن جي دل ۽ دماغ تي برو اثر پوي ٿو. سچي ڳالهه ته اها آهي، ته جڏهين قوم زوال پذير ٿئي ٿي، تڏهين اخبارن ۽ مخزنن کي مفيد مشغلو سمجهيو ئي ڪونه ٿو وڃي؛ ان جي عوض تاس، چوپڙ، شطرنج، لغڙ بازي، مرغ بازي ۽ اجائي پٽاڪ سٽاڪ ئي زندگيءَ جو بهترين مصرف ٿئي ٿو.“

— جمال الدين افغاني

مرزا مراد علي "اختر"

# سوال

بشير پنهنجي مُنهن تان ٻڪو ڪنيو ۽ "آف" ڪندي، پنهنجي پگهر ۾ ٻڏل جسم کي زور زور سان ٻڪو هنيو.

جولاءِ جي هڪ گرم ڏينهن جو ذڪر آهي. ٻن ٻهرن جو وقت هو، ۽ گرمي به پنهنجي پوري اوج تي هئي. بشير دروازي سان لڳ کٽ وجهي ليٽيو هو ۽ هن جو خيال هو ته دروازي مان هوا ضرور ايندي. پر اڄ ته وڻ جو پن به نه ٿي چُريو ۽ سامهون ميدان مان ٻاڦ نڪرندي پئي معلوم ٿي، ڄڻ ته زمين جي هيٺان به پئي ٻلي ٻري.

چوطرف سانت ئي سانت هئي. ڪمري ۾ هڪ طرف ميز پيل هئي، جنهن تي ڪتاب، اخبارون ۽ رسالا ٽويا پکڙيا پيا هئا. ميز جي ويجهو هڪ ننڍڙي منجي پيل هئي، جنهن تي بشير جو پنجن سالن جو پٽ ستو پيو هو. هن جي مٿان ململ جو سنهو ۽ سفيد رئو پيو هو، جنهن جي پرسان هيٺ پٽ تي سندس ماءُ پرت جو ڪم پئي ڪيو، ۽ ٿوري ٿوري وقت کان پوءِ ڪيس ٻڪو به پئي هنيائين. منجيءَ جي سيرانديءَ کان هڪ ننڍي ٽپائي رکيل هئي، جنهن تي ناسي رنگ جي شيشي ۽ چينيءَ جو سفيد پيالو رکيو هو. مٿي ڀت تي تاج محل جي رنگين تصوير پئي لٽڪي.

بشير ٻاسو ورائيندي ڪنڌ کنيو ۽ چيائين، "رشيد کي اٿاري دوا پيار- هينئر شايد ٽي وڳا هوندا. ڊاڪٽر چيو ٿي ته ٻن وزن پيڻ سان ڇوڪري جو بخار لهي ويندو!"

"نه اڃا سوا ٻه ڪن ٿيا آهن،" سندس زال مٺي ڪچڙي ۾ ننبيندي جواب ڏنو، "ٻارهين وڳين هڪ وزن پيتو اٿس. ٻيو وزن ٽين وڳين ڏبس. هينئر روئي روئي سُتو آهي: ڪچيءَ ننڊ مان اٿارڻ به چڱو نه آهي- آئي وري ٻائيتال وجهندو!"

بشير دراصل سمهڻ چاهيو ٿي. مگر هن جي اکين مان ڄڻ ته ڪنهن ننڊ ڪڍي ورتي هئي. اڄ هو آفيس مان موڪل وٺي آيو هو، ۽ پنهنجي پٽ کي ڪٿي ميونسپل اسپتال ۾ ويو هو، ڇاڪاڻ ته اتي جي فيءَ محض هڪ آنو هئي- ۽ موجوده وقت هڪ آني ۾ دوا جي ٽن وزنن جو سودو سستو هو!

”بخار آهي،“ ڊاڪٽر پنهنجي عينڪ درست ڪندي پڇيو هو.

”هائو،“ بشير ڊاڪٽر کي ٻڌايو تہ شام جو اوچتو بخار آيس ۽ رات جو وڌي ١٠٣ ڊگريون وڃي ٿيو.

”هون،“ ڊاڪٽر صاحب ٻار جو پيٽ ۽ ڇاتي ٺپاسيندي چيو.

”ڊاڪٽر صاحب مهرباني ڪري ڪا اهڙي دوا ڏيوس جو پڪ شرط ٻار جو بخار ٽٽي پوي،“ بشير جي آواز ۾ خوشامد هئي. ”بخار جي شدت کان اکيون بہ نٿو کولي!“

”فڪر نہ ڪريو، اميد تہ جلدئي بخار لهي ويندو،“ ڊاڪٽر بشير کي خاطري ڏياري. ”بهتر آهي تہ ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ اوهان منهنجي گهر اچو، تہ آءٌ اوهان کي گهر واري دوا ڏيندس.“

ڪجهہ دير سان بشير جي سمجهہ ۾ اها ڳالهہ آئي تہ اسپتال جي دوا لاءِ محض هڪ آنو ڏيڻو پوي ٿو ۽ ”گهر“ جي دوا لاءِ ڏهہ آنا ڏيڻا پوندا ـ هڪ آنو ۽ ڏهہ آنا ـ ڏهوڻو تفاوت. يقينا دوا بہ ڏهوڻي سٺي هوندي!“ پر بشير وٽ فقط هڪ روپيو کيسي ۾ هو، جنهن مان هڪ آنو تہ ڏئي ويٺو هو، باقي ١٥ آنا رهيا هئا. هن جي دل ڪجهہ پس و پيش ڪئي، مگر اوچتو سندس اکيون پنهنجي معصوم پٽ جي منهن ۾ کُپي ويون، جنهن جا نرم ۽ نازڪ ڳل بخار جي شدت کان تپي سُرخ ٿي ويا هئا. بشير هڪدم منهن ڦيرائي ڇڏيو ـ هن جي منهن تي بي‌وسي پکڙجي ويئي. ”چڱو ڊاڪٽر صاحب، آءٌ اوهان وٽ گهر حاضر ٿيندس،“ بشير بي‌خياليءَ سان چيو ۽ ٻار کي کڻي اسپتال مان نڪري ويو.

بشير کي ننڊ ڪانہ آئي. ڀلا ننڊ بہ ڪيئن اچي! فڪر ۽ ڳڻتيءَ جي ديو، ننڊ جي پريءَ کي ڪنهن پاتال ۾ کڻي بند ڪري ويهاري ڇڏيو هو.

بشير پاسو ورائي، منهن تان پکو کڻي، نهايت آهستگيءَ سان پاڻ کي هٿ لڳو. هن جي ذهن ۾ خيالن جو طوفان اُٿي آيو. ”ـ اڄ ننڊ ڇو نٿي اچي تعجب آهي! هونئن تہ روز ايندي آهي. خبر ناهي تہ اڄ ڪيڏانهن غائب ٿي ويئي آهي!“ اوچتو هن کي بُک جو احساس ٿيو. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ تہ هن جي پيٽ ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿي ويو آهي ـ خال، جيڪو ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين خالي هوندو آهي. سامهون ڇت تي ڪانگ اچي ويٺو ۽ پنهنجي ڪاري چهنب کولي، ڳاڙهي زبان ڪڍي ڪان ڪان ڪرڻ لڳو. ٻاهر گڏهہ هينگ ڏني ۽ پري زيتونن جي باغ ۾ ٻاڪائيءَ جي رڙ بلند ٿي ’هو هو! هو هو!!‘ جاين جا پاڇا اداس ۽ ويران پئي لڳا؛ مگر وري چوطرف خاموشي ڇانئجي ويئي ـ خاموشي، قديم مقبري جهڙي ويران خاموشي.

”پئسي ۾ ڪيڏو نہ جادو آهي، ڪيتري نہ حڪمت آهي ۽ ڪيتري نہ قوت آهي! انساني زندگيءَ جو دارو مدار پئسي تي آهي ـ زندگي، جنهن جي پرورش پئسي جي ذريعي ٿي

ٿئي ٿي: ڀنسو، جيڪو زندگيءَ کي حُسن بخشي ٿو؛ زندگيءَ جي خشڪ ۽ لوٺ ٿڌهرن کي مسرت جي شفاف ۽ مٺي پاڻيءَ سان ڀري ٿو- ڀنسو، انسانيت تهذيب ۽ تمدن کي ذلت جي اٿاهه گهرائين مان ڪڍي اوج تي رسائي ٿو!" بشير سامهون پٽ تي ٽنگيل تاج محل جي رنگين تصوير کي غور سان ڏسندي خيال ڪيو، "جيڪڏهين شاهجهان وٽ دولت نه هجي ها ته هيءَ دنيا جي حسينن ۾ حسين ۽ لاجواب تخليق ڪڏهين به وجود ۾ ڪين اچي ها. ڀنسوئي هو جنهن جي آسري ۽ آميد تي فردوسيءَ شاهنامي جا بي نظير شعر تصنيف ڪيا!"

بشير جي نظرن اڳيان پنهنجي ننڍپڻ واري دوست ڪمال جي تصوير ڦري ويئي، جنهن سان ڪراچيءَ ۾ هن جي اوچتو ملاقات ٿي ويئي هئي- ٢٨ سالن جو نوجوان ڪمال، سرخ گُل ۽ پربل مُنهن، تندرست ۽ توانو، مٺي تي ماءُ پيءُ جي شفقت جو هٿ، مشهور معروف واپاريءَ جو سڪيلڊو پٽ، بيپرواهه، الهڙ ۽ جوانيءَ جي نشي ۾ چُور.

ماضيءَ جي دوست ۽ ماضيءَ جي ياد جي آسودگي بشير جي مُنهن جي ڇوڏاري ڪهيرو ڪري ويئي، ۽ هن جو مُنهن ٿوريءَ دير لاءِ ٻهڪڻ لڳو. دماغ جي سطح تي آسودگي ۽ مسرت جا نقش نمودار ٿيڻ لڳا. سليٽي رنگ جي ٻيُڪ ڪار بندر روڊ جي عظيم شاهراه تان ترندي، ڪلفٽن ڏانهن ٻئي وڃي؛ ڪمال پنهنجي دوست کي سير ڪرائڻ چاهيو ٿي: دوستن احبابن جو ميڙ، چرچن ڀوڳن جا انبار ۽ ٽهڪن جو بي پناهه طوفان: ڪلفٽن بيچ جو پرفضا اوبن ايئر ريسٽورانٽ جنهن جي چيلهه جيڏين پٿين ڪان عربي سمنڊ جون عظيم ڇوليون جهاتيون پائيندي يون نظر ايندي يون آهن: ٻيُڪ ڪار جو خوبصورت دروازو کولي سمنڊ جي نرم واريءَ تان ڊوڙندا هوٽل ۾ وڃي ويٺا هئا- چانهه، ڪافي، ڪوڪو، وائين، عورت ۽ سندس حسن- نازڪ ۽ نرم!

هوٽل جي کليل وڏي ميدان تي خوبصورت جوڙن ڊانس شروع ڪيو هو. گراموفون تي سازن جي رڪارڊ، سمنڊ جي گهميل هوا ۽ حسين جوڙن جي ڳائڻ جي آواز فضا کي ويتر خوش گوار ڪري ڇڏيو هو!

'اڄ رات ڪهڙي نه حسين آهي منهنجا دوست!

هلي آءُ، آءُ تنهنجو منتظر آهيان.

اڄ رات مون کي محبت ڏي اي دوست!

اڄ رات مون کي پيار گهرجي اي دوست.'

ڊانس ختم ٿي ويو، سفيد ۽ نرم سينا ڌوڪجي ويا، هڪ ٻئي کي محبت جون نشانيون ڏنيون ويون، ۽ گلاب جي خوبصورت گلن جي مٺا مٺا ڪئي ويئي. آخري پيرو عشق، چانڊوڪيءَ جيان نوراني مکڙي ڏانهن منهن ورائي الوداع چئي. ريسٽورانٽ تي اداسائي پکڙجي ويئي ۽ سمنڊ جي هيبتناڪ لهرن جي شور ۾ وڏيڪ

گهرائي پيدا ٿي ويئي. ٻري رستي تان موٽرن جو قافلو اهڙيءَ ته سست رفتاريءَ سان وڃي رهيو، ڄڻ ته ڪو جواري پنهنجي سموري هڙ هارائي گهر ڏانهن واپس وڃي رهيو هو.

بشير کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ته سندس جسم تي بيشمار ڪيوليون پيون سُرن. هن منهن تان پڪو لاٿو ۽ ٽوال ڪڍي منهن اگهيائين. گرميءَ جي شدت هن جي خيالن جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو هو. هن جو سڄو جسم پگهرجي ويو هو.

ساهه پٽڻ لاءِ هو وري اٿي ويٺو، ۽ پنهنجي معصوم پٽ ڏانهن ڏسڻ لڳو، جيڪو ڏاڍي گهريءَ ننڊ ۾ ستو پيو هو. پار جي پرسان سندس ماءُ اڃا تائين سبق ۾ مشغول هئي.

”انسان جي زندگي ڪيتري نه ڏکي ٿي ويئي آهي،“ بشير وري ليٽندي ويچار ڪيو. ”ڪيترائي انسان بيروزگاريءَ جي گهاٽي ۾ پيا پيڙجن. زندگيءَ ۽ موت جي وچ ۾ هڪ ڇڪتاڻ آهي. ڪيترائي انسان پنهنجي قيمتي زندگيءَ کي موت جي حوالي ڪيو ڇڏين. غريبي مفلسي، ۽ بيچارگي پنهنجي آوج تي پهچي ويئي آهي- چورين، لٽين ۽ دغابازين جي فراواني آهي- ساري انسانيت هڪ عظيم خطري جي ڇڪيءَ ۾ پيئي پيسجي“. پوءِ، بشير جي اکين آڏو هڪ نوجوان جي شڪل تري آئي: ”اهو نوجوان ڪهڙو نه خوبصورت هو، ڪيترو نه مهذب هو. مگر انساني وقار ۽ عزت، زندگيءَ جي ضرورتن اڳيان هيچ آهي. هن ڪيڏي نه نيزاريءَ سان هڪ وڏي ماڻهوءَ کي سوال ڪيو هو! محض هڪ سگريٽ جي خاطر- عادت کان مجبور ٿي- عادت، جيڪا ’ام الخبائث‘ آهي! اف!“ بشير ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڏڪي ويو ”۽ هو نوجوان؟ جنهن جا وار اهڙا ته هئا ڄڻ ته گهٽا ڏينهن کان هن پاڻيءَ جو منهن به نه ڏٺو هو، ۽ جنهن جي منهن تي هيڊ هاري پيئي هئي. ڪيترو نه خطرناڪ هو اهو نوجوان! شايد گرئجوٽ هو؛ چانهه جي آفر ڪرڻ تي ائين ته چانهه پي ويو، جيئن ڪنهن ڏکل ٽٽل مسافر کي صحرا ۾ پاڻي مليو هجي! ڪيڏو نه بيپرواهه هو! چيائين پئي ته ’جي اڄ نوڪري نه ملي ته اڄوڪو ڏينهن منهنجي زندگيءَ جو آخرين ڏينهن هوندو‘- خودڪشي! آپ گهات!“

اوچتو ڪنهن شئي جي ڪرڻ جو کڙڪو ٿيو. بشير ٽپ ڏيئي اٿيو. ٽپائيءَ جي هيٺان دوا جي شيشي ڀرزا ڀرزا ٿي پيئي هئي، دوا لارڪري هڪ طرف وهي رهي هئي. ٽپائيءَ تي کير جو وٽو اونڌو پيو هو، ۽ پاڙي جي ڪاري ٻلي ڏاڍي مزي سان پئي کير چٽيو. بشير بي تحاشا ڀڳو، مگر ٻلي اک ڇنڀ ۾ پنهنجي سنهوي هلڪي جسم کي دروازي مان ٻاهر ڪڍي ويئي هئي. رشيد اجان اکيون پئي مهٽيون، ۽ زينب حيران ٿي مڙس کي ڏسڻ لڳي، جنهن جون اکيون سرخ ٽانڊن وانگر ٻري رهيون هيون!

شيخ حفيظ

# مبارڪون

رات آڌيءَ ٿي ٿي سنڌاٽي اچي ٿي هئي، ۽ ريل گاڏين جي قطار رينگٽ ڪندي، آهستي آهستي، ڳوٺ طرف وڌي رهي هئي. ڳوٺ سنڌاٽو اچي ٿيو هو. ۽ هلڪي چانڊوڪيءَ رات ۾، ڳوٺ جا ايا ايا وڻ ۽ انهن جي وچ ۾ ڪيٿ-ريل لانڊيون محيط ڏيون سمان ڪٽر ڪنيو بيٺيون هيون. گاڏيون آهستي آهستي ڳوٺ طرف وڌي رهيون هيون. ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن گاڏر پنهنجي ڏاندن جي ٻچ تي هٿ رکي، ڏنڪر ڏني ٿي هڪل ڪئي، نه ته سڄيءَ ڄڄ مان اداس ٻڪن ڪان سواءِ ڪو آواز ڪين ٿي نڪتو. اٺ ڪوهي منزل هئي، سڀ جاڄي ٿڪجي پيا هئا؛ سينن تي ننڊا ڪڙو ڇانيل هو، سڀ پنهنجي خيالن ۾ مڪن جهوٽا ڪائي رهيا هئا. ۽ جانل، جا اڄ پرڻجي آئي هئي، گاڏيءَ ۾ ويٺي پنهنجي نئين گهر بابت سوچي رهي هئي- سنڌس ساهرن جو گهر، جتي ڪيس سنڌس مائٽن پرڻائي ڏنو هو. هن کي پنهنجي ماءُ جون ڳالهيون ياد آيون. موڪلائيندي مهل، هن جي ماءُ ڏاڍو رنو هو. هوءَ به ڏاڍي رني هئي. پرائي گهر وڃڻ سٺرو ته ڪين آهي. الائجي ڪهڙا ماڻهو هجن، الائجي ڪيئن هلت هلن!- ۽ اهڙا پيا هزار انديشا هر نئينءَ ڪنوار جي دل تي ڇانيل رهندا آهن. هوءَ به انهيءَ ٿي سوچ ۾ گم هئي. هن کي معلوم هو ته هن جو ڪهوٽ عمر ۾ چڙهيل هو. هن جي ماءُ هن کي سمجهائيندي چيو هو: ”امڙ! لڄ رکجانءِ؛ مڙس جيئن ٻڪو تيئن سچو! عمر ۾ چڙهيل آ ته ڇا ٿيو؟ هٿئون توکي ڪهٽو پائيندو. غريب آهيون، پيو ڪو سٺو گهر ڪونه ٿو ملي. تنهنجي سک جو خيال ڪري ٿي، توکي اِتي پرڻايو اٿسي. گهر ۾ راڻي ٿي رهندينءَ. نه سس ٿي نڪو سهرو. گهر ۾ ڪهوٽنهن ڪان سواءِ ٻيو ڪانهي. راڻي ٿي راڄ ڪندينءَ. تون دل نه لوڙهه! اسان توکي سگهه سڄائي ڏنو آهي .........“ ۽ هن جي ماءُ سنڌس نئين گهر جي تصوير لفظن ۾ ڇٽي هن آڏو پيش ڪندي رهي.

گاڏيءَ ۾ ويٺي، هوءَ ماءُ جي ٻڌايل احوالن مان پنهنجي نئين گهر جي تصوير جو تاڃي پيٽو سموئي رهي هئي. طرح طرح جون تصويرون هن جي دماغ ۾ اسري ٿي آيون ۽ پوءِ ”نه انهيءَ ڪان سٺو هوندو“ چئي، پي تصوير ٺاهڻ شروع ٿي ڪئي! لانون لهندي،

هن لچ وڃان پنهنجي گهوٽ جي شڪل بہ ڪاند ڏٺي هئي. دراصل هن مهل تائين هن پنهنجي گهوٽ جي شڪل چڱي طرح ڏٺي ئي ڪانہ هئي. هن جي دماغ ۾ سندس گهوٽ جي تصوير اسرڻ لڳي. چاليهن ورهين جو ڪرڙوڏ پلوان مڙس هن جي دماغ جي پردي تي اسري آيو ۽ هن لڄانجي پنهنجو خيال مٽي ورتو.

گاڏيون ڳوٺ جي منڊي ڪسي مٿاڀون اچي ٿيون هيون. ڄاڃين ميراثين کي هڪل ڪري هوشيار ڪيو هو، ۽ گاڏين جو رونڪ شرنائين ۽ ڍهل جي آواز ۾ دٻجي ويو هو. زالن لاڏا ڳائڻ شروع ڪري ڏنا هئا، ۽ هنن جي ڳوٺ مان پڻ ڍهل جو آواز اچي رهيو هو. ڪچن گهرن جي قطارن مان لنگهندي، گاڏين جهوٻا پئي کاڌا، ۽ هوءَ پنهنجي نئين گهر کي ويجهو خيال ڪري شرمانجي وئي هئي. ڄاڃين ۾، منزل تي پهچي، هڪ نئين جان اچي وئي هئي. هيٺر هرطرف ڪان ڳالهائڻ جو آواز اچي رهيو هو، ۽ ماڻهو هڪ ٻئي کي سڏ ڪندا پئي وتيا- ڪنهن پنهنجي پاءَ کي ٿي سڏ ڪيو ۽ ڪنهن پنهنجي دوست کي.

ڳوٺ ۾ پهچي، گاڏيون اچي چونڪ تي بيٺيون. مرد گاڏين تان اڳيئي لهي ويا هئا. زالن لهڻ شروع ڪيو. ننڍڙا ٻارڙا جيڪي پنهنجي مائرن پيرن جي هنجن ۾ سمهي پيا هئا، هن اٿل پٿل ۾ جاڳي پيا ۽ شرنائين جي آواز سان آواز ملائي روئڻ لڳي ويا. مائر پنهنجي ٻارن کي پرچائي بہ رهيون هيون ۽ ساڳي وقت پنهنجا لٽو بہ سنڀالي رهيون هيون. "اڙي ادي، منهنجو رئو ڪاڏي ويو؟" هڪڙيءَ چيو. "اڙي، مي گلوءَ جو چولو ڪاڏي ويو؟ هت جو رکيم!" ٻيءَ چيو. "امان! اوامان! اچي مي جتيءَ جو پادر لڏر!" پرپان هڪڙي ڇوڪريءَ رڙ ڪئي. "مائي! شڪر ٿيو جو لڌو. منهنجو تہ هانءُ ڪاچي ويو هو......"

ڇوڪريءَ جي ماءُ ڪنهن ٻيءَ مائيءَ کي چوڻ لڳي. ۽ انهيءَ گوڙ شور ۾، هن کي گاڏيءَ مان لاهي، سندس نئين گهر پهچايو ويو. ٻير ٻير ۾ ٻاني، پنهنجي جسم جو بورڻ ٻار انهن ٻن عورتن تي اڇلائي، جيڪي کيس وٺي هلي رهيون هيون، هوءَ پنهنجي نئين گهر ۾ داخل ٿي. هن جي اچڻ لاءِ سوڙو انتظام اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏيو ويو هو. هوءَ انهيءَ پلنگ تي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهي، جتي هو عورتون کيس ڇڏي ويون هيون.

ڪيتري دير هوءَ چپ چاپ اتي ويٺي رهي، ۽ پوءِ آنيئي کٽ تي اجرڪ ۾ ويڙهي سيڙهي، هوءَ ليٽي پئي. هن کي ننڊ کٽي ويئي، ۽ خوابن ۾ هوءَ پاڻ کي پنهنجي گهوٽ کڻ خوشيءَ جا گيت ڳائيندي، کلندي، چرچا ڪندي ڏسڻ لڳي. آخر ويل، هن جو گهوٽ ڄاڃين کي روانو ڪري، اندر پهچي آيو. هوءَ سمهي پئي هئي. هن اچي کيس ڏوندايو. "سمهي پئينءَ ڇا؟ ٿڪجي پئي هوندينءَ؛ ڀلي، ننڊ ڪر!" چئي هو پلنگ جي ٻيءَ ڪنڊ ۾ سمهي رهيو. ڏوندائڻ سان هوءَ جاڳي پئي هئي. هن جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي. لچ ڪان هوءَ اٿي ڪانہ. هوءَ انتظار ڪرڻ لڳي تہ شايد وري ڏوندائي، پر هن جو گهوٽ چپ ڪري سمهي پيو، ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ، فضا هن جي گونگهرن سان رچي ويئي.

پوئين پهر جي اونداهيءَ رات ۾، اُهي ڪونگهرا ڀيانڪ روحن جو آواز لڳي رهيا هئا؛ هن کي ڏپ ٿيڻ لڳو، پر هوءَ خاموش ٿي رهي؛ تان جو صبح ٿي ويو. هن جو مڙس ته اٿي پيو، ۽ پوءِ وري سڄو ڏينهن هوءَ سهاڳڻين جي گهيري ۾، شرم ۾ پوئيءَ جيان، شرمائيندي لڄائيندي رهي.

ٻيءَ رات تي، هن پنهنجي گهوٽ جي شڪل چڱيءَ پر ڏٺي، ۽ هن جي خوابن جو محل قلابازيون کائيندو اچي پٽ تي پيو. سٺ ورهين جو پوڙهو، هن جي پيءُ کان به وڏو، موت ۽ حيات جي جنگ جو نقشو، سندس گهوٽ هو، ۽ هن جي دماغ ۾ سندس ماءُ جا لفظ وڄي رهيا هئا- "اسان تو کي سڳ سچائي ڏنو آهي". هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هن جي ماءُ هن سان هڪ ڏوکو ڪيو هو. ۽ نير هن جي نيڻن مان لڙڪي هن جي شفاف ڳلن تي سڄي پئي رهيا. هن هڪ آه ڀري ڪڍي - آه، جيڪا آڪاس تي پهچي ته آسمان ڏري پوي- جوان روح جي بيتاب آه!

راتيون پٺيان راتيون آيون، ۽ هوءَ انهن کان بي نياز گهر جي ڪمن ڪارين ۾ جنبي وئي. هن جي حياتيءَ ۾ رات ۽ ڏينهن ۾ ڪو فرق ڪين هو. سڄو ڏينهن ڳهندي هئي. پنهنجي پوڙهي گهوٽ جي گهر جي سنوارڻ سينگارڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندي هئي ۽ رات لڱن ڏکجي ٽٽجي کٽ تي پئي سمهي رهندي هئي. شاديءَ بابت جيڪي ڳالهيون هن پنهنجي ساهيڙين کان ٻڌيون هيون، سي سڀ هن جي خوابن جي دنيا گڏ هوا ۾ اڏامي ويون هيون. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ ويچاريندي هئي ته آخر هن جي ماءُ پيءُ هن کي پرڻايو ڇو؟ ڇا جيڪي پورهيو هوءَ وٽن ڪندي هئي سو سندس مائيءَ جي ملهه جيترو به ڪين هو، ۽ جي هو ته پوءِ هن پراڻي گهر ۾ لوڙڻ لاءِ کيس ڇو موڪليو ويو هو؟ سندس اندر ۾ ويٺل "ماءُ" ڪڏهن ڪڏهن ڪر موڙي اٿندي هئي، ۽ هن جون اکيون ڳاڙهيون لال ٿي وينديون هيون. پاڙي ۾ ڪنهن سهاڳڻ جي هنج ۾ هوءَ ٻار ڏسندي هئي، ته هن جي دل ۾ هڪ امنگ اٿندو هو ته جيڪر کيس به اهڙو ٻار هجي، ۽ پوءِ هوءَ ٿڌو ساهه ڀري چپ ڪري ويندي هئي.

* * * *

رتيون بدليون- اونهاري پٺيان سرءُ آئي، ڪڏهن سيارو ۽ بهار به آيو. ڳوٺ جي چوڌاري ٻنين ۾ پوکيل سرنهن گل ڪيا، ۽ سڄي فضا پيلي پيلي پوءِ سان رڄي وئي. سرنهن جا ٻن گل ساڳ لاءِ پٽيندي، سهاڳڻيون پنهنجي گهوٽن سان خوشيءَ جا گيت جهونگارڻ لڳي ويون، ۽ ڳوٺ جي پوري فضا هڪ مرڪ ۾ منجهي پئي. ها، البت هوءَ- هن جو وجود، انهيءَ مرڪ تي هڪ ٽهڪ هو، هڪ اهڙو ٽهڪ جنهن ۾ هزار طنزون لڪل هيون. هن جي جوان مکڙي تي سدائين هڪ اداسي ڇانيل رهندي هئي- اداسي جيڪا ڳوٺ جي پوري سماج لاءِ هڪ گار هئي، جنهن ۾ "اميري" ۽ "غريبيءَ" جي جنگ جي ڇپيل ڪهاڻي نمايان هئي. ڳائينديون، کلنديون، الهڙ ٽينگريون هن کي ڏسي خاموش ٿي وينديون هيون.

هن جي اداسي سڄي جي اداسي هئي – سڄي کي اداس ڪري ڇڏيندي هئي. هن جو مڙس ڳوٺ جو پڙهيو مڙس هو. چار چوڪنڊيون زمين جون هيس. چڱو چوکو زميندار ليکبو هو، ۽ انهيءَ ڪري ئي ڪو هن ڏي ميري نظر ڪري ڪين ڏسندو هو. ڳوٺ جي ننڍڙيءَ دنيا ۾ پيار محبت جي ڪمي ڪانه هئي نوجوان ۽ نوجوانڻين ماڻ ڪي اهڙا به هئا جيڪي دنيا کان لڪي، چوريءَ چوريءَ پنهنجي سڪ جا سنيها هڪ ٻئي کي مُڪجندا هئا. شام جو کوهن تي، واٽر جي تڙن تي ۽ راهه رند، اُئين ٻنين ۾ محبت پنهنجا ڪس ڳولي لهندي هئي؛ مگر هن لاءِ اهي ڳالهيون ڪا معنيٰ ڪانه رکنديون هيون. هوءَ ڳوٺ جي چڱي مڙس جي زال هئي ۽ بس.

ڏينهن گذريا، هوءَ تڙپندي رهي، ۽ پوءِ نيٺ لاڙن پٽي هن جي به دعا قبول پئي – هن جي منهن تي به هلڪي هلڪي، ڊنل ڊنل مرڪ تري آئي. هن جي دنيا ۾ به ڪنهن پير پاتو.

گلڻ هن جي پنهنجي ڳوٺ جو رهاڪو هو. ٻنهي هڪ ٻئي کي ننڍي لاءِ کان سڃاڻندا هئا. ذري گهٽ هڪ جيڏا هئا يا سال ٻه ڪٿي هوءَ گلڻ کان ننڍي هئي، ۽ هاڻي گلڻ موڪري سيني سان شهري جوان هو. گَنڊو ول جو ڪلهي تي ڪٿي، هو اُئين پاڻهن لوڏيندو ڪري ڳائين هليو ويندو هو ڄڻ هٿين خالي ويندو هجي. ۽ ڪرو ڪو سٺائو ڪونه هو؛ پر ٻا به اٿاس اڪري ڪري تي پهچبو هو. گلڻ هت لاڙن تي ڪمائڻ آيو هو. سندس ڳوٺ ۾ عيل نصل مارجي ويو هو. هت گلڻ جو ڀيو واقف نه هو ڪونه؛ هنن وٽ ئي لڙي آيو هو، ۽ اچان هفتو راتين جو ڪين گذريو هو ته لاڙي ڪندي هنن جا نيڻ اٽڪي پيا هئا. اکين ئي اکين ۾ هنن هڪ ٻئي کي پيغام ڏنا ورتا. هن پنهنجي اداس جوانيءَ جي پر درد ڪهاڻي چئي ٻڌائي ۽ هن پنهنجي ويران زندگيءَ جو رُئڻو رنو. ٻنهي کي اُئين محسوس ٿيو ڄڻ هو جاوائي هڪ ٻئي لاءِ هئا، ۽ جانل کي پنهنجي ماءُ جا لفظ ياد آيا – "پيو ڪو سٺو گهر ڪونه ٿو ملي" – ۽ هن دل ئي دل ۾ چئي ڪڍيو "ڪُوڙي رن!" گلڻ سندس آڏو بيٺو هو – گلڻ جيڪو ساڻس ڪيڏيو هو ۽ سندس جيڏو هو. ان بعد هنن دنيا جي نظرن کان لڪي لڪي، پل گهڙيءَ جون هڪ ٻه ملاقاتون ڪيون. ملاقاتون وڌيون ته ماڻهن ۾ پڙڪون شروع ٿيون، ۽ گلڻ کي ڳوٺ ڇڏڻو پيو. ويندي ويندي، البت هن جانل جي ڪن ۾ ڪي ڳالهيون ڪيون، هن جي هٿ ۾ ڪا شيءِ ڏنائين، ۽ پوءِ هو پنهنجا ٽپڙ کڻي ويو هليو. هن جي هلڻ وڃڻ تي ڳوٺ ۾ به هن جي پڇار ڪنهن نه ڪئي.

گلڻ کي وئي، اڃا مهينو ٻه مس ٿيا هئا ته هڪ رات جو جانل جي مڙس کي پيٽ ۾ اچي سور پيو، ۽ صبح جو نه تو ڏٺو نه مون ڏٺو. جانل رنڙ ٿي پيئي. ڳوٺ جو چڱو مڙس مري ويو هو. ختما درود ٿيا. ڪنهن چئي ڪڍيو ته مڙس کي زهر ڏنل آهي! پر پوءِ هن چيو، هن ٻڌو؛ ڳالهه جتي هئي تتي رهي ۽ جانل جي مڙس کي ڀُوري آيا.

* * * *

عدت جا ڏينهن پورا ڪري، مهينو ٻه مٿئون رهي، جانل پيڪين گهر هلي آئي. ڏينهن گذريا ۽ ماڻهن وساري ڇڏيو ته ڪو جانل جي شادي به ٿي هئي. جانل جي سڱ لاءِ ٻه چار ڏريون چڪ ڪرڻ لڳيون. سندس ساهري ڳوٺ مان به هڪڙو نياپو آيو هو، ۽ جانل اهو به ٽاري ڇڏيو هو، ۽ خيال ئي نه ڪيائين ته ڪو دشمني ٿيندي. پوءِ گلڻ جو نياپو آيو، ته هن انڪار نه ڪيو، ۽ هنن ٻنهي جي شادي ٿي ويئي.

شاديءَ رات ڍهل وڳا، شرنايون وڄيون، جانل جي ساهيڙين لاڏا ڳايا، ۽ هوءَ اجرڪ جي جهنڊ مان سڀ ڪجهه ڏسندي مرڪندي رهي. ڏاڍي چاهه چوچ مان گلڻ هن کي پنهنجي گهر وٺي آيو. هوءَ پلنگ تي ويٺي گلڻ جي اچڻ جو انتظار ڪري رهي هئي، ۽ گلڻ ٻاهر چاچين سان منهن ڏيڻ ۾ مگن هو. آڌيءَ لڙئي، هو مس مس واندو ٿيو ۽ جانل وٽ آيو. اجرڪ جي جهنڊ مان اک لڪائي، هن گلڻ کي ڪوٺيءَ جو در ڏيندي ڏٺو، ۽ هڪ مرڪ هن جي چپن تي چانئجي ويئي.

گلڻ اڃان دروازي هن تائين پهتو به ڪين هو، ته در کڙڪيو. هن چرڪ ڀري در ڏانهن نهاريو، گلڻ به در ڏانهن نهاري رهيو هو، ڪنڌ ورائي پنهنجي ڪنوار ڏانهن نهاريائين. ٻنهي جون اکيون مليون ۽ اکين ئي اکين ۾ ٻنهي هڪ ٻئي کي چئي ڪڍيو "سوڻ سٺو ڪونهي". در وري کڙڪيو. گلڻ وڌي وڃي در کوليو، ۽ هن کان دانهن نڪري وئي. هن کي ڌڪو ڏئي پري ڪندي پوليس صوبيدار اندر پيهي آيو. "توهان ٻئي وڏيري شاهه محمد جي خون جي ڏوهه ۾ گرفتار آهيو. اڙي سپاهي! هٿين هٿڪڙيون!" صوبيدار پنهنجو حڪم جاري ڪيو، ۽ گلڻ ۽ جانل جي مينديءَ رتن هٿن ۾ هٿڪڙيون پئجي ويون. گلڻ ۽ جانل جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي، سندن ڳل ڌوئي رهيا هئا، ۽ هو اکين ئي اکين ۾ قسمت جو روئڻو روئي رهيا هئا. صوبيدار جي پاسي ۾ بيٺل ماڻهو جانل طرف ڏسي طنز مان کلي رهيو هو. جانل ڏانهس نهاريو ته ڏڪي وئي؛ چو ته انهيءَ ماڻهوءَ جو نياپو جانل موٽائي موڪليو هو ۽ هو ئي دشمني ڪري پوليس چاڙهي آيو هو. جانل کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو، پر هنجن هارڻ ڌاران هوءَ ڪري به ڇا ٿي سگهي!

* * * *

سيشن ڪورٽ مان، گلڻ کي زهر آلي جانل کي ڏيڻ ۽ ڪيس وڏيري شاهه محمد کي کير ۾ گڏي پيارڻ جي ترغيب ڏيڻ جي ڏوهه هيٺ ڦاسيءَ جي سزا ملي هئي ۽ جانل کي جنم ٽيپ ڏني هئائون. ٻنهي چيف ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي هئي ۽ اڄ شنوائيءَ تي وڃي رهيا هئا. ريل گاڏيءَ ۾ پوليس جي گاڏي ۾ ويٺي ٻنهي رکي رکي هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي ٿي ورتو، ۽ پوءِ نيرن جي تيز ڌارَ، موتين جي لڙيءَ وانگر، هنن جي اکين مان ڇلڪي، ڳلن تان ترڪي، ڪپڙن تي ڪري ٿي پيئي. ويچارا پوليس وارا هنن ٻنهين جو پيار ڏسي

ڏسي دل ئي دل ۾ لڇي رهيا هئا. هن جو وس هجي ها ته شايد پنهنجي جوان ڪڙيون لاهي کين چون ها: "بابا! وڃو، توهان جيتيو اسان هاريو. اسان ۾ همت ڪانهي، جو توهان کي روڪي سگهون!" پر هو اُهين ڪين ٿي ڪري سگهيا. نير نيڻ سان گهوڙندا رهيا ۽ پوليس وارن جون دليون پسجنديون رهيون، ۽ جڏهن جنڪشن اسٽيشن تي گاڏي مٽڻ لاءِ هو لٿا، ته ويٽنگ روم ۾ پوليس جمعدار ڪان رهيو نه ٿيو ۽ چيائين: "بابو گلڻ! روئان ڇا ٿو وري؟ نوبڪلا ٿـي ويهو، پٺي پاڻ ۾ پيار جون ڳالهيون ڪيو. اسان ڪڙن پاڻي توهان جو ڏک نٿو ڏٺو ٿئي!" ۽ پوءِ گلڻ ۽ جانل ويٽنگ روم ۾ اڪيلا پيارو نئڻ ويهي رهيا.

ويٽنگ روم جي سانتيڪي ماحول ۾ گلڻ سُري وڃي جانل پيرو ٿي ويٺو. ٻاهر هوا سيسڙاٽ ڪري گهلي رهي هئي ۽ اندر ويٽنگ روم ۾ هنن ٻنهي جي ٿڌن ساهن ۽ گهٽيل سڏڪن پوري ماحول کي اداس ڪري ڇڏيو هو. هو ڪيتري دير روئندا رهيا، هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي. اهو احساس ته شايد گلڻ کي ڦاسي اچي وڃي ۽ هو وري نه ملي سگهن ٻنهي جو هانءُ ڪائي رهيو هو. ۽ اُهين جهيڻن جهيڻن سڏڪن جي وچ ۾ گلڻ چيو "جانل! اپيل شايد رد ٿئي. مان شايد نه رهان. تون منهنجي نشاني ته وٺي ڇڏ!" ۽ جانل پنهنجي اکين مان نير اگهي، اُهين ڪنڌ لوڏي، هامي ڀري، ڄڻ چوندي هجي "ها، اُنهيءَ ڪان ته نه وڃون"! ويٽنگ روم جي ٻاهران، پوليس وارا پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. فضا تي فطرت جو ساز طاري هو. ٻه روح پاڻ ۾ وچڙيا هئا. هڪ نئين روح جي تعمير جو سامان هو ۽ پوءِ... باڪن ڦٽيءَ وبل گلڻ ۽ جانل ريل ۾ ويٺا هئا. گاڏي هلي رهي هئي. بند تي گاڏيءَ جا ڦيٿا پنهنجي خاص سرتار تي دهڪا ڏڏڪا ڪندا ٿي ويا. وڻ، ڳوٺ، ٻنيون، ٻليون واهيون سڀ پوئتي ڊوڙندا ٿي ويا ۽ گاڏي ڏڏڪا جهوٻا کائيندي پنهنجي پوريءَ رفتار سان منزل طرف وڌي رهي هئي.

پوليس وارن جي چهرن تـي مرڪ هئي، گلڻ جي دل خوش هئي ڄڻ ڪيس ڪنهن ڦاسيءَ جي تختي تان لاهي، امر زندگي بخشي ڇڏي هئي. جانل خوش هئي ڄڻ ڪيس ڪنهن جنم جنم جي موت بخشي ڏني هئي.

* * * *

وڏيءَ ڪورٽ گلڻ ۽ جانل جي اپيل رد ڪري ڇڏي هئي. فيصلو ٿئي عرصو ٿي چڪو هو. اڄ گلڻ کي ڦاسي اچڻي هئي. جيل جي فضا تي هڪ عجيب اداسي ڇانيل هئي. وارڊر ڦاسيءَ جي چاڙهيءَ تي بيٺي، نوڙي ٺيڪ ڪري رهيو هو. ڊاڪٽر، گلڻ جي نبض ڏسي، سندس تندرستيءَ جي تصديق ڪرڻ لاءِ سڏيو ويٺو هو. صبح جي ٿڌڙي ٿڌڙي هوا هلڪا سيسڙاٽ ڀريندي گهلي رهي هئي، ۽ گلڻ ٻن وارڊن جي وچ ۾ ڦاسي گهاٽ طرف وڌي رهيو هو. هن جي منهن تي نه ڊپ هو نه ڊاءُ، نه مرڪ هئي نه خوشي. خاموش، سانتيڪو

چهرو ڪئي، هو ڦاسيءَ طرف ائين وڌي رهيو هو، ڄڻ چالندو هجي ته زندگيءَ ۾ اهڙا به مرحلا ابندا آهن ۽ انهن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي - ڄڻ چالندو هجي ته هيءَ ئي زندگيءَ جي هزار منزلن مان هڪ آهي، جنهن کي پار ڪرڻو ئي آهي. آهستي آهستي اچي، هو ڊاڪٽر جي روبرو بيهي رهيو. ڊاڪٽر هٿ وڌائي هن جي نبض ڏٺي. سينې تپاسڻ جو اوزار ڪڍي سينو تپاسيائين، ۽ پوءِ چيائين: "بلڪل ٺيڪ آ". وارڊر، گلڻ کي هٿ سان جهلي، ڪيس اڳتي وڌڻ جو اشارو ڪيو، ۽ گلڻ رڙهي، اچي ڦاهيءَ پر ۾ بيهي رهيو. جيلر آيو ۽ اچي ڪورٽ جو فيصلو پڙهي ٻڌايائينس.

"تنهنجي ڪا آخري خواهش هجي ته ٻڌاءِ" جيلر فيصلو پڙهي ٻڌائڻ بجاءِ ان چيو.

"پوري به ڪندين!" گلڻ ائين چيو ڄڻ ڪيس اعتبار ڪونه هو ته سندس آخري خواهش به پوري ٿيندي.

"ڪوشش ڪبي؛ تون ٻڌاءِ ته سهي!" جيلر ٻڌايو.

"چڱو...... جاچ ڪري ڏي ته جانل ڪيئن سان آهي؟" گلڻ پڙ تر جي نوع ۾ چيو.

جيلر، ڊاڪٽر کي وٺي تڪڙو تڪڙو جيل جي زناني وارڊ ڏانهن هليو ويو. جيئن جيلر موٽي، تيئن حڪم پهاندر وارڊرن گلڻ کي ڦاسيءَ جي تختي تي بيهاري، ڦاهيءَ جي نوڙي سندس ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏي هئي. هاڻي جيلر جي اچڻ ۽ حڪم ڏيڻ جي دير هئي، ۽ گلڻ خاموش بيٺو هو. هو جيلر جي اچڻ جو انتظار نهايت بيچينيءَ سان ڪري رهيو هو. دل ئي دل ۾ هو دعا گهري رهيو هو: "الله ڪري ٺل ائين هجي!"

جيلر آيو. سندس منهن تي مرڪ هئي. ڦاسيءَ هيٺان بيهي، هن چيو: "ابا، مبارڪون هجنئي! اميدوار آهي!"

"چڱو، چنجانس ته 'جانل جانب، جيئن سميءَ ۾ ساهه اٿئي تيئن اسان جي اها نيهن نشاني ٻنهي ساهه سنڀون سانڍج'!" گلڻ مرڪندي هيٺان چيو. ۽ پيءَ گهڙيءَ، ڪاري نوپ هن جو ٽهڪندڙ چهرو ڍڪي ڇڏيو هو ۽ هن جو بدن هوا ۾ تڙپي رهيو هو.

---

عقل ۽ فڪر جي خلاف بدعتون هڪ ئي غلط سرچشمي کان نڪرن ٿيون، ۽ هڪ ئي مقصد رکن ٿيون، جيئن ٻهرين انسان جي دل ۽ دماغ کي ۽ پوءِ ان جي جسم کي ملوڪيت جي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏين. اهو رڳو هن لاءِ آهي ته، هڪ آزاد دل ۽ دماغ جو انسان، ڪڏهين به غلاميءَ کي قبول نٿو ڪري سگهي. - ڪائونٽ

موپسان

سنڌيڪار: ميمڻ علي بخش

# پيٽ

سنه ١٨٨٢ع جي مئي مهيني جي ٽينءَ تاريخ، هڪڙو ٽن سڙهن وارو فرانسيسي تجارتي جهاز جنهن جو نالو ”دي وينٽس ناٽرڊئم“ هو، هاوري جي بندرگاهه کان چيني سمنڊ جي طرف روانو ٿيو. چين جي بندرگاهه تي پنهنجو مال لاهي ۽ ان ملڪ جي سامان سان ڀرجي، ڏکڻ آمريڪا جي بيونوآئرس بندر تان مال کڻندو، برازيل جي طرف وڃڻو هو.

لمبي سفر جي تڪليفن ۽ صعوبتن کان سواءِ، جهاز کي ٻين ساموندي آفتن ۽ حادثن سان به مهينن جا مهينا مهاڏو اٽڪائڻو پيو. ان سبب نه صرف جهاز جي بناوت کي نقصان پهتو، پر جهاز پورن چئن سالن کان پوءِ ٨ مئي ١٨٨٦ع تي مس پنهنجي وطن فرانس جي سرزمين تي موٽي سگهيو. جڏهين هي جهاز هاوري بندر کان هليو هو، تڏهين سندس ڪل عملي ۾ هڪ ڪپتان ۽ نائب ڪپتان کان سواءِ ٻيا چوڏهن ملاح هئا. سفر جي دوران ۾ هڪ ملاح مري ويو ۽ ٽي بحري ڌاڪن سان لڙندي جهلجي ويا، ۽ باقي جهاز ۾ صرف ڏهه فرانسيسي ملاح بچيا. جيڪي چار ملاح جهاز جي عملي مان خارج ٿي ويا، انهن جي جڳهه تي ٻن آمريڪي ملاحن، هڪ آفريڪا جي حبشيءَ ۽ هڪ سئٽزرلنڊ جي رهاڪوءَ کي ڀرتي ڪيو ويو. اهي سڀئي چڱا ڀلا سنگاپور جي شرابخاني مان هٿ ڪيا ويا هئا.

فرانس ڏانهن موٽڻ وقت ”ناٽرڊئم“ مارسيلز بندر تي اچي لنگرانداز ٿيو. ان جا بادبان لاٿا ويا؛ رسيون، ٻليون سڀ ٺيڪ ڪيون ويون. پوءِ ”ناٽرڊئم“ کي ٻين جهازن جي وچ ۾ ڌڪي بيهاري ڇڏيائون. ان وقت سمنڊ تي خاموشي ڇانيل هئي. ننڍيون ننڍيون لهرون هڪ ٻئي پٺيان ڪناري سان ٽڪرجي ٻاڻيءَ ۾ ڪجهيءَ جون ڦينگون آڏائي رهيون هيون. جهازن جي قطار لڳي پئي هئي. گهڻو ڪري سڀني ملڪن کان جهاز آيل هئا، جي هڪ ٻئي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺا هئا. هر هڪ جهاز جو قد قامت، ٻڌت ۽ سينگار هڪ ٻئي کان مختلف هو، ۽ ساڳيءَ طرح هر هڪ جهاز جو عملو به لباس جي وضع قطع ۾ علحدو هو. ”ناٽرڊئم“ کي هڪ اطالوي جهاز ۽ برطانوي بحري جهاز جي وچ ۾ جڳهه ملي - هو ٻئي پنهنجي نئين آيل مهمان کي جڳهه ڏيڻ لاءِ ڪجهه سري بيٺا.

جڏهن جهاز جي ڪپتان کي ڪسٽم آفيسرن کان نجات ملي، ته هن جهاز جي سموري عملي کي ڇهن مهينن جو پگهار ڏيئي موڪل ڏني ته هو شهر ۾ جتي جيئن وڻين اتي تيئن رات گذارين.

انهن ڏينهن ۾ بهار جي موسم جي شروعات هئي، ۽ تارن ڀريءَ رات جي ڏيڍيءَ ڏيڍيءَ روشنائيءَ ۾ مٺڙي مٺڙي خنڪي سمايل هئي. مارسيلز جي رستن تي روشنائي جو درياهه وهي رهيو هو، ۽ سنڌس بازارن ۾ چئني طرفن کان هر قسم جي خوشبودار طعامن جو واس اچي رهيو هو، ۽ ان سان گڏوگڏ ماڻهن جي گفتگوءَ جي سريلي جهنڪار ڪنن ۾ سرگوشيون ڪري رهي هئي. ٽرئفڪ جو سخت شور ۽ گوڙ ۽ خوشي ۽ مسرت جون شوخي ڀريون ڇوڪارون، موسم بهار کي خوش آمديد چئي رهيون هيون.

”نانز ڊئم“ جا ملاح ساحل جي دلاويز مسرتن کان پورن ڇئن مهينن کان محروم رهيا هئا؛ تنهن ڪري اڄ جو هو مارسيلز شهر ۾ گهمڻ نڪتا، ته هنن جي قدمن سان ڄڻ ته هڪ تسم جو حجاب رقص ڪري رهيو هو، انهن جيئن ڪي ٻه چار ڳوناٺا ڀيرا ڀريون دفعو ڪنهن وڏي شهر ۾ گهمڻ اچن ۽ شهر جي عجوبن سان منهان ميل ٿي خود به هڪ عجوبو بڻجي پون. هو ڪجهه وقت ته دنيا ومافيها کان بي‌خبر صرف بي‌مقصد چڪر ڏيندا رهيا. هر عمارت ۽ هر آدميءَ کي چرين وانگر اکيون ڦاڙي ڏسندا رهيا؛ آخرڪار ڇگيءَ خاصيءَ آواره گرديءَ کان پوءِ هنن جي ڇئن مهينن جي بکئي نفس ۾ جنسي خواهش جو ڏنگ چڀيو. هنن جا قدم ڍرا ٿي ويا ۽ هڪ ٻئي ڏانهن وات ڦاڙي نهارڻ لڳا...... ۽ اکين ئي اکين ۾ سڀ ڪجهه طي ٿي ويو.

اهڙن معاملن ۾ هو گهڻي عرصي کان پنهنجي ساٿي ملاح ”ڊگلس“ کي پنهنجو پيشوا تسليم ڪري چڪا هئا. ڊگلس، مضبوط ڊگلس، ڇگو خاصو پهلوان هو ۽ رلڻي ملڻي طبيعت جو مالڪ هو ۽ هميشه ساحلي تفريحن ۾ پنهنجن رفيقن جو امام هوندو هو. هن کي مناسب ۽ موزون تفريحي جاين ڳولڻ ۽ وقت تي اتان جان ڇڏائڻ جو خاصو آزمودو هو. اهڙن وقتن تي هو هميشه اهڙن دنگن فسادن کان پرهيز ڪندو هو، جڪي ملاح لوڪ هميشه پنهنجي سر مڙهيندا آهن. جيڪڏهن اتفاق سان ڪڏهن ڪا اهڙي ناخوشگوار صورت پيدا به ٿي پوندي هئي، ته هو هميشه پنهنجو سينو سپر ڪندو هو ۽ پنهنجن ساٿين جو وار ونگو ٿيڻ به ڪين ڏيندو هو.

ملاحن جي هيءَ ٽولي گهمندي ڦرندي هاڻ اهڙين غليظ گهٽين ۾ اچي نڪتي هئي، جن جي فرش تي به گناه جا داغ لڳل هئا. گهٽين ۾ ٻنهي طرفن کان نهايت ننڍڙيون ڪوٺيون ٺهيل هيون، جن جي ڏنڊلين دريسن کان اهڙي ته بدبوءِ اچي رهي هئي جو ڄڻ ته اندر ڪو گوشت جو ڍير سڙي رهيو آهي!

ڊگلس جي اڳواڻيءَ هيٺ هو ڪجهه وقت تائين ڪي هٽ ڏيئي هلندا رهيا. آخر ڊگلس ٻه واريءَ ڪنڌ وٺي ٽڙيو. ملاحن به هن جي پيروي ڪئي. هيءَ گهٽي، اڳين گهٽين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ روشن ۽ صاف سٿري هئي ۽ هن جي هر دروازي مٿان وڏا وڏا رنگين فانوس ٻري رهيا هئا. ملاحن جا چهرا سرخ ٿي ويا ۽ سندن اکيون خوشيءَ جو ناچ نچڻ لڳيون ۽ هنن جا چپ ساموندي گيتن جي ياد ۾ ڦڙڪڻ لڳا. هر هڪ مڪان جي فانوس تي گهر جو نمبر لڳل هو ۽ هر هڪ مڪان جي اندر دروازي جي ٻوٽن چمڪندڙ لباس ۾ ملبوس هڪ عورت سائيءَ چمنستاني ڪرسيءَ تي هار سينگار ڪيو ويٺي هئي. ملاحن کي ڏسي هي عورتون پنهنجن مڪانن مان نڪري گهٽيءَ ۾ آيون ۽ هنن جو رستو روڪي هنن کي پاڻ ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ ناز نخرا ڪرڻ لڳيون. ڪڏهن ڪنهن مڪان جو اوچتو دروازو پٽي کليو ۽ هڪ گهاگهه رَنَ ڪنهن طوفان ۾ ويڙهيل ڏائڻ وانگر رڙيون ۽ واڪا ڪندي ٿي نڪتي. ”اچو- جوانو- اچو“—۽ ان سان گڏو گڏ ڪنهن نه ڪنهن ملاح مٿان سرڻ وارو لامارو هڻندي، پوريءَ طاقت سان ان کي پنهنجي خلوتگاهه ڏانهون وٺي وڃڻ جي ڪوشش ڪي لڳي ٿي ويٺي. پنهنجي شڪار کي ڦاسائڻ جي ڏَنَ ۾ هوءَ هوبهو اهڙي ڪوريئڙي وانگر پئي نظر آئي جو پاڻ کان وڌيڪ طاقتور مک کي ڦاسائڻ جي بيسود ڪوشش ڪندو هجي. هن جي شڪار (ملاح)، مجبوريءَ جي حالت ۾، عجيب ناتوانيءَ سان هن جو خوب مقابلو پئي ڪيو ۽ سندس ساٿي هن جي اهڙي درگتي ڏسي پئي کليا ۽ اوچتو ڊگلس جي رڙ ٻڌڻ ۾ پئي آئي ۽ هن حاڪماڻي آواز ۾ پئي پڪاريو.

”ترسو نه...... اتي نه ترسو...... هليا اچو...... اسان کي اڳتي هلڻو آهي!“ ۽ سڀ ملاح هن جي حڪم جي پوري تعميل ڪندا، چورن کان پنهنجو بدن ڇڏائيندا، ڊگلس جي پوٺتان لبيڪ لبيڪ چوندا وڃي رهيا هئا.

شڪست خورده طوائفون زخمي شير جيان غضبناڪ ٿي نظر آيون ۽ چار چوڌاري ويل ”محبوبن“ کي بلند آواز، فحش گارين جي تيرن جو نشانو بڻائي رهيون هيون.

ملاح ان طرح هلندا هليا؛ قدم قدم تي هنن جو منهن مقابلو غريب ڪلارڪن، ڪنڊ سوداگرن ۽ ڀنڪندڙ فوجي سپاهين سان پئي ٿيو، جي پنهنجن داشتائن سان ملي واپس ٿي رهيا هئا. هلندي هلندي، ملاح هڪ ننڍين گهٽيءَ ۾ گهڙيا، جنهن ۾ پهرينءَ گهٽيءَ وانگر هر دروازي مٿان فانوس ٻري رهيو هو ۽ اهڙي ئي گندل گهٽيل ٻانس اچي رهي هئي. ڊگلس آخر هڪ چڱي مڪان وٽ بيهي رهيو ۽ پنهنجن ساٿين سميت ان ۾ اندر داخل ٿيو.

( ۲ )

ملاح مڪان جي وڏي ڪمري ۾ ويٺا هئا ۽ انهن مان هر هڪ پنهنجي لاءِ هڪ هڪ عورت پسند ڪئي هئي، جن کان هو هڪ لحظي لاءِ به جدا نه ٿي ٿيا.

هن ننگريءَ جي اهائي ريت هئي!

هنن جي اڳيان ٽن ميزن کي هڪ ٻئي سان ملائي، هڪ ٽيبل ٺاهي وئي هئي، جنهن مٿان شراب جون صراحيون ۽ جام رکيا هئا. ملاحن خوب ڍؤ ڪري مارسيلز جي تند ۽ تيز ستي جا جام مٿان جام چاڙهيا ۽ ٽڙڪندؤ ٽنگن سان عورتن کي بغل ۾ دٻائيندا مڪان جي بالائي منزل تي چڙهي ويا. ٿوري وقفي بعد هو وري هيٺ لهي آيا ۽ ٺهين طرح بدمست ٿي بالاخاني تي هليا ويا. اهي مستيون اندا ڏنڊ چالو رهيون، ايستائين جو ملاحن جون چئن مهنن جون ڪمايل پگهارون صرف چئن ڪلاڪن ۾ فنافي الهوس ٿي ويون. جڏهن رات جا ٻارهن لڳا ته انهن مان ڪنهن کي به تن بدن جو هوش نه هو: تمام گهڻي شراب نوشيءَ سبب هنن جون اکيون ڳاڙهيون لال ٿي ويون هيون، ۽ اهڙيءَ بدمستيءَ جي عالم ۾ هنن جي زبان مان قطعي بي معنيٰ ۽ فضول جملا نڪرڻ لڳا: سندن بي سُريءَ ٽڙيءَ مان فحش راڳ نڪرندا رهيا، ۽ گڏو گڏ ميز مٿان به زور سان ڌڪون هڻي رهيا هئا. شراب جا پيالن مٿان پيالا ٽڙيءَ اندر اوتي رهيا هئا. هو تعداد ۾ ڪل ڏهه هئا ۽ سڀني ۾ ڊگلس ئي صرف هو جو پاڻ مٿان ڪجهه نه ڪجهه ضابطو رکيو پئي آيو. هن جي بغل ۾ هڪ دراز قد ۽ سرخ ڳلن واري حسينه ويٺي هئي، جنهن جي صرف اهائي ڪوشش هئي ته ڪيئن ڪڏهين ٿو مدهوش ٿئي. پيئڻ جي لاءِ جيتوڻيڪ ڊگلس کي به اوتروئي شراب مليو هو جيترو سندس ساٿين کي، تڏهين به هن پاڻ کي اعتدال جي حدن گذرڻ کان بچائي ورتو هو. شايد اهوئي سبب هو جو ماحول جي ايڏي گوڙ گهمسان جي باوجود، هن جي دماغ جي ڪوٺڙيءَ ۾ خيالن جو غبار مسلسل چڪر هڻي رهيو هو...... ان عالم ۾ اوچتو هن جي دل ۾ چئو ته نرمي ۽ همدردي، شفقت ۽ محبت جو چشمو ڦاٽي نڪتو ۽ دل ۾ خيال ڪيائين ته جيڪر ڪا شرافت جي ڳالهه سوچي هن شوخ ڇوڪريءَ اڳيان بيان ڪريان. مگر جيئن ئي هن ڪجهه سوچڻ چاهيو تـ هن کي کوپريءَ مان مغز غائب ٿيندو نظر آيو ۽ ڪنهن گونگي انسان جيان سندس وات ڦاٽل ئي رهجي ويو.

"اوهو!" هن آخر هڪ ٽهڪ اڳرندي چيو ۽ خواه مخواه ڪجهه نه ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، "تڏهين ته...... تڏهين ته...... پر اهو ته ٻڌاءِ، تون هتي آئينءَ ڪڏهين؟"

"ڇهه مهينا ٿي ويا." ڇوڪريءَ جواب ڏنو.

ڊگلس پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيو، چڻ ته ان حقيقت جي تائيد ڪري رهيو هو.

"توکي ڪا هت تڪليف ته ڪانهي؟"

ڇوڪريءَ ڪجهه سيڪنڊن لاءِ سوچيو ۽ پوءِ چوڻ لڳي:

"تڪليف ڇا ٿيندي، ۽ هاڻ ته مان عادي ٿي چڪي آهيان، سمجهين نه ٿو ته روٽي ته آخر ڪمائي ڪانئي آهي! ائين به مون کي هرءِ ڏنڊو ملازمت کان عزار درجا وڌيڪ بهتر ٿو نظر اچي. ملازمت ۾ به ساڳي ڳالهه آهي، جيڪا هت......!"

ڊگلس وري ساڳئي انداز سان ڪنڌ ڌوڻيو ڄڻ تہ اِن ڳالھہ ڪي بہ سندس تائيد جي ضرورت هئي.

”ڇا، تون هنن ڪولتن ۾ پيدا ٿي هئينءَ؟“

”اونهون.“

”تڏهين ڇا ڪنهن ٻئي هنڌان آئي آهين؟“

”هون.“

”ڪٿان؟“

هوءَ ٿورو وقت ترسي، ڄڻ تہ ڪجهہ ياد ڪري رهي هئي، ۽ پوءِ ڄمائين، ”سان ’پرپيگ‘ جي رهواسڻ آهيان.“

”اوهو! اوهو!“ ڊگلس تڪڙو تڪڙو چيو ۽ يڪدم چپ ٿي ويو.

”توهان تہ شايد ملاح آهيو؟“ ڇوڪريءَ سوال پڇيس.

”هائو، اسين ملاح آهيون.“

”پوءِ تہ توهان وڏا وڏا سفر بہ ڪيا هوندا؟“

”ها ...... تمام ڊگها سفر ڪيا اٿون؛ مون ...... گهڻو ڪري سڀ ملڪ ڏٺا آهن.“

”ساري دنيا جي گرد گهمي آيو آهين؟!“

”بلڪل،“ ڊگلس چيو، ”۽ هڪ دفعو نہ، پر ٻہ دفعا؛ دنيا پر جو چڪر لڳايو اٿم.“

هوءَ ڪجهہ وقت خاموش ٿي ويئي، ڊگلس بہ چپ رهيو. آخر ڇوڪريءَ چيو:

”منهنجي خيال موجب تہ توهان گهڻن ئي قسمن جي جهاز وارن سان مليا هوندؤ!“

”ڪيترن سان ئي!“

”هڪ جهاز آهي ’دي وينٽس نائرڊئر‘ جي نالي سان. ڇا ان جهاز جي ڪنهن آدميءَ سان بہ تنهنجي ڪڏهين ملاقات ٿي؟“

ڊگلس پنهنجي جهاز جو نالو هن جي واتان ٻڌي وائڙو ٿي ويو، ۽ پوءِ هن ڪي ڪجهہ مذاق سُجهيو: تنهن ڪري چوڻ لڳو، ” ’نائرڊئر‘ جي ماڻهن سان تہ اسين اڃا گذريل هفتي مليا هئاسون.“

”ڇا سچ ٿو چوين؟“

”بلڪل سچ.“

”ڏسجانءِ، متان وڏاءُ ڪندو هجين!“

”نہ ڙي نہ ...... چوين تہ خدا جو قسم کڻان! ٻڌ، خدا جو قسم تہ ’نائرڊئر‘ وارن سان مان اڳئين هفتي مليو هوس“

”ڇگو ان جهاز تي ڪو ڊگلس نالي ملاح بہ ڏٺو هوءِ؟“

"ڊگلس ناليءَ ملاح!" بي اختيار سندس زبان، اهو جملو اچاريو ۽ ان سان گڏو گڏ سندس ساري بدن ۾ ڄڻ ته بجليءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. 'ڏٺي منهنجا، هن ڇوڪريءَ کي منهنجي ناليءَ جي خبر ڪيئن پيئي؟' – هن سوچيو.

"ٻڌاءِ نه، تون ڊگلس ناليءَ ملاح کي سڃاڻين؟" ڇوڪريءَ بيتاب ٿيندي، پنهنجو سوال ورايو.

"توبهه، تون هن کي ڪيئن سڃاڻين؟" ڊگلس جواب ڏيندي سوال ڪيو.

"نه نه مان ته هن کي ڪونه سڃاڻان، البت هتان جي هڪ ٻي ڇوڪري اڪثر هن جو نالو ڪنندي آهي،" هن چيو.

"اها ڇوڪري ڪير آهي، ڇا هن ئي هال ۾ رهندي آهي؟"

"نه، هت ته ڪونه رهندي آهي."

"ته هن ڪٿي رهندي آهي؟"

"بس نزديڪ ئي رهندي آهي."

"آخر اها ڪير آهي؟"

"بس هڪڙي ڇوڪري آهي......... بلڪل مون جهڙي."

"ڊگلس سان هن جو ڪهڙو سبند آهي؟"

"مون کي ڪهڙي خبر؟ ٿي سگهي ٿو ته هو سندس شهر جو هجي!" ڊگلس ۽ ڇوڪريءَ هڪ ٻئي جي اکين ۾ ڏٺو.

"مان ان ڇوڪريءَ سان ملڻ ٿو چاهيان!" ڊگلس چيو.

"ڇو؟" ڇوڪريءَ پڇيو، "ڇا توکي ڪجهه آن کي چوڻو آهي!"

"مان هن کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته ...... ته ......"

"ڇا ٻڌائڻ ٿو چاهين تون آن کي؟"

"ته مان...... ڊگلس سان مليو آهيان!"

"تون ڊگلس سان مليو آهين؟ ڇا هو زنده آهي! خوش ته هو؟"

"هائو، هو خيريت سان هو، پر تنهنجو آن سان ڪهڙو ڪم؟"

ڇوڪري چپ ٿي ويئي. ڄڻ پنهنجي تخيل جا اڻپڙهيل صفحا ورائي رهي هئي. وري ڪجهه آهستي چيائين!

"پلا 'نانزدنم' ڪيڏانهن وڃي رهيو هو؟"

"مارسيلز ڏانهن."

"مارسيلز ڏانهن!" ڇوڪريءَ رڙ ڪري چيو، "ڇا اهو سچ آهي؟"

"بلڪل سچ"

"۽ تون ڊگلس کي ڪيئن سڃاڻندو آهين؟"

"اهو ته پوربنئي پڌايومانءِ"
چوڪري ڪجهه سوچ ۾ ٻڏجي ويئي.
"ڏاڍو سٺو ٿيو...... ڏاڍو سٺو......" هن پڪ ڪئي.
"آخر ڊگلس ۾ ڪهڙو ڪم اٿيئي؟"
"جي تون ڊگلس سان وري ملين، ته هن کي چئجانءِ ...... چئجانءِ ...... ته ...... نه ڪجهه نه چئجانءِ!"
"ڇا چوان هن کي؟"
"نهيو ڇڏينس، ڪجهه نه چئجانءِ."
ڊگلس، چوڪريءَ ڏانهن، چرين وانگر نهاري رهيو هو ۽ هن جي ديوانگيءَ ۾ دم بدم اضافو ٿيندو پئي ويو.
"ڇا ڊگلس کي تون پاڻ ۾ سڃاڻين؟" هن پڇيس.
"نه، مان پاڻ ته ڪونه سڃاڻانس."
"ته پوءِ هن جي لاءِ مرين ڇو ٿي؟"
چوڪريءَ ان جو ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ اوچتو سامهون واريءَ ميز ڏانهن وڌي ۽ جهٽ هٿ ۾ ليمون کنيائين ۽ ان کي ڪاٽي گلاس ۾ ان جو رس نپوڙيائين. پوءِ گلاس کڻي ڊڪندي ڊگلس ڏانهن آئي، ۽ اچي سندس سٿرن تي ڪري، ۽ گلاس ڊگلس جي منهن ڏانهن وڌائي چوڻ لڳي:
"وٺ، هي پي وڃ!"
"هي ڇا آندو اٿيئي؟" هٿن ۾ گلاس ڏيائيندي ڊگلس پڇيو.
"جيئن تنهنجو دماغ صاف ٿي وڃي ۽ پوءِ مان توکي ڪجهه پڌايان: پي وڃ نه، اهو!"
ڊگلس اهو پي ويو ۽ هٿن سان چپ صاف ڪندي چيائين، "چڱو، پڌاءِ! ڇا پڌائڻ ٿي چاهين؟ منهنجو دماغ هاڻ بلڪل صاف آهي!"
"پر سڀ کان اڳ ۾ مون سان انجام ڪر ته تون ڊگلس کي اهو نه پڌائيندين ته تون مون سان ملي چڪو آهين."
"چڱو، مان نه پڌائيندس."
"ائين نه؛ قسم کڻ!"
ڊگلس قسم کنيو.
"توکي خدا جو قسم!"
"ها، مون کي خدا جو قسم!"

”چڱو، ته ٻڌ...... ڊگلس اسي چنجانءَ ته تنهنجي ماءُ ۽ تنهنجو پيءُ ٻئي مري ويا آهن، ۽ اهو به چنجانس ته تنهنجو ڀاءُ به ختم ٿي ويو آهي. ...... چنجانس ته تنهنجي وڃڻ کان پوءِ شهر ۾ وبا اچي پکڙي، جنهن ۾ اهي اٺئي ڄڻا هڪ مهيني جي اندر مري ويا!“

ڊگلس محسوس ڪيو ته ڄڻ ڪوئي سندس جگر چيڀاڙي رهيو هو. ڪجهه وقت هو چپ چاپ ويٺو رهيو. هن ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو، مگر سندس نڙيءَ ۾ ڄڻ ته ڪو گوڙهو اٽڪي پيو هو: هن جي زبان مان زور سان ڪجهه لفظ نڪتا.

”ڇا توکي يقين آهي ته اهين ٿي ٿيو؟“

”هانو مون کي يقين آهي ته ائين ٿي ٿيو.“

”اهي ڳالهيون توکي ڪنهن ٻڌايون؟“

جواب ۾ ڇوڪريءَ ٻئي ٻانهون ڊگلس جي ڪلهن تي رکيون ۽ هن جي اکين ۾ گهوريندي چوڻ لڳي:

”قسم کڻ ته هي پيد ڪنهن کي به نه ٻڌائيندين!“

”مان خدا جو قسم ٿو کڻان.“

”ته ٻڌ، مان ڊگلس جي ڀيڻ آهيان!“

”ليوسي!“ ڊگلس کان رڙ نڪري ويئي.

ڇوڪريءَ هن جي اکين ۾ اکيون وڌيون ۽ هوريان هوريان سندس چپ چُريا: ائين پئي معلوم ٿيو ڄڻ هوءَ لفظن کي زبان مان ٻاهر ڪڍندي روڪي رهي هئي.

”ته تون ئي ڊگلس آهين!“ ڇوڪريءَ جو آواز ائين ٻڌڻ ۾ آيو ڄڻ پرندو رڪ مٿان ڪو ٻاڻي هاري رهيو هو. ٻئي پٿر جا بت بڻجي ويا. ساري بدن ۾ صرف سندن اکيون زنده پئي معلوم ٿيون، جي هڪ ٻئي ڏانهن گهوري رهيون هيون.

هن جي چوڌاري، پيا ملاح ۽ انهن جي بغلن ۾ دٻيل جنسي پياس ٻجهائڻ واريون صراحيون، گوڙ شور مچائي رهيون هيون. شرابي ملاحن جا بي سُرا گيت ۽ فضول بڪواس ۽ انهن جون وحشاني رڙيون ۽ طوائفن جون مسرتا ڀريل چيخون ۽ ٽهڪ، اهي سڀ گوڙ گهمسان ۾ شامل هئا.

”اهو...... ٿيو...... ڪيئن!“ ڊگلس رڪجي رڪجي اهڙي ته ڏيي آواز ۾ چيو جو ليوسي به مشڪل سان اهي لفظ ٻڌي سگهي.

ليوسيءَ جون اکيون لڙڪن سان ڀرجي ويون.

”بس هو مري ويا، سڀ... سڀ ئي مري ويا...“ ليوسيءَ روئڻهارڪي آواز ۾ چيو. ”تنهنجي گهر مان وڃڻ کان هڪ سال بعد، امان، ابا ۽ ڀائو، ٽيئي هڪڙي ئي مهيني ۾ خدا کي پيارا ٿي ويا ۽ مان ٻاڙ هن پڙيءَ دنيا ۾ اڪيلي رهجي ويس......

ڪنهن رڻ ۾ اڪيلي وڻ وانگر...... ڊاڪٽرن، دوائن ۽ لڳا تار ڪفن دفن جي خرچن، مون کي هٿي بچائي ڇڏيو ۽ مون انهن خرچن کي پوري ڪرڻ لاءِ گهر جي هرهڪ چيز وڪڻي ڇڏي؛ ان حد تائين جو مون وٽ صرف تن ڍڪڻ جا ڪپڙا مس وڃي بچيا...... پوءِ "مونشير" وٽ نوڪري ڪيم. اهوئي اسان جي ٻاڙي وارو "مونشير"... ان وقت منهنجي عمر صرف پندرهن سال هئي...... ۽ "مونشير" مون کي هر لحاظ کان تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ هڪڙي گهر ۾ ٻارن جي آيا ٿيجي رهيس، مگر آءٌ به منهنجو اهوئي حشر ٿيو. گهر جي مالڪ ڪافي عرصي تائين مون کي هڪ علحدو مڪان وٺي ڏيئي، داشته بڻائي رکيو، پر آخر ڪيستائين! جلدئي هن به مون کي ڇڏي ڏنو ۽ آخر نوبت انهيءَ حد تائين پهتي جو ڪيترا ويلا ڪڏهن پوندا هئم. پوءِ سوچيم ته جڏهن جت ڪٿ حالت اهائي ٿيندم، پوءِ ڇو نه پاڻ ئي قبول ڪريان! تنهن ڪري هيڏانهن هلي آيس ۽ هاڻي...... هاڻي......" ليوسيءَ جي زبان اٽڪي بيهي رهي ۽ گهٽيل گهٽيل آواز ۾ روئڻ لڳي. ڇگيءَ دير تائين ته سندس ٻڪن تان ڳوڙهن جون ڀرپور نديون روان هيون ۽ هن جي آواز ۾ ٻڌن ساهن ۽ سڏڪن جو ميل جول هو.

"مون سمجهيو هو ته تون به سري ڇڪو آهين!" ليوسيءَ هڪ وڏو سڏڪو ڀريندي، هڪ زخمي آواز ۾ پڇيو، "اهڙيءَ حالت ۾، تون ئي ٻڌاءِ، مان ڇا ٻيي ڪري سگهيس؟"

"پر تو مون کي شروعات ۾ئي ڇو نه سڃاتو؟" ڊگلس ڪنهن مريض وانگر ڏٻي آواز سان چيو.

"نه ڄاڻان، مان ڪم بخت توکي ڇو نه سڃاتو!" هن تيڪن زور سان روئندي چيو، "ڇا ڪريان، جڏهين تون گهر کان نڪتو هئين ته هاڻ کان مختلف هئين، ۽ تو به ته مون کي ڪونه سڃاتو؟"

ڊگلس کي ائين محسوس ٿيو ته ڪوئي سندس دل کي مضبوط چنبي ۾ ٻڙيءَ طرح نپوڙي رهيو آهي. هو اندرئي اندر ۾ ڪنهن اندروني تڪليف کان ڪنجهڻ لڳو ۽ سندس دل ۾ بي اختيار روئڻ جي خواهش ايري، ان معصوم ٻالڪ جيان جنهن کي سندس ڪوئي ساٿي نند ۾ ماري ڀڄي ويو هجي.

هو اٿيو ۽ ڇوڪريءَ جو نازڪ مُنهن پنهنجن کهرن چنبن ۾ جهلي لڳا تار سندس چهري ۾ ڏسڻ لڳو.

آهستي آهستي هو ان پڪي ۽ پهتي چهري ۾ ننڍپڻ ۽ ٻالڪپڻ جا معصوم ۽ مسرور خد و خال سڃاڻندو ويو، جن کي هو سمنڊ جهڙي طويل سفر تي اسهڻ کان اڳ، گهر ۾ ڇڏي ويو هو.

”ها، تون ئي ليوسي آهين ... منهنجي پيڻ!“ آخر هن چيو ۽ يڪدم بي شمار سڏڪا... هڪ مضبوط آدميءَ جا نادر سڏڪا... ڪنهن خراب بدحال شرابيءَ جا سڏڪا... ڊگلس جي سيني ۾ اڀريا... ليوسيءَ جو سر هن ڇڏي ڏنو ۽ پرسان رکيل ميز تي هڪ زوردار مڪ هنيائين ۽ هڪ حيواني آواز ۾ بريءَ طرح روئڻ لڳو. هن جي مضبوط مُڪ جي شديد ضرب سبب ميز تي رکيل بلوري گلاس اچي فرش تي ڪريا ۽ انهيءَ دم ٽڪر ٽڪر ٿي پکڙجي ويا. هوڏانهن سندس سڀ ساٿي ۽ انهن جون ساٿياڻيون ڊپ ۾ پرجي هن ڏانهن ڏسڻ لڳيون.

”ڏسو ته ـ ڪيئن نه رعب ڄمائي رهيو آهي!“ هڪ ملاح ڪلندي چيو.

”بند ڪر بڪواس!“ ٻئي ورائي چيو.

”اڙي ڊگلس! ڇو رڙين ٿو، استاد؟“ ٽئين هن جي ويجهو ايندي ۽ سندس دامن کي ڇڪيندي چيو.

”هل نه، ته وري مٿان ٿي اچون!“

ڊگلس يڪدم روئڻ بند ڪيو ۽ ساه کڻي، پنهنجن سيني ساٿين مٿان نظر اڇلائين. هو سڀ نشي ۾ چور هئا. هن جي پرسان ئي هڪ ملاح هڪ ريشمي لباس ۾ ملبوس سرڪندڙ ڇوڪريءَ کي بغل ۾ دٻايون پيو هو.

ريشم ۽ سلڪ جي لباس ۾ ملبوس فاحشه، ڊگلس کي هڪ تازي زخم مثل نظر آئي، جنهن مٿان گلابي رنگ جا تهه ڄمائي حسين بڻايو ويو هجي. هو پنهنجي جڳهه تان اٿيو ڄڻ ته هو ڪنهن لڙائيءَ ۾ ٽپو ڏيئي رهيو هو. هن هڪ وحشاني عزم سان پنهنجي ڀرپور طاقت جي بدولت طوائف کي پنهنجي ساٿي ملاح جي آغوش مان جدا ڪيو ۽ هڪ شير وانگر گجگوڙ ڪري چوڻ لڳو:

”ڇڏ، ڇڏ هن کي! ڏسين نٿو، هيءَ تنهنجي ڀيڻ آهي!...... توهان مان هر هڪ جي بغل ۾ اوهان جي ڀيڻ ويٺل آهي!...... هيڏي ڏسو، هيءَ آهي منهنجي ڀيڻ...... ليوسي! ها...... ها...... ها......“ ۽ هو سڏڪا ڀرڻ لڳو، اهڙيءَ طرح ڄڻڪ ٽهڪ ڏيئي رهيو آهي. ان کان پوءِ پنهنجون ٻئي ٻانهون هوا ۾ ڦهلائيندو، هو لرزندڙ قدمن سان اڳتي وڌيو ۽ فرش مٿان ڪري پيو. بيقراريءَ جي عالم ۾ هو پنهنجون ٻئي ٻانهون ۽ ٽنگون فرش مٿان اُڇلي هڻي رهيو هو جيئن نيم بسمل مرغ ڦٿڪندو آهي.

هن جا سڀ ساٿي پنهنجي پنهنجي جڳهه تي حيران ۽ پريشان بيٺا رهيا.

”هلو ته هن کي ڪنهن بستري تي آرامي ڪريون،“ هن جي هڪ ساٿيءَ چيو.

سڀني گڏجي هن کي کنيو، ۽ هن کي گهليندا، ڏاڪڻ جي رستي بالاخاني تي کڻي ويا، جتي هن کي هڪ بستري تي سمهارايائون.

ليوسيءَ جي ڪمري ۾، ليوسيءَ جي بستري تي!

ٽئگور

سنڌيڪار: ثميره زرين

# دروازو

"مريم!"

"حبيب، آرام ڪر! رات وڃي رهي آهي!"

"خير، وڃڻ ڏي رات کي؛ مان بہ تہ هيئنر ڪجهہ ڏينهن جو مهمان آهيان! مان سوچي رهيو هوس تہ زليخا پنهنجي پيءُ وٽان ٿي اچي تہ چڱو! مگر هو هيئنر ڪٿي هوندا؟"

"رامپور."

"ها! رامپور ٿي ڪٿي هن کي موڪل. هن کي هتي بيمار جي نزديڪ ايترو زياده وقت نہ رهڻ گهرجي؛ هوءَ خود بہ ضعيف آهي!"

"اوهو! هيئنر ڇوڪري جون ڳالهيون پڙ! اهڙي وقت ۾ هوءَ توکي ڇڏي ڪيئن هلي وڃي؟"

"ڇا! هن کي خبر نہ آهي تہ ڊاڪٽرن منهنجي متعلق ڇا راءِ ڏني آهي؟"

"اهو تہ هن کي بہ نظر اچي ٿو؛ پر اڄڪلهہ پيري بہ هن کي پنهنجي پيءُ جي گهر وڃڻ لاءِ چيو هوم، تہ بس روئي روئي اکيون ڳاڙهيون ڪري ڇڏيون هئائين!"

"هون!"

"چڱو، تون هيئنر آرام ڪر. مان وڃان ٿي."

... ... ... ... ...

"زليخا، تنهنجي پيءُ، انور جي ذريعي توکي ڪجهہ چوائي موڪليو آهي ڇا؟ سون ڪيس ڪلهہ هتي ڏٺو هو!"

"ها، ايندڙ جمعي ڏينهن، منهنجي ڀيڻ جو عقيقو آهي، ۽ منهنجو خيال آهي، تہ......"

"ها، ڏيءُ! تون ان لاءِ موتين جي هڪ مالها موڪلج- تنهنجي ماءُ خوش ٿي ويندي!"

"مون خود ئي وڃڻ جو ارادو ڪيو آهي. مون کي ڏاڍي سڪ لڳي آهي، ۽ مون پنهنجيءَ ننڍيءَ ڀيڻ کي ڏٺو بہ نہ آهي."

"جيڪي وڻيئي سو ڪر، مگر اهڙيءَ نازڪ حالت ۾ حبيب کي ڇڏي، تون ڪيئن وڃي سگهندينءَ! تو ته پڙهو هوندو ته ڊاڪٽر ڇا چيو آهي؟"

"ها، مگر ڊاڪٽر ته چيو ته في الحال ڪا خاص فڪر ۽ تشويش جي ڳالهه نه آهي."

"جي انهن چيو ائائين ته ٻه ڇا ٿيو؟ تون خود ته هن جي حالت ڏس!"

"مان ٻڌان ٿي ته نهايت شاندار تقريب ٿيندي، ۽ هونئن به ٽن پاٽن ڪان پوءِ اها هڪ ئي ڇوڪري آهي، جي مان نه ويس ته امان کي ضرور ملال ٿيندو."

"ها، ٺيڪ آهي! مان تنهنجي ساڻ جي خيالن ڪان پوري واقف پڻ ته ته آهيان! پر مان سمجهان ٿي ته جي تنهنجي والدين کي معلوم ٿيو ته تون حبيب کي هن حالت ۾ ڇڏي آئي آهين، ته هو ضرور ناراض ٿيندا."

"توهين تسليءَ جا ٻه چار لفظ لکي موڪلجو 'ته ڪو خطرو ڪونهي'- بس، پئي ڪندي، منهنجي وڃڻ ڪري گهر جي ڪم ڪار ۾ ڪو خاص فرق ٿوروئي پوندو!"

"تون ٺيڪ ٿي چوين! جي تون هلي وئينءَ، ته ڪو خاص نقصان ڪونه ٿيندو؛ پر جيڪڏهين تنهنجي والد کي ڪجهه لکڻو ئي پيو ته منهنجو خيال آهي ته هن کي صاف صاف سمورو احوال لکنديس."

"اوهه! ته انهيءَ صورت ۾ توهين لکڻ جي تڪليف نه ڪجو — مان بابا سائينءَ کي پاڻ چونديس؛ ۽ مون کي يقين آهي ته هو......."

"ڇوڪري، مان گهڻو برداشت ڪري چڪي آهيان؛ پر جيڪڏهين تو ائين ڪيو، ته مان ٻه چپ نه رهنديس. تنهنجو والد توکان خوب واقف آهي، انهيءَ ڪري تون هن کي دوکو نه ڏئي سگهندينءَ."

مريم هلي ويئي — ۽ زليخا غصي ۾ پلنگ تي ليٽي پئي. ايتري ۾ هن جي سهيلي آئي، ۽ پڇيائين، "اڙي، چپ چو آهين! ڪهڙي ڳالهه آهي؟"

زليخا چيو، "ڏس نه! ڪهڙي نه شرم جي ڳالهه آهي- منهنجي هڪ ئي ڀيڻ، ۽ ان جي عقيقي تي مون کي وڃڻ نٿا ڏين!"

"پر، ڇا! تون حبيب کي اهڙيءَ بيماريءَ ۾ ڇڏي ويندينءَ؟"

"مان هن کي ڪهڙو آرام پهچائي رهي آهيان- ۽ پهچائڻ چاهيان به ته ڇا ڪريان! هيءُ گهرئي اهڙو ڀيانڪ آهي- بس، منهنجي ته دل ئي بيزار ٿي پئي آهي!"

"تون ته عجيب عورت آهين!"

"ها! مگر توهان ماڻهن وانگر مون کي دوکو ۽ فريب ڏيڻ نه ايندو آهي، ته ماڻهن جي خوف کان ڪو خواهه مخواهه ڏک ظاهر ڪرڻ ويهي رهان!"

"اُف، ڪهڙي نه هلڪي هلڪي عورت آهين! توبه!"

... ... ... ... ... ...

حبيب کي جڏهن مريم ٻڌايو ته زليخا ٻيءَ جي گهر وڃڻ جو ٻڌي ئي رونق لڳي، ته هن کي ايتري قدر ته خوشي ٿي، جو هو پنهنجي بستري تي آڌي ويهي رهيو- ۽ نرم نرم گاڏيلن جي سهاري، ڪيتري دير ويٺو رهيو. چيائين:

"مريم، دري کولي ڇڏ، ۽ روشني بند ڪر!"

خاموش رات، مسافر عدم وانگر دريءَ تي چپ چاپ بيٺي هئي. تارا، جي غير محدود زماني کان موت جا هزارين منظر ڏسي چڪا آهن، هينئر به لڳا تار ڏسي رهيا هئا ...... حبيب، انهيءَ تاريڪ شب ۾ زليخا جا نقش ڏسندو هو! هينئر به هو تاريڪ شب تي ڏسي رهيو هو، ۽ هن جي ننڍا ڪرين اکين ۾ لڙڪ پريل هئا!

مريم هن کي اهڙيءَ طرح خاموش ڏسي، مطمئن ٿي وئي.

جهٽ ۾ هن پاسو بدلايو، ۽ چوڻ لڳو:

"مريم، تون چوندي هئينءَ ته زليخا اهڙي نه آهي جو اسان جي گهر خوش رهي سگهي! هاڻ تو ڏٺو؟"

"ها، پٽ! هينئر مان ڏسان ٿي ته منهنجو خيال غلط نڪتو. بيشڪ، تجربي سان ئي ماڻهوءَ جي خبر پوي ٿي."

"مريم!"

"جئين پُٽ! هينئر آرام ڪر."

"ٿوري دير انهن ئي رهڻ ڏي! مريم، تون خفا نه ٿين، ته مان ٿورو وڌيڪ ڳالهيون ڪيان!"

"چڱو، بيشڪ ڪر!"

"هڪ دفعي، جڏهن مان سمجهندو هوس ته، زليخا مون سان محبت نه ڪري سگهندي، ته مان ته خاموشيءَ سان برداشت ڪندو هوس؛ مگر، توکي منهنجي حالت ياد آهي؟"

"نه پٽ! هينئر مان توکي اهو چوڻ نه ڏينديس، مان به برداشت ئي ڪئي هئي."

"ها، مگر تون سمجهه! اسان جا دماغ مٽيءَ جا ڳنڍا ته نه آهن، جو هٿ ۾ ڪندي ئي، ڪوئي پنهنجي قبضي ۾ ڪري ڇڏي! ۽ مان خود محسوس ڪندو هوس ته زليخا هينئر ته نه ٿي سمجهي، پر جڏهن ڪو صدمو پيش ايندس، تڏهن ......"

"ها، تون ٺيڪ ٿو چوين، پٽ!"

مريم پنهنجي سرد آهه کي روڪي ويهي رهي- ۽ پوءِ هلي وئي ...... ٿوريءَ دير بعد هوءَ آئي؛ هن ڏٺو ته بارش هوندي به حبيب ورانڊي ۾ ئي ويٺو هو، ۽ پنهنجي خوابگاهه ڏانهن نه ويو هو. هو هر هر پاسا ورائيندو رهيو- ۽ مريم بخوبي سمجهي رهي هئي ته حبيب

ڪي زليخا جو انتظار آهي ته هوءَ اچي ته هو هن سان ڪجهه ڳالهيون ڪري ...... مگر، زليخا ٽينس وڃڻ جي تيارين ۾ مشغول هئي.

مريم قريب اچي، حبيب ڪي ٻڪو هٿ لڳي- ۽ حبيب بيزاريءَ سان هن جو هٿ روڪيو — مريم هن کي چوڻ چاهيو: 'حبيب، تون چو هن ڇوڪريءَ جو ايترو خيال ٿو ڪرين؟ تون ته پاڻ چڱ ته هن ۾ تنهنجي طلب جو جذبو پيدا ٿئي - ۽ ڪو سبق سکي!' — مگر... اهڙيون ڳالهيون چوڻ جون نه هيون. اهڙيءَ طرح غلط فهمي پيدا ٿيڻ جو انديشو هو.

حبيب جي دل، حسن جي ملڪ جو مندر هو، ۽ اُن جي تخت تي زليخا براجمان هئي. هُو انهيءَ ڳالهه جو خيال ئي نه ڪري سگهندو هو ته خود هن جي قسمت، هن کي جام محبت کان محروم ڪري ڇڏيندي! هن لاءِ اُن جو دوَر ڪنهن ديوي جي نگاهن سان هلندو هو: اُنهيءَ واسطي پرستش جاري هئي؛ قربانيون برابر ڪيون ويندڀون هيون؛ ۽ ... اميد منقطع نه ٿي...

... ... ... ... ...

مريم حبيب ڏانهن ڏٺو. هو چپ چاپ ليٽيو پيو هو. اوچتو حبيب چيو: "تنهنجو هيءَ خيال هو ته مان زليخا مان خوش نه آهيان، ۽ انهيءَ ڪري تون به اُن سان ناراض هئينءَ — ليڪن، مريم، خوشي هُنَن تارن مثل آهي-ڏس! هُو ساريءَ اونداهه تي غالب نه آهن! وچ ۾ گهٽوئي اونداهو حصو باقي آهي — اسان زندگيءَ ۾ غلطيون ڪندا آهيون، ۽ اِن کي پوريءَ طرح نه ٿا سمجهون — تڏهين به بعض حصا باقي رهجي ويندا آهن، ۽ اُن مان صداقت چمڪندي آهي. مان چئي نه ٿو سگهان، منهنجي دل ۾ خوشي ڪهڙي گهڙي کان اچي جاگزين ٿي ويئي!"

مريم آهستي آهستي هن جسي مٿي کي زور ڏئي رهي هئي، ۽ پنهنجن ڳوڙهن کي اونداهيءَ جي پڙدي ۾ لڪائي ويٺي هئي.

"مريم، هوءَ اڃان ٻار آهي!" حبيب يڪايڪ چيو، "خبر نه آهي، هن جي زندگي ڪيئن گذرندي، جڏهين مان......"

"ٻار! حبيب، هوءَ ته ڪافي وڏي آهي. مان به جوان ئي هيس ته منهنجو شوهر منهنجي زندگي تاريڪ ڪري هليو ويو. مگر انهيءَ ڏينهن کان وٺي اڄ تائين، هو منهنجي دل ۾ آهي. اهڙيءَ صورت ۾ مون کي ڪهڙو نقصان ٿيو؟ ڇا! زندگيءَ لاءِ سک ايترو ضروري آهي؟"

"مريم، اٿين معلوم ٿو ٿئي ته جڏهين کان زليخا جي دل مون ڏانهن لَڙي آهي، تڏهين کان مون کي دنيا مان......"

"حبيب، ان جو خيال نہ ڪر. هيءَ ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي، تہ هڪ زال پنهنجي مڙس سان سهنڊ وڪڻ ڏانهن مائل ٿي آهي."

اوچتو، حبيب کي هڪ گيت ياد آيو، جو هن ڪيترا ڏينهن اڳ هڪ ڳوٺ ۾ ٻڌو هو. هو ياد ڪرڻ لڳو ـــ ۽ هن کي ياد آيو:

"اي منهنجي دل! تون اُن وقت سجاڳ نہ ٿئين، جڏهين تنهنجو مالڪ تنهنجي دروازي تي آيو هو. هوءَ ان جي واپس ويندڙ پيرن جي آواز تي تون سجاڳ ٿئين. آه! تون سجاڳ تہ ٿئين، پر، تاريڪيءَ ۾!"

"مريم، هينئر ٽائيم ڪيترو ٿيو آهي؟" هن يڪايڪ پڇيو.

"نون جي قريب وقت آهي."

"اڃان تہ ڪافي سوير آهي. مان سمجهو تہ ڪو ۾ يا ني ٿيا هوندا! پر تون ٻہ سمجهہ تہ منهنجي رات تہ غروب آفتاب سان شروع ٿي ويندي آهي! مگر تون مون کي ننڊ ڪرڻ لاءِ ايترو زور ڇو ڪري رهي هئينءَ؟"

"انهن ڪري، ڪالهہ تون ڪيتري رات تائين جاڳندو رهئين؛ سو مون سوچيو تہ اڄ سويرئي آرام ڪرين تہ بهتر."

"ڇا، زليخا کي ننڊ اچي وئي؟"

"نہ، هوءَ تنهنجي واسطي سوپ تيار ڪري رهي آهي."

"مريم، تون مذاق تہ نہ ڪري رهي آهين! ڇا واقعي هوءَ......؟"

"ها، ها! ڇو؟ هوءَ ويچاري تہ تنهنجو سارو کاڌو تيار ڪندي آهي."

"اوهہ! مان سمجهندو هوس تہ زليخا کي شايد کاڌو رڌڻ نہ ايندو آهي!"

"عورتن کي هيءَ ڪم سکندي دير نہ لڳندي آهي. جڏهين ضرورت پوندي آهي، تڏهين پنهنجو پاڻ سڀ ڪجهہ اچي ويندو اٿن."

"صبح، مان جيڪو سوپ پيتو، اهو ڏاڍو سٺو هو. مان سمجهو، تو تيار ڪيو آهي!"

"نہ، مون ڪٿي ٺاهيو هو! زليخا مون کي تنهنجو ڪم ڪرڻ ئي ڪٿي ٿي ڏئي! سڀ ڪپڙا خود ٿي ڌوئي، هن کي معلوم آهي نہ، تہ تون صفائي بيحد پسند ڪندو آهين! ڪاش! تون خود ڏسين، تہ هوءَ تنهنجو ڪمرو ڪهڙو نہ صاف ٿي رکي! جي مان ڪيس تو وٽ اچڻ ڏيان، تہ هوءَ روئي روئي پريشان ٿي وڃي، ۽ اکڙ جو ناواٽئي نہ وٺي!"

"مگر، ڇا! زليخا جي صحت اِنهيءَ قابل آهي......؟"

"ڊاڪٽرن جو خيال آهي تہ مريض اڳيان هن کي بار بار نہ آندو وڃي: هن جي دل نهايت ڪمزور آهي."

"مگر، تون ڪيس هتي اچڻ کان ڪهڙيءَ طرح روڪين ٿي؟"

"هوءَ منهنجي سڀ ڳالهه مڃيندي آهي، ۽ مان به هن کي تنهنجو ذرو ذرو احوال ٻڌايان ٿي."

"هون!"

"چگو، مان وڃان ٿي."

... ... ... ... ...

تارا آسمان تي ڳوڙهن جي قطرن وانگر چمڪي رهيا هئا ......... حبيب، پنهنجو سر ان زندگيءَ جي اظهار تشڪر ۾ جهڪايو، جا عنقريب رخصت ٿيڻ واري هئي ...... ۽ جڏهن موت، هن ڏانهن پنهنجو هٿ وڌايو، ته هن آن کي ڪامل اطمينان ۽ سڪون سان قبول ڪيو.

هن هڪ سرد آهه ڪئي، ۽ ڪجهه اوسيڙي سان چوڻ لڳو:

"مريم!" ...... ۽ مريم هن جو آواز ٻڌي هلي آئي.

"مريم، جي زليخا اڃان تائين جاڳي رهي هجي، ته، ڇا! هوءَ مون وٽ صرف ٿوريءَ دير واسطي ......؟"

"چگو، مان هيٺر وڃي ڪيس وٺي اچان ٿي."

"مان هن کي دير تائين نه ترسائيندس، صرف ٻن منٽن واسطي ...... مون کي ضروري ڳالهه چوڻي آهي ڪيس."

مريم ڪان هڪ آه نڪري وئي، ۽ هوءَ زليخا کي وٺڻ هلي وئي.

ٿوريءَ دير ۾، حبيب جي نبض جي حرڪت وڌي وئي ...... هن کي چڱيءَ طرح ياد هو ته هو زليخا سان راز و نياز جي گفتگو ڪڏهن به نه ڪري سگهيو آهي: انهيءَ ڪري ته ٻنهي سازن جا راڳ جدا هئا، ۽ ٻنهي جو هڪ آواز سان نڪرڻ ناممڪن هو. حبيب جڏهن به زليخا کي پنهنجين سهيلين سان خوش، بي تڪلف ڏسندو هو، تڏهن هن جي دل ۾ رشڪ ڪان ايري اٿندي هئي- مگر حبيب پنهنجو پاڻ کي ئي الزام ڏيندو هو- ڇو نه هو پاڻ زليخا سان اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪري ٿي سگهيو؟ پر عورتن ڪي جيڪي معمولي ڳالهيون پسند ايندڙيون آهن، آهي مردن کي ٿورو ٿي ايندڙيون آهن! ۽ جيڪي معمولي ڳالهيون ڪرڻ مردن کي وڻنديون آهن، آهي عورتون ٻڌڻ پسند به ڪنديون آهن ڇا!؟ ...... اهڙيءَ طرح، حبيب ۽ زليخا هڪ ٻئي کان هميشه پري رهيا.

ڪيتراڻي دفعا، جڏهن هو وراندي ۾ ويهي زليخا سان گفتگو ڪندو هو، تڏهن هن کي محسوس ٿيندو هو ته زليخا هن وٽان وڃڻ ٿي چاهي! ۽ هوءَ وٽس سدائين بيزاريءَ سان وهندي هئي. ان وقت هن جي دل چوندي هئي ته ٻيو ڪوئي اچي وڃي ۽ زليخا کي

آن سان ڳالهائڻ ڪري، آتي ئي ڪجهه دير ويهڻو پوي! ليڪن، اهڙا اتفاق روز نه ٿيندا هئا. هينئر به هو سوچي رهيو هو ته 'زليخا اچي ته مان هن سان ڇا گفتگو ڪيان؟ اڄ سن زليخا منهنجي گفتگوءَ مان ڪجهه دير وندري سگهي!' هن کي ڳڻتي هئي ته 'ستان اڄ رات جا اهي پنج منٽ به ضايع نه ٿي وڃن!'— ڇو ته هن کي زليخا سان ڳالهائڻ واسطي صرف پنج منٽ هئا!

... ... ... ... ...

"ڏيءَ، هيءَ ڇا ڪري رهي آهين؛ تون ته ڪٿي وڃڻ واري نه هئينءَ؟"

"مان رامپور وڃي رهي آهيان."

"آخر ڪيئن! ڪير ٿو هلئي؟"

"انور."

"ڏيءَ، اڄ نه وڃ. ٻئي ڪنهن ڏينهن هلي وڃجانءِ!"

"مگر، برٿ ته رزرو ڪرائي ورتي آهي!"

"خير، هجڻ ڏي. هيءَ ڪا وڏي ڳالهه ته نه آهي. سڀاڻي سوير هلي وڃ."

"اوهه! مريم، مان تنهنجن انهن مبارڪ ۽ منحوس ڏينهن جي قائل نه آهيان. اڄ ويس ته ڇا ٿو بگڙجي وڃي؟"

"حبيب توسان ڪجهه ڳالهائڻ ٿو چاهي."

"چڱو! اڃا ته ڪافي وقت آهي. مان فورا وڃان ٿي، ۽ هن سان ملان ٿي."

"مگر، اهو نه چئج ته تون وڃي رهي آهين."

"چڱو! مان نه چونديس. مگر مان گهڻي دير نه ترسي سگهنديس. سڀاڻي منهنجي همشيره جو عقيقو آهي، ۽ مان اڄ ضرور وينديس."

"آه! منهنجي ڏيءَ، خدا جي واسطي هن دفعي ته منهنجو چوڻ مڃ. ٿوري دير ترس، ۽ هن وٽ اطمينان سان ويهه. ائين نه ٿئي ته هو تنهنجيءَ انهيءَ تڪڙ جو مطلب سمجهي وڃي."

"مان ڇا ٿي ڪري سگهان؟ ٽرين ته منهنجو انتظار نه ڪندي! انور جيستائين اچي، مان اوترو ٽائيم آتي وڃان ٿي."

"نه، بس، هاڻي ٿيو. مان توکي هن اٻهرائيءَ ۾ حبيب وٽ هرگز نه وڃڻ ڏينديس. آه، بدنصيب ڇوڪري! تون جنهن تي ظلم ڪري رهي آهين، اهو جلد هن دنيا ڪان رخصت ٿي ويندو. مگر مان سچ ٿي چوان، تون به انهيءَ وقت کي پنهنجي آخري گهڙيءَ تائين نه وساري سگهندينءَ! خدا جو خوف ڪر، آن جي غضب کان خوف ڪر!"

"اوهه! مريم، تون مون کي اهڙيءَ طرح ڊڄين ته نه ٿي؟"

... ... ... ... ...

”آه! منهنجا پٽ، تون هيتر ڇا واسطي زنده آهين! هن ظلم جي انتها ڪانهي؛ مگر، ڇا ڪريان، منهنجي وس جي ڳالهه ڪانهي!“

مريم ٿوريءَ دير کان پوءِ، مريض جي ڪمري ۾ وئي. هوءَ خيال ڪري رهي هئي ته حبيب کي ننڊ اچي وئي هوندي. ليڪن هو جاڳي رهيو هو. مريم چيو، ”پٽ! هوءَ ڇا ڪري رهي آهي!“

”ڇا آهي؟ زليخا ڪانهي؟ مريم تو ايتري دير ڇو ڪئي؟“

”اڙي، مان جو ويس، ته ڏٺم تـه هوءَ زار زار روئي رهي آهي — صرف انهيءَ لاءِ ته تنهنجو ڪير سڙي ويو! ڪيترو نه سمجهايومانس ته فڪر نه آهي، پيو ڪير اچي ويندو، مگر هن کي هيءُ خيال ته تنهنجي ڪير کان هوءَ ايترو غافل ڇو ٿي؟ ڳوڙها روڪجنس ئي نه پيا! ڏاڍيءَ مشڪل سـان کيس تسلي ڏنيم — ۽ هيتر آرام اچـي ويو آئس. تڏهين نـــ وئي آئي سانس. ٺيڪ آهي — هيتر ڀلي آرام ڪري!“

جيتوڻيڪ زليخا جي نه اچڻ تي حبيب کي سخت تڪليف ٿي، تڏهين به هن کي هڪ قسم جي تسڪين هئي. هن جي دلي خوشيءَ لاءِ زليخا جي خيالي تصوير ئي هن لاءِ ڪافي هئي. اهڙا واقعا هن کان اڳ به هن کي پيش اچي چڪا هئا — ۽ اهو خيال ته ’هن جي ڪير سڙي وڃڻ ڪري زليخا کي افسوس ٿيو هو‘ — هن لاءِ واقعي اٿاهه مسرت جـا پيغام کڻي هن کي پهچائي ويو هو.

”مريم!“

”جي، پٽ ڇا آهي؟“

”مون کي يقين آهي ته منهنجو وقت اچي ويو آهي. مگر مون کي افسوس ڪونهي. تون به منهنجي واسطي رنج نه ڪج!“

”نه پٽ، مان ڪجهه رنج نه ڪنديس. منهنجو هيءُ اعتقاد نه آهي ته صرف زندگيءَ ۾ ئي خوشي آهي، ۽ موت ۾ نه!“

”مريم، مان سچ ٿو چوان موت ڏاڍو مٺو آهي!“

حبيب جون نگاهون آسمان جي تاريڪيءَ تي کتيون پيون هيون، ۽ هو محسوس ڪري رهيو هو ڄڻ ته زليخا موت جي بهاني سان ڏانهس اچي رهي آهي، ۽ هوءَ حسن آهي — غيرفاني ۽ مجسم! ۽ ستارا، امن ۽ عافيت جا گل آهن، جي مادر دهر جي هٿن سان، زليخا جي لنبن ۽ سياهه زلفن تي پکوڙجي رهيا آهن. ائين معلوم ٿي رهيو هو تـه هڪ دفعو وري هُو نوبڪلائيءَ ۾ پنهنجي ڪنوار جو چهرو ڏسي رهيو آهي. هن ڏٺو ته رات جي ڪليل فضا ۾ زليخا جي محبت سان لبريز اکين جي هڪڙي پرنور ڪيفيت ڇانئجي وئي. زليخا، هن جي دل جي روشني...... هن جي دل جي مالڪ ...... زليخا، هن جي حسين ڪنوار...... هن کي

ڪائنات جي هر حصي ۾ زليخا نظر اچڻ لڳي. آن جو تخت ستارن جي قربان گاهه، ۽ موت ۽ حياتيءَ جي گڏجاڻي واريءَ منزل تي نظر اچي رهيو هو! حبيب جي دل خوشيءَ سان لبريز ٿي وئي. هو تصورني تصور ۾ خوش ٿيڻ لڳو، ۽ سوچڻ لڳو: ”آخرڪار حجاب جو پردو پري هٽي ويو، ۽ تاريڪيءَ ۾ روشني نظر اچي رهي آهي! اي حسن جي ديوي، تو مدت کان منهنجي دل کي تڪليفون ڏنيون، مگر هاڻ تون مون کان جدا نه ٿي سگهندينءَ!“

... ... ... ... ...

”مريم، مون کي سخت تڪليف آهي. مگر اهڙي قسم جي نه، جهڙي تون سمجهين ٿي؛ ائين معلوم ٿي رهيو آهي، گويا منهنجون تڪليفون رفته رفته منهنجي زندگيءَ کان رخصت ٿي رهيون آهن. منهنجي زندگي، انهيءَ ٻيڙيءَ ڪشتيءَ وانگر هئي، جنهن ٿي مدت کان وڪري جي خلاف هلائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، مگر آن جي رسي هينئر ڇڄي پئي آهي، ۽ هوا تيزيءَ سان اڳتي وهندي وڃي رهي آهي...... مان آن کي ڏسي رهيو آهيان...... مگر هاڻي هوا منهنجي نه آهي —— ليڪن، مريم! انهن ئي ڏينهن ۾ زليخا هڪ دفعو به ڏسڻ ۾ نه آئي!“

”حبيب، ائو هيڏانهن ڪر، ته زور ڏيانئين!“

”مريم، مون کي ائين معلوم ٿو ٿئي ته زليخا به منهنجي آن لنگر ٽٽل ٻيڙيءَ کي ڇڏي ڏنو آهي، ۽ اها هينئر دور تيز وهڪرن ۾ بنهه بيوس ڪيڏانهن لڙهندي وڃي رهي آهي!“

”پٽ، هيءُ ٿورو عرق پيءُ. تنهنجو گلو خشڪ ٿي ويو هوندو.“

”مون ڪالهه پنهنجو وصيت نامو لکيو آهي. ڇا توکي نه ڏيکاريم؟“

”مون کي ڏيکارڻ جي ڪا ضرورت به نه آهي.“

”جڏهين اما جو انتقال ٿي ويو هو، ته مون وٽ ڪجهه به نه هو. تو منهنجي پرورش ڪئي، مون کي ڪارايو، پيارايو. انهيءَ ڪري مان سوچي رهيو هوس ته......“

”پٽ، هي ڪهڙيون بيوقوفيءَ جون ڳالهيون ڪري رهيو آهين، مون وٽ ته صرف هيءُ مڪان هو، ۽ ٿوري جائداد؛ باقي سڀ تو پاڻ ئي پيدا ڪيو.“

”مگر، هيءُ مڪان......“

”ڪا ڳالهه نه آهي. تو به ته هن ۾ ايترو لڳايو آهي، جو هينئر هيءُ تميز ڪرڻ دشوار آهي، ته منهنجو مڪان ڪٿي هو!“

”مان سمجهان ٿو ته زليخا مون پڄاڻان تنهنجي سار سنڀال لهندي رهندي!“

”ها، ها! ٺيڪ آهي، هينئر تون آرام ڪر!“

"جيتوڻيڪ مان پنهنجي سموري جائداد زليخا کي ڏئي رهيو آهيان، مگر حقيقت ۾ اها تنهنجي قبضي ۾ رهندي، ۽ زليخا، توکي ڪاٻه تڪليف ڏئي نه سگهندي."

"پٽ، تون اڃاتائين ڳالهين ۾ وقت وڃائين ٿو."

"مون وٽ جو ڪجهه آهي، سڀ تنهنجي ئي بدولت آهي- انهيءَ ڪري، جڏهين تون منهنجو وصيت نامو ڏسين، ته هڪ پلڪ واسطي به هيءُ خيال نه ڪج......"

"حبيب، تون هيءُ ڇا چئي رهيو آهين؟ ڇا، مون کي ايتري ٿورڙي گنجائش ٿو سمجهين جو پائين ٿو ته مون کي خيال ٿيندو ته تون پنهنجي جائداد زليخا کي ڇو ڏئي رهيو آهين؟"

"مگر، نه، توکي به ته مان......"

"ڏس حبيب! مان توسان خفا ٿيندس، تون مون کي پئسا ڏئي تسڪين ڏيڻ چاهين ٿو."

"ڪاش! مان پئسن کان زياده بهتر ڪائي چيز ڏئي سگهان!"

"حبيب، اهو ته تون ڪافيءَ کان زياده ڏئي چڪو آهين. ڇا؟ تون منهنجي ويران گهر جي رونق نه هئين! تو مون کي ايتري قدر ڏنو آهي، جو جيڪڏهين منهنجي قسمت مون کي ڪجهه نه ڏئي سگهي، تڏهين به مون کي مطلق پرواهه نه آهي. تون زليخا کي سڀ ڪجهه ڏئي ڇڏ — مڪان، جائداد، موٽر- انهيءَ ڪري ته هي سڀ چيزون هيئنر منهنجي لاءِ بار آهن، اهڙو بار، جيڪو منهنجي سهڻ کان مٿي آهي."

"ها، مان سمجهان ٿو ته، تنهنجي لاءِ دنيا ۾ ڪوئي لطف نه آهي؛ مگر زليخا جوان آهي، ۽......"

"نه انئين نه چئو. جي تون هن کي جائداد ڏئي رهيو آهين، ته بلڪل ٺيڪ آهي؛ مگر عورت لاءِ مسرت جون گهڙيون، سندس شوهر سان گڏ ئي ٿينديون آهن."

"مريم، جيڪڏهين هوءَ پنهنجي زندگي، لطف ۽ آرام ۾ گذاري، ته ان ۾ ڪهڙو ڏوهه آهي!"

"نه، ناممڪن آهي. هن لاءِ عيش ۽ آرام، مصيبت ۽ عذاب ٿي ويندو!"

حبيب خاموش هو. هن کي خبر نه هئي ته هي صحيح آهي يا غلط، قابل افسوس آهي يا نه!- مگر هن سمجهيو ٿي ته زليخا جي زندگي، صرف هن جي ڪري تلخ ٿي ويندي!- ائين معلوم ٿي رهيو هو، ڪويا ستارا چئي رهيا هجن ته 'واقعي هي ٺيڪ آهي؛ اسان هزارها سالن کان ڏسي رهيا آهيون ۽ سمجهون ٿا ته عيش و عشرت جا هي ۽ ٻيا سڀ سامان محض طلسم ۽ فريب آهن."

حبيب هڪ سرد آهه ڀري چيو:

"حقيقت ۾ اسان پنهنجي پويان اهي چيزون نه ٿا ڇڏي سگهون جيڪي ڇڏڻ جي قابل آهن."

”منهنجا ساهه سباڻل پٽ! هي ڪجهه به نه آهي؟ - تون جو ڪجهه هن کي ڏئي رهيو آهين! بس، هيءَ دعا ڪر ته خدا هن کي اِنهيءَ تحرڪي جي قدر ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي!“

”مريم، مون کي ذرا اناس جو پيو به عرق ڏي. مون کي پياس محسوس ٿي ٿئي. ڇا، ڪالهه زليخا آئي هئي ۽ مون کي خبر ئي نه پئي!“

”ها، آئي هئي، تو کي ننڊ هئي. هوءَ ڪافي دير ويهي تو کي پکو هڻندي رهي، ۽ پوءِ آئي تنهنجا ڪپڙا ڌوئڻ هلي وئي.“

”عجيب اتفاق آهي. مون کي ياد ٿو اچي ته مان ان وقت اِهوئي خواب ڏسي رهيو هوس ته زليخا منهنجي ڪمري ۾ اچڻ تي آهي ۽ دروازو ٿورو کلي رهيو آهي. هن وڌيڪ کولڻ چاهيو، مگر نه کليو! مگر مريم، مان سمجهان ٿو، تنهنجو احتياط حد کان زياده وڌي ويو. تون زليخا کي منهنجي آخري وقت ته اچڻ ڏي، ورنه هوءَ اِهو صدمو ڏاڍيءَ مشڪل سان برداشت ڪندي.“

”پٽ، تنهنجا پير ٿڌا ٿي رهيا آهن. هيءَ گرم لوئي وجهانءِ!“

”نه، مان ڪابه چيز وجهڻ نه ٿو چاهيان.“

”حبيب، تو کي خبر نه آهي! هيءَ لوئي، زليخا تنهنجي لاءِ ٺاهي آهي! سڀ آرام ڪندا هئا، هيءَ ويهي اِن کي تيار ڪندي هئي. ڪالهه ئي ته تيار ٿي آهي!“

حبيب لوئيءَ تي نگاهه وڌي. پوءِ محبت سان ان کي هٿن ۾ کنيائين. هن کي گرم پشم جي لوئيءَ جي نرمي، خود زليخا جو جسم معلوم ٿي رهي هئي- زليخا جو گداز جسم ...... زليخا جي محبت جا جذبا گويا هن لوئيءَ جي تاڃي پيٽي ۾ رات جو تيار ڪرڻ وقت اُڻجي ويا هئا. هن لوئيءَ ۾ صرف زليخا جي جذبات جي اُڻت نه هئي، بلڪ هن کي زليخا جي هٿن به ڇهيو هو - اِنهيءَ ڪري، جڏهن مريم لوئي هن جي پيرن تي وڌي، تڏهين هن کي محسوس ٿيو گويا زليخا جا هٿڙا هن کي پيار ڪري رهيا آهن.

”مگر، مريم! مان سمجهان ٿو ته زليخا کي اُڻڻ نه ايندو آهي؛ ڪم از ڪم هن جي دل ته اهڙن ڪمن ۾ نه لڳندي آهي.“

”پٽ، ڪنهن ڪم جو سکڻ ڪا وڏي ڳالهه آهي ڇا؟ مان سگهاريو هو ماڻس، ۽ هن ۾ اُڻت جون اوڻايون به ته ڪڍيون آهن!“

”هجڻ ڏي اوڻاين کي. اسان کي پيرن جي نمائش ۾ ته موڪلڻي ڪانهي؛ هن وقت پير ته گرم ڪيائين نه!“

حبيب جي تصور زليخا جون ٻه تصويرون پيش ڪيون- هڪ، جڏهن هوءَ لوئي اُڻي رهي آهي: ۽ ٻي جڏهن هوءَ مُنجهي، اٿا سٿا ڌاڳا اڻي ۽ ٺئي رهي آهي، پريشان ٿئي ٿي، ۽ گهبرائجي ٿي، مگر راتين جو اوجاڳيءَ سان ويهي ڪم ڪري ٿي.

آه! هي ڪهڙيون نه دلڪش ۽ چندڙ تصويرون هيون!
هن وري لوڻي هٿ ۾ ڪنني، ۽ چوڻ لڳو:
"مريم، ڇا ڊاڪٽر هيٺ آهي؟"
"ها، هو رات جو اتي رهندو."
"هن کي چئو ته 'مون کي ننڊ ڏيڻ واري دوا نه ڏئي. آءٌ ماٺ مون کي ڪجهه به آرام نه ٿو ملي. اڄ تڪليف ٿئي ٿي......مون کي سجاڳ ئي رهڻ ڏيو.' مريم!...... توکي خبر آهي ۽ منهنجي شادي چنڊ جي چوڏهينءَ رات ٿي هئي- اڄ صبح تائين به اهائي تاريخ رهندي! آهوئي چنڊ اڄ به آسمان تي ڪڙيو بيٺو رهندو! زليخا کان شايد وسري ويو هجي؛ ماڻ هن کي ياد ڏيارڻ چاهيان ٿو- صرف هڪ منٽ لاءِ هن کي سڏ ڪر......ڇو؟ چپ ڇو ڪيئي؟ مون کي خبر آهي ته ڊاڪٽرن توکي چيو ته ضعف جي حالت ۾، ٿورو ڳالهائڻ به...... مڪر نه، مريم...... سچ ٿو چوان......جي پنج منٽ زليخا سان گفتگو ڪرڻ ڏين، ته پوءِ رات جو ننڊ واسطي دوا ڏيڻ جو ضرور نه آهي! مان بلڪل ٺيڪ آهيان ......اڄ منهنجي دل ايتري ته مطمئن آهي، جو هن کان اڳ ڪڏهن به نه ٿي آهي......انهيءَ ڪري مان زليخا کي سڏايان ٿو......نه، نه......مريم! مان توکي روئندو نه ڏسي سگهندس......آخر توکي ڇا ٿي ويو!...... هن وقت تائين ته تون خاموش هئينءَ......"
"آه، حبيب! مان سمجهندي هيس ته منهنجا سڀ ڳوڙها ختم ٿي چڪا آهن؛ پر نه، اڃا گهڻا باقي آهن! آه، هينئر مان برداشت ڪري نٿي سگهان!"
"زليخا کي وٺي اچ ته مان کيس اڄ شاديءَ جو ڏينهن ياد ڏياريندس، ته جيئن سڀاڻي هوءَ......"
"چڱو، مان وڃان ٿي؛ نوڪر دروازي تي بيٺو اٿئي؛ ڪنهن چيز جي ضرورت ٿئي ته سڏ ڪج."
مريم، زليخا جي ڪمري ۾ وڃي آن جي پلنگ تي ويهي روئڻ لڳي- "اي بدنصيب ظالم! هينئر به، جنهن توکي سڀ ڪجهه ڏنو آهي، آن جي اها تمنا پوري ڪر. آخري تمنا! جو خود مري رهيو آهي، ان جي حالت تي ته رحم ڪر!......" هوءَ اڪيلي ڪمري ۾ روئي انئين چوندي رهي؛ پر زليخا دور وڃي چڪي هئي......
پيرن جي آواز تي حبيب جو ڌيان ڇڪيو. هن چيو:
"زليخا!"
"مان عبدل آهيان- ڇا سرڪار جو ڪوئي ڪم آهي؟"
"زليخا کي وٺي اچ."
"ڪنهن کي، حضور؟"
"زليخا کي."
"هوءَ ته اڃان واپس نه آئي آهي!"
"واپس؟......ڪٿان نه آئي آهي!"
"رامپور کان!"
"ڪڏهن وئي آهي؟"

"حضور، اڄ ٿي ڏينهن ٿيا!"

فورًا ٿي حبيب جا هٿ پير ٿڌا ٿي ويا. هن جو منهن ڦيرڻ لڳو- پير هٿي، هن ڳرم نوني هيٺ ڪيرائي ڇڏي.

جڏهن ڪافي دير ڪان پوءِ مريم آئي، ته حبيب، زليخا جو ذڪر نه ڪيو، ۽ مريم سمجهيو ته هن ڪان ڳالهه وسري وئي آهي.

اوچتوئي اوچتو، حبيب چيو:

"مريم، توکي مان انهيءَ خواب جو حال ٻڌايو هو، جيڪو مون ڪالهه ڏٺو هو؟"

"ڪهڙو خواب؟"

"ته زليخا دروازو کولي رهي آهي، ۽ اهو دروازو هڪ انچ ڪان وڌيڪ نه کولي سگهي، ۽ هوءَ ٻاهرئي بيٺي آهي، ۽ اندر نه اچي سگهي! مان سمجهان ٿو ته ان کي آخر وقت تائين ٻاهرئي بيهڻو پوندو!"

مريم خاموش رهي، پر سمجهي وئي ته حبيب کي جيڪي سبز باغ، هوءَ ڪوڙا سچا ٻڌائي ڏيکاري رهي هئي، اهي هينئر غائب ٿي ويا آهن ......... الله تعاليٰ جي رضا سان لڙڻ بيسود آهي- ۽ جڏهن مصيبت اچي، ته ان جي اڳيان صبر سان ڪنڌ جهڪائڻ ئي بهتر آهي.

"مريم، مون کي توسان جيڪا محبت آهي، هر زندگيءَ، هر جنم ۾ اها مون سان گڏ رهندي. مون هن زندگيءَ ۾، ان کي جمع ڪيو آهي ته ايندڙ زندگيءَ ۾ اها مون وٽ رهي ...... ايندڙ جنم ۾ يقينا تون منهنجي هوندينءَ، ۽ مان انتهائي محبت سان، تنهنجي پرورش ڪندس"

"حبيب، هينئر آرام ڪر، ڳالهيون ڪري چڪين!"

"مان تنهنجو نالو عائشه رکندس."

"مگر اهو ته پراڻي زماني جو آهي."

"ها! مگر تون به ته منهنجي پراڻي زماني جي مريم آهين."

"مان ڇوڪري ٿيندي، تنهنجي گهر لاءِ مصيبت نه ٿيندس."

"ڇا! تون چاهين ٿي ته هميشه منهنجي مصيبت هلڪي ڪندي رهين!"

"عزيز من، مان عورت آهيان، ۽ انهيءَ ڪري ڪمزور! اهوئي سبب آهي جو ساري عمر توکي تڪليفن ڪان بچائڻ جي ڪوشش ڪيم، مگر تنهنجو ڀاڳ نه ٿيو!"

"مريم، هو ڪير آهي؟ هو ڪير آهي؟"

"ڪير، هتي ته ڪوئي به نه آهي."

"مگر، مون کي ته صاف نظر اچي رهيو آهي ته هو........."

"ڪجهه نه آهي، حبيب! ڊاڪٽر اچي رهيو آهي."

"ڏسو! توهين هينئر آرام ڪيو. اوهان کي بيمار جي نزديڪ ايترو وقت ويهڻ نه کپي. هينئر منهنجو اسسٽنٽ هتي رهندو."

"نہ، مريم کي مان نہ وڃڻ ڏيندس."

"چڱو پٽ! مان هتي ڪنڊ ۾ چپ چاپ ڪري ويهي رهنديس."

"نہ! نہ، تون منهنجي پرسانُني ويهي رهہ- مان تنهنجو هٿ نہ ڇڏيندس........ تنهنجي هٿن مون کي ٻاليو آهي...... ۽ انهن ئي هٿن مان خدا مون کي پاڻ ڏانهن گهرائيندو."

"چڱو، تو هين هتي اچو. مگر حبيب صاحب اوهان سان ڳالهيون نہ ڪري- ۽ هيءَ دوا پياريوس."

"منهنجي لاءِ دوا؟ فضول، بلڪل فضول! جنهن جو وقت ختم ٿي ويو، ان کي دوا پيارڻ محض دوکو ڏيڻو آهي ------ پڻي ڪنڊي مون کي موت کان خوف ڪونهي. مريم، موت پنهنجي ڪم ۾ مشغول آهي- پڻي وري ڊاڪٽر جي مصيبت چو گهرائي آئي! هن کي واپس موڪل. مون کي هينئر صرف تنهنجي ضرورت آهي......"

"اوهہ! پڊو صاحب، مان بحيثيت هڪ ڊاڪٽر جي، توهان جي هن جوش ۾ آئيندڙ جذبات کي ڏسي ڊڄان ٿو، ۽ اها روش بنهہ پسند ڪين اٿم."

"ڊاڪٽر، وڃ! منهنجي تڪليف کي وڌائڻ واسطي ڇو بيٺو آهين؟ مريم، هو ويو؟ چڱو، هينئر تون منهنجو مٿو پنهنجي گود ۾ رک!"

"چڱو، پٽ! هاڻي، ننڊڙي ڪر!"

"مريم، مون کي ننڊ ڪرڻ واسطي نہ چئو. جي مون ننڊ ڪئي، تہ وري ڪڏهن نہ اٿي سگهندس------ مون کي صرف ٿوري دير جاڳڻو آهي........ چا! تون ڪوئي آواز ٻڌين ٿي؟ ...... ڪوئي اچي رهيو آهي........"

... ... ... ...

"حبيب، پٽ! اکيون تہ کول، هيءَ اچي وئي. هڪ دفعو ڏس!"

"ڪنهن کي ڏسان ...... خواب کي ؟..."

"چا، تو کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي؟ هيءَ تنهنجي زليخا آهي!"

"زليخا؟ ... چا دروازو کلي پيو؟..."

"پٽ، آهو تہ ڪڏهن جو کلي پيو!"

"نہ. مريم ... هيءَ تہ اوئي ... هرگز نہ ... اها دوکو آهي ... فريب آهي ...!

"حبيب! هيءَ لوئي نہ آهي، زليخا آهي-جا تنهنجن پيرن تي پئي آهي........ ٿورو هن جي مٿي تي تسليءَ جو هٿ تہ ڦير ......! ................. آهہ ........... آف ........ زليخا، هاڻي نہ روءَ ......... روئڻ واسطي گهڻوئي وقت پيو آهي ...... هن وقت ........ ٿوريءَ دير لاءِ خاموش ٿي وڃ .............. آهہ ........ اوهہ خدا! ......"

---

او. هنري

سنڌيڪار: ڪريم بخش خالد

# آخري پن

شهر کان پري، پهاڙن جي ڏنگين ڦڏين وادين جي وچ ۾، هڪ ننڍو ڳوٺ هو- هڪ اڻ رڻانئو ڳوٺ، جتي نه زندگيءَ جي سرگرمي هئي، ۽ نه وري شهر جهڙو هل ۽ گهمسان هو. بس هڪ بي رونق، اداس ۽ غير دلچسپ ماحول هو- پر هڪ فنڪار لاءِ هي ڳوٺ سڀ ڪجهه هو. هتي جي تاريڪ جاين ۾ هڪ قسم جو حسن هو. اداس زندگيءَ ۾ رنگيني هئي، جنهن کي فنڪار جي نظر ئي ڏسي ٿي سگهي. سڪون، جيڪو فطرت جو ناياب خزانو آهي، هن ڳوٺ ۾ بي انداز هو. شايد انهيءَ ڪري شهري هنگامن کان ڪڪ ٿيل فنڪار، هن پرسڪون شهر ڏانهن ڇڪجي ايندا هئا. هن ڳوٺ جو نالو ڪهڙو به هجي، پر ماڻهو ان کي "فنڪارن جو ديس" چوندا هئا، ڇاڪاڻ جو هتي دنيا جي مختلف حصن جا فنڪار پناهه گزين هئا- ۽ ڇو نه هجن؟ هن ڳوٺ ۾ هنن لاءِ ڇا نه هو؟ وادين ۾ ور وڪڙ، دلڪش رستا، سرو ۽ صنوبر جا ڊگها ڊگها حسين وڻ، خاموش ڍنڍون، دلفريب آبشار، رنگا رنگي گل، ۽ سڀ کان وڌيڪ، هتان جي خاموش زندگي، جنهن ۾ ڪابه اوچتي اٿل پٿل يا هنگامه آرائي ڪانه هئي.

ڳوٺ جي اترئين طرف، هڪ اڌو ڳابرو پڪل ٽڪل جاءِ جي ٽين ماڙيءَ تي، سوديءَ ۽ جانسيءَ جو نگارخانو هو. ٻن جوان ۽ ٻئي شيدائي عورتون، ٻن جدا جدا ملڪن کان ڪهي هتي آيون هيون ۽ هن ڳوٺ کي پنهنجي آخري منزل سمجهي، هنن هتي پنهنجو گڏيل نگارخانو قائم ڪيو هو. ڪين هتي رهندي ڪيترا سال ٿيا هئا. ان عرصي ۾ سندن باهمي محبت ايتري قدر وڌندي رهي، جو هو ڄڻڪ هڪ ٻئي جون ڀينرون هيون!

هن سال سرءُ جي مند آئي ته پاڻ سان نمونيا جو مرض به آندائين. غم ۽ اندوهه جا ڪڪر ڇانئجي ويا. ساري ڳوٺ ۾ ماتم طاري ٿي ويو. ڪيترا موت ٿيا، ۽ خدا ئي ڄاڻي ٿو ته اڃا ڇا ڇا ٿيڻو هوا! سوديءَ جي غم جي ڪا حد نه هئي. سندس جان کان پياري ساهيڙي، جانسي به ان موذي مرض جو شڪار ٿي پئي. ٻن ڏينهن جي اندر هن جي صحت ايتري تيزيءَ سان خراب ٿي، جو سودي سندس زندگيءَ کان بلڪل مايوس ٿي وئي، ۽ اڄ ڊاڪٽر جي

ڳالهين تہ سندس رهي ڪهي اميد بہ ختم ڪري ڇڏي! ڊاڪٽر صاف صاف چيو تہ "مريض همت هاري چڪو آهي. هيئر منهنجون دوائون ڪجھہ ڪين ڪري سگهنديون!"

ايندڙ صدمي جي احساس سببان، سوڊيءَ جي دل هيڪر تہ ٻڏي وسامي ويئي. عنقريب سندس پيجد پياري ساهيڙي جانسي کانئس جدا ٿي ٿي- آها جانسي، جنهن سان گڏ هن ڇهہ سال گذاريا هئا. ڇهہ حسين سال ۽ انهن ڇهن سالن ۾ جانسي، هن لاءِ هڪ ڳجهارت وانگر هئي. سندس ڳالهين ۾ درد هو، ۽ هن جي تصويرن ۾ ڪيتري حسرت هئي! سوڊيءَ کي ياد آيو تہ جانسي، هڪ تصوير ٺاهڻ چاهي ٿي، جنهن ۾ دور پهاڙن مان ايرندڙ سج، ڍنڍ جي نيري پاڻيءَ تي پنهنجي ڳاڙهن ڪرڻن سان رنگ آميزي ڪندو هجي، ۽ هڪ طرف، هڪ سرو جي وڻ، ڪو غمگين سر جهڪائي ويٺو هجي! جانسي چوندي هئي تہ "هيءَ تصوير پنهنجي حسرت ناڪيءَ سببان منهنجو شاهڪار ٿيندي. ان ۾ هڪ سج جي ايرڻ ۽ ٻئي سج جي لهڻ جو نقشو ڪينچيندس بس!" پنهنجي شاهڪار جي تڪميل جي حسرت دل ۾ سانڍيندي، جانسي هن دنيا مان لڏي رهي هئي. جذبات جي شدت وچان، سوڊيءَ جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو.

هن رومال سان اکيون صاف ڪيون ۽ آهستي دروازو کولي، جانسيءَ جي ڪمري ۾ وئي. جانسي بستري تي خاموش ليٽي پئي هئي ۽ سندس منهن دريءَ ڏانهن هو. سوڊيءَ خيال ڪيو تہ جانسي ننڊ ۾ آهي. ٻن ڏينهن کان پوءِ، اڄ مس مس هن جي اک لڳي آهي، سو هن سندس ننڊ خراب ڪرڻ نہ ٿي چاهي. نهايت آهستي، هن برش کنيو ۽ بورڊ تي خاڪو ٺاهڻ لڳي. مگر سندس خيال جانسيءَ ڏانهن هو. جدائيءَ جي خيال کان سندس دل، رکي رکي اُڀري رهي هئي. هزار دفعا روڪڻ تي بہ هن جا ڳوڙها رڪجي نہ سگهيا. اوچتو هڪ آواز ٿيو، جنهن ڪيس ڏڪائي ڇڏيو. ڪو ماڻهو ڪجھہ ڳڻي رهيو هو. هن پاڻ سنڀاليو ۽ مڙي ڪري ڏسي، تہ جانسيءَ جو چهرو بدستور دريءَ ڏانهن هو مگر هوءَ پنهنجي ڪمزور آواز ۾ ڪجھہ ڳڻي رهي هئي: "تيرهن ...... ٻارهن ......" ٿوري وقت کان پوءِ، جانسي چئي رهي هئي: "هاڻي ٻارهن، ڏهہ، نو، اٺ، آهہ! فقط ست ......"

سوڊيءَ دريءَ کان ٻاهر ليئو پائي ڏٺو تہ جانسي ڇا ٿي ڳڻي؟ مگر ڪيس ڪا اهڙي چيز نظر نہ آئي. ٻاهر هڪ ويران چراگاهہ هو ۽ هڪ ڊٺل جاءِ هئي؛ جنهن جي پٽ سان گڏ ستگلي جي ول هئي. سرءَ جي ٿڌين هوائن سببان اُن جا پن ڇڻي رهيا هئا ۽ ان جون ننڍڙيون نازڪ شاخون بلڪل ئي خالي ڪکل ڪالين جيان پئي لڳيون.

"ڇهہ!" جانسيءَ دردبلي آواز ۾ چيو، "ڪيتري تيزيءَ سان ڪري رهيا آهن! ڪجھہ وقت اڳ، هي سوين هئا. منهنجي لاءِ ڳڻڻ مشڪل هو. پر هاڻي بلڪل آسان. هو ڏسو، هڪ پيو بہ ڪريو. هيئر باقي پنج رهيا آهن!"

”پنج“، ڇا؟“

”پن، سٽ گلي جا پن، فقط پنج- ۽ جڏهن آخري پن به ڪري پوندو، ته آئون مرنديس. مون کي چڱيءَ طرح معلوم آهي- آخري پن: منهنجو آخري دم!

”ڪهڙيون فضول ڳالهيون ٿي ڪرين،“ سوڊيءَ ڪاوڙ جو اظهار ڪندي چيو. ”ڀلا سٽ گلي جي پنن جو تنهنجي زندگيءَ ۽ موت سان ڪهڙو واسطو؟ خواه مخواه دل نه لوڙ هه- تون بلڪل چڱي ڀلي ٿيندينءَ، سٽ گلي جا پن وري اپرندا- مان تنهنجي لاءِ اجهو ٿي ڦهوو کڻي اچان، جو تون گهڻي شوق سان پيئندي آهين.“

”ڦهوي جي ضرورت ناهي، سوڊي!“ جانسيءَ بدستور سٽ گلي ڏانهن ڏسندي چيو. ”هڪ ٻيو پن ڪريو. هينئر فقط چار رهيا آهن. شام تائين آخري پن به ڪري پوندو ۽ آءٌ مري وينديس.“

”منهنجي پياري جانسي! اهي ڳالهيون ته نه ڪر. اکيون بند ڪر ۽ سمهي پئو. توکي ننڊ جي سخت ضرورت آهي.“

”۽ تون“

”مان ٿوري دير لاءِ هيٺ وڃان ٿي. برمن مون کي سڏيو آهي. شايد تنهنجي صحت جي خبرچار پڇندو. هو ويچارو تنهنجي لاءِ گهڻو فڪرمند آهي. ٿوريءَ دير کان پوءِ واپس اينديس.“

”چڱو ڀلا.“

”پياري جانسي- وعدو ڪر ته تون هينئر انهن منحوس پنن ڏانهن نه ڏسندينءَ ۽ اکيون بند ڪري، سمهڻ جي ڪوشش ڪندينءَ!“

آخري پن ڪرندو ته مان ابدي ننڊ ۾ سمهي رهنديس. مان سوچيندي ۽ انتظار ڪندي ڪندي ٿڪجي پئي آهيان ۽ ٿڪل پنن وانگر موت جي گود ۾ ڪرڻ چاهيان ٿي.“

”ائين نه چئو، جانسي! تون بلڪل تندرست ٿيندينءَ. ٿوري ننڊ ڪر ته هي پريشان خيال توکي تنگ نه ڪندا. مان برمن سان ملي، اجهو ٿي اچان. منهنجي اچڻ تائين تون سمهڻ جي ڪوشش ڪر، ۽ ٻاهر نه ڏسجانءِ!“

پوڙهو برمن هڪ مصور هو ۽ هيٺينءَ منزل ۾ ڪيترن سالن کان رهندو هو. سندس عمر سٺ سالن کان مٿي هئي. بي ڍنگو لباس، پريشان وار ۽ ڀُوري ڏاڙهي، سندس چند او صاف هئا. هو هڪ ناڪام مصور هو. چاليهن سالن کان هو برش ۽ رنگن سان ڪهڙي رهيو هو، مگر اڄ تائين ڪجهه به ٺاهي نه سگهيو هو. هن جي مصوريءَ جو ڪمال، اهي ڪجهه بي زيبا ۽ بي ترتيب ليڪا ۽ داغ هئا جن تي هو ڪيترين راتين جون راتيون صرف ڪندو هو. هو هڪ اهڙي تصوير ٺاهڻ ۾ سرگردان هو جيڪا هميشه شاهڪار سمجهي وڃي، پر هو اڃا تائين آن تي ڪم شروع ڪري نه سگهيو هو. ڳوٺ جا ٻيا مصور هن کي پنهنجين تصويرن لاءِ نموني طور

پنهنجي سامهون ويهاريندا هئا، ۽ اهڙيءَ طرح سارو ڏينهن ڪيس پنهنجي مصورن جي سامهون بي حس ۽ حرڪت ويهڻو پوندو هو- ڪڏهن نيڪر هٿ ۾ ڪٽي، ڪڏهن مزور جي ويس ۾، ۽ ڪڏهن سرديءَ ۾ ڪپڙا لاهي --- تڏهين مس مس شام جو کيس ڪجهه ڏوڪڙ ملندا هئا، جن سان هو پنهنجي تاريڪ ڪمري ۾ وڃي شراب پيئندو هو ۽ نشي ۾ مخمور ٿي، پنهنجي شاهڪار بنائڻ لاءِ ڪاغذ ردي ڪندو هو. سوڊيءَ ۽ جانسيءَ سان هڪ ئي جڳهه ۾ رهڻ ڪري، هو کين ڏيڻ وانگر گهرندو هو. جڏهين کان هن جانسيءَ جي بيماريءَ جو ٻڌو هو، ته ان غم سبب، سندس حال برو هو. انهيءَ ڏک ۾: هو اڄ مزوريءَ تي به ڪين ويو هو.

جانسيءَ کي اڪيلو ڇڏي، سوڊي هيٺ آئي ۽ ڏٺائين ته برمن شراب جي بوتل ميز تي رکيو افسرده ويٺو آهي. هن جانسيءَ بابت برمن کي سڀ ڪجهه ٻڌايو ۽ آخري پن جي باري ۾ سندس وهم جو ذڪر ڪندي چيو ته ’هوءَ هيئر سرءُ جي پن وانگر پيلي ۽ ڪمزور ٿي وئي آهي ۽ سندس بچڻ جي اميد گهٽ آهي.‘ سوڊي پاڻ هڪ ڪامياب مصور هئي. انساني چهري جي مختلف تاثرات جو مطالعو، هن جو خاص شغل هو. هن ڏٺو ته برمن جي چهري تي اضطراب جي لهر ڊوڙي آئي هئي. سندس اکين ۾ مايوسي ٽڪي رهي هئي.

ڪجهه دير کان پوءِ هن آهستي آهستي چيو: ”منهنجي اڻ ڄاڻ، معصوم جانسي! ڀلا ڪنهن ڳالهه جي پن ڪرڻ سان به ڪڏهن ماڻهو مئا آهن؟ افسوس! ويچاريءَ جي دماغ تي به بيماريءَ اثر ڪيو آهي، منهنجي پياري جانسي!“

”هوءَ تمام ڪمزور ۽ نبل ٿي پئي آهي،“ سوڊيءَ چيو. ”انهيءَ ڪري ته سندس ذهن ۾ ڀيانڪ خيال اچن ٿا.“

”هيئر هوءَ ڪيئن آهي؟“

”مان کيس سمهڻ لاءِ چئي آئي آهيان. مگر هوءَ پن جي ڳالهه جي پڄاڻي لا ٿي ڇڏي.“

”پياري سوڊي، تون وڃي کيس دلاسو ڏي ۽ جيئن به ٿي سگهيئي ته کيس ننڊ ڪراءِ. جيڪڏهن اڄ رات خيريت سان گذري، ته پوءِ ڪو به خطرو ڪونهي!“

سوڊيءَ جي وڃڻ کان پوءِ برمن وري سوچ ۾ غرق ٿي ويو. سندس اکيون اشڪبار ٿي پيون. هو سر مٿي ڪري، ڇت جون پٽيون ڳڻڻ لڳو. خدايا! هيئر ڇا ٿيندو. جانسيءَ کان سواءِ، زندگيءَ ۾ منهنجي لاءِ ڇا رهندو؟ جذبات جي هجوم سبب سندس مغز ڦرڻ لڳو. هن گلاس ۾ شراب وڌو ۽ هڪ ساهيءَ پي ويو- ۽ وري ڀرڻ لڳائين. مگر سندس بيقراري بدستور رهي- جذبات جي شدت ۽ شراب جي گهٽائيءَ سبب سندس عضوا ڪمزور ٿيندا رهيا، مگر اضطراب وڌندو رهيو. ڪوٺيءَ جي اڪيلائيءَ ۽ خاموشيءَ سبب سندس دل

ڪهڪائجي رهي هئي. ڳوڙهن جو سيلاب هو، جو مسلسل وهي رهيو هو- ۽ هي سوال کيس هر هر پريشان ڪري رهيو هو ته "جيڪڏهن جانسي مري ويئي ته ـــــ؟"

قيامت جي هيءَ رات پلڪن پر گذري وئي، ۽ ساريءَ رات پر شايد هڪ يا ٻه دفعا سوڊيءَ جي اک لڳي هوندي. هن جو ڌيان جانسيءَ ڏانهن هو. هر هر ٿوري ڪيس ڏاڍئين ٿي- مگر هوءَ بت وانگر ساڪت ۽ جامد هئي. صبح جو هن پاسو ورايو، ۽ اکيون کوليندي ٿي چيائين: "پردو پري ڪيو- آءٌ ڏسنديس..."

سوڊيءَ لاچار پردو پري ڪيو.

پر هي ڇا! ساري رات برف ڪرندي رهي ۽ تيز هوائون لڳنديون رهيون- پوءِ به ست گلي جي للهين شاخن پر هڪڙو ـــ آخري پن ـــ موجود هو: سرءَ جو پيلو، مگر ساوڪ ڏانهن مائل پن، هوا جي سخت جهونن پر به پنهنجي جاءِ تي قائم هو!

"آخري پن موجود آهي،" جانسيءَ چيو. "منهنجو خيال هو ته رات جو ڪري پيو هوندو. مگر نه- اهو اڄ ڪرندو ۽ ان جي ڪرڻ سان آءٌ به مري وينديس."

"ائين نه چئو، جانسي!" سوڊيءَ چيو. "تو کي پنهنجو خيال نٿو ٿئي، ته منهنجو خيال ڪر. تو کان پوءِ آءٌ ڇا ڪنديس!"

جانسي چُپ رهي. کيس پنهنجي موت جو يقين هو. مگر هوءَ ڪڏهن مرندي، ان جو اختيار "آخري پن" کي هو. هن جون نظرون، ان پن تي ڄميل هيون. جبل جيڏو ڏينهن گذري ويو. ويران چراگاهه تي شفق جي سرخي ڏسڻ پر آئي. ست گلي جي خشڪ ٽارين پر هڪ اڪيلو پن، اڃا به ڏسڻ پر ٿي آيو.

پوءِ رات ٿي. تند ۽ تيز هوائون شروع ٿيون ۽ برف وسڻ لڳي- صبح ڪني مس ڪڍي ته جانسيءَ پردي هٽائڻ لاءِ چيو ۽ ـــ "آخري پن" اڃا به موجود هو!

جانسي دير تائين ان کي ڏسندي رهي ۽ چيائين: "سوڊي! قدرت مون کي زنده رکڻ ٿي چاهي. مان ڪيتري نه بيوقوف آهيان، جو موت گهري رهي آهيان! تون مون کي ٿورو پيار ۽ منهنجو هٿ وٺي مون کي چڱيءَ طرح ويهار!"

ٿوري وقت کان پوءِ هن وري چيو:

"سوڊي مون کي زنده رهڻ گهرجي. هينئر مون کي پنهنجي شاهڪار کي پورو ڪرڻو آهي."

"ڇا اهو تصوير، جنهن پر هڪ صبح طلوع ٿو ٿئي ۽ پيو غروب......؟"

"هائو سوڊي- اهائي تصوير: ڪهڙو نه عجيب خيال آهي ـــ هڪ جو طلوع ۽ ٻئي جو غروب!"

ٻن پهرن جو ڊاڪٽر آيو. مريض جي معائني ڪرڻ کان پوءِ، هن سوڊيءَ کي ٻاهر وٺي چيو ته ”مريض جي حالت خطري کان خالي آهي، تون جيڪڏهن هن جي چڱيءَ طرح سار سنڀال ڪرين، ته هوءَ جلد ٺيڪ ٿي پوندي. چڱو، آءٌ هلان ٿو. مون کي هڪ ٻئي مريض کي ڏسڻو آهي.“

”ان ٻئي مريض جو نالو ڇا آهي؟“

”بريمن - ٻڍو مصور- هن کي به نمونيا ٿي پيئي آهي. هو ڪمزور آدمي آهي ۽ بيماريءَ مٿس نهايت خوفناڪ حملو ڪيو آهي. ويچارو مشڪل بچي!“

ٻئي ڏينهن، ڊاڪٽر سوڊيءَ کي چيو: ”هينئر جانسي تندرست آهي. هڪ ٻن ڏينهن کان پوءِ هوءَ ٻاهر سير لاءِ وڃي سگهي ٿي.“

انهيءَ ساڳئي ڏينهن، ٽن پهرن جو، سوڊي نهايت غمگينيءَ جي حالت ۾ ڪوٺيءَ ۾ آئي ۽ آهستي وڃي جانسيءَ سان گڏ ويٺي. چيائينس ته ”جانسي هڪ خبر ٻڌ ...“ سندس آواز ويهجي ويو... ”اڄ ٻڍو بريمن مري ويو آهي- ڪيس ٻن ڏينهن کان نمونيا هئي. پهرين ڏينهن چوڪيدار کيس پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ڪنجهندي ڪرڪندي ڏٺو. سندس ڪپڙن ۽ بوٽ تي برف ڄميل هئي. سڀ حيران هئا ته هن رات جو سرديءَ ۾ ٻاهر ڇا ٿي ڪيو- آئي هڪ ٻرندڙ لالٽين، هڪ ڏاڪڻ، ڪجهه برش ۽ پليٽ ڀيل ڏسڻ ۾ آئي جنهن ۾ پيلو ۽ سائي آميزش وارو رنگ پيل هو. ٻاهر اِن ’آخري پن‘ ڏي نهار. جانسي! ڇا توکي حيرت نه آهي ته اهڙي تيز هوا ۾ به اهو پن چرندو ئي ڪريو؟- اف! پياري، هي پن نه آهي- هيءَ تصوير آهي جيڪا بريمن رات جو ٺاهي هئي، جڏهن ’آخري پن‘ به ڪري پيو هو. هي ان ٻڍي مصور جو شاهڪار آهي جو هميشه لاءِ شاهڪار رهندو!“

---

”علم جو دبدبو سڀني عظمتن کان مٿي آهي، ان جي جاهه ۽ جلال جي اڳيان ٻيا سڀ جاهه ۽ جلال، هيچ آهن. ظالم جڏهن پاڻ کان وڌيڪ ڪنهن ٻئي شخص ۾ علم ڏسي ٿو، تڏهن اداس ٿي وڃي ٿو، ۽ پاڻ کي ان جي مقابلي ۾ تمام گهٽ درجي جو ماڻهو سمجهي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو هو پاڻ کان وڌي عالم جو منهن ڏسڻ به گوارا نه ٿو ڪري سگهي. ضرورت وقت جيڪڏهن هو ڪنهن فنڪار ۽ عالم ڏانهن رجوع ٿو ڪري ته پوءِ نهايت خوشامدي، ذليل النفس ۽ ڪمينن فنڪارن کي ٿو چونڊي ۽ پوءِ انهن مان ڪم ٿو ڪڍي. اهو ياد رکو، جيڪڏهن ڪو اهڙي قسم جو ’ظالم‘ ڪنهن جي عزت افزائي ٿو ڪري، ته پوءِ سمجهو ته انتها درجي جي ڪنهن خطرناڪ قدم کڻڻ لاءِ هو سوچي رهيو آهي.“ - ڪائونٽ

محمد عثمان ڏيپلائي

# نجومي

(هڪ اصلاحي ناٽڪ)

(امام دين نجومي پنهنجي گهر ويٺو، نجوم جا ڪتاب ۽ پارا ڏسي رهيو آهي؛ اوچتو هڪ ستن سالن جو ڇوڪرو اندر اچي ٿو.)

ڇوڪرو- ماماجي سلام!

امام دين (ڇرڪي) - اڙي! ڪريم دين؟

ڪريم دين (ڊوڙي پيرن تي ڪري) - هائو چاچا آءٌ تنهنجو ڪمبخت پاليجو ڪريم آهيان!

امام دين (ڪيس پاڪر پائي، پيشانيءَ تي ڇمي ڏيئي) - بدمعاش! تون ڪاڏي پڄي ويو هئين؟ اڙي، پورا ٻه ورهيه ٿيا، جو تنهنجو پتو نڪو پيو؛ ڳولي ڳولي ڪڪ ٿي پياسون!

(پاڪر پائڻ وقت ڪريم دين سندس کيسي مان هٿ وڌائي ڪجهه ڪڍي ٿو وٺي)

ڪريم دين (ٿهڪ ڏيئي) - ماماجي! ڳوٺ جو ڪهڙو ضرور پيو هو؟ توهان تہ نجومي، جوتشي، رمال، هٿ ڏسندڙ، جفار، عامل، وغيره وغيره سڀ ڪجهه آهيو؛ توهان کي تہ زمين آسمان جون خبرون پيون پون؛ ماڻهن جا ويل سامان ورايو ڏيو؛ ٻڪل ڊورن جا تہ ڏس ڏيو، ٻر ٻڪل مائٽن جا ٻہ پتا ڪڍيو ڏيو؛ پوءِ ڀلا مون کي ڇو نہ ڳولي لڌو؟

امام دين (پيار مان سندس ڳل تي ٿڦ هڻي)- تون سچ پچ وڏو لچو ٿيو آهين! (وڏو ٽهڪ ڏيئي) اڙي پٽ! منهنجو علم تہ سمورو ٻوڪن کي ڦرڻ خاطر آهي، ٻيو ڪو سچو ٿورو ئي آهي!

ڪريم (فرشي سلام ڪري) - مين تو حضرت مين پهلے هي سمجه گيا تها! پر ماما! هاڻي مون کي بہ اهو علم سيکار نہ؛ جناب، ڏاڍي دل ٿي ٿئيم!

امام دين (کلي) - دل ٿي ٿيئي؟ بدمعاش! تون اهو علم سکئين تہ مون کان پيٿو ماڻهن کي ٻوڪ بنائيندين!

ڪريم (هٿ ٻڌي کلي) - اسي لئے تو ڪهتا هون نہ ماماجي! سمجهان تہ آءٌ بہ سڀ ڪجهه پيو؛ زمين آسمان جون ٿيون اهي جا ٺلها، جن جا پاليجا ڳر ٿيو وڃن تہ بہ پتو نہ پوين! ٻر ٻلو ٿي ٻوڪن جو، جي پوڄڻ تي اچن، تہ ڳئون کي بہ خدا بنايو ڇڏين؛ وري جي بگڙن، تہ خدا جي هٿ کي بہ ڦاسيءَ تي چڙهايو ڇڏين،

پر حضرت ماما، هر ڪنهن ڪم لاءِ استاد جي ضرورت آهي؛ منهنجو دوست جيڪو سون کي ٽامو ڪري پيو هو، سو مرحوم وڏو لڳڙ هو، مگر چوندو هو ته ”بچا!

هر آن ڪارے ڪ بے استاد باشد،
يقين داني ڪ بے بنياد باشد!“

يعني جيڪو ڪم بي‌استاد هوندو، سو پڪ سان بي بنياد هوندو. ان ڪري، ماما جي! سون کي هن علم جا راز ۽ رمزون رڳو هڪ ٻه ڏينهن سيکاريو، پوءِ آءٌ ٻه استاد جي دعا سان خود توهان کي ٻه لڳي ته وڃان، ته ڇچو ته منهنجو استاد ٻه ناحق ”ڏيڍ لڳڙ“ جو لقب رکندو هو!

امام دين (ڪلي)- اڙي، اڙي! تڏهين تون رهيو ٻه ڪنهن لڳڙ وٽ هئين؟ (هٿ ٻڌي) آديس! استاد جي! توسان اسان جي هٿ جوڙ آهي!

ڪريم (ڪلي سندس پٺ تي هٿ هڻي)- ڪڏي رهو بيٺا! تُسين سانُون اپڻا علم ڏيو، ته اسين وري تسانون اپڻا علم ڏيوون!

امام دين (ڪلي)- چڱو، اڄ آرام ڪر؛ آءٌ رات جو استخارا ڪري خدا تعالى کان اجازت وٺان، ته صبح جو سوير و هلنداسون.

ڪريم (مرڪي)- ڀلا هي نذرانو ته وٺو! (روپيو ڏئيس ٿو)

امام دين (حيران ٿي)- اڙي هيءُ راڻيءَ جو روپيو تو ڪٿان آندو؟

ڪريم (ڪلي اشارو ڪري)- استاد! اڃهو سائين جن جي هن ڪيسي مان!

امام دين- وهه وي واهه! شاگرد ته ڪو سٺو هٿ آيو آهي!

## پردو پيو- قليليءَ جو ڪپ

(صبح جو سويل، امام دين ۽ ڪريم دين رستي تي وينا آهن- ٻه ٽي ڪتاب ۽ ڊارا اڳيان رکيا آهن- هٿ جو وڏو نشان ڪاغذ تي چٽيل سامهون پيل آهي)

ڪريم دين- ماما! ڀلا هيترو سويل ڇو آياسون؟

امام دين- بچا، هينئر سويل واليا درٻاه شاه تي سنان ڪرڻ ويندا آهن؛ انهن جي ترڻ جو وقت سندن موٽڻ تي آهي: ڏس ڏس هو نوجوان پيو اچي؛ هالي هو ويجهو ايندو ۽ ضرور هٿ ڏيکاريندو.

ڪريم- ڇو ڀلا؟ ضرور ڇو ڏيکاريندو!

امام دين (ڪلي)- هن قسم جا ماڻهو جيڪي نوڪرين پر هوندا آهن، سي ته آنيس ٽيو تي سس اٿندا آهن، باقي جيڪي بي‌روزگار هوندا آهن، سي سويل اٿندا آهن ۽ وظيفا ۽ سمرڻ ڪندا آهن، يا ته درگاهن تي وڃي اوليائن کي ستائيندا آهن ته ڪا نوڪري ڏيار، يا درياه شاه کي وينتيون ڪندا آهن. هائي هي سامهون هٿ جو نشان جو پاڻ وٽ رکيو آهي، اهو ڏسي، هو ضرور پنهنجو هٿ اچي ڏيکاريندو.

ڪريم (هٿ ذي ڏسي کلي)- چاچا! هي ته جهڙو پوندبو!

امام دين- هائو بچا، جيڪو شخص مالڪ کي ڇڏي، وڃي ماڻهن کي عالم الغيب جاڻي سوال ڪري، اُن کي پوندو ته سامهون هوندو، ته پيو چا هوندو! هٽ ٻه پوندا ته هٽ ٻه پوندا. بچا، سمجهون سڀ ٿا، پر پيٽ بڪيو ٻه پرلو آهي، مگر هالي اهي ڳالهون بند ڪر؛ هو ست سوڙهل اچهو آيو.

(نوجوان اچي ٿو: پوندي جو نشان ڏسي، بيهي رهي ٿو، ۽ هٿ ڪڍي چوي ٿو:)

نوجوان- باباجي، منهنجو هٽ ڏسو!

امام دين (هٿ ڏسي- جنهن ۾ ڪجهه پڙ پڙ ڪرڻ بعد)- بابوجي! هي ڏارو ڦيڪيو ڏارو ڏئيس ٿو، هو اڇلائي ٿو؛ امام دين ڏارو ڏسي آڱرين تي ڪجهه ڳڻي ٿو.)

امام دين- جي ها، سوال نوڪريءَ بابت آهي!

بابوجي (حيران ٿي)- واه سائين بابا، تنهنجو علم! بيشڪ آفرين آهي، ڀلا ٻيو......؟

امام دين (ڪجهه پڙ پڙ ڪري، آسمان ڏي ڏسي)- مگر اڃا ۾ مهنا اوهان جو ستارو ڪمزور آهي، جاڪاڻ ته اوهين مائٽن کي ناراض ڪريو ٿا.

بابوجي (وڌيڪ حيران ٿي)- ڪمال آهي، بابا ڪمال! ٻڌايو، ٻيو ڀلا؟

امام دين (پڙ پڙ ڪري، اکيون پوري وري کولي)- ٻن مهنن بعد ستاري جي نحوست لهندي؛ اوهان کي نوڪري نه هوندي ته ملندي، ۽ جي هوندي ته اضافو ٿيندو- مگر جيڪڏهين مائٽن جو راضپو حاصل ڪندا، ته شايد اڳ ۾ به نحوست لهي سگهي!

نوجوان خوش ٿي، آنو ڏئيس ٿو، مگر هو ٿو ورائي ۽ چوي ٿو:)

امام دين- بابوجي! منهنجي فِي گهٽ ۾ گهٽ ٻه آنا آهي، جاڪاڻ ته آءٌ محنت ڪري، حساب ستارن جو ۽ ٻين علمن طرف نظر ٿو ڪريان!

بابوجي (ٻه آنا ڏيئي)- چڱو بابا جي، دعا ڪجو!

امام دين (پئي ٺيري - بابا، ڏاڍي ٻيڙا پار ڪندءِ، ان کي ياد ڪر ۽ ان تي ڀروسو رک انسان بدڪارن ۾ ڇا رکيو آهي!

(نوجوان وڃي ٿو)

ڪريم- استاد جي! ڀلا اوهان ڪيئن سمجهيو ته هن مائٽن کي ناراض ڪيو آهي؟

امام دين (کلي)- بابا، اهڙا ئي روزگار سدائين مائٽن مان پيا وڙهندا آهن؛ هو ٽين چوندا آهن ته جيسين نوڪري ملي تيستائين ڪو ڌنڌو ڪر، يا جيب خرچ گهٽ ڪر ته پورت ٿئي، پر هي انهن کي سدائين پيا جڙ ٻوڙ ڏيندا آهن.

ڪريم- (کلي) سمجهيم استاد جي، هاڻي ئين ئي سبق مان کهڻوني سمجهيم.

(مسجد مان هڪ اڌ ڄمر عمر جو شخص نڪرندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو؛ ڪپڙا سادا ۽ ميرا، ڏاڙهي ڊگهي، نراڙ تي سجدي جو نشان، هٿ ۾ تسبيح)

امام دين- ڏسج، هو نڪتو آهي دينداز صاحب. ڪريانس ٿو دينداري پڌري! (زور سان ڳائي ٿو)

علم غيبي ڪس نمي داند بجز پروردگار،
گر ڪسي گويدڪ من دانم، از و باور مدار،
مصطفيٰ هرگز نه گفتي، تا نه گفتي جبرئيل.
جبرئيلش هم نه گفتي، تا نه گفتي ڪردگار!

(ديندار هن آواز ڏي ڪنڌ ڦيري ٿو، اڳتي وڌي ٿو، نجوميءَ وٽ اچي بيهي، چوي ٿو:)

ديندار- اڙي سيان! هي ڪهڙو ڦند ڦڪيڙ پر اٿيئي؟

نجومي- سيٺ صاحب! دنيا سموري ڦند ۽ فريب آهي؛ سچو ته فقط اهو مالڪ الملڪ آهي، جوئي سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو.

سيٺ (گنڀير ٿي)- ٻوءِ ڀلا تون ڇو ٿو هي غيب دانيءَ جون دعوائون ڪرين؟

امام دين- غيب داني؟ (نڪ تي ڄاتو پڙي) سائين! توبه ڪريو؛ آءٌ ۽ غيب داني؟ سيٺ صاحب! غيب ته هڪڙو عالم الغيب ئي ڄاڻي، ٻيو ڪير دعويٰ ڪري سگهي؟ هان، هي سچ چنڊ تارا

حساب سان بنايا اٿس، انهن جي وسيلي سوڙ شان
ڪي به ڪا وات ملي ٿي؛ حضرت دانيال نبيءَ
رمل جو علم ايجاد ڪيو هو، يعني زمين تي
چار آڱريون هڻيون هڻائين، جي چار ڀڙيون ٿي
پيون ۽ ان سان ٿيو علم رمل؛ اسانجي رسول
مقبول صلي الله عليه وسلم به فرمايو آهي ته نجوم
۽ رمل به هڪڙا علم آهن، پر جي صحيح هٿ
اچن: ازانسواءِ جفر جو علم امامن سڳورن جو
ايجاد ڪيل آهي. اسان پارا پيٽ جا ٻکيا انهن ئي
علمن وسيلي حساب سار بن ٿا؛ پوءِ جيڪي حساب
۾ ڏسون ٿا، سو ٻڌايون ٿا؛ ڪجهه سچ نڪري
ٿو، ڪجهه ڪوڙ. سائين، سچو ته آهي الله!
هي ته آهن غيبي اشارا ۽ دل جي تسڪين!

ديندار- ڀلا ڀترَ، اڄ ته ڪريون ٿا آزمودو!

امام دين (دارو هٿ ۾ ڏيئي) - اول پڙهو
'لا يعلم الغيب الا الله يعني هڪ الله سائينءَ ڌاران
ٻيو ڪو به علم غيبي نه ٿو ڄاڻي.'

ديندار- لا يعلم الغيب الا الله.

امام دين - هاڻي چئو 'رب زدني علما يعني
يا رب منهنجو علم وڌاءِ!'

ديندار- رب زدني علما.

امام دين - هاڻي 'بسم الله' چئي دارو اڇليو!

(ديندار بسم الله چئي، دارو ٿو اڇلي. نجومي
ڀڙيون ڏسي، سليٽ تي ليڪا ڪڍي، ڪجهه
ٻڙ ٻڙ ڪري چوي ٿو:)

امام دين - ڏسو سائين، سڀني جا واپار ڪڏهين
ڏين فائدو ڪڏهين وجهن نقصان؛ پر جيڪڏهين
استخارا ڪري پوءِ ڪم ڪبو ته ڪڏهين به نقصان
نه پوندو.

ديندار (جهٽ سندس هٿ چمي) - واهه ميان
واهه! صد رحمتون هجنئي، تو ته سون کي وسريل
سبق ياد ڏياريو؛ بس اڳتي ڪڏهين به ٿنين جو
واپار ڪندس ته استخارا ضرور ڪندس.

(سوا روپيو کيسي مان ڪڍي، سندس هٿ
۾ ڏني ٿو ۽ اٿي ٿو، ته هو سندس هٿ جهلي
چوي ٿو:)

نجومي - سائين! اسان کي پورهئي کان سواءِ
اجورو نه کپي؛ ڳالهه سموري ٻڌي وڃو. پر هٿ
جو ملڻ هيئنر مشڪل آهي؛ پر مدينې جي سير
جي سڌ تي ڪن ضرور ڏيو!

سيٺ (خوش ٿي) - واهه واهه! واهه واهه!
ڳالهه ته دل وٺان ڪئي اٿيئي! نالو ته سوني
ملڪ جو ورتو اٿيئي!

(اٿي ٿو ته نجومي وري وهاريس ٿو.)

نجومي - اڄ اعتبار جو زمانو ڪونهي؛
'آپ ڪام مها ڪام'!

سيٺ (حيران ٿي) - ميان نجومي، توکي ته
ڪو علم جو خزانو هٿ آيل آهي! نقصان سڀ
نوڪرن تي اعتبار وڌو آهي نه!

نجومي (گنڀير ٿي) - دل جو انت ڪنهن کي
به نه ڏجي؛ 'سخن گفته خاڪ است نا گفته در'!

سيٺ - بس بس! حد ڪري ڇڏيئي؛ اڄ
ايترو ڪافي آهي. وري پيا ايندا سون. (مشڪندو
هليو وڃي ٿو.)

ڪريم (ٺهڪ ڏيئي) - ماما! اهو ته ڪمال
ڪري ڇڏيئي!

امام دين - ٻيا ڪمال وري ڏسو! سادا
۽ ميرا ڪپڙا، وڏي ڏاڙهي ۽ سجدي جو نشان
معنيٰ ڪو سيٺ، ۽ سيٺ معنيٰ سٺو؛ حاجي معنيٰ
سون، ديندار معنيٰ پرهيز؛ پوءِ انهن سڀني ڪمن
۾ ۽ مفت جي ڪمائي ۾ هرڪو نوڪر ۽ پائيوار
به ڪندو آهي ڪٽ، ۽ اهي ڪم ٿيندا آهن ته

دل جي ڳالھ ڳاھر ڪڍڻ سبب. چڱو، ھاڻي ھل تہ چاءِ ۾ وري ٻئي ھنڌ وھون.

ڪريم (ڪلي) – ھا، روٽيءَ کان مٿيان ٻہ آنا تہ ضرور ٻورا ڪيا نہ!

(ھوٽل ڏي وڃن ٿا؛ پردو ڪري ٿو)

## پردو ٽيون

(ڪاري موريءَ جي ڪپ تي امام دين ۽ ڪريم ويٺا آھن: جھنگ مان ھڪ وڪرڻ وارن سان پريشان حالت مسلمان نڪرندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.)

امام دين (مرڪي) – ھو ڏس ڀڄا! ھن جي شڪل مان ٿي ظاھر آھي تہ ھو سچو پچو شاعر آھي؛ (ڪلي) ۽ سچو پچو شاعر معنيٰ محبت جو ماريل ۽ ان سان گڏ معشوق جي بي توجھيءَ جو فريادي؛ (ٽھڪ ڏيئي) چاھي معشوق ڪٿي ساٿس حد ۾ حد محبت ظاھر ڪري، تہ بہ ھي سدائين پيو ميارون رکندو ۽ رقيبن جا ڏوراپا ڏيندو!

(شاعر اچي ٿو)

شاعر – نجومي صاحب! آئنده جا حال ٻڌائڻ جي في ڪيتي؟

امام دين – ٻہ آنا دل جي راز ٻڌائڻ جا ۽ ٻہ آنا آئندي جي حالات جا!

شاعر (مرڪي) – اڇا! دل جو حال بہ چائين ٿو؟

امام دين (سنجيدگيءَ سان) – جناب! 'ڪجا؟ جي اجھا!' ڍارو اڇلايو، تہ دل جي خبر ڏجي؛ پوءِ ھٿ ڏيکاريو تہ آئنده جي خبر!

(شاعر ڍارو اڇلائي ٿو؛ نجومي انگ ڏسي، ڪجھہ ڳڻ ڳڻ ڪري ٿو.)

نجومي – جناب اوھان کي ڪنھن شخص سان محبت آھي، ۽ (مرڪي) جناب اوھان کي خبر ھجي يا نہ ھجي، پر ھُن کي بہ اوھان سان ڪافي محبت آھي پر اوھان کان ڪيٿ؛ مگر...

(تيزيءَ سان رعب مان) ذرا ھٿ ڏيکاريو!

(شاعر بي اختيار ھٿ ڏيکاري ٿو؛ نجومي ھٿ ڏسي، ليڪون ساري وري آسمان طرف نھاري، اکيون ٻوري، ڳڻ ڳڻ ڪري چوي ٿو:)

نجومي (رعب مان) – اوھان جا ستارا مشتري ۽ زھره آھن، مگر فقط ڇنڇر وچ ۾ خلل وجھي ٿو؛ پر ھمت نہ ھاريو، ڇنڇر جو اثر وڌ ۾ وڌ ٽي مھنا رھندو، ممڪن آھي تہ ان کان بہ اڳ لھي وڃي!

شاعر – آمين! (چار آنا ڏيئي، ھليو وڃي ٿو)

(ڪجھہ وقت بعد ھڪ جٽ لنگھي ٿو)

جٽ – اي، نجومي! سوال جو ڇا وٺندين؟

نجومي – ڪولي پڇين تہ ٻہ آنا؛ جي سوال دل ۾ جھلين تہ چار آنا.

جٽ (ڪلي) – وھ ڙي واھ! دل ۾ رکيل بہ ٿو پروڙين؟ چڱو وٺ چار آنا. (چار آنا ڏيئي) ڪوڙو نڪتين تہ آٺ آنا ڀريندين! ڪيئن، قبول؟

نجومي – بابا! سچو تہ ھڪ الله آھي، اسان غريب تہ ڪوڙ سچ ڪري پيا پيٽ ڀريون؛ اوھين پنھنجو ڏور ھيڏانھن اڇايو ٿا ڳوليو، ھو تہ اتر طرف ويو آھي، پيا ڏور بہ گڏ اٿس- ڪي ڪارا ڪي اڇا؛ پندرھن ڏينھن اندر واپس ايندو، پر ڪاري رنگ جي ڪتن کي پنج مانيون ڪارائي ڇڏج!

جٽ (حيران ٿي) – مڙائي (مجرائي) اٿئي وڙي استاد! ڪارا ڪتا ڪير پيو ڳوليندو؛ اسان جي توتي ٻٽ آھي؛ وٺ ھي پيا ڏھہ آنا! تون ٿي ڪارائي ڇڏج ڪارن ڪتن کي. پر، جي

منهنجي مينهن ٿي لڳي، نه هيءَ ڏاڙهي آهي ۽ سوا روپيو نذرانو نه ڏيڻي وڃاءِ!

نجومي (نماڻو ٿي)— بابا، رکَ ڏئيءَ تي، سون غريب پيٽ جي ڪُٺي جي هٿ ۾ چا آهي!

جٽ (ٻيڙ بڻ ٻئي)— نه سائين بابا، نه، ائين نه چئو! ”اجا ڪي آهين، جي لڪا پڻ لوڪ ۾.“ هانو بادشاه پيرا! تون ستائي ڪج! ٻيلي، شڪ سان جو ٻه ٻڪو اتر طرف هو، ۽ هن ڪرڙ جو ڪاروسنهن ٿئي، هرو پرو ڪٿي هوڏانهن ٻنڪا ٻائين، هاڻ وڃان ٿو ڪوسن ڏانهن! (وڃي ٿو)

ڪريم (کلي)— استاد ڪمال ڪري ڇڏيئي، روپيو ٻه آنا پيا ٻه ڪمائي ورتئي!

امام ڏنو— ٻچا، اها ته نيرن هئي؛ هاڻي ڏس هئي پيهري!

ڪريم— اها ڪئين؟

امام ڏنو— اها شهر ۾! ٻارهين ٻجي مهل سڀ ڪامورا آفيس ۾ ۽ سيٺيون دڪانن تي؛ زالن کي نرڻ جو وقت آهي اهو. هلو هاڻي گهر؛ نيرن پاڻي ڪري پوءِ اوڏانهن نڪرنداسون!

ڪريم (ٽهڪ ڏيئي)— مگر استاد جي! (روپيو ڏيڪاري) هي ڏسو ٿا؟

امام ڏنو (حيران ٿي) اهو ڪٿان آيو؟

ڪريم (کلي)— جيسين جلدي هيو اوهان ڪري ڏئي ٿي هيو، ته هين ڪيسي مان ڪڍي ورتو ماڻس! نيرن ته اڄ ٻه ليڻان نه!

امام ڏنو— واه ڙي واه! تون ته ڪو ناٿ آهين! منهنجو ٻه استاد!

(ٻئي وڃن ٿا)

# پردو چوڻون

(سونارن جي کهٽي: امام ڏنو ۽ ڪريم ڏنو وڃن پيا؛ ٻنهي کي مٿن تي ڳيڙوءَ رنگ ٻنڪا آهن، ۽ قميصون ۽ ڳوڏون پهريل.)

امام ڏنو— ٻچا! هن ڪپڙن ۾ اها پوري سڌ ڪانه پوندي آهي ته هندو آهيون يا مسلمان، هاڻي هوڪو ڏئي! (هوڪو ڏئي ٿو) ”اچي وڃو، نجومي، رمالي، جوتشي، سامرڊيکي (هٿ ڏسندڙ) جفار ۽ تعويذ ڦيڻ ڌاڳن وارو! آهي ڪو احتياجمند؟“

هڪ زيورن واري واڻياڻي (دريءَ مان منهن ڪڍي، آهستي)— بابا جي!

نجومي— جي، ڌيءَ!

واڻياڻي— بابا جي، اڄ هيٺ اچي هٿ ڏيکاري ڪانه سگهنديس!

نجومي (ٽهڪ ڏيئي)— ڌيءَ! تون فڪر نه ڪر. استاد جي دعا سان ستارا ڏسي سڀ ڪجهه چئي سگهون ٿا. (مٿي نهاري ۽ پڻ پڻ ڪري) توکي هڪ ڏک آهي، جو اندرئي اندر پيو کائيئي. تنهنجو هٿ الوٺو آهي، جنهن جو پاؤ چاهين سو دشمن بڻجئي ٿو، مگر وڏو دشمن گهر ۾ اٿيئي، جو هر وقت بدخواهي ڪري ٿو، ڪيئن، امان! سچ آهي نه؟

واڻياڻي (اکين ۾ پاڻي آڻي)— سائين جي، سڀ سچ! ٻئيءَ جي شهوا گهٽي ٿي ڪريان ٿي، ۽ ڏاڍ سس سڀ تي پاڻي ڦيري ڏئي ٿي؛ بابا جي ڪو علاج؟

نجومي— ڌيءَ فڪر نه ڪر، توتي منگل ۽ ڇنڇر جي گرهن جو اثر آهي؛ انهن جي لاهڻ لاءِ هڪ ڪارو ٻڪر ڪهي خيرات ڪر؛ سنن ڪٽن

ڪي مائٽن جي اڳي جون مائٽن ڪاراءِ ۽ تنهنجي مس جو چانديءَ مان ٺهرائي، درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏ، ته سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.

واڻياڻي- بابا جي! اهو ڏس مون ڪي اڳ به هڪڙي ساڌوءَ ڏنو هو، پر ڇا ڪيان جو مون لاءِ اهو ڪرڻ مشڪل آهي! (هڪ نوٽ ڏيئي) بابا جي! اِهي تنهنجي نياڻي آهيان، تون منهنجي پاران اهو ڪم وڃي ڪر!

نجومي (نماڻو ٿي) - ڌيءَ، اها ته تڪليف ٿي ڏين، پر لاچار اهو ڪم ڪبو؛ پر پڌ، ڌيءَ ٻه روپيا ٻڪريءَ جا، پنج روپيا مائٽن جا، ڏهه روپيا چانديءَ جي ٻٽ جا، سوا روپيو منهنجو نذرانو- باقي ٻارهن آنا وٺ!

واڻياڻي- نه سائين نه، اهي به مون تو کي بخش ڪيا.

نجومي- نه ڌيءَ نه؛ استاد جو حڪم آهي ته پرايو پيسو عمل جو اثر وڃائي ڇڏي، ۽ سوا رپئي کان مٿي اسان کي اصل حڪم ڪونهي! (پيسا کيسي مان ڪڍي هٿ مٿي ڪري) هي وٺ پنهنجا، بچا!

واڻياڻي- چڱو، اهي ڏيان ٿي تنهنجي چوڪر کي.

نجومي- منهنجو چوڪر هجي ها ته آءٌ اصل نه وٺان ها، جو اهو به گهر منهنجو؛ پر هيءُ منهنجو پالڪو آهي، تون هٿ سان ڏينس، تنهنجي مرضي.

واڻياڻي (ڇرڪي) - چوڪرا جلد ڪر، منهنجي مس ليٽي پئي اچي؛ اوهين تڪڙا هليا وڃو، نه ته پتيءَ کان مارائيندو!

(نجومي ۽ پالڪو تڪڙو پيءَ ڪنهيءَ ڏي وڃن ٿا)

چوڪرو (کلي) - واهه استاد، ٻارهن آنا به ڦٻا، چوريءَ کي ڇمائي خوب، پر ڀلا تو کي خبر ڪيئن پئي؟

نجومي- بابا! جيڪا گهر کان ٻاهر نه نڪري، اها ضرور مس جي ستايل هوندي ۽ ان تي وري انهن پئسن واپس ڪرڻ جو اثر به خوب پوندو آهي. (ڇرڪي) پر هاڻ ڏس، هو سامهين شاهوڪار زال آهي، ڏٺي مٺي به آهي؛ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته عشق باز آهي ۽ ضرور مڙس انهيءَ تان مارينده هوندس.

(ايتري ۾ زال سڏ ڪري ٿي)

زال- اي نجومي، هيڏي اچ!

(نجومي وڃي در تي اچي ٿو)

نجومي (بي پرواهيءَ مان)- سيڻياڻي هٿ هيڏي ڪر!

(سيڻياڻي هٿ آڪڙ مان سامهون ڪري ٿي)

نجومي- اڙي پالڪا! تون ٿي پڙهه ته هٿ ڇا ٿو چوي!

چوڪر (ڏسي)- استاد جي! هتي ته محبت ٿي محبت جي تات لڳي پئي آهي!

نجومي (هلڪي چماٽ هڻي)- شٽ آپ بيوقوف! اٿين پردو نه لاهيو آهي! (سيڻياڻيءَ کي) هان سيڻياڻي، ستارو چوي ٿو، ته دل گهري چيز ۽ گهر جو مالڪ ٿو رنڊڪ ...... مگر خير... ڪجهه فڪر ڪونهي (ٿيلهي مان پوپو ڪڍي) هي پاڻهين ۾ پڙهي ڇڏ؛ ست ڏينهن ڪنهن اوتاري تي روزانو پائي ڏيندي وڃ، ۽ ڪنهن تڪي تي پڙ وجهي ڇڏج، پوءِ بي فڪر رهه، مرڪو پيرن جي خاڪ!

سيڻياڻي (مرڪي نڪ کي موڙو ڏيئي)- هنر ته اٿئي، سو ته مڃيوسون؛ پر پاڻ کان نڪي

اوتارا گولبا نکي درگاهون ڊوندبيون؛ پنج روپيا انهن جا اٺيئي ۽ سوا روپيو تعويذ جو، بس وٺ مي سوا ڇهہ روپيا.

نجومي– ۽ اٺ آنا نجوم جا ڇڏي ڏيندس ڇا؟

مائي صاحب! آهي سڀ کان اول، پليتو نہ وٺين تہ نہ وٺ، درگاهن جو بکيڙو پنهنجي پاڻ ڪر، پر اسان کي استاد جي حڪم موجب اٺ آنا ضرور وصول ڪرڻا آهن!

مائي– ماريا تون تہ ڪو مڇڻ آهين، وٺ پلا هي اٺ آنا!

(زور سان هٿ تي هڻي اندر هلي وڃي ٿي؛ پٺي ڪلندا وڃن ٿا: پردو ڪري ٿو)

## پردو پنجون

(نجوميءَ جو گهر: نجوميءَ وٽ ٻالڪو گوڏا کوڙي ويٺو آهي)

نجومي– ڪلهہ ٿي پيو مٿي پر سور، اڄ آهي ڪجهہ بخار، ان ڪري باقي سبق زباني ٿو پڙهايانءِ.

ٻالڪو– فرمايو استاد!

نجومي– چڱو، ٻہ ٻچي مهل ڪورٽن پر وڃبو آهي؛ جنهن جو هٿ ڏسبو آهي، ان کي چئبو آهي 'تنهن جي فتح' مگر ڪنهن ڪنهن کي چئبو آهي تہ 'اڳهہ ٿيندي پر دل نہ لاهج، فتح پڪ اٿيئي.'

ٻالڪو– پر استاد، جي چار پنج ڪڏو ڪڏ، ٻنهي تہ پوءِ ضرور هڪڙي کي شڪست جو بہ چئبو نہ؟

نجومي– هٿ تيرے ڪي، تون تہ ڪو ناٽ لڳو پيو آهين! چڱو پڙهہ، ڇنين ٻچي اسڪول جي دروازي تي وڃبو، ڇوڪرن کي ملندي موڪل، ڪين انهن ٿي چئبو تہ 'اوهان جا پير سخت آهن، پر اوهين پاس ضرور ٿيندا!'

ٻالڪو– ٺيڪ آهي، پير نرم هوندا تہ بہ ڇورا انهن کي سخت سمجهندا هوندا!

نجومي– چپ ڪر گستاخ! پيا ٿيا ڇورا ۽ تون ٿين وڏو جوان؟ (مرڪي) اهڙو ڦاڙ ڻو نڃين، تہ پلا ڏس منهنجو هٿ!

ڇوڪرو– پر اوهان کي ڇا سمجهي هٿ ڏسان؟

نجومي– (آڪڙ مان) جنٽلمين!

ڇوڪرو– اڇا، جنٽلمين صاحب! (کلي) اها تہ پڪ آهي تہ اوهان جا اڇا ڪپڙا کيسا خالي هوندا، پر جي اوهان کي ماڪ جو والي نہ سڏيو تہ خرچي ڪانہ ملندي، چڱو صاحب پڙهو:

'صاحب بهادر! اوهان آهيو سخي، پر ذرا هٿ تنگ رهيو ٿئو، جنهن ڪري دل کولي خرچ ڪري نٿا سگهو، اوهان جي منهن تي ڪو جرات ڪري نٿو سگهي؛ پر پٺ دشمن گهڻائي اٿو؛ مگر ڪو خيال نہ ڪريو، اوهين نيڪي ڪندا رهو، دشمن پڻ پيا ڇائي پائين، اوهان جي آڳوڻي کي پرواهہ؛ اوهان کي عن کان اڳ بہ سخت بيماريون ٿيل آهن، مگر عمر وڏي اٿو، پر سنڀالجو، کير مٽان مڇي هرگز نہ کائجو، ۽ سٺ ورهين جي عمر ۾ جيڪا سخت بيماري ٿيندو، ان جو علاج دل لائي ڪجو، بيپرواهي نہ ڪجو، پوءِ اميد تہ عمر اسي پنجاسي......'

استاد– وڃ وڃهن کي! بدمعاش تون سڀ اڳيئي سکيل آهين. (اٺ آنا ڪڍي) وٺ عيءِ، اپترو گهٽو ٿيو.

ڇوڪرو– نہ صاحب! اسان جي لئي هڪ رهيو آهي.

نجومي (کلي)– اڇا اڇا خاصي اٿيئي: اڙي ڇورا! انهن هٿ ڏيکاريندڙ جنٽلمين جي کيسي ۾ هوندوئي روپئي جو ريزو، سو سڄو روپيو تو کي ڪٿان ڏيندا! انهن کان چار آنا ملندي تہ بہ لک ڪٽيئي!

(ٻئي کلن ٿا؛ پردو ڪري ٿو)

کرشن چندر
سنڌيڪار:- ابن حيات پنهور

# هائيڊروجن بم کان پوءِ

[پردو کڄي ٿو. اسٽيج جي وچ ۾، زمين پنهنجي محور جي چوڌير ڦرندي نظر اچي ٿي. پس منظر ۾ آسمان ڦهليل آهي، جنهن ۾ تارا ٽمڪي رهيا آهن. باهه جهڙيون جلائيندڙ گئسون پيڙيءَ جي سوهه وانگر ڦوڪي رهيون آهن. پري، تمام پري، هڪ مُنڊي کان پني مٿاڇي تائين، ڪير جهڙن سانيد تارن جو سيڙ وڌندو وڃي ٿو. چئني طرف سانت ئي سانت آهي. هلڪي هلڪي، مانئي ساني روشني چوڌاري ڇانيل آهي.

اسٽيج جي ساڄي طرف، هڪ ماڻهو، جنهن جو منهن زمين ڏانهن ۽ پٺ تماشائين ڏانهن آهي، اڌ اونداهيءَ ۽ اڌ روشنيءَ ۾ چپ چاپ بت وانگر هڪ هنڌ بيٺو آهي. ڪجھ گهڙين جي خاموشيءَ کان پوءِ، افق کان هڪ آواز خاموش فضا ۾ اچي گونجڻ لڳي ٿو]

ڪورس-
گهڻو وقت نه گذريو آهي،
هي ماڻهو
هن زمين تي رهندو هو؛
هو ڪان وٽ ويو
ڪان کيس خوشبوءِ ڏني؛
ماکيءَ جي مک وٽ ويو،
ماکيءَ جي مک کيس ماکي ڏني؛
هو عورت وٽ ويو،
عورت کيس پرپوءِ پوترتا جا سچ ۽ چنڊ ڏنا؛
پوءِ هو تمام وڏو ٿيو؛
هن زمين جو ديوتا بڻيو؛

ڪاهه سندس قدمن ۾ جهڪي،
مخمل جو غاليچو بڻجي ويندو هو؛
وڻن ٻانهون وڌائي، کيس پنهنجا ثمر آڇيا،
جانورن پنهنجن ٻچن جا کير نذر ڪيا؛
ندين ندين کيون تڙوتن جا ٻن ڪاني،
هن لاءِ ريشم اوڳاريو؛
هوا هن کي ساهه ڏنو؛ روشنيءَ طاقت،
۽ پاڻيءَ حرڪت.
هو پوءِ تمام وڏو ٿيو،
هن پنهنجو سر مٿي کڻيو ۽ آسمان تي نگاهه
جو ڪمند اڇليو،

تارن تي تدر رکيا ۽ ڪتيءَ کي اوراڪهيو؛
ٻن پوءِ ڪڪرن کان رنگا رنگي انداڻ ڦري،
۽ ان کي هر وانگر زمين ۾ کوڙيائين:
پوءِ ڌرتيءَ جي سيني مان ڪڻڪ جو داڻو
پيدا ٿيو:
هڪ ڏينهن، هو انُم جي سيني ۾ کوڙي ويو؛
اتان هڪ جلندڙ سر ڪڍي آيو،
(حالانڪ هو موتي به آڻي ٿي سگهيو.)
اوچتو هوائن جا اثر بدلجي ويا،
فضا جو رنگ ڦهڪجي ويو،
زمين ڏڏڻ لڳي،
آسمان پريشان ٿي ويو،
گلن‌ءَ پنهنجي ڦر ڏانهن نهاريو،
گلن پنهنجي خوشبوءِ لاءِ دانهن ڪئي،
نغمن بلبلن لاءِ رنو، ۽ مستقبل مڪوڙيءَ لاءِ؛
سندس ٻچي اڳتي وڌي سندس هٿ کان
جهليو،

ليڪن ماڻهوءَ پنهنجي ٻچي جي هٿ کي
مروڙيندي، اڳتي وڌي،
ٻر کي فضا ۾ اڇلايو:
۽ اوچتو ماءُ جي ڪُک اولاد کان خالي
ٿي وئي!

[اسٽيج تي هڪ زور سان ڌڌڪو
ٿئي ٿو. روشنيءَ بجليءَ وانگر جهٽڪو هنيو.
چوطرف ڌنڌ، غبار؛ باهه جهڙين هوائن جا
ڦڙاٽ، ٻچن ۽ عورتن جون دل ڏاريندڙ
دانهون! اونده ۾ ماڻهو ڊوڙندا، ڪرندا،
ڀاڄڻ وانگر پڇندا نظر اچن ٿا. مڪمل
اونده ڇانئجي وڃي ٿي. ڪابه ڪوبه آواز
ٻڌڻ ۾ نٿو اچي، ڪابه حرڪت ڪانهي،
روشني ڪانهي- فقط اونده ئي اونده آهي.]

پردو

[پردي کڄندي، اسٽيج جي ساڄي
طرف آخري ونگ جي ويجهو، هڪ ننڍڙو
ٽڪيٽ گهر نظر اچي ٿو، جنهن جي مٿان
وڏن اکرن ۾ لکيل آهي:
«ماڻهن جو چڙيا گهر»
«ٽڪيٽ چار آنا»

چڙيا گهر جي دريءَ تي هڪ لنگور
ٽڪيٽون ڪاٽيندو ڏيندو رهي ٿو. ٽڪيٽ
گهر جي سامهون جانورن جي قطار آهي،
جنهن ۾ باندر، ٻڪريون، سها، گڏهن،
شينهن، هاٿي، گهنا، گينڊا، ڪڏهه ۽
قسمين قسمين جانور ڏسجن ٿا، جي صاف
پوشاڪ ۾ پنهنجي ٻارن ۽ زالن سان گڏ
ٽڪيٽون خريدي رهيا آهن. ٽڪيٽ گهر
جي ويجهو، چڙيا گهر جو دروازو آهي،
جنهن جي لوهي دروازي تي اهي ساڳيا لفظ
لکيل آهن:

«ماڻهن جو چڙيا گهر»

لوهي دروازي جي ٻاهران، هڪ لنگور
گهنٽي وڄائيندو چوندو رهي ٿو:]
لنگور- اچو، اچو ماڻهن جو چڙيا گهر ڏسو!
دنيا جي تختي تي ماڻهن جو پهريون ۽
آخري گهر-
يوم آزاديءَ جي خوشيءَ ڪري ٽڪيٽ ۾
شاندار رعايت!

جئن آئن واري ٻن آنن ۾،
زالن ۽ ٻارن لاءِ خاص رعايت،
هڪ آني ۾ هڪ ٽڪيٽ،
يوم آزاديءَ جي خوشيءَ ۾!

[اسٽيج جي وچ ۾ هڪ ڳڌه پنهنجي ٻارن سان هلندو، قطار ڏانهن وڌندو وڃي ٿو. سندس هڪ ڪوڏڙو ڪانئس پڇي ٿو:]

ڪوڏڙو نمبر ۱- بابا، هي يوم آزادي ڇا آهي؟

ڳڌه- پٽ! اڄ کان ڏهه سال اڳ، اسان جانورن انسان جي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو پاتو هو. انهيءَ ڏينهن جي خوشيءَ ۾ اسين آزاديءَ جو ڏينهن ملهايون ٿا.

ڪوڏڙو نمبر ۲- اها آزادي ڪيئن حاصل ٿي؟

ڳڌه- پٽ، ٻڌ! اڄ کان ڏهه سال اڳ، هن دنيا تي انسان جو راڄ هو. ان وقت هيءَ دنيا اڄ وانگر ويران ۽ برباد نه هئي. زمين جو تمام گهڻو حصو سرسبز ۽ شاداب هو. انسان وڏي ترقي ڪئي هئي. هو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويا هئا. مطلب ته اسان جانورن جي مقابلي ۾ هرلحاظ سان خوبصورت زندگي گذاريندا هئا.

ڪوڏڙو نمبر ۱- پوءِ ڇا ٿيو؟

ڳڌه- پوءِ انسانن ۾ وڏي خونريز لڙائي ٿي. هڪ ٻئي کي تباهه ڪرڻ جا هٿيار استعمال ڪيا ويا. آخر ۾، هئڊروجن بم ڇوڙيائون، جنهن ساري دنيا جي انسانن کي تباهه ڪري ڇڏيو. انهيءَ بم سان نه رڳو انسان تباهه ٿيا، پر جتي جتي جهنگل هئا، اهي به لهسجي ويا، ۽ انهن سان گڏ بم جون زهريليون گئسون ۽ شعاع جن جن هنڌن تي پهتا، اتان جا سمورا جانور مري ويا. مطلب ته بم جي ڪري ماڻهو، جانور، جهنگل، وڻن جا ٻوٽا ويندي گاهه تائين سڀ ناس ٿي ويا!

ڪوڏڙو نمبر ۲- پوءِ اسين ڪيئن بچياسون؟

ڳڌه- اتفاق سان هماليه جبل جون ڪجهه ننڍيون ننڍيون واديون هئڊروجن بم جي زهريلي اثر کان بچي ويون. اهو به اتفاق چئجي، جو اتي انسان نه هو ۽ فقط ٿورا جانور هئا، جي زنده رهيا، جن جو اسين اولاد آهيون، ۽ هن وقت ڌرتيءَ تي انسان جي جڳهه حڪومت ڪري رهيا آهيون.

ڪوڏڙو نمبر ۳- جڏهن سڀئي ماڻهو مري ويا ته پوءِ هيءُ انسان جو چڙيا گهر ڪٿان آيو؟

ڳڌه- پنجن سالن تائين، انهن بمن جو اثر دنيا جي هوائن ۽ زمينن تي رهيو. پوءِ جيئن جيئن فضا صاف ٿيڻ لڳي، تيئن تيئن جانورن يعني اسان جي هن وقت اشرف‌المخلوقات سمجهيا وڃون ٿا، تن اڳتي وڌي زندگيءَ جي جهنڊي کي پکڙيو ۽ ان کي دنيا جي تختي تي ڦهلائڻ چاهيو. اسان جي انهن ڪوشش جي سلسلي ۾ اسان جا جانباز اسڪائوٽ دنيا جي مختلف حصن ۾ ويا. ڪٿان ڪٿان غارن مان، پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جا هي آخري لڪل انسان نظر چڙهيا، جانورن جي ڪائونسل ٿي. ٺهراءُ پاس ٿيو ته انهن لڪل انسانن کي گولي هٿ ڪري، هڪ چڙيا گهر ۾ بند ڪيو وڃي، ته جيئن پنهنجي جانور ٻارن ۽ ٻچن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ انسان جي نمائش ٿئي ته آئينده نسل ڪين ڏسن، حيرت ۾ پون ۽ سندن وحشياڻي عادتن کان سبق سکن!

[قطار ۾ هلندي هلندي، ڳڌه ٽڪيٽ گهر جي بلڪل ويجهو پهچي ٿو، ۽ ريڙهه ڪڍي، اڳي وڌائي لڪور کي چوي ٿو:]

ڳڌه- هڪ منهنجي ٽڪيٽ ۽ ٻارن لاءِ چار رعايتي ٽڪيٽون!

لڱور- او-ڪي، او-ڪي! ٺيڪ آ؛ ٺيڪ آ!

[ گدڙ نڪيون ولي، پارن سميت دروازي جي اندر داخل ٿئي ٿو. دروازي سان گڏو گڏ لوهي جهنگلي جي اندر، هڪ سنهڙو ۽ ڪمزور ماڻهو نظر اچي ٿو. کيس خاڪي رنگ جي جاڪي ۽ ڦاٽل ڪپڙي پيل آهي. هنهجي ڏگهي نڪ تي عينڪ کي هر گهڙيءَ لاهيندي، پنهنجي گنجيءَ ٽڪڙ کي کنهندو رهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن جانورن جي طرف ڏسندي، مرڪي ٿو. جهنگلي جي اندر هڪ ننڍڙو تلاءُ آهي، جنهن ۾ هڪ ماڻهو آسانيءَ سان تري سگهي. اهو سنهڙو ۽ ڪمزور ماڻهو پنهنجا سڪل هٿ جانورن جي طرف وڌائي، تن سان ڳالهائڻ لڳي ٿو.]

ماڻهو- جلدي ڪريو، جلدي ڪريو! اشرفي ڪڍو: مون وٽ فالتو وقت ڪونهي! مون کي بورڊ جي ميٽنگ ۾ وڃڻو آهي!

ڪوڏڙو نمبر ٢- بابا! هيءَ بورڊ جي ميٽنگ ڪهڙي بلا آهي؟

گدڙ- بٽ! هيءُ ماڻهو پنهنجي ملڪ جو وڏو بينڪر هو. پنهنجي ملڪ جي واپار جو وڏو حصو سندس هٿ ۾ هو. هر روز لکين اشرفين سان کيڏندو هو. کيس اشرفين سان گهڻي محبت هئي. انهيءَ ڪري هن وڌيڪ اشرفين گڏ ڪرڻ لاءِ ٻين ملڪن تي به پنهنجو واپاري قبضو ڪرڻ گهريو، پر جڏهن انهن جي ماڻهن کيس انهيءَ حرڪت کان منع ڪئي، تڏهن هن هٿيارن جي تيار ڪرڻ لاءِ هڪ بورڊ ٺاهيو، جنهن جو صدر پاڻ ٿيو ۽ پنهنجي نظر هيٺ هٿيارن جي تيار ڪرائڻ لڳو. جڏهن گهڻا ئي تيار ٿيا، تڏهن هن پنهنجي

جان بچائڻ لاءِ زمين جي اندر هڪ ڳجهي جاءِ جوڙائي هئي، ۽ پوءِ جنگ جاري ڪرائي پاڻ ان ۾ اندر گهڙي، لڪي ويهي رهيو. انساني آباديءَ کي ختم ڪرڻ ۾ هن ظالم جو وڏو هٿ آهي. جڏهن اسان جي اسڪائوٽن کيس پڪڙيو، ان وقت اشرفين جي هڪ وڏي ڍير تي پستول کنيو ويٺو هو. اسان جا ٻه ٽي اسڪائوٽ هن کي پڪڙڻ جي ڪوشش ۾ مارجي ويا. آخر اسان گينڊي کيس پڪڙيو. گينڊي کي ته تون چڱيءَ طرح سڃاڻين ٿو ته کيس اهڙن ننڍڙن ننڍڙن پستولن جي پرواهه ئي نه آهي.

ڪوڏڙو نمبر ٣- (پنهنجي ڏکڻ ڪن جون تاڙيون وڄائيندي)- ها ها ها!- چڱو ٿيو جو گينڊي هن کي پڪڙيو.

بينڪر- (عينڪ کي درست ڪندي، ۽ چپٽي وڄائيندي)- جلدي ڪريو! اشرفي ڪڍو! مون وٽ زياده ٽائيم ڪونهي!

[بينڪر، عينڪ لاهي تلاءُ جي ڪناري تي رکي، تلاءُ ۾ ٽٻي هڻي ٿو. تلاءُ جي فرش تي هڪ پيل اشرفيءَ کي هٿ ۾ ڪڍي ٻاهر اچي ٿو.]

بينڪر (اشرفيءَ کي چمندي)- اشرفي! ها ها ها! اشرفي! ها ها ها، هڪ سالم اشرفي! دنيا جي عظيم ترين خوبصورت شئي... هڪ اشرفي... ها ها ها!

[بينڪر خوشيءَ مان نچڻ لڳي ٿو]

ڪوڏڙو نمبر ١- بابا، هيءُ ايترو خوش ڇو ٿو ٿئي؟

گدڙ- بٽ، هي بينڪر سون جو پوڄاري آهي. هن جو چوڻ هوندو هو ته سون زندگيءَ لاءِ نه آهي، زندگي سون لاءِ آهي. هن ساري

زندگي سون گڏ ڪرڻ ۾ وڃائي، ۽ ڇاڙيءَ ۾ انسان ذات ڪي به پنهنجي لالچ پٺيان قربان ڪيائين.

ڪوڏڙو نمبر ٢- بابا، سون گڏ ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ نه ته ان کي ڳاهه وانگر کائي سگهجي ٿو، نه پاڻيءَ وانگر پي سگهجي ٿو، نڪي زمين ۾ پوکڻ سان ڪجهه پيدا ٿي سگهي ٿو، سون جو ٽڪرو آخر اهوئي ساڳيو سون جو ٽڪرو رهندو. اهڙي شئي گڏ ڪرڻ مان فائدو ڪهڙو؟

[ايتري ۾ هڪڙو ڳئنٺو، تلاءَ ۾ هڪ اشرفي اڇلي ٿو. بينڪر چشمي کي لاهيندي، تلاءَ ۾ ڪهڙي پوي ٿو. گڏهه جو ٻچڙ عينڪ ڪڍڻ لاءِ اڳتي وڌي ٿو. گڏهه کيس روڪي ٿو.]

گڏهه- نه پٽ! هيءُ ويچارو انهيءَ ڪان سواءِ ڏسي نه سگهندو.

ڪوڏڙو نمبر ٣- ڇو نه ڏسي سگهندو؟ جڏهين سڀئي جانور پنهنجين اکين سان ڏسي سگهن ٿا، تڏهين هيءُ ڇو نه عينڪ کان سواءِ ڏسي سگهندو؟

گڏهه- انهيءَ ڪري جو انسان جانورن کان زياده مهذب آهي.

[ايتري ۾ ٻيو ڪوڏڙو تلاءَ ۾ گلاب جو گل اڇلي ٿو. بينڪر جهٽ ڏيئي گل کي ڪڍي وٺي ٿو. جڏهن گل کي پنهنجي عينڪ پل اکين جي ويجهو آڻي ٿو، تڏهين اشرفيءَ بجاءِ گل کي ڏسي، ٽڪرا ٽڪرا ڪري اڇلي ڇڏيس ٿو، ۽ ڪاوڙ ۾ ٻرجي ڇوي ٿو:]

بينڪر- اوبلڊي سوائن! گڏهه جا بيوقوف ڦر! اشرفيءَ بدران گل ٿو اڇلين؟ منهنجو وقت ٿو وڃائين! خبردار، وري حرڪت ڪئي اٿئي! آءٌ ايئن ساڻ اوهان سڀني کي ......

[بينڪر اچا پنهنجو جملو پورو ني نٿو ڪري، ته ايتري ۾ گڏهه هڪ اشرفي تلاءَ ۾ اڇلي ٿو. بينڪر ٽپ ڏيئي تلاءَ ۾ ڪهڙي، اشرفي ڳولي ٿو.]

گڏهه- هن کي گلاب جي گل کان سخت نفرت آهي.

ڪوڏڙو نمبر ٢- بابا ڇو؟

گڏهه- هن کي سون کان سواءِ هر شئي مان نفرت آهي. انهيءَ ڪري ئي اسان ڇڙيا گهر ۾ اهو تلاءُ ٺاهيو آهي ته جيئن سارو ڏينهن ٽپيون ڏيندو رهي ۽ اشرفيون ڪڍندو رهي. شام تائين هرروز وٽس پنجاهه سٺ اشرفيون گڏ ٿي وينديون آهن، ۽ رات جو انهن کي هر هر ڳڻيندو آهي. ساري رات اشرفيون ڳڻڻ ۾ پوري ڪندو آهي. جڏهن صبح ٿيندو آهي، تڏهن نگهبان ڪانئس اشرفيون ڦري وٺندو آهي.

ڪوڏڙو نمبر ١- پوءِ هيءُ رئندو ڪونهي؟

گڏهه- نه، هن جو نگهبان هڪ جانور آهي جو تمام چالاڪ آهي. هو کيس اهو ڏئو ڏيئي، ڦريندو آهي ته "بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ ٿو وڃان" هو روز کيس هڪ ڪاغذ جي رسيد ڏيئي ڇڏيندو آهي. ٻرپان ڪنڊ ۾ جيڪو ڪاغذن جو ڍير ڏسين ٿو، سو انهن اشرفين جي رسيدن جو آهي، جن کي نهايت خبرداريءَ سان هو سانڍي رکندو آهي.

ڪوڏڙو نمبر ١- انهن ڪاغذن گڏ ڪرڻ مان کيس ڇا حاصل ٿيندو؟

گڏهه- اهي ڪاغذ جا ٽڪرا سندس زندگيءَ جي سُوڙي آهن. هيءُ جڏهين مرندو، تڏهين

تاريخ انهن ڪاغذن جي ٽڪرن کي ڏسي کلندي، رُندي ۽ چوندي: ’انسان جي ساري آبادي انهن ڪاغذي ٽڪرن لاءِ لڙندي لڙندي مري ويئي!‘ هاڻي اڃا تہ اڳيرو هلون.

[گڏهہ ۽ سنڌس پڇا اڳيرو وڃن ٿا.

بينڪر جي جهنگلي سان گڏ، صوف جي هڪ وڏي وڻ هيٺان، هڪ ماڻهو جنهن جو منهن گول ۽ وڏيون اکيون آهن، پنهنجي هٿ ۾ هڪ ڪاغذ جو ٽڪرو ڪنيو ويٺو آهي. سنڌس هٿ ۾ پينسل آهي، جنهن سان ٻه ٻار ڪاغذ تي ڪجهہ لکي، وري پينسل کي ڪن تي رکي ٿو. ٻہ منٽ خاموش ٿي، وري لکي ٿو. هن جي چوڌاري هڪ خوبصورت باغ آهي، جنهن ۾ رنگا رنگي گل آهن، مگر هو پنهنجي آس پاس کان بي نياز، پنهنجيءَ ڌن ۾ مست آهي. اهڙيءَ طرح هو هر لکي ٿو، هر پينسل کي ڪن تي رکي ٿو. ساعت رکي، وڏي آواز ۾ پنهنجي تان پڙهي ٿو:]

قائم آ جام جي اڃا عظمت،
ميڪدي جي زمين نہ بدلي آ!
جا تمنا هئي سنڌم دل ۾
عرصي کان جا گزين، نہ بدلي آ!
صد مبارڪ اي حسن وارؤ اڄ،
عشق جي سرزمين نہ بدلي آ!
تون بدلجي وئين اي دل، ورنہ
ڪائي صورت حسين نہ بدلي آ!

گڏهہ — ساري دنيا بدلجي وئي، پر هن لاءِ اڃا ڪجهہ بہ نہ بدليو آهي.

ڪوڏڙو نمبر ١ — هيءُ ڪير آهي؟

گڏهہ — هيءُ شاعر آهي.

ڪوڏڙو نمبر ٢ — هيءُ ڇا پيو چوي؟

گڏهہ — پنهنجي محبوب جي ساراهہ ۾ شعر ٿو پڙهي.

ڪوڏڙو نمبر ٣ — هن جو محبوب ڪٿي آهي؟

گڏهہ — هائڊروجن بم جي حملي ۾ مري ويو.

ڪوڏڙو نمبر ٣ — ان جي بچائڻ لاءِ ڪجهہ ڪيائين؟

گڏهہ — نہ! جڏهين هائڊروجن بم تيار ٿيو، تڏهين ڪن سمجهدار ماڻهن — جو تہ انسان ۾ ڪي تہ عقلمند بہ ها — هن وٽ هڪ درخواست ڪئي آيا، جنهن ۾ سڀني ماڻهن کي چيو ويو هو تہ پاڻ ۾ گڏجي هڪ ٿي سائنسدانن کي مجبور ڪن تہ اها خطرناڪ جنگ بند ٿئي، تہ جيئن انسان ذات جنگ جي تباهيءَ کان بچي وڃي انهيءَ درخواست تي هن شاعر کي بہ صحيح ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو، پر هن انڪار ڪيو.

ڪوڏڙو نمبر ١ — ڇو؟

گڏهہ — هن چيو تہ مان حسن ۽ عشق جو شاعر آهيان. منهنجو محبت سان ئي واسطو آهي، منهن جو سياست سان ڪوبہ واسطو ڪونهي.

[شاعر وري ڳائڻ شروع ڪري ٿو]

شايد اهائي آهہ محبت، اي دوستو!
سمجهي نہ ٿو هو ڪجهہ بہ اشارن جي باوجود!
رُندو رهان ٿو مان ڪڏهن کلندو سمورو وقت،
دنيا کان بي نياز بهارن جي باوجود!
ساقي ۽ ميڪدي کان سواءِ سڀ فضول آهہ،
دنيا سموري، پنهنجي نظارن جي باوجود!

ڪوڏڙو نمبر ١ — اهو ميڪدو ڪٿي اٿس؟

گڏهہ — سنڌس اهو ميڪدو تہ ويو، پر ساقي بہ ويو. هن انهن کي بچائڻ لاءِ ذري جيتري بہ ڪوشش نہ ڪئي.

ڪو ڏوڙو نمبر ١ – اها وري ڪيئن محبت ٿي!

گڏهه – معلوم نه آهي، مگر پٽ! اهو ماڻهو ڏاڍو ذهين هو، هن جي لفظن ۾ جادو ۽ تخيل ۾ عقاب وارو پرواز هو. جيڪڏهن هو چاهي ها ته پنهنجي شعر سان دنيا کي اچڻ واريءَ تباهيءَ کان خبردار ڪري سگهي ها. جيڪڏهن چاهي ها ته پنهنجي شعر کي ڍال بڻائي، پنهنجي "ساقيءَ ۽ جام" لاءِ سينو سپر ڪري لڙي ها. پر هن آس پاس جي دنيا کان اکيون پوري ڇڏيون، هو پنهنجي خوبصورت وهم ۾ غرق ٿي ويو: نتيجو اهو نڪتو جو سندس اکين اڳيان سندس ميڪدو ٻچي ڀُري تباهه ٿي ويو، محبوب جلي خاڪ ٿي ويو، ۽ هيءُ پنهنجي شاعريءَ جي اونڌي عينڪ لڳائي مرندڙ محبوب کي ڏسي به نه سگهيو، انساني نسل جي آخري فرياد سڻي به نه سگهيو – اها فرياد جا جيڪڏهن هن جي ڪراست جهڙن لبن سان نڪري ها ته هوند صور اسرافيل جو ڪم ڏئي ها.

[شاعر وري ڳائي ٿو]

حسن جي ساز تي هڪ راڳ پڙائي وڃجان!
عشق کي هڪ نئين الجهن ۾ منجهائي وڃجان!
بخت خوابيده کي سنهنجي تون جڳائي وڃجان!
پنهنجي مخمور اکين سان مون کي مدهوش بنائي وڃجان!

گڏهه – جڏهن هيءُ مڌ ڀريل اکين جي حفاظت ڪري نه سگهيو، تڏهن شاعري انسان کان هميشه لاءِ پنهنجو ناتو ٽوڙي زمين جي سيني ۾ هڪ خوشبوءِ وانگر لڪي ويئي. هينئر جيڪي ڳائي پيو، اها شاعري نه آهي، هڪ مرده تخيل جي گونج آهي. اچو اڳتي هلون!

[گڏهه پنهنجي ڇني ڇن ڪي ساڻ ڪيو، ٻئي ٻيڙي ڏانهن وڃي ٿو، جتي هڪ ڪري ۽ ان جو مڙس ڪر اڳيئي تماشو ڏسي رهيا آهن.

هن ٻيڙي ۾ هڪڙا ٻه سفيد وارن وارا پوڙها ڪرسين تي ويٺل آهن، جي ڏاڍي اطمينان سان پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا آهن. هو هڪ ٻئي جي ويجهو جهڪي، تمام رازدارانه لهجي ۾ ڳالهيون ڪن ٿا، ۽ کلن ٿا.]

پهريون پوڙهو – مون هڪ اهڙو شعاع ايجاد ڪيو آهي، جو جيڪڏهن ان کي هڪ بمبار هوائي جهاز ۾ فٽ ڪيو وڃي، يعني جهڙيءَ طرح اسين اينٽي ايئر ڪرافٽ بيٽريءَ کي زمين تي فٽ ڪندا آهيون. اهڙيءَ طرح اهي شعاع ڪنهن وڏي بمباز رستي جنهن به شهر تي اڇليا وڃن، ته ٻن منٽن جي اندر ڪوبه ساهه وارو بچي نه سگهندو.

ٻيو پوڙهو – انهيءَ شعاع تي ڪيترو خرچ ايندو؟

پهريون پوڙهو – لاڳت جا انگ اکر ته هن وقت موجود ڪين آهن، باقي تخميني طور ٽي سؤ ڪروڙ خرچ ٿيندو.

ٻيو پوڙهو – ڀوءِ اهي شعاع زمين جي ڪيتري حصي تي تباهي آڻي سگهن ٿا؟

پهريون پوڙهو – ٢٥ چورس ميل ايراضيءَ ۾.

ٻيو پوڙهو – ٢٥ چورس ميلن تي ٽي سو ڪروڙ لاڳت! تمام مهانگو پوندو. گهٽ ۾ گهٽ، تڏهن به اٽڪل لک ماڻهو مري سگهندا، يعني في موت هڪ سو روپيا! (کلڪي ڏوٽيندي) هيءُ تمام مهانگو موت ٿيندو. مون هن کان سستو موت ايجاد ڪيو آهي.

ٻيو ٻوڙهو- ڪهڙو؟ ڪجهه آهستي ڳالهاءِ جيئن ڪير ٻڌي نه وٺي. جيڪڏهن انهيءَ ايجاد ۾ ڪامياب ٿياسون ته ٻوءِ ڪلهجي پيٽنٽ ڪرائينداسون.

ٻيو ٻوڙهو- مون هڪ اهڙو سفوف ايجاد ڪيو آهي، جنهن کي هوائي جهاز جي مدد سان (هن ۾ جهاز جي به ضرورت نه آهي، معمولي هوائي جهاز ڪافي آهي) زمين جي ڪنهن به حصي تي ڇٽڪاريو وڃي، اتان جا رهاڪو مڪڙن وانگر ناس ٿي ويندا. مڪڙن وانگر! مون اندازو لڳايو آهي ته چار سو چورس ميل زمين لاءِ ڏهه ٽن ڪافي ٿيندو.

پهريون ٻوڙهو- اهو ته ٻڌاءِ ته ڏهن ٽنن تي خرچ ڪيترو ايندو؟

ٻيو ٻوڙهو- ڪل اسي ڪروڙ. پر مون سوچيو آهي ته انهيءَ ايجاد جي ۱۰ سيڪڙو رائلٽي وٺان، هر ٽن تي ۱۰ سيڪڙو رائلٽي!

پهريون ٻوڙهو- هڪ ٽن سان ڪيترا ماڻهو مرندا؟

ٻيو- اهو آباديءَ تي منحصر آهي: گوبيءَ جي رڻ پٽ يا آفريڪا جي رڻ پٽ ۾ چار سو چورس ميلن ۾ مشڪل سان ۲۰ ماڻهو ملندا. ساڳئي وقت، دنيا جي جن علائقن ۾ گهڻا ماڻهو رهن ٿا، اتي آءٌ سمجهان ٿو ته هي سفوف جو استعمال نهايت ڪارآمد ثابت ٿيندو. ايشيا ۽ يورپ جي آباد علائقن ۾ اوسان ڪي ۲۰ سو چورس ميلن ۾ ۲۰ ڪروڙ ماڻهو ملي سگهندا.

پهريون ٻوڙهو- هڪ ڪروڙ مڪڙا!

ٻيو ٻوڙهو- ها ها ها، واهه جو ٻڌايئي! ڪهڙي نه تشبيهه ڳولي ڪڍي اٿئي. ها، مون چيو ٿي ته چار سو چورس ميلن لاءِ ڏهه ٽن! چاليهه چورس ميلن لاءِ هڪ ٽن! جيڪڏهن چار سو چورس ميلن ۾ هڪ ڪروڙ ماڻهو رهندا هجن، ته چاليهه چورس ميلن ۾ چاليهه لک ماڻهو رهندا هوندا، جن لاءِ هڪ ٽن ڪافي ٿيندو. هڪ ٽن تي ۸ ڪروڙ لاڳت ٿيندي. انن ڪروڙن تي ۱۰ سيڪڙو رائلٽي وٺندس. ان مان سمجهي وڃ ته چاليهه لک موتن تي ڪيتري رائلٽي هٿ ايندي!

پهريون ٻوڙهو- تنهنجو ته نصيب کلي پيو!

ٻيو ٻوڙهو- بدقسمتيءَ سان دشمن جي حملي مون کي اندو ڪري ڇڏيو، نه ته جيڪر هڪ ٻيءَ ايجاد تي غور ڪريان ها.

پهريون ٻوڙهو- ڪهڙي؟

ٻيو ٻوڙهو- اها ايجاد ايتري خطرناڪ آهي جو فقط ڪن ۾ ٻڌائي سگهجي ٿي.

[ٻئي سائنسدان هڪ ٻئي جي ويجهو وڃي، ڪنن ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳن ٿا.]

ٻڪر- انهن ٻنهي سائنسدانن وڏا هٿيار جن ۾ تيار ڪيا هئا، جن سان انساني دنيا تباهه ٿي وئي.

ٻڪري- هو ڏانهن ته ڏس! ڪهڙيءَ نه خوشيءَ سان انسان ذات جي موت جون ڳالهيون ڪري رهيا آهن؛ ڇا انهن کي پنهنجو اولاد ڪونهي؟

ٻڪر- هو ته سهي، پر هنن ڄاتو ٿي ۽ ڪين ڪنهن نموني سان پورو پورو يقين هو ته اهي ۽ هميشه دشمن جي ٿي گهر تي ڪرندا، ۽ سندن گهر محفوظ رهندا.

ٻڪري- عجيب جاهل ماڻهو آهن.

ڪڪڙ- جاهل نه آهن، ميڊم! اهي ماڻهو دنيا جي بهترين جاڻن ۽ فطرت تي قبضي ڪرڻ وارن مان هئا. جيڪڏهن هي چاهين ها ته دنيا کي هزار باغن جو مسڪن بڻائي سگهن ها. ليڪن هنن موت جا شعاع ايجاد ڪيا، ۽ زندگيءَ جي

شعاع جي پرواهه نه ڪئي؛ هي موت جي سفوف گولن ۾ مشغول رهيا، ۽ حياتي پنهنجي بقا لاءِ پڪاريندي رهي. جڏهن زمين، پاڻيءَ ۽ ٻج لاءِ پڪاري رهي هئي، تڏهن هي پنهنجي تجربيگاهه ۾ سج جي گرميءَ جي درجي سان دنيا کي تباهه ڪرڻ جي سوچي رهيا هئا.

پهريون سائنسدان (وڏي آواز) ـ ها ها ها!

ٻيو ـ سچ ٿو چوين!

پهريون ـ هٿ ملاءِ!

[ٻئي زور سان هٿ هڻن تي هڻن ٿا]

ٻيو ـ ڪهڙي نه شاندار ترڪيب آهي!. داد ٿو ڏيان تنهنجي عقل جو. ڇا نه سوچيو اٿيئي! شاعري آهي، شاعري!

پهريون ـ ٻڌايانءِ ته ڪيڏي ڪامياب ايجاد ٿيندي، ۽ ڪيتري سستي! فقط هڪ ننڍڙو بلا نٽ (اٿي بيهي، جوش ۾ اچي چوي ٿو:) ڏهن ڪلاڪن ۾، ساري ايشيا کنڊ جي آڪسيجن کي ڪاربانڪ آڪسائيڊ ۾ بدلائي ڇڏيندو، ۽ پنجن ڏينهن اندر ساري دنيا جي آڪسيجن ختم ٿي ويندي! ڀانئين ٿو ته آڪسيجن کانسواءِ ڪو ساهوارو دنيا تي جيئرو رهي سگهندو؟ ها ها ها، ڪهڙي نه ترڪيب آهي! وري خرچ ته ٻڌ! فقط ڏهن هزارن ۾ ساري دنيا اجڙ ٿي سگهي ٿي. هن کان وڌيڪ سستي موت جي ڪهڙي ايجاد ٿيندي! اڄڪلهه پاڻي زمانو اهڙو آهي جو لاڳت گهٽ ۾ گهٽ، ۽ نفعو زياده ۾ زياده! انهيءَ حساب سان منهنجي ايجاد.........

ٻيو ـ هاڻي پر اهو ڪي سوچيو اٿئي ته ڏهن هزارن ۾ پاڻ کي ڇا بچت پوندو؟

پهريون ـ ١٥ في ـ ڪڙو.

ٻيو ـ ڏهن هزارن جو ١٥ سيڪڙو ڇا ٿيندو؟

پهريون (نفعي جو ٻڌندي هڪدم ڪرسيءَ تي ويهي وجي ٿو) ـ اڙي، هيءَ ته بلڪل غير اقتصادي ايجاد آهي. هن مان پاڻ کي نفعو نه ٿيندو.

ٻيو ـ منهنجي خيال ۾ پاڻ کي اهوئي هئڊروجن بم ٺيڪ رهندو.

[ٻئي ميز تي سر رکي ڪجهه سوچين ٿا]

[هڪ پڃري ۾ هڪ گول ميز پيل آهي، جنهن جي مٿان سائي رنگ جو ڪپڙو آهي. ميز جي چوڌاري ٿيهه ڪرسيون پيل آهن، جن تي مختلف ملڪن جا نمائندا ويٺل آهن. هر هڪ ملڪ جي نمائندي اڳيان هڪ تختي رکيل آهي، جنهن تي ملڪ جو نالو لکيل آهي. هڪ ننڍڙيءَ ميز تي هڪ ماڻهو سڀني کان جدا ويٺو آهي ـ سامهون ٽيليفون اٿس. جڏهن جانور پڃري جي ويجهو پهچن ٿا، تڏهن ڏسن ٿا ته بحث تمام زور شور سان چالو آهي]

ملڪ ج جو نمائندو ـ مون وٽ ائٽم بم آهي. او هان جون هڏيون پيچي ڇڏيندس!

ملڪ چ جو نمائندو ـ مون وٽ هئڊروجن بم آهي، پنهنجي بڪواس بند ڪر!

ملڪ ت جو نمائندو ـ مون وٽ نائٽروجن بم آهي!

ملڪ ٿ جو نمائندو ـ مون وٽ ڪوبالٽ بم آهي، جو سڀني بمن جو پيءُ آهي!

چيئرمن ـ آرڊر، آرڊر، حضرات! اسان هن ڪانفرنس جي بنيادي مقصد تي اچان ٿو. عالمگير جنگ شروع ٿي چڪي آهي. ساري دنيا باهه جي لپيٽ ۾ ورتجي ويئي آهي. هن جنگ مان

انساني تمدن کي خطرو آهي. اوهان جيڪڏهن جلد جلد جنگ بند نه ڪئي، ته ساري دنيا تباهه ٿي ويندي. اسان تي لازم آهي ته فوراً دنيا ۾ امن قائم ڪريون، جو هن ڪانفرنس جو اولين مقصد آهي. جنگ ختم ڪريو!

ملڪ الف جو نمائندو- مگر مسٽر چيئرمن، پهريائين هيءُ سوال آهي ته هيءُ جنگ پهريائين ڪنهن شروع ڪئي؟

ب- تو شروع ڪئي.

الف- نه، تو- خبيث!

ب- نه، تو- دنوس!

الف (مڪ ڏيکاريندي)- انسانيت جا دشمن!

ب (مڪ هڻندي)- جمهوريت جا جاني دشمن!

[ٻئي نمائندا هٿين پنجين وڃن ٿا. گهڻا سياست دان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.]

گڏهه- انهن ماڻهن کي اسان جي اسڪائوٽن شهر 'ڪارواڪ' جي تهه خاني مان پڪڙيو هو، جتي پنهنجي ڪانفرنس ڪري رهيا هئا. شهر ختم ٿي چڪو هو، پر هنن جي اڃان ڪانفرنس ختم نه ٿي هئي.

ڪودڙو نمبر ١- بابا هي ماڻهو ڇا پيا ڪن؟

گڏهه- بس! انهن جي ڪانفرنس اڃا تائين هلندڙ آهي!

[ايتري ۾ ڪجهه سياست دان ٻنهي نمائندن کي ڇڏائي وجهن ٿا، ۽ ڪانفرنس وري چالو ٿئي ٿي.]

ملڪ س جو نمائندو- حضرات! جنگ ختم ڪرائڻ کان اول، هيءُ ڄاڻڻ تمام ضرور آهي ته پهريائين جنگ ڪنهن شروع ڪئي. منهنجي رٿ آهي، ته انهيءَ لاءِ هڪ ڪميشن مقرر ڪئي وڃي.

[ايتري ۾ هڪ ماڻهو جو، جدا ميز وٽ فون تي ڪن رکيو ويٺو آهي، هڪدم گهٻرائجي اٿي بيهي ٿو، ۽ ڪاوڙ ۾ اچي چوي ٿو:]

ماڻهو- شهر 'پراس ڊاڪ' ختم ٿي ويو.

س- ٿيڻ ڏيو!

ماڻهو- حضور، اجهو هينئر خبر آئي آهي ته آفريڪا جا ٥٠ شهر خاڪ ٿي ويا. يورپ جا ٢ سؤ شهر ناس، ايشيا جي سمورن تخت گاهن کي باهيون! حضور جلدي ڪريو. دنيا امن چاهي ٿي، فوري امن!

س- تون وچ ۾ ڳالهائڻ وارو ڪير آهين؟ ويهي رهه!

[ماڻهو مجبور ٿي ويهي رهي ٿو]

غ- حضرات! مان ڪنهن غير جانبدار ڪميشن جي حق ۾ ووٽ ڏيئي نٿو سگهان. خاص ڪري ج ڃ خ ح جا باشندا پوئتي پيل ۽ ڪربل آهن، ۽ سندن آدمشماري ٨٠ سيڪڙي کان مٿي جاهل آهي.

[فون تي ويٺل ماڻهو وري گهٻرائجي اٿي بيهي ٿو]

ماڻهو- حضور اسي سيڪڙو اڻ پڙهيل ۽ سؤ سيڪڙو پڙهيل سڀ مري رهيا آهن. هنن وچ ۾ پڙهيلن ۽ اڻ پڙهيلن جو ڪوبه فرق نٿو ڪري. اجهو هينئر اطلاع آيو آهي ته آفريڪا جي جهنگلن کي باهه لڳي وئي.

ع- مسٽر غ! هي ماڻهو ڪير آهي؟

- چو مسٽر! اوهين ڪهڙي ملڪ جا نمائندا آهيو.

ماڻهو- حضور، مان دنيا جو نمائندو آهيان.

غ- مسٽر چيئرمن، آءٌ پڇي سگهان ٿو ته انهيءَ نالي جو ڪو ملڪ موجود آهي؟

چيئرمن- نه!

غ- تہ ويھي رھہ، وچ ۾ نہ ڳالهاءِ. ھن وقت زندگيءَ ۽ موت جو سوال آھي، جنگ ۽ امن جو سوال آھي. اسين ساري دنيا جا سياستدان امن چاھيون ٿا، انھيءَ لاءِ ئي ھت اچي گڏ ٿيا آھيون. اسان کي انسانيت جي فلاح ۽ بھبوديءَ جو خيال آھي، اسين ئي ذميوار آھيون. انسانيت جو جيڪو اسان تي فرض آھي، ان کي چڱيءَ ريت ڄاڻون ٿا. حاضرين آءٌ ھن نازڪ موقعي تي اوھان جي اڳيان شيڪسپيئر جو ھڪ قول پيش ڪريان ٿو:

"To be or not To be is the question!"

(حياتي يا موت - اھو آھي سوال:)

[فون وارو ماڻھو وري گھٻرائجي اٿي بيھي ٿو]

ماڻھو- حضور، اوھان ھت شيڪسپيئر ورجائي رھيا آھيو، ھوڏانھن دنيا ختم ٿيندي پئي وڃي. خدا جي واسطي جلدي امن قائم ڪرڻ جو ڪو فيصلو ڪري وٺو. ھڪدم جنگ بند ڪرڻ جو حڪم ڏيو، نہ تہ اڄھو اڄھو ھيئر خبر آئي آھي تہ... تمام دير ٿي ويندي...

غ (سخت غصي ۾ اچي)- "ٽو بي آر نات ٽو بي" (حياتي يا موت!)

ماڻھو- حضور، اتر قطب جي برف ڳرڻ شروع ٿي وئي.

غ (وڌيڪ غصي ۾ اچي)- ٽو بي آر نات ٽو بي!

ماڻھو- آسٽريليا ۾ گرميءَ جو درجو ٻہ ھزار سينٽي گريڊ تي پھچي ويو.

غ- ٽو بي آر نات ٽو بي.

ماڻھو- ھندستان خاموش آھي!

غ- ٽو بي آر نات ٽو بي! مان ھيملٽ جي ساري تقرير پيش ڪندس، اھو منھنجو پيدائشي حق آھي.

ماڻھو- ھيئر ساري دنيا خاموش آھي، ڪٿان بہ ڪو آواز نٿو اچي.

[فون وارو ماڻھو مٿو ميز تي رکي ٻنھي ٻانھن ۾ مٿي کي لڪائي سڏڪا ڀري ٿو]

غ- ٽو بي آر......

[سمنڊ جو آواز گڏھہ جي ٻولي ۾ گم ٿي وڃي ٿو ۽ گڏھہ زور زور سان کلي ٿو.]

ڪوڏڙو نمبر ١- بابا، تون کلين ٿو؟

گڏھہ- کلڻ جي جاءِ آھي بابا، وڏن جي سمجھہ ۾ ئي نٿو اچي. دنيا ختم ٿي وئي، پر ھن جي تقرير اڃان ختم نٿي ٿئي.

[گڏھہ پنھنجن پڇن سان اڳتي وڌي ٿو]

اھن پڇري ۾ ھڪ ماءُ پنھنجي مٿي جا وار کوليو، پنھنجي ٻچي کي لوڏيندي ڳائي ٿي:)

سمھہ! اٿم ٻر جا ماريل سمجھہ!

راج دلارا!

سمھہ!

[ٻار انتھائي بدشڪل آھي: ھڪ اک مٿي تي ۽ ھڪ ڪاڏيءَ تي: زبان وات جي بجاءِ ڪن کان ٻاھر: ٽي ٻانھون، ھڪ ٽنگ ۽ ٻہ مٿا اٿس: ھڪ مٿي تي سنڱ نڪتل، ۽ ٻئي مٿي جي اندر ھڪ ٻانھن آھستي آھستي لڏي رھي آھي]

ڪوڏڙو نمبر ١- بابا! ھيءُ انسان جو ٻچو آھي؟

گڏھہ- نہ پٽ! ھيءُ جھنم جو ٻچو آھي.

ڪوڏڙو نمبر ١- جھنم ڇا آھي؟ بابا!

گڏھہ- پٽ! ھرڪا ساھواري شي ننڍڙن ننڍڙن ذرن مان ٺھي ٿي. ھڪ خاص گرميءَ جو درجو مقرر ھوندو آھي، جنھن جي اندر رھي ھوءَ پنھنجي شڪل ۽ ڪيمياوي صفتون برقرار رکي ٿي. ليڪن انھيءَ گرميءَ جي درجي کي بدلائڻ سان ھوءَ پنھنجي شڪل و صورت ۽ ڪيمياوي صفتون بہ بدلائي وجھي. انسانن سان بہ اھوئي ٿيو. ايٽمي ۽ ھائڊروجن بمن جي جنگ کان پوءِ جيڪي ھي ٿورڙا انسان بچيا آھن، اھي يا تہ سڀ انڌا ٿي ويا آھن، يا ٻاگهل ٿي ويا آھن، يا سرطان جي بيماريءَ ۾ مبتلا آھن. انھن مان ڪوبہ نہ بچندو. آھستي آھستي ھن

ڇڏيا گهر جا سمورا انسان ائا ٿي ويندا. اسان جو خيال هو تہ هن ئي عورت جي پيٽ مان اهو ٻار پيدا ٿيو آهي، ۽ شايد اهائي عورت انساني نسل ۾ واڌارو آڻي، پر اهو خيال بہ غلط نڪتو: هائڊروجن جي گرميءَ پيدائش جي ڪيمياوي عمل کي نڪر نڪر ڪري ڇڏيو. هن عورت جي ڪک هاڻ انڌي ٿي چڪي آهي.

هينئر هن عورت جي پيٽ مان شيڪسپيئر، ٽئگور، لطيف، گورڪي رومن رولان، غالب، بوعلي سينا، ليونا، اشوڪ، اڪبر، ڪنفيوشس ۽ مسيح پيدا ٿي نٿا سگهن: فقط جهنم جا ٻچا پيدا ٿي سگهن ٿا. انسان جي ٽريجڊي اها آهي تہ جڏهن سندس اڳيان زندگي ۽ موت جو سوال اٿي، تڏهين زندگيءَ کان موت کي ترجيح ڏني، جو تہ ان ڪانسواءِ مستقبل ۾ سندس لاءِ پيو ڪي بہ ڪونهي!

( پردو )

ٻچائي

[ جڏهين پردو کڄي ٿو، تڏهين اهائي ساڳي زمين پنهنجي محور جي چوگرد ڦرندڙ......... اهوئي آسمان. سفيد ڪير وانگر تارن جو ميڙ، اهوئي ماڻهو........ هڪ ماڻهو جو پنهنجا ٻئي هٿ ڦهلايو— زمين ڏانهن منهن ۽ تماشائين ڏانهن پٺ ڏيو، بت وانگر مات ئي مات ۾ آهي! گهڻي گهڙين جي خاموشيءَ کان پوءِ ساڳئي ڪورس جي صدا ڪائنات جي فضا ۾ گونجڻ لڳي ٿي]

ڪورس:

ليڪن انسان مئو نہ آهي،
هو اڄ تائين زنده آهي:
هن ئي زمين تي رهي ٿو،
اڄ بہ اهائي زمين آهي،
اهوئي آسمان،
اهائي ڌرتي،
اهائي خوشبوءِ،
اهائي ماڪيءَ جي مک،
اهي ئي گل،
اهي ئي توتن جا ٻن،
اهي ئي ريشم جون تندون:
۽ اڄ بہ بلبل نغما ڳائي ٿي،
پنهنجي مستقل خاطر مکڙي سرڪي ٿي،
۽ ماءُ پنهنجي سهيل ٻچي جي بدليل چهري ۾
اڇڻ واريءَ جنت جو نظارو ڏسي ٿي:
وقت هڪ ماءُ آهي،
تاريخ پرورش آهي،
۽ ٻچو خواب آهي،
جنت جو، جهنم جو!
تنهنجو ڪهڙو خواب آهي؟
جنت جو؟ جهنم جو؟
اي انسان! منهنجا ٻاءُ!
منهنجا ساٿي!
منهنجا همدم، منهنجا دوست!
— منهنجو ڪهڙو خواب آهي؟
هيءَ فيصلو اڄ ٿيندو!

[ ڪورس جي آخري آواز تي جيڪو ماڻهو تماشائين ڏانهن پٺ ڪيو بيٺو آهي، اهو تماشائين طرف گهمي ٿو، ۽ آهستي آهستي اسٽيج جي مرڪز ڏانهن وڌي ٿو. ڪيس پيرن کان چوٽيءَ تائين نيري پوشاڪ پيل آهي، سندس منهن تي نيرو نقاب آهي جنهن تي سواليہ نشان لڳل آهي. جڏهين اسٽيج جي مرڪز وٽ اچي ٿو تڏهين پنهنجا ٻئي هٿ تماشائين جي طرف وڌائي ٿو. تماشائي ڏسن ٿا تہ سندس هڪ هٿ ۾ هائڊروجن بم آهي ۽ ٻئي هٿ ۾ امن جو ڪبوتر!]

# هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته .........

## ” ’ڪڙهٽ‘ ٻڌي ڪٽي ’زيهٽ‘ ٿيا.....“

لاڙ جي هڪ ڳوٺڙي ۾ ڦڳڻمل ۽ ٻصرمل واڻين جي دوڪان جي ٻاهران ويٺا هئاسون. سمهڻ وقت ۾ سيٺين وٽ رهاڻ چالو هئي. سندن گهوڙو ڪجهه پريرو پٽ جي اوٽ ۾ ٻڌو بيٺو هو. اوچتو گهوڙي جي ڪڙهٽ ڪنين پئي ۽ گهوڙو سر ميدان پاسي ڪان اچي مٿيو، ۽ واءُ ٿي ويو! ”ٻصر چورا گهوڙو ويو!“ چئي، سيٺ وڏو گهوڙي پٺيان ڊوڙيو. پٺيان نندو سيٺ به ڊوڙيو. پر سان مير صاحب جي اوطاق تان ماڻهو نوڪرن کي به سيٺيون رڙيون ڪندا ويا ته ”واهر ڪجو; اسان جو گهوڙو ڇني ويو آهي; اهو جهلارايو!“

آخر ٻري ٻري آئي ۽ ٻه سيٺيون ۽ چار نوڪر گهوڙي کي ڦري بيٺا. رات جي وڳوڙي ۾ سيٺين ته گهوڙي کي ٺيڪ نٿي سڃاتو. پر ماڻهن يڪدم سڃاڻي ويا ته هي سيٺين جو گهوڙو ڪونهي، ٻي ڪا رولو گهوڙي آهي، تن ڪلندي پڇيو ”سيٺيون! سڃاتو ٿا ته گهوڙو اوهان جو آهي؟“

ڦڳڻ پڇيو ٻصر کان ”چچا ٻصر! گهوڙو ته پنهنجو آهي نه؟“

ٻصر جواب ڏنو ”ڀائي! لڳي ته اونده پئي آهي، پر هجي ته جهڙو پنهنجو!“

انهيءَ تي هڪ ماڻهوءَ چيو ”ٻصرمل! گهوڙو شايد اوهان جو آهي; پر جاچ ڪر ته سڀ ڪجهه ساڻ اٿس، يا ڪي ڪجهه آتي لاڻ تي ڇڏي آيو آهي؟“

هاڻي ڦڳڻمل ۽ ٻصرمل ٻيا ويچار ڇڏي لڳا انهيءَ جانچ ۾. نيٺ معلوم ٿين ته ’هيءَ ته گهوڙي آهي!‘

انهيءَ تي وري هڪ ماڻهوءَ پڇيو ”سيٺ صاحب! اوهان پنهنجي گهوڙي کي ڇنندو به ڏٺو هو يا رڳو ’ڪڙهٽ‘ ٻڌي ڪٽي ’زيهٽ‘ ٿيا؟“

سيٺين جو ڪچهڻ هاڻي بند هو. خاموشيءَ سان اٿي هليا. لاڻ تي اچن ته سندن گهوڙو ته بي فڪر ٿيو بيٺو گاهه کائي! ماڻهن جا هنا جي کلن جا ٺوڪرا! سيٺيون ساڪ ڪري ويهي رهيا.

— محمد عثمان ڏيپلائي.

## ”ڊيئر، چانس ها ته واهه واهه!“

حيدرآباد کان ڪراچيءَ وڃي رهيو هوس. رواجي طرح، گاڏي شام جو سوائين ڇهين بجي ڇٽي ٿي، ۽ ڪراچيءَ تي پهچڻ جو وقت تقريبا ٻارهن بجا هوس. ٻارهين بجي تائين، هونئن به، ڪير ٿو سمهي؟ سو، هن گاڏيءَ ۾ ڪوبه مسافر سمهڻ جي جڳهه محفوظ ڪين ڪرائيندو آهي. پر هن موقعي تي، پنجاب جي ٻوڏن ۽ مينهن سبب گاڏي ڏيڍ ڪلاڪ ليٽ هئي: تنهنڪري، جيڪي مسافر ننڊ جا زياده شيدائي هئا، تن پنهنجي لاءِ برٿ رزرو ڪرائي ڇڏڻ وڌيڪ مناسب سمجهيو هو. مون کي گاڏيءَ جي ليٽ هئڻ جي اڳواٽ خبر نه هئي؛ تنهنڪري، ڊنر ڊپ ڪري اصلوڪي وقت پٽاندر جلد هن ساڍي پنجين بجي ٽن اسٽيشن تي پهتس، تڏهن ٽڪيٽ واري بابوءَ کان معلوم ٿيم ته ڏيڍ ڪلاڪ ليٽ مان پورو ڪلاڪ ته گاڏي اڳواٽ ڪڍي چڪي هئي، ۽ هاڻي فقط اڌ ڪلاڪ ليٽ پئي آئي- سو به ڪراچيءَ پهچندي پهچندي شايد ڪڍي ويندي: تنهنڪري، سمهڻ جي وقت کان اڳ ئي ڪراچيءَ پهچي وڃبو- برٿ محفوظ ڪرائڻ جي ضرورت ڪهڙي! هيءَ گاڏي هونئن ايندي ته لاهور کان آهي، پر هڪڙو سيڪنڊ ۽ فرسٽ ڪلاس جو پورو گاڏو حيدرآباد کان ساڻس ڳنڍيو ويندو آهي. مون به ٽڪيٽ ورتي، سڌو وڃي سيڪنڊ ڪلاس گاڏي جو هڪڙو ڇهن گاديلن وارو ڪمرو وسايو. مٿيان ٻه گاديلا ۽ هڪڙو هيٺيون گاديلو ته اڳ ئي والاريا پيا هئا: باقي بچيل هيٺين گاديلي تي آءٌ به بالم ئي دريءَ لڳ ويهي رهيس.

گهڙي نه گذري ته هڪڙو بنهه ناسي رنگ جو ديسي صاحبلوڪ اچي در تي بيٺو- پنهنجي رزرويشن چٺيءَ کي ڏسي، گاديلي جي نمبر ڏانهن ڏسي؛ گاديلي جي نمبر ڏانهن ڏسي، مون ڏانهن ڏسي- تپرس ۾ اچي ويو ته ههڙي ويڙن ساڻس آخر ڪيئن ٿي ٿيا! مڪدر خاطري ڏيڻانس ته گاديلو سندس ئي جاگير هئي- پر اِجهي ٿي ٻارهين بجي ڪراچيءَ پهتاسون، پوءِ سڄي رات هرڪو وڃي گهر آرامي ٿيندو! صاحب بهادر آخر خطا بخش ڪئي، ۽ ترت ئي مٿو ۾ اچي اوپارين لهرارين ڳالهين ۾ ريجهي ويو.

ابتري ۾ هڪڙو اسان جي سنڌ ديس جو وڏيرو- بت ۾ البت زياده پرڏل، قد جو ٿو ٻوٽي لانيرو، ڪپڙين لٽين ضرورت کان وڌيڪ ڍڪيل، ٽولين سان جهنجهيل پٽي سميت پستول ڪلهي ۾ لٽڪائيندو- پٺي هڪڙي پاڻ جهڙي همراهه ساڻ ڳڏ. پر بان پڻفار ۾ تان اهڙيءَ ته ارڏائي ۽ البيلائيءَ سان ايندو ڏسم جڻ آس پاس جي ڪا شئي هن جهنگ جي بادشاهه جي نگاهن ۾ بنهه موجود ئي ڪانه هئي! رئيس جو رخ هو اسان جي گاڏي ڏانهن- دل ۾ چيم ’يا خدا خير!‘ گاڏي جو در مزور کان کولرائي، وراڻي کان ٿري، نيٺ اچي پوتار اسان جي ڪمري ۾ منهن وڌو. هن جو منهن وجهڻ، ۽ پرسان منهنجي ويٺل صاحب جي ڪيس هڪل ڏيڻ- ”هي رزرو آهي: اڳتي هلو!“ وڏيرو صاحب گهڙي پلڪ ههڪي

انين ئي رهيو جيئن ڪو مدت کان تسيي وڃل جانور پنهنجي مالڪ کي سڃاڻي ٻيهي رهندو آهي. پر صاحب ٻه اکيون ڏڪي، ونيي جو ڏنيس ٻي آڇل ته وڏيرو صاحب جيئن هو تيئن پنهنجي هڪدم ٻاهر هليو ويو. نيٺ گاڏي چني. ڪهڙيءَ بعد ٻاهر جو نڪران ته ڏسان نه وڏيرو صاحب ۽ سندس همراهه گاڏي جي ورانڊي ۾ بيت الخلا پرسان سامان سميت براجمان ٿيا ويٺا آهن.

گاڏي هلندي رهي. صاحب بهادر ۽ منهنجي ڪچهريءَ ۾ ڳالهين پٺيان ڳالهيون نڪرنديون رهيون - تان جو ويٺي ويٺي گاڏي اچي ڪراچيءَ جي صدر اسٽيشن تي بيٺي. صاحب لهي پيو - "مزور! مزور!" پر، گاڏو هو بنهه پوپون، سو مزورن جو پتوئي ڪون لڳي. ايتري ۾ اسان جي سنڌ ديس جو 'وڏي شان ۽ مان وارو وڏيرو وڏڏني' ڊوڙي اچي صاحب جي حضور ۾ حاضر ٿيو - "سائينءَ جن هيتي لهندا؟ سائينءَ جن جو سامان؟ اڙي رحيم داد، ڀري گاڏي مان صاحب جو سامان ته ٻاهر ڏي!" بس پوءِ ته وڏيري جو همراهه رحيم داد اندر، وڏيرو صاحب ٻاهر - صاحب جو سامان گهڙيءَ ۾ پليٽفارم تي ڍڳ ٿي ويو! رحيم داد ڏٺو جو ميدان خالي سو ٽيڪ ڏئي آتي گاڏي ۾ اندرئي ويهي رهيو. وڏيرو صاحب پوءِ لڳو مزور جي ڳولا ۾. مڙس ڏسو ته ڪٿي نه پيو ماڻي! ذري هيڏانهن لُوهي، ذري هوڏانهن. سڏن پٺيان سڏ - "مزور، او مزور؛ اڙي، او!" نيٺ ڏٺوسون ته مزور اڳيان، وڏيرو پويان؛ مزور سهڪندو، وڏيرو رڙندو - ٽپا ٽپا ڪي اچي صاحب جي سامان مٿان بيٺا. مزور سامان سٽي ڪيو بس، ته لڳو هيڏانهن هوڏانهن واجهائڻ ته ڪو هٿ وجهائيس - پر ڪنهن جي بخت سان ريس ڪانهي: اها سعادت به وڏيري صاحب کي ئي حاصل ٿي. سامان کڻائي، صاحب ته ٿيو اڳتي روانو؛ پر وڏيري کي ڄڻ ڪيميا ڏئي ويو - مڙس ڏسو ته بهار بهار پيو ٿئي؛ خوشي ڏسوس ته بس آڙڪي مُنهان پئي نڪريس. اچلجي اچي پنهنجي همراهه پيڙو ٿيو - "رحيم داد! ڪلتر هوئي! منهنجو شڪريو پيو مڃي! پر پيرا هٿ ڏنائين! مان ته پهريان ئي سڃاتو مانس - پر ادا، مون کي به ٿڌي تي سڃاڻي ويو هوئي! جڏهن نه پنهنجي ضلعي تي هو، تڏهن دعوت ڪئي هئي مانس! هاڻ آلائي ڪهڙي ضلعي تي هوندو! بس، پڇانس ها ته واهه واهه!......"

مون کي لهڻو ته هوئڻ سڀ اسٽيشن تي هو: پر ڪنڌ هيٺ ڪري، ٻڪڙيءَ ۾ هٿ وجهي، آتي صدر تي ئي لهي پيس.

- م. ا. ج



# مضمون

علم، اها طاقت آهي، جنهن ڪان ساري ڪائنات ڏڪي رهي آهي. چڱا ماڻهو هن کي ڳنڍي وٺن، ته مٿان اها طاقت نالائق ۽ شرير ماڻهن جي هٿ نه چڙهي وڃي. آسمان ڪنبي رهيا آهن ته متان سندن اسرار کُلي نه پون. زمين ڏڪي رهي آهي ته متان علم جو هٿ سندس ڳجها خزانا نه کڻي وڃي! سمنڊ خيال ڪري رهيا آهن ته متان انهن جي عظمت ۽ جلال کي ڪو پائمال نه ڪري! ۽ بادشاه ان ڪري ڏڪن ٿا ته متان سندن تخت ۽ تاج نه ڦرجي وڃن. اهوئي سبب آهي، جو هو علم ماڻهن کي علم کان پري رکڻ لاءِ هميشه ڪوشش ڪندا ايندا آهن.

جڏهن ته علم دل کي بيداري، دماغ کي تازگي ۽ عقلي قوتن کي روشني ٿو بخشي، ۽ انسان کي قدرتي سليل هٿيارن سان هٿيار بند ٿو ڪري، تڏهن اهو يقين ٿو پيدا ٿئي ته اهڙي دل ۽ دماغ وارا ماڻهو ئي جابر ۽ ظالم هٿن کي مروڙي ڇڏيندا.

جئن هڪ جهنگليءَ ۽ وحشيءَ ماڻهو کي هٿيار ڏيڻ، گويا هڪ ڇڏڻ غلطي آهي؛ تئن علم جي تلوار ظالم ۽ جابر قوتن جي هٿن ۾ ڏيڻ به انسان لاءِ خطرو آهي. اگر علم جي پوئتان ڪا قرباني ۽ مروت سان ڀريل دل نه آهي ته پوءِ 'انسانيت' پنهنجي موت جو انتظار ڪندي رهي ٿي، جا لاءِ ته هرطرف ظلم ۽ بي انصافيءَ جي باهه ٻري ٿي اٿي، جا اُن جي وٽ' جلائي خاڪ ڪري ٿي ڇڏي.

پروفيسر ايم • يو • ملڪاڻي

# هندستان ۾ سنڌي نثر جي ترقي

(بمبئيءَ ۾ ڪل-ڀارت سنڌي ساهتيه سميلن تي پڙهيل تبصرو)

۱۹۴۷-۴۸ع ۾ سنڌ مان سنڌي هندن جي ڀاڄ پئي، ۽ سال ڏيڍ اندر ئي ٻه مکيه سنستائون بمبئيءَ ۾ برپا ٿيون، جن سنڌي ساهت کي جڻ نئون جنم ڏنو ۽ ان جي ترقيءَ کي وڏي اوچ ڏني. سيپٽمبر ۱۹۴۸ ۾ ڪراچيءَ واري ”نئين دنيا“ مخزن وري جاري ٿي، ۽ جنوري ۱۹۴۹ ۾ ”سنڌي ساهتيه منڊل“ پيدا ٿيو، جي ٻئي هنن اٺن سالن کان سنڌي ساهت جو جهنڊو لهرائيندا اچن. سنڌي ساهتيه منڊل ڦيرين ۾ ساليانا سميلن ڪوٺايا، ۽ جنتا ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت لاءِ فخر پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي زنده رکڻ جون ڪوششون ڪيون. اهو منڊل اڄ تائين پنهنجا اپياسي ۽ تنقيدي هفتيوار ڪلاس باقاعدي هلائيندو اچي ۽ ساهت جي واڌاري جا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ آڌر ڪندو اچي. تنهن کان سواءِ هن منڊل پنهنجو دائرو وڌائي، ٻين سنستائن سان سهڪار ڪري، تازو ”ڪل-ڀارت سنڌي ٻولي سڀا“ کڙي ڪرڻ ۾ به خاص ڀڱو ورتو؛ ۽ هاڻي جو هيءُ ”ڪل-ڀارت سنڌي ساهتيه سميلن“ برپا ٿي رهيو آهي سو ٻڻ هن منڊل جي ئي ڪوشش جو نتيجو آهي. اهڙا ٻيا به چار پنج ساهتڪ منڊل مثلا ”سنڌي ساهتيه سنگت“، ”سنڌي ساهتيه سڀا“ وغيره بمبئيءَ ۾ ٺهي ويا آهن، جن جون پسند ڪيل آکاڻيون ۽ شعر ڪيترن سنڌي مخزنن ۾ ڇپبندا آهن، جن مان مکيه آهن ”نئين دنيا“، ”ڪهاڻي“، ”هندواسي“، ”ڦليلي“، ”نرگس“، ”سهڻي“، ”سنڌ“ ۽ ”رچنا“. بمبئيءَ جهڙا ساهتڪ منڊل ۽ مخزنون سڄي هندستان ۾، ٽرواسين جي ٻين مکيه مرڪزن ۾ به ڪارائتو ڪم ڪري رهيون آهن، جهڙوڪ اجمير، دهلي، جئپور، گواليار، ٻڙودو، احمدآباد، گانڌي ڌام وغيره، ۽ سنڌي ساهت جو مشعل اوچو کنيو بيٺيون آهن.

## آکاڻين جي ترقي

هيءُ دور آکاڻين جي پيداوار ۾ نهايت مالدار ثابت ٿيو آهي. اهي آکاڻيون سڀ چالو زماني جي نئين زندگيءَ سان ڦوڪيل آهن ۽ مال ٽوڙي رومال جي لحاظ کان نئين ڊنگ

سان لکيل آهن. ديس جي آزاديءَ ۽ ورهاڱي بعد جي سوين پنگتي، آرٿڪ، سماجي ۽ انتر راشٽري مسئلا درپيش آهن تن کي منهن ڏيڻ ۽ سلجهائڻ جي منجهون ڪوشش ڪيل آهي. هن هرئي پرئي دورجون ڪل آڪاڻيون جن سون ڪان ٻه ستي ٿينديون، بلڪ اصلي لکيل آڪاڻيون ٻڻ ڏيڍ سو کن تي وڃون آهن. تنهن ڪري هن ليک ۾ ترجمو ڪيل آڪاڻين جي وچور ڏيڻ ته ناممڪن آهي، پر اصلوڪين آڪاڻين مان به ڪن خاص معيار وارين جا فقط سرا ۽ لکندڙن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا ۽ وڌيڪ چند چاڻ ڪري نٿي سگهجي:-

آنند گولاڻي- ڪامڙو؛ ديوان؛ سيتا؛ اڌ سريون؛ تراشا (۱۹۵۳ جي انعامي ڪهاڻي نمبر ۱)؛ ڪوڏڙو.

سگڻ آهوجا- ٻي آگ جلن ٿا پروانا؛ مان سوچيندو آهيان؛ پاڙيسري (اردوءَ ۾ ترجمو ٿيل ۽ ۱۹۵۳ جي انعامي ڪهاڻي نمبر ۲)؛ بسڪوٽ.

پوپٽي هيرانندڻي- گسڪٽي؛ وڏوا جي شادي؛ چڱو جو ناپاس ٿيڻ؛ ڏوڙ جو اڌامڻ.

گوبند پنجابي- اڻو، لڻو، اجهو؛ تخت يا تختو؛ ساس ۽ گراس؛ چوڪارو؛ منجهيل سٽ.

ڪيرت ٻاٻاڻي- ترس، ايندو محبت جو زمانو؛ خوبصورتيءَ جي تلاش؛ نئين مڪت جو ڪلاڪار؛ لڇي.

جڳت آڏواڻي- ڪل نه اچي محبت جو زمانو.

آسانند مامتورا- شير خان.

امرلعل هنگوراڻي- پديءَ جي ٻاجهه.

لڇمڻ راجپال- للڪار؛ ٻي تصويرون.

گوبند مالهي- شونارڻي؛ ڏياريءَ جي رات؛ اڳتي قدم؛ اڌ مخور.

تارا ميرچنداڻي- جوش ۽ هوش؛ ديوار؛ گوهڙ، رسي راند؛ هرنام سنگ هڪ

سندري اتمچنداڻي- تفاوت؛ ممتا (انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيل)؛ ڪوشان.

موتي پرڪاش- ماستر ديارام؛ گهر گهر جي ڪهاڻي؛ رحمون موالي.

ڪرشن راهي- عزت ڪيي اڏاري؛ چانورن واريون ماءِون؛ مائٽي.

ايشور آنچل- بد زيبا بُت؛ چرتر هيڻ؛ چهاءُ.

ڪشور ڀوجا- ٻريلي؛ ٻه روپيا.

داس طالب- اڄ ڪلهه جو مجنون؛ اڍائي روپيا.

اتم- جيون ساٿي؛ واڪ آئوٽ.

چيتن ماڙيوالا- جوانيءَ جو نشو؛ اڳرو قدم.

کل آسناڻي- صبح شام؛ زندگيءَ جي راهه تي.

مرلي مکي- پاپڻ جي ٽيپري.

نارائڻ ڀماڻي- لڏندڙ ڇوڪري.

اتما رام لعلواڻي – الڌت.
موتيرام موٽياڻي – سچو سنگتي.
ڦتن پرسواڻي – خانه بدوش؛ نئون نڪرواسي.
ڄيٺانند جادواڻي – مقابلو؛ روئي؛ اتو ڪو ميلاپ.
پرن پنجواڻي – اياڳڻ.
ناراڻ ڀارتي – دستاويز؛ ڪلير.
ديوداس – منڙي، توسان پيار اٿم؛ انڪري...
منوهر لعل – ڏاچي واليان.
ليکراج تلسياڻي – گونگا گهوڙا.
ڀڳوانداس چاولا – ڇي ڇي؛ سونا ڀَرَ.
ڪلا پرڪاش – دل وس ۾ نه آهي.

اڄوڪين ڪهاڻي نويسن مان فقط پنجن لکندڙن پنهنجون ڪهاڻيون ڪٺيون ڪري ڪتابي صورت ۾ ڇپايون آهن: رام پنجواڻيءَ جون ”شاهه جون ڪهاڻيون“ جن ۾، هونءَ جو ڇپيو ويندو آهي ته شاهه جي لوڪ ڪهاڻين وارن سُرن ۾ سلسلو ڪونهي، تن ۾ به هن صاحب آکاڻيءَ جو سلسلو قائم ڪري ڏيکاريو آهي؛ ڇيتن ماڙيوالا جون ”سنڌي جيون ڪهاڻيون“؛ پوپٽي هيراننداڻيءَ جون ”رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون“ ۽ ”پڪار“؛ سگڻ آهوجا جون ”عيش جي قيمت“؛ داس طالب جون ”ڪٽ ۾ منگهڻ.“

هنن نوجوان ليکڪن ۾ آتساهه جهجهو آهي، وٽن موضوع جي به ڪمي ڪانهي، پر اڃا چٽيو ته منجهانئن گهڻن جي لکڻيءَ ۾ عبارت جي پختائي ڪانهي. اهو ان ڪري جو هڪ پاسي سنڌ واريءَ پارسي آميز ٻوليءَ جو پورو پايو ڪونه ڪو اٿن جو ڪيترا ساماڻئيي هندستان ۾ اچي آهن، ۽ ٻئي پاسي هتي اچڻ کان پوءِ هنديءَ جو اثر پڻ پورو گرهڻ ڪونه ڪيو اٿن، جنهنڪري سندن سنڌي بگڙيل ۽ گهرگهلي ٿي پيئي آهي. پچاڙيءَ ۾ چوڻ ضروري آهي ته بدل سدل ۽ اوائلي مشڪلاتن وارن ٽن سالن ۾ انقلابي ترقي پسنديءَ جا امڪان قدرتان اسان جي ساهت ۽ خاص ڪري آکاڻين ۾ ڏسڻ ۾ آيا، جن ۾ پرچار ۽ نعري بازيءَ تي زور ڏنو ويندو هو. پر پوئين چئن پنجن سالن ۾ سنڌي ساهت اندر پورو ميزان اچي ويو آهي، ۽ هاڻي اسان جون آکاڻيون وغيره صحيح ۽ اکري معنيٰ ۾ ترقي پسند آهن ۽ نه ڪنهن سياسي معنيٰ ۾. هاڻي اسين ساهت دوارا ساري انسان ذات جي زندگيءَ کي هر پهلوءَ کان خوشحاليءَ ۽ شانتيءَ ڏانهن وٺي هلڻ ٿا چاهيون، جا ئي سچي ترقي پسند آهي.

## ناٽڪن جي ترقي

ناٽڪ، وڏا توڙي ننڍا، جو سنڌ ۾ ٿي ساهت جي ٻين شاخن کان گهٽ پيدا ٿيندا هئا، سو هتي اچڻ کان پوءِ ته ويتر انهن جي اٺاڻ ٿي پيئي آهي. سنڌ ڇڏڻ بعد پهرين زور

موندو هو آڪاڻين لکڻ تي، جنهنڪري پهرين پنجن سالن ۾ سوين سٺيون آڪاڻيون لکيون ويون. ٻئي پاسي وارن ٽن سالن ۾ ورهي ناولن لکڻ جي ڏس ۾ لکي ويئي آهي. ٻر پهرين اٺ سالن ۾ وڏو ناٽڪ فقط هڪڙو رام پنجواڻيءَ جو لکيو آهي، ۽ ننڍا اصلوڪا ناٽڪ اڻ ٿي ڳڻيا مس ليندا. ان رويڪار جو ڪارڻ اهو ٿو ڏسڻ ۾ اچي ته ٻين هندستاني ٻولين مثلا اردو ۽ هنديءَ ۾ اڪيچار آڪاڻيون ۽ ناول ٿا نڪرن، جي مطالعي ڪرڻ سان اسان جا سنڌي ليکڪ به انهن شاخن جو هنر سکي ويا آهن. ٻر ناٽڪ، جي ٻين ٻولين ۾ به مشڪل ٿا نڪرن، تن جو فن اسان جا ليکڪ اڃا نه سکي سگهيا آهن. يا ائين به هجي ته ناٽڪ جو هنر ناول ۽ آڪاڻيءَ کان وڌيڪ ڏکيو آهي جنهنڪري سنڌي ليکڪن ان تي پورو ڌيان نه ڏنو آهي. تنهن کان سواءِ ناٽڪ ڏسڻ ۾ ڪٿوڻي مزو آهي، پر پڙهڻ جو شوق ماڻهن ۾ گهٽ آهي؛ ڇو ته ناٽڪ ۾ پاترن جي گفتگوءَ مان ڳالهه چاندي سمجهڻ ذرا ڏکي آهي، پر ناول يا آڪاڻيءَ ۾ بياني طرز مان ڳالهه سمجهڻ سولي آهي. ڪهڙو به سبب هجي، پر نتيجو اهو ئي آهي جو هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ فقط هيٺيان ٿورا ناٽڪ نڪتا آهن.

اول چار پنج ترجمو ڪيل ننڍا ناٽڪ نڪتا جن مان پهريون هو، مشهور فلم ائڪٽر بلراج ساهنيءَ جو "جادوءَ جي ڪرسي" ڀڳوان شهاڻيءَ جو ترجمو ڪيل؛ ۽ ٻيون هو مشهور اردو ليکڪ خواجه احمدعباس جو "مان ڪير آهيان؟" پوپٽ پنجواڻيءَ جو ترجمو ڪيل؛ جي ٻئي سنا، ڪري ڏيکارڻ جهڙا ناٽڪ آهن ۽ "نئين دنيا" جي پهرين ٻن پرچن (١٩٤٨) ۾ ڇپيا هئا. ٽيون ننڍو ناٽڪ هو بملا لڙا جو "ون مينهه آنسو" گوبند مالهيءَ جو ترجمو ڪيل؛ ۽ چوٿون هرموهن جها جو "ٻارهن هزار رپيا" جيوت چاولا جو ترجمو ڪيل، جي ٻئي چڱا ناٽڪ آهن. آخرين ناٽڪ الٿو ڪيل هو، جو يورپ ۾ حقيقت نگاريءَ واري ناٽڪ جي اڳوان Ibsen جي مشهور مڪمل ناٽڪ Ghwfsts تان گهڻائي نهچل واسوانيءَ مڪ فصل ۾ آندو هو ۽ سنڌي جيوت ۾ ٻڌاريو هو، ۽ چڱيرو ناٽڪ آهي.

١٩٥٢ ۾ رام پنجواڻيءَ "سنڌ جا ست ناٽڪ" لکيا جي وقت بوقت نرت ۽ سنگيت سان ملائي ڪاميابيءَ سان ڪري ڏيکاريندو آهي. هي ناٽڪ جيتوڻيڪ سنڌ جي مشهور لوڪ-ڪٿائن تي ٻڌل آهن، ته به انهن کي اصليت جو درجو ڏيئي سگهجي ٿو، ڇو جو ناٽڪي تاثير پيدا ڪرڻ لاءِ منجهن ڪي من-گهڙت واقعا ۽ ڪردار پڻ وڌل آهن جي اصلي ڪهاڻيءَ سان ٺهڪي بيهجي ويا آهن. منجهائن "راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل" ۽ "نوري ۽ ڄام تماچي" خاص ساراهه جوڳا آهن. هي ناٽڪ نه ننڍا آهن نه وڏا، پر وچولا، ۽ ڪهڙي به جلسي تي ڪري سگهجن ٿا. پر منجهن ستر اهو آهي جو تمام گهڻن ۽ ننڍن ڇهڙن ۾ لکيل آهن، جنهنڪري اسٽيج تي آڻڻ ۾ تڪليف ٿيندي آهي. انهن ننڍن ڇهڙن مان ڪي ملائي ڇڏجن ۽ ڪي وڌائي اڀارجن ته هي ناٽڪ جيڪر زياده زوردار ٿي پون.

هندستان ۾ ڀيريون ئي ليکڪ جنهن ٻي چار ڊگهيون تمثيلون نئين ناٽڪ لکيا سو آهي داس "طالب"، جو هڪ سٺو مذاقي ائڪٽر ۽ ناٽڪ ڪري ڏيکاريندڙ ٻه آهي، جنهنڪري چڱو مذاقي ناٽڪ نويس ٿي پيو آهي. ٻر سندس مذاق لفظي ڦولبنديءَ واري ۽ ڌهڙي هوندي آهي، ۽ نه اونهي ۽ نازڪ. ان جي پٺيان اڪثر ملڪي سماجڪ سيٽ (Satire) به رکيل هوندي آهي، جنهنڪري انين چئجي ته داس "طالب" هندستان ۾ چيلاند ناٽڪرائيءَ جو ناٽڪي وارث آهي ته بي جاءِ نه ٿيندو. سندس ڀيريون ناٽڪ "سپان جو ثمر" هن سماجڪ وشي تي لکيل آهي ته 'مئٽرڪ پاس ڪيل نوجوان ڪلارڪي ڪري ساري عمر غريبيءَ ۾ گذاري، يا مڪنڪ ٻنجي بازن جو پورهيو ڪري ۽ ڏيک ڪمائي ڪٽنب پالي.' هيءَ چڱو اثرائتو ناٽڪ آهي، جو شروعات ۾ کلائيندڙ آهي ۽ پڇاڙيءَ ۾ گنڀير ٿيو وڃي جيڪو وشيه سوجب ٺيڪ ڪيو. "طالب" جو ٻيو چڱيرو ناٽڪ "لب ٽي ۽ ميترو" هو جنهن ۾ هاڻي جو سنيما جو شوق مانهن ۾ تار چڙهي ويو آهي تنهن تي ٺٺول ڪيل آهي. چيتن سندرائيءَ جو "انصاف" ٻڻ چڱيرو ناٽڪ آهي جنهن ۾ ماڻوڪي انصاف جي بي انصافيءَ ڪي ٺوڪر هنيل آهي. ڪرشن راهي، جو به هڪ چڱو ائڪٽر آهي، تنهن جي ناٽڪ "نالو" ۾ نازڪ طنز ڪيل آهي ته ڪيئن ڪي نئين زماني جا ماڻهو بارن جي ڄمڻ تي نالي ڪڍڻ واري پراڻيءَ رسم کي پڄڻ ٿا چاهين. ڪشور ڀوڄا جو "ڏوهه ڪنهن جو؟" تنهن ۾ شاديءَ جي مسئلي جو هڪ اگرو پهلو کنيو ويو آهي، جو به چڱيرو ناٽڪ آهي. خوبچند ٻرپداس جو "جيون ۽ ڪلا" ۽ پوپٽي هيرانندانيءَ جو "خاموش فرياد" پورا سورا ناٽڪ آهن ۽ سنجهن خاص معيار ڪونهي.

هن دور ۾ فقط هڪڙو ئي مڪمل ناٽڪ ١٩٥٣ ۾ نڪتو، جو هو رام پنجوانيءَ جو 'پورب جوتي'، جو ڀڳوان ٻڌ جي جيوت ۾ ڪن نين حقيقتن تي ٻڌل هڪ اثرائتو ناٽڪ آهي. هن مضمون جي لکندڙ، هندستان ۾ ڪو ايڪڙ پيڪڙ نئون ناٽڪ لکيو آهي، توڙي سنڌ ۾ لکيل ڪيترا نئيا ناٽڪ سنواري، نين حالتن سان ٺهڪائي، ڇپايا اٿس.

پڇاڙيءَ ۾ افسوس ڪائڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي ته هن نئين زماني ۾، جڏهن فرصت جي ٿوڙائيءَ ڪري خلق ڪي وڏن ناٽڪن کان وڌيڪ منفرقا جلسا (Variety Entertainment) پسند ٿا پون، ۽ جڏهن ناچ ۽ ڳائي جي اسمن سان گڏ نئيا ناٽڪ به تيار ڪري جيڪر پروگرام ۾ ملائي ڇڏجن، ته هن سنڌي ٻوليءَ ۾ انهن جو سورڳو ڏکر ٿنجي ويو آهي.

## مضمونن جي ترقي

ساهت جي سڀني کان خشڪ شاخ آهي مضمون نگاري. ڇو جو اها غير افسانوي آهي. ناول، ناٽڪ، ۽ ڪهاڻيءَ ۾ آکاڻيون ڪتيل هونديون آهن جنهنڪري اهي ٽيئي شاخون دلچسپ ٿينديون آهن. ٻر مضمون ۾ هوندا آهن لکندڙ جا شخصي خيال ۽ ويچار، جي هو دنيا

۾ کھو بہ ن بہ علحدہ وشين بابت ظاهر ڪندو آهي. تنهنڪري ويچار ضرور ڪيہ ڏيندا ۽ آڪائيءَ کان گھٽ دلچسپ ڏيندا. تنهن هوندي بہ اڳوڻا مضمون نويس پرمانند ميوارام ۽ نارائڻداس ملڪاڻيءَ وارا، پنهنجا مضمون خوش مزاجيءَ جي نوع ۾ لکندا هئا يا جيون کي چرچو ڀري روچڪ بنائيندا هئا. ۾ اڄڪالهہ جي زندگي تڪليفن سان اهڙي ڀرپور آهي جو ڪل مسخريءَ جي شايد ان ۾ جاءِ ئي ڪانهي، جنهنڪري هاڻوڪا مضمون نويس گهڻو نوع ۾ ئي جيوت جي ڪن خاص مسئلن جي چند چاڻ ڪن ٿا.

متفرق موضوعن تي لکيل، خوش مزاجيءَ وارن مضمونن جا ڪي جزوي مثال جديد ادب ۾ ملن ٿا، جن مان ڀوريان هئا "هندستان" جي ڪالم نويسن "مواليءَ" ۽ "موجيءَ" جا: "سنسار سماچار" جي ڪالمن جا، ۽ "نئين دنيا" جي "وطن دوست جي ڊائريءَ" وارا، ٻيا خوش طبع ليک هئا: ڀهاري چاوڙيا جو "چٽي"؛ آنند گولانيءَ جا "پردان منتري ۽ نازڪ جذبات"؛ داس طالب جو "اسان کي حق ڏيو"؛ سيلانيءَ جو "سندونگر"؛ ٿن برسوانيءَ جو "ڪلياڻ جو سير"؛ جواهر ٻڌيجا جا "سنڌ جي سار" ۽ "سائين پونو بہ نہ جيٺو حيدرآباد"؛ چيتن ماڙيوالا جو "آءٌ وچان سڪول"؛ تيرٿ وسنت جا "بہ تصويرون" ۽ "ياد"؛ منگھارام ملڪاڻيءَ جو "سون لکڻ ڪيئن شروع ڪيو"؛ ۽ آسانند مامتورا جو "منهنجي ڀورين رچنا"- جن سڀني ۾ جدا جدا مسئلن سان ڳنڍ سمجهدار ۽ نازڪ مذاق پڻ رکيل آهي.

هيءُ سياست جو زمانو آهي تنهنڪري قومي ۽ انٽرراشٽري سياست ۽ سياسي اڳواڻن تي ڪيترا ايياس وارا مضمون نڪتا آهن: "هندستان ۽ پاڪستان جي پنج سالي رٿا"- لڇمڻ راڄپال؛ "مارڪسواد ڇا آهي"- گوبند پنجابي؛ "ڪشمير جو مسئلو" ۽ پوليوار پرگٽا- ڪيرت ٻاٻاڻي؛ "لينن جي جيون ڪهاڻي"؛ "مائوزي تنگ"، "روسي انقلاب جي ڪهاڻي" ۽ "آمريڪي غلاميءَ جون وٿون"- سڀ لکيل آتم جا؛ "مائوزي تنگ جي جيون ڪهاڻي" ۽ "اسٽالن جي جيون ڪهاڻي"- ٻئي گوبند پنجابيءَ جا؛ "ڪلياڻ ڪئمپ جو آئيندو"- ٻلديو گاجرا؛ ۽ "رام راج ۽ پاڪستان"- سوڀراج نرملداس؛ "نئون چين" ۽ "سوويت سرگ" بہ مڪمل راجنيتي ڪتاب آتم لکيا آهن، جن ۾ انهن ڪميونواد ملڪن جي ڪاميابي، انگ اکر ۽ اختياريون ڏيئي، ثابت ڪئي ويئي آهي.

مشهور ليکڪن جا جيون چرتر بہ هن زماني ۾ مضمون نويسيءَ جو اهم حصو آهي جنهن ۾ بہ آتم سڀ کان ڀورو ورتو آهي: "وطن دوست ۽ امن دوست پريمچند"، "آزاديءَ ۽ امن جو اپاسڪ گورڪي"، "وطن دوست ۽ انسان دوست ٽئگور"، "انسانيت جو اديب ڪاليداس"، "انسان دوست گرو نانڪ ديو" ۽ "شري سرت چندر چٽوپاڌيہ". گوبند مالهيءَ بہ ڪي ساهتڪ جيونيون لکيون آهن جن ۾ هن آتم وانگر نئين زماني جي نقطي نگاهہ کان انهن تي روشني وڌي آهي، جيئن "بنڪم چندر چٽرجي"، "ليو ٽالسٽاءِ" ۽ "ڪوي ڪاليداس".

باقي مکيہ جيون چرتر آهن: ”ليو ٽالسٽاءِ“ (چيني ليکڪ)- منوهرلعل؛ ”پال رابسن (نيگرو سنگيت ڪار)- سيتا مامتورا ۽ ”مارڪس آربلڪ ۽ سنڌس فيلسوفي“- ايسرداس واڌسنگهاڻي.

ادبي مضمون نويسيءَ جي ميدان ۾ آتم، مالهي ۽ ڪيرت اڳرا آهن. آتم جا ليک ”ادب ۽ زندگي“ ۽ ”ساهت ڇا آهي؟“؛ ۽ مالهيءَ جا ”ڪوڙي ۽ کري ساهت جي پرک“، ”شاهه جي ترقي پسندي“ ۽ ”ترقي پسند شاعر سچل“؛ نارائڻ پارتيءَ جا ”انسان جو ٺڪراءُ“ ۽ ”پريمچند جي نظر ۾ ساهت“؛ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جا ”سنڌي ساهت جي ترقي“ ۽ ”سنڌي ساهت ۾ نيون لاڙائون“ جو حقيقت ۾ سنڌي شعر ۾ نين لاڙائن تي لکيل آهي؛ روسي ليکڪ ايهرنبرگ جي مشهور مقالي ”اديب ۽ هن جو فن“ تنهن جو اختصار پڻ آتم ڪيو آهي؛ اهي سڀ مضمون ساهتڪ مسئلن تي ترقي پسند نظريي کان چڱي روشني ٿا وجهن، جن ۾ اڳي وانگر نہ فقط خارجي يا غير شخصي (Objective) پهلوءَ کي اهميت ڏنل آهي پر داخلي يا شخصي (Subjective) پهلوءَ کي پڻ. ٻيان مضمون گهڻا تڻا ”نئين دنيا“ ۾ ڇپيا هئا. ”سنسار سماچار“ وارن، منشي پريمچند جي ورسيءَ تي خاص پرچو ڪڍيو هو ۽ ١٩٥٢ ۾ پڻ ان نئين جڳہ جي اڳوان ساهتڪار تي هڪ خاص چوپڙي نڪتي هئي، جن ۾ هن جي لکيتن تي ڪافي ايپاس وارا مضمون پيا هئا جن جا لکندڙ هئا: گوبند مالهي (پريمچند جا ناول)، نارائڻ پارتي (پريمچند جون ڪهاڻيون)، گوبند پنجابي، منوهرلعل، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ آتم. نئين زماني جي پهرئين برک سنڌي ڪوي ڪشنچند ”بيوس“ تي بہ هڪ چڱي معيار وارو ليک مگهن آهوجا لکيو هو، جو ”جيوت“ مخزن ۾ پيو هو. جواهر بٺيجا جو ”هاڻوڪا سنڌي شاعر ۽ شاعراڻو شعور“ سو پڻ چڱو ليک آهي، ۽ نارائڻ پارتيءَ جا سنڌي لوڪ گيتن تي ليک: ”لوليءَ جو جادو“، ”لوڪ گيت ڇا آهن“ ۽ ”لوڪ ناچ“ چڱيءَ کوجنا وارا مضمون آهن. بلديو گاجرا جي ليک ”پنج بهترين ڪتاب“ کي ١٩٥٣ ۾ بهترين مضمون هئڻ لاءِ شري پرمانند سگهني مل جو انعام ڏنو ويو هو.

سماجي مضمون نويسي ذرا پٺتي پيل ٿي ڏسڻ ۾ اچي، جنهن تي فقط ٻہ ليکڪن قلم آزمايو آهي. پهريون برک عالماڻو ليکڪ آهي لعل سنگهہ اجواڻي، جو وقت بوقت قومي، ٻنگني ۽ اخلاقي وشين تي مضمون لکندو اچي، جن مان مکيہ آهن ”سنڌيت“، ”قوم ڪيئن چڙهندي“، ”ويهين صديءَ جو ڌرم“ ۽ ”انسان جي سماج“. ڪن پروفيسرن جي قلم مان نڪتل، ۽ سنڌس چونڊ ڪيل مضمونن جو مجموعو ”آهنگ“، جو تازو بمبئيءَ ۾ ڇپيو اٿس، تنهن ۾ بہ هن صاحب جا ڪيترا معياري مضمون ملندا. ٻي ٻنگتي ليکڪا آهي پوپٽي هيراننداڻي جنهن هندستان ۾ ٿورن سالن اندر، ساهت جي گهڻين ئي شاخن ۾ لکڻ سان چڱي شهرت حاصل ڪئي آهي ۽ جنهن جهڙو زياده لکندڙ هن وقت ٻيو ڪو نہ ليندو. سنڌس مضمون اخلاقي، ٻنگتي، ڌرمي، تاريخي، مطلب تہ هر وشيہ تي لکيل هوندا آهن، جن سڀني جو هوءَ اونهو

اپياس ۾ ڪوجنا ڪندي آهي. استري جاتيءَ جي آزادي ۽ سڌارن سندس خاص موضوع هوندو آهي. سندس عبارت بہ بلڪل رنگين ۽ زوردار آهي، تولي ڪن وقتن تي سندس اکرن جي آتشبازي ڪنن تي ٺڪاءُ ڇڏيندي آهي. سندس مکيہ مضمون، جي اڪثر مشهور مخزن "هندواسي" ۾ ڇپيا آهن، سي آهن: "اڇو تہ قدرت سان قرب ڪريون"، "آخر هيءَ نٽنو ناچ ڪيستائين؟"، "جيترو ٺي پيار اوترو ٺي غصو"، "ڀارت جي استري" وغيره.

تواريخي مضمون نويسي ٽئين شاخ آهي جا ڇيتن ماڙهوالا سنڌي ساهت ۾ لکياني آهي، ۽ جنهن ۾ لکڻ جو حق ۱۹۰۵ع تائين تہ ونس ٺي محفوظ آهي. سندس مضمون تواريخي کوجنا جو نتيجو آهن ۽ هيءَ ڀهريون ٺي ليکڪ آهي جنهن پنهنجا ليک ڪتا ڪري، تصويرن سميت، ڪتابي صورت ۾ ڇپايا آهن. سندس پهريون ڪتاب "تاريخي مضمون". سنڌ ۾ ڇپيو هو جنهن جو ٻيو ڇاپو هتي اڃي ڇپايائين. سندس ٻہ نوان مجموعا آهن "اتهاسڪ چتر" ۽ "وچتر ورق" جي ٻئي بمبئي ۾ ڇپايائين. سندس لکڻيءَ جو نوع اهڙو دلچسپ آهي جو تاريخ جي خشڪ حقيقتن مان آڪائين جو ساءُ پيو اچي. ماڙي والا پنهنجي طرز بيانيءَ سان اتهاس کي ساهت جو درجو ڏيئي ڇڏيو آهي.

آخر ۾ تنقيدي مضمون نويسيءَ جا ڪي خاص معيار وارا مڪمل ڪتاب ٻڻ هندستان ۾ نڪتا آهن، جن مان پهريون هو منگهارام ملڪانيءَ جو "ادبي اصول". سنڌي زبان ۾ شايد هيءَ پهريون ڪتاب آهي جنهن ۾ ادب جي مڙني شاخن يعني نظم، ناول، ناٽڪ، آکاڻي، مضمون، تنقيد وغيره جا مکيہ اصول سڌريل ۽ سليس نمونے ۾ سمجهايل آهن، ۽ تنهن کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۽ لپيءَ تي بہ ڪي باب لکيل آهن. ساڳئي لکندڙ ادبي تاريخ جو هڪ ڪتاب "سنڌي ساهت جي هڪ صدي" (۱۸۵۰ع کان ۱۹۵۰ع تائين) هتي اچي پورو ڪيو آهي، جنهن مان پهريان باب بولچند راجپال جيي ڪليل سنڌ جي مشهور ادبي مخزن "سنڌو" ۾ پيا هئا، ۽ آخرين باب بہ ساڳيءَ مخزن ۾ ڇپيا آهن جا ۱۹۵۰ع ۾ وري اڄمير مان جاري ڪئي ويئي آهي. هي چالو مضمون بہ ان ڪتاب جا آخرين حصا آهن، جو سگهوئي شايع ٿيڻ وارو آهي. هندستان ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ کوجنا جي صاحب ڪليان آڏوانيءَ، قديم سنڌي شعر جي نمورتيءَ تي ٽن ماڻن جي اندر ٽي مڪمل ڪتاب ڪڍي ڇڏيا آهن، جن جا نالا آهن: "شاهہ"، "سامي" ۽ "سچل." هنن اڻاهہ محنت وارن ڪتابن ۾ انهن اوائلي ٽن شاعرن جو هر پهلوءَ کان اندازو لڳايو ويو آهي. شاهہ صاحب جي ڪلام بابت ڪي موضوع هن لکندڙ جيي ڪتاب ۾ آهن، جن جو پورو بيان ڊاڪٽر گربخشانيءَ جي شهڪار "مقدمہ لطيفي" ۾ بہ نہ ٿو ملي، مثلاً "شاهہ جا سورما"، "شاهہ جو مجازي شعر" ۽ خصوصاً "شاهہ جي ناٽڪي طرز" جنهن ۾ شاهہ جي تمثيلي شعر ۾ بہ هن صاحب ناٽڪي خاصيتون ڳولي ڪڍيون آهن. ساميءَ واري ڪتاب جو خاص باب آهي "ساميءَ جو عاشقانو شعر" جنهن ۾ هن ناصحاڻي شاعر ۾ بہ عشق جون جهلڪون ڏيکاريون

اٿس. سچل واري ڪتاب جو خاص باب آهي ”سچل امن ۽ آزاديءَ جو امير“ جنهن ۾ هنجي زماني مطابق سچل جي ترقي پسندي ڏيکاريل آهي. ٽنهي ڪتابن ۾ مصنف جي عبارت عالماڻي ۽ عربي فارسيءَ ڏانهن مائل آهي ۽ منجهن ايترا حوالا ڏنل آهن جو في الحال انهن شاعرن جي ڪلام جو چڱو ذخيرو ملي ٿو وڃي. هندستان ۾ سنڌيءَ جو آخرين عالم آهي جهيٺمل پرسرام پاونائي جو گذريل ٽن سالن ۾ هڪ وڪيل مان اوچتو ساهتڪ ودوان ٿي پيو. سندس سنڌي شعر تي ٻهريان ٻه ڪتاب هنا ”چند سگنڌ“ ۽ ”عطر عروض“. ٻهرئين ڪتاب ۾ سنڌي شعر جي پاري ڪوجنا ڪري، لکندڙ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته آڳاٽن شاعرن شاهه، سچل وغيره جو اصلوڪن دوهرن ۾ لکيل ڪلام، جنهن کي سنڌ ۾ بي قاعدي ۽ اڻ سڌريل شعر سڏيو ويندو هو، سو سچ پچ هندي چند شاستر جي ماترائن تي ٻڌل پختو شعر آهي. ٻئي ڪتاب ۾ خليفي گل محمد کان وٺي اڄ تائين جيڪو سنڌي شعر فارسي بحر وزن تي لکيو ويو آهي تنهن جا به قاعدا قانون چڱيءَ طرح سمجهايا اٿس ۽ ڪيترن ئي شاعرن مان مثال ڏنا اٿس. جهيٺمل جو ٽيون ڪتاب آهي ”ڪامل جو ڪلام“ جو ”هندستان ساهتيه مالا“ پاران سهڻي ڍنگ سان ڇاپيو ويو. هيءُ ڪتاب شاهه جي رسالي جو منتخب آهي پر اڳين منتخبن کان نرالو: ڇو جو هن ۾ جهونيءَ ترتيب موجب جدا جدا سُرن مان مکيه بيت چونڊي ڏنل نه آهن. هن ڪتاب کي سوڍڻ جي نرالي ترتيب اختيار ڪئي وئي آهي جو شاهه صاحب جي زندگيءَ جا چار دؤر ٺهرائي (جيئن ته دل جو دؤر، درد جو دؤر، دنيا جو دؤر ۽ ڌڻيءَ جو دؤر)، پوءِ سندس چونڊ ڪلام انهن دؤرن هيٺ ڏنو ويو آهي، جيئن شاهه جي زندگيءَ ۽ شاعريءَ ۾ لاڳاپو قائم ٿي پوي. تنهن کان سواءِ هرهڪ دؤر وارا بيت جدا وشين موجب وراهي ڏنل آهن؛ ۽ ڪيترن بيتن هيٺان انهن جي شرح ۽ ڏکين اکرن جون معنائون پڻ ڏنيون ويون آهن. هيءُ ڪتاب سالن جي جبري جاکوڙ جو ڦل آهي ۽ آهو ڪارگر نچوڙ آهي جو مڪمل شاهه جي رسالي جون سڪون ٿو لاهي. اهڙي ادبي معيار وارا ڪتاب نڪتا ته خاطري آهي ته هندستان ۾ سنڌي ساهت جو آئيندو روشن رهندو.

”ڪامل جو ڪلام“ کان سواءِ ”هندستان ساهتيه مالا“ ۾ ٻيا به ڪيترا ڪارائتا ڪتاب نڪتا آهن جن مان پهريون آهي گيلارڊ هاسر جي مشهور پستڪ جو ترجمو ”لگب ٺاپ ۽ جيءُ گهڻو“ جو سرگواسي استاد لالچند امرڏني مل جو لکيل آهي ۽ سندس آخرين ڇاپيل ڪتاب آهي. هن ۾ تندرستيءَ جي نيمن جي وچور وار سمجهاڻي ڏنل آهي ۽ صحت قائم رکڻ لاءِ سوليون عمل ۾ آڻڻ جهڙيون هدايتون ڏنل آهن. ٻيو آهي ڊيل ڪارنيگي جي جڳ-پرسڌ ڪتاب جو ترجمو ”چنتائن کان ڪيئن ڇٽجي ۽ جيوت جو آنند مائجي.“ هي ڪتاب نارائنداس ڀمڀاڻيءَ جو ترجمو ڪيل آهي، ۽ جيوت سکي بنائڻ لاءِ جهڙو نالو اٿس تهڙو ئي ڪمائتو ڪتاب آهي. ”هندستان ساهتيه مالا“ جا گذريل سال ڪن کان ڪيترا مشهور ۽ ڪارائتا پستڪ سهڻي ڇپائيءَ ۽ پڪن جلدن سان ڪڍي سنڌي ساهت کي ڀرپور ڪري رهي آهي، سا ڪوشش تحسين جوڳي آهي.

## ناول ۾ ترقي

هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌي ساهت ۾، آکاڻيءَ کان پوءِ ٻيو نمبر وسيع شاخ آهي ناول. جيئن سنڌ ۾ ٻهرين مغربي ٻوليءَ مان ڏيهي ٻولين مان مشهور ناولن جا ڪيترائي ترجما ٿي چڪا هئا ۽ ورهاڱي جي دور ۾ اصلي لکيل ناول به چڱائي نڪتا، تيئن هندستان ۾ به ٻهرين ٻين چار سال فقط ڌارين ناولن جا ترجما نڪرڻ لڳا ۽ پوءِ اصلوڪا ناول نڪرڻ شروع ٿي ويا. تنهنڪري هن ليک ۾ ٻهرين ترجمن وارو دور ختم ڪري پوءِ اصلي ناولن وارو دور کنيو.

١٩٣٩ ۾ برک سنڌي ترجمان ۽ پبلشر جڳت آڏوانيءَ، سنڌ واريءَ مشهور "ڪهاڻي" ماهوار مخزن کي بمبئيءَ ۾ ڦيرائي "ڪهاڻي ناول مالا" ڪري چڏيو، جنهن ۾ سال ۾ چند چونڊ ناول موزون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سهڻي ڍنگ سان ڇپائڻ لڳو، جي ستن سالن کان باقاعدي ڪڍندو اچي. انهن ناولن جا مکيه ليکڪ هئا: يشپال، ڪرشن چندر، پريمچند، کانڊيڪر، ٽئگور، تارا شنڪر بئنرجي ۽ لن يوٽانگ. سندس ورهاڱي وارو ناول، ڏير ويرپارتيءَ جو "گناهن پربو ديوتا"، ترجمو هوندي به سنڌي ساهت جو هڪ عاليشان شاهڪار ٿي رهندو، جو شرت چندر جي سنڌ وارن شاهڪارن "شريڪانت" ۽ "چرتر هين" جون سڪون ٿو لاهي.

١٩٥٢ ۾ اسان جو ٻيو فنڪاريءَ وارو پبلشر بهاري ڇاٻڙيا، تنهن "سرگم ساهتيه مالا" ڪڍي، جنهن ۾ به هيل تائين ڪيترائي سٺا ناول ترجمو ڪرائي ڇپائي وڌا اٿس، جن جا مکيه اصلوڪا ليکڪ آهن تارا شنڪر بئنرجي، کانڊيڪر ۽ برين بسو. روسي ليکڪ گوگول جو مشهور مذاقي ناٽڪ "انسپيڪٽر جنرل" داس "طالب" جو الٿو ڪيل، سو به هن مالا ۾ ڇپيل آهي. پر سڌ ناهي ڇو، "طالب" جهڙي مذاقي ناٽڪ نويس، هن مشهور مذاقي ناٽڪ کي ناول ۾ ڦيرائي ان جو اصلوڪو مزو ڪڍي ڇڏيو آهي. هن مالا ۾ بهترين ترجمو آهي مشهور هندستاني ليکڪ ملڪ راج آنند جو شاهڪار ناول "ڪولي"، جو ڪيرت ٻاٻاڻيءَ خبرداريءَ سان ننڍو ڪري سنڌيءَ ۾ آندو آهي.

١٩٥٢ ۾ سنڌ وارو نئون جهونو پبلشر چيتانند لعلواڻي، تنهن پنهنجي "ڀارت جيون مالا" ۾ بمبئيءَ سان ڪيترا ترجمو ڪيل ناول ڇپايا، جن مان مکيه آهي مشهور روسي ليکڪ گورڪيءَ جو جڳ مشهور ناول "ماءُ"، جو گوبند مالهيءَ جو ترجمو ڪيل آهي ۽ اصلي وڏي ناول کي ڪاريگريءَ سان گهٽايل آهي. تنهن کان سواءِ چندر سين خوبچندانيءَ "ڪمل سيريز" ڪڍي هئي جنهن مان مکيه ترجمو ڪيل ناول هو ڪيشو مالنيءَ جو "ڪاغذي ۽ ڪتاب"؛ ۽ "سهڻي ڪتاب گهر" ناروي جي مشهور ليکڪ همسن جو نوبل انعام کٽندڙ ناول "بک" ڇاپيو هو جو جيوت چاولا ترجمو ڪيو هو.

هندستان ۾ ڇپجندڙ ذڪر جوڳو اصلي ناول "ڪومايل ڪلي" هڪ ڪاليجي ڪنيا تارا ميرچندائيءَ جو لکيل هو، جا هوءَ قابل ڪهاڻي نويس بنجي بيٺي. هيءَ ناول "پارت جيون" وارن اجمير مان ۱۹۵۰ ۾ شايع ڪيو هو، جنهن جي آڪاڻي جيتوڻيڪ رواجي، گهرو ڏکن سان ڀريل آهي، جنهن ۾ مرد جو سوارٿپڻو ۽ زال ذات جي وفائي ڏيکاريل آهي، تنهن هوندي به ليکڪا جي جذباتي قوت ۽ ٻوليءَ جي رواني ساراهه جوڳي آهي. ٻيو چڱيرو اصلي ناول هو ڀڳوان ڪلتانيءَ جو "ماسترجي" جو ۱۹۵۱ ۾ ٻاڻ ڇاپيو هئائين ۽ هڪ مسڪين ماستر جي جيون تي هڪ همدردائو ناول آهي.

۱۹۵۲ ۾ اصلوڪن ناولن جو ڏڍر زور شور سان شروع ٿي ويو. گوبند مالهي، جو اڳيئي سٺو ڪهاڻي ۽ مضمون نويس هو، سو اوچتو هڪ برک ناول نويس ٿي بيو ۽ ان سال ۾ ٻه سارا ٽي اصلوڪا ناول لکي ورتائين. انهن سان ڀريون هو "آنسو" جو سرگرم وارن ڇاپيو هو ۽ ورهاڱي بعد سنڌي ساهت ۾ هڪ حد نشان ڪري ليکيو ويندو. هي ناول بمبئيءَ شهر ۾ ۽ ان جي آس پاس ڪئمپن ۾ ويٺل سنڌي جنتا جي جيوت جي، نهايت باريڪ بينيءَ سان تصوير ٿو ڪڍي. خاص ڪري نوجوان سنڌي ليکڪن جي گروهي زندگي، انهن جون ڳالهيون ۽ بحث مباحثا ۽ سرگرميون جن جي ڏوهي هو جنتا جي زندگي بهتر بڻائڻ ٿا چاهين - اهو سمورو ماحول نهايت وفاداريءَ ۽ دلچسپيءَ سان چٽيو ويو آهي، جنهن مان ليکڪ جي جيري جاچ جي طاقت ظاهر آهي. هن ناول جو مکيه مسئلو آهي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ پيار پوري شاديءَ جو، جنهن جو حل، ليکندڙ اهو ڏنو آهي ته نوجوانن جي شادي ڪامياب اها ٿي سگهندي جنهن ۾ نه فقط دلين جو جذباتي پيار هوندو، پر دماغ دواران خيالن جي به هڪ جهڙائي هوندي؛ ۽ ٻئي ڇوڪرو ڇوڪري ٻئي ڪمائيندڙ ۽ آرٿڪ طور آزاد هوندا. انهن آدرشن جي اُهلاءَ لاءِ وشن جو مکيه ڪردار خلقيو ويو آهي جنهن جو تاثيرڪجي ناول تي ڇانيو پيو آهي، ۽ جنهن جي چرتر نگاري شاندار ۽ آدارچت آهي؛ پر ٻين کي هدايتن ڏيڻ کان سواءِ هو ازخود ڪو پارٽ ادا نٿو ڪري. هن ناول جي خاص خامي اها آهي ته جيتوڻيڪ مالهي پختي سنڌي لکندڙ آهي ته به، هتي ڪيترن سنڌي اکرن جون هجيون ۽ صورتون غلط ۽ غير سنڌي ڏنل آهن، ۽ ٻيءَ ڪ جي نشانين سان به دست اندازي ڪيل آهي، جي ڪڇايون ناول جي ادبي اهميت کي صدمو ٿيون رسائين. هن ناول جو سرو "آنسون" به نهايت ڏک وادي ٿو لڳي، جو ته هيءَ ناول حقيقت ۾ آشاوادي آهي جنهن جو آخرين تاثير اميد ۽ سرهائيءَ جو رهجي ويو آهي ۽ نه ڏک جو.

مالهيءَ جو ٻيو ناول "زندگيءَ جي راهه تي" "ڪهاڻيءَ" ۾ ڇپيو ۽ منجهس ٻيا به سماجڪ مسئلا کنيل آهن. هڪڙو ته هندو ڳڙيل ڪٽنب جي نعمتن ۽ لعنتن جي چنڊ ڇاڻ ڪري ڏيکاريو ويو آهي ته هن زماني ۾ آرٿڪ تڪليفن ڪري ڳڙيل ڪٽنبن جي زواليت اچي

وڃي ٿي آهي، جنهن ڪري اهي ڇپجي نڪتا نڪتا ڪتاب ٿين ڪين ته پاڻين جي وچ ۾ نفاق ۽ ٻدران وڏيڪ سلوڪ رهندو اچي. ٻيو مسئلو آهي ته وچولي طبقي وارا نڪما ۽ آلسي شخص جيڪڏهن اجائي شان ۽ ڇڏي هيٺين محنت ڪش طبقي سان ملي ڪم ڪن ته جيڪر نئين خوشحاليءَ وارو سماج ٺهي پوي. خيالن جي پختائيءَ، آڪاڻيءَ جي رٿا، سيرت نگاريءَ ۽ لکڻيءَ، هر لحاظ کان هي ناول ”آنسو“ کان اضافو ٿيل آهي، ٿوري ٻوليءَ جون ڪچايون اجا به رهجي ويون آهن. ٻيون ناول ”جيون ساٿي“ جو به ڪهاڻيءَ جو ڇپايل هو، تنهنجو خاص مسئلو جنهن جو ماڻهيءَ جي اڳين ناولن ۾ پڻ ذڪر ڪيل هو، سو آهي پيار ۽ شاديءَ جو. هن ناول ۾ ٽن مختلف جوڙن جي زندگي چٽيل آهي، جي دل توڙي دماغ کان ڪم وٺي، سماجي رنڊڪن کي بردباريءَ سان منهن ڏيئي دفع ڪن ٿا ۽ آخر سچا جيون ساٿي ٿا بڻجن. پهرئين جوڙي جي ڪهاڻي نهايت دلپذير آهي ۽ خاص ڪري ڇوڪري هڪ شاندار ناٽڪ آهي، ۽ پريم جي نااميديءَ وچان گهران ڀڄي، ڪڇ مدوڪن لوفرن جي سنگت ۾ وڃي ٿي پوي، سو واقعو اسپاوڪ ۽ سنسني خيز ٿو لڳي. ٻي جوڙي جي ڪهاڻي به چڱي آهي ۽ پهرينءَ ڪهاڻيءَ سان بخوبي ڳنڍي پيش آهي. پر ٽيون ڳوٺاڻي جوڙو بنهه الڳ ٿيو پيو آهي جنهن جو مکيه آڪاڻيءَ سان ڪو واسطو ڪونهي. توڻي پنهنجي پٽ اهي ڪردار به چڱا دلچسپ آهن. اها ڳوٺاڻين واري ڳالهه رٿا جي ايڪتا کي ڌڪ ٿي هڻي ۽ فقط ان ڪري آندي وئي آهي جئن ڳوٺن جو راجنيتي مسئلو ۽ امن جو مسئلو به ٽنهيو وڃي ۽ سات سات ڪميونواد بابت پڻ ڪجهه پرچار ڪيو وڃي.

١٩٥٢ جي اصلوڪن ناولن مان پڇاڙيءَ وارو هو پروفيسر رام پنجوانيءَ جو ”زندگي يا موت“، جو سنڌ وارن مشهور ناولن جي پبلشر ”پارت جيون“ هتي ڇاپيو. هي ناول سنڌي شرنارٿين جي ڪلياڻ ڪئمپ واري زندگيءَ ۾ ٻڌاريل آهي، پر ان جو مرڪزي واقعو اسپاوڪ ۽ وڏائي وارو ٿو لڳي: هڪ پيرسن ماستر پنهنجي لالچ ڪاڻ ڌيءَ جو مڱڻو هڪ شاهوڪار ڪوڙهي ڇوڪري سان ڪري ٿو ڇڏي، ۽ عجب جهڙي ڳالهه ته اها، جو پڙهيل ڪمائيندڙ ڇوڪري اها غيرضروري قرباني قبول ٿي ڪري! لکندڙ جو عذر آهي ته اهو واقعو حقيقت تي ٻڌل آهي؛ پر ادبي اصول آهي ته حقارت ڀرين حقيقتن کي ڦيرائي گهيرائي جڏهن ڪلاڪاريءَ سان پيش ڪيو تڏهن ئي ان کي ساهت جو درجو ملندو. ڦوس حقيقت نگاري، جئن جو تئن پيش ڪرڻ ۾ ساهت ڪاري ناهي. پر ان واقعي کان پوءِ آڪاڻيءَ جي رٿا ۽ بچائي ڦڻاٽي نموني ۾ ٻڌايل آهي، جنهن ڪري ڇوڪريءَ کي اهڙي آڳريءَ شاديءَ کان بچائي ڇڏيو اٿس؛ توڻي هنڙو پيءُ، جو پنهنجي سوارٿ لاءِ آندي ڇائيءَ جي جيوت برباد ڪرڻ لاءِ تيار آهي، تنهن کي ان لاءِ آخر ڪا سزا ڏنل ڪانهي. ناول جي عبارت، لکندڙ جي دستور موجب عالماڻي آهي.

۱۹۵۳ ۾ ڇهه اصلوڪا ناول نڪتا جن مان چار ذڪر لائق آهن ۽ ٻه وري ٻه گوبند مالهيءَ جا آهن ۽ ٻئي "ڪهاڻيءَ" جا ڇپيل آهن. "من جو ميت" جيتوڻيڪ ٻيو نڪتو تڏهن ۾ آءٌ ان جو ذڪر پوريائين ڪندس. ٻيو جو ان جو موضوع آهي ناول "جيون ساٿي" وارونئي پيار ۽ شاديءَ جو آهي، تولي ان جو دائرو وڏو ويو آهي. ان ۾ ٻيمي جوڙن بدران هن ۾ چار جوڙا آهن، پر چارئي هڪ ٻئي سان ڳنڍيا پيا آهن. "آنسو" واڱر هڪ سيانو هدايتڪار باتر هن ناول تي به ڇانيل آهي، پر اهو فقط هدايتون ئي ڪري ليڪن پاڻ شادي شده هوندي به هڪ پرڻيل دکي زال کي آتمڪ پيار ڪري هن جي حياتي سڌارڻ جو پارٽ ادا ٿو ڪري جو هڪ اوچ خيال آهي. هن ناول جو ماحول تجو ڪلياڻ ڪئمپ ۾ رکيل آهي ۽ تفصيل وار بيان ڪيو ويو آهي. هن ناول جي خاص خوبي آهي جو منجهس عملي طريقا ڏسيل آهن ته ڪئن سنڌو نگر جي پنچاتي سرشتي کي سڌارڻ ۽ سهڪار منڊليون برپا ڪرڻ ۽ ڪارخانا کولي ماڻهن کي مشغولي ڏيڻ سان، هڪ آدرشي نئين سنڌ پيدا ٿي پوندي. هن ناول ۾ پنچاتون سرڪار تان مدد وٺي پنهنجو سرشتو سڌارين، اهو طريقو به ڏيکاريل آهي - ۽ نه سرڪار سان قطع تعلقات ڪري ان کي ڏاهڻ جو. مالهيءَ جي عبارت هن ناول ۾ گهڻي قدر مائيدار آهي پر تڏهن به ڇگيريون ڇڪون رهجي ويون آهن. منهنجي خيال ۾ هڪ مرڪب (Complex) ناول هوندي به هيءُ مالهيءَ جو چوٽيءَ وارو ناول آهي، جنهن ۾ رنگ، ماحول ۽ مقصد جي ايڪتا بهترين نموني نباهي وئي آهي.

"پکيڙا ولر کان وڇڙيا" هند سنڌ ۾ اڪثر مالهيءَ جو بهترين ناول شمار ڪيو ويندو آهي ۽ ان کي بمبئيءَ ۾ ۱۹۵۳ جو بهترين ناول سمجهي انعام به ڏنو ويو هو. اهو هن ڪري جو ان جو سمورو ماحول ورهاڱي ۽ پاڃ واريءَ سنڌ جو آهي ۽ اسان شرنارٿين جي دلين ۾ وطن جون يادگيريون ٿو جاڳائي. هي ناول شروعات ۾ ڏيکاري ٿو ته ساهتيءَ جي هڪ ڳوٺ ۾، ملڪ جي وراهست کان اڳ، ڪهڙي هندو-مسلم ايڪتا لڳي پئي هئي ۽ ان آدرشي زندگيءَ جا وچور وار نظارا ۽ اداڪار پيش ٿو ڪري. پر ورهاڱي کان پوءِ ڪيئن دشمني وڌندي ٿي وڃي، تان جو هندن کي ڀڄڻ کان سواءِ ڪو چارو ڪونهي، اهو وايو منڊل وڌيڪ تفصيلن سان پيدا ڪجي ها، ته آخر ۾ پکيڙن جو ولر کان وڇڙڻ زياده دردناڪ ٿئي ها. هن ناول جو وڏو سقم اهو آهي جو شروعاتي ڇوريءَ وارو واقعو اجايو اڻگهڙ ڪندڙ آهي، جنهن جو ماحول پيدا ڪرڻ کان سواءِ آکاڻي جي واڌاري لاءِ ڪو به سود ڪونهي، ۽ جنهن ۾ پورا ۵۰ صفحا لڳي ٿا وڃن. هن ناول جي خاص خوبي اها آهي جو منجهس مالهيءَ جو اعليٰ ترين ناٽڪ سانول آوارو چٽيو ويو آهي. هو هڪ حسن پرست شخص آهي جو پهرين ته ڳهرو دوستن سان صوفيانئي محبت ٿو ڪري ۽ آخر هڪ مسلمان ڇوڪريءَ کي سچو پيار ٿو ڪري پر ان کان وڇڙي ٿو وڃي. هڪ حسين هندو ٻال وڌوا جا سانول کي پيار ٿي ڪري پر هو سندس پيار نه ٿو سوڙائي، تنهنجي مجبوري ۽ بيوسي ۾

همدردي جاڳائيندڙ آهي. ناٽڪ جي زندگيءَ جا اهي پـ واقعا جيڪر ڪجهه وڌائجن ته آڪاڻيءَ جو ڪل ناثير وڌيڪ ٿي پوي؛ جيئن آهي تيئن ٽڪڙو پورو ڪيل ناول پيو لڳي. سماجڪ، آرٽڪ، يا راڄنيتي پرچار يا بحث مباحثو هن ناول ۾ بلڪل ٿورو ۽ ضروري آهي.

١٩٥٣ جو ٻيون مکيه ناول "ڪرندڙ ديواريون" هڪ پختي ليکڪا سندري اتمچندانيءَ جو پهريون ناول آهي، جا سنين آڪاڻين ۽ مضمونن لکڻ ۾ اڳيئي شهرت حاصل ڪري چڪي آهي. هي ناول سنڌ مان لڏپلاڻ واري وقت سان شروع ٿيو ٿي، جڏهن هڪ وڏآڪهي ۾ ڄائي ڪريل گهرجي ڇوڪري، جنهن ۾ جهونا سنسڪار پيل آهن، تنهن کي مونجهاري وچان ماٺ هڪ ٿوري پگهار واري ڇوڪري سان پرڻائي ٿا ڇڏين. بمبئيءَ ۾ اچڻ سان مڙس ڪميونواد ڪمن ۽ جنتا جي سيوا ۾ مشغول هئڻ سببان گهرول پيار نٿو ڏئيس. آخر جڏهن مڙس جي ٿوري پگهار تي جدا گهر هلائڻ مشڪل ٿو ٿئيس تڏهن مرد منجهس سماجڪ شعور پيدا ٿو ڪري، ۽ نيٺ پاڻ به نوڪري ڪرڻ قبول ٿي ڪري ۽ مڙس سان ٻانهن ٻيلي ٿي سچي جيون ساٿڻ ٿي بڻجي، جوئي هن ناول جو مول مقصد آهي، جنهن جي ذريعي جهوني آرٿڪ سرشتي جيون ديوارون ڪرڻ ٿيون لڳن. گهرو جيوت جا نظارا سهڻا چٽيل آهن، ناٽڪا جو چرتر بلند آهي، ۽ ٻولي به چيدي ۽ زناني اصطلاح سان ڀريل آهي، پر ڪن هنڌن تي محاورا غلط يا مروڙيل پيا لڳن. هن ناول عام جنتا توڙي عالمن ۾ اهڙو سٺو اثر پيدا ڪيو جو اهو پهريون ئي ناول آهي جنهن جو ٻيون ڇاپو ڏيڍ سال اندر، ١٩٥٥ ۾ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ وري شايع ڪيو.

١٩٥٣ جو آخرين چڱو ناول هو شوي رامناڻيءَ جو "گمان"، جو "ڀارت جيون" ڇاپيو هو. هن ناول جو مرڪزي خيال آهي "جيترو پيار اوترو گمان". ان جي آڪاڻي نوابشاهه ۾ شروع ٿئي ٿي، جتي نندو ۽ ياءُ پيار پري شادي ٿو ڪري؛ پر وڏو گود جو پاڙس جو سندس زال کي معصوم نموني ۾ پيار ٿو ڪري، سو هي مڙس سهي نٿو سگهي ۽ ياءُ ۾ گمان ٿو آڻي، پر آخر ۾ ان لاءِ پڇتائي ٿو. هن ناول جي اسڪٽيءَ ۽ گفتگو ۾ چڱو جذبو ڀريل آهي. ٻولي به چڱي اٿس، توڻي ڪي ڪچايون ٿڪايون آهن. ڪيترا جوڙ نشانيون به غلط آهن. بهرحال ڪافي وندرائيندڙ ناول آهي، جيتوڻيڪ منجهس ڪو خاص مقصد رکيل ڪونهي.

١٩٥٤ ۾ سچا سارا ۽ اسلوڪا ناول نڪتا جن مان ست چڱا آهن، پر انداز جي خيال کان جيتوڻيڪ هيءَ سال ڀرپور هو تڏهن به لياقت جي مدنظر کان پوين ٻن سالن جهڙو ڪامياب نه ٿيو. هن سال ۾ به پهريان ٻه ناول مالهيءَ جا لکيل آهن، پر انهن ۾ به هو "من جو ميت"، "زندگيءَ جي راهه تي" ۽ "آنسو" واري معيار تي نه رسي سگهيو آهي. "للڪار" "راڻي پبليڪيشن" جو ڇپايل، مالهيءَ جي نرالي ڊنگ وارو ۽ "اڪرو" ناول آهي، جنهن جو غنڊن ۽ داداگيرن وارو وايو منڊل چٽيءَ طرح چٽيو ويو آهي. ان جا ڪردار- مرهٽا ۽ سنڌي،

مرد توڙي زالون – سڀ بيڪاري، ڦڦاٽي، چار سؤ ويهه يا چرتر هڻ آهن. پر تنهن هوندي به انهن ڀرونءِ ڪردارن سان همدردي ٿئي ٿي، ڇو جو اهي سڀ شخصي يا ماحولي مجبورين جو شڪار ڏيکاريل آهن ۽ منجهن خامين سان گڏ ڪي خوبيون به موجود آهن. ليکڪ جو خاص مطلب آهي ته جڏهن سڀ مجبور گنهگار بڪمشت ٿي سماجڪ مجبوريءَ جو مقابلو ڪندا، تڏهن نئي سماج ۾ اوچ چرتر وارا انسان پيدا ٿيندا – ۽ اهائي ناول جي للڪار آهي. هي ناول مرڪزي خيال کان نئون ۽ دلچسپ آهي، پر تنهن هوندي به آن جي ڪهڻن ڪردارن سان ڪو به خاص طرح اپاريو نه ويو آهي ۽ ڪي واقعا پڻ غير حقيقي پيا لڳن، جنهن ڪري ان کي شاهڪار جو درجو ڏيئي نٿو سگهجي. مالهيءَ جو آخرين ۽ ستون ناول "چنچل نگاهون" "پارت جيون" پاران شايع ٿيو. هن ۾ به مالهيءَ جو لاڏلو مسئلو پيار ۽ شاديءَ وارو ڪنيل آهي، پر ان جو دائرو وسيع ڪري جيتري تيتري شادي ۽ طلاق جا مسئلا به منجهس وڌا ويا آهن. هيءَ هڪ روايتي آکاڻي پئي لڳي، پر ان جي مسئلن کي ڦولهڻ ۽ نباهڻ نهايت سمجهه ۽ سياڻپ سان ڪيو ويو آهي. ليکڪ جو مقصد آهي ته هڪ مرد جو هڪ عورت سان ميلاپ، پريتي وواهه تي ٻڌل، آدرشي سبنڌ آهي. پر جيڪڏهن ڪن زبردست سببن ڪري ڏوهين ۾ محبت سالم نه رهي ۽ سڄو زندگي زهر ٿي پوي، ته پوءِ ٻنهي کي طلاق معرفت هڪ ٻئي کان الڳ ٿيڻ جو حق حاصل ٿيڻ کپي. اڳين ناول وانگر هن جو موضوع به اهم ۽ نئون آهي، پر ڳڻو ان جي چند ڇاڻ تي گهٽي توجهه ڏيڻ ڪري، ڪردار نگاري وري به گهرائيءَ سان ڪانه ڪيل آهي. عبارت سٺي استعمال ڪيل آهي، ۽ ٻوليءَ جون ڪچايون اڳين ناولن کان گهٽ آهن.

١٩٥٤ع جو ڇهون اصلوڪو ناول هو نوجوان شاعر موتي پرڪاش جو "اندار و اجالو" جو "رم جهم ساهتيه مالا" ۾ ڇپيو هو. هن ناول ۾ هڪ لس ٻئي لس آکاڻي لکيل آهي جنهن ۾ لاهه چاڙهه ڪونهي، ڪي دلڪش واقعا ڪونهن، ڪشمڪش ڪانهي ۽ ڪو به پاتر اڀري نٿو پئي. هن جو مسئلو به ساڳيو آهي جو مالهيءَ ۽ سندريءَ ادا ڪيو هو ته مڙس زال گڏجي ڪمائي ڪري سچا ساٿي بڻجن. پر منجهس تشبيهون شاعرانيون ڪر آندل آهن ۽ ٻولي رنگين، جنهن ڪري چڱو ناول شمار ڪري سگهجي ٿو.

هن سال جو ڇهون ناول مشهور ڪهاڻي نويس آنند گولانيءَ جو ڀريون ناول "مجو" هو جو "ڪهاڻيءَ" وارن ڇاپيو هو. هي ناول اهڙو مذاقي ڪونهي جهڙي جلد تي دعويٰ ڪئي وئي آهي ته سنڌي ساهت جو پهريون اصلوڪو مذاقي ناول آهي. منجهس ڪا خاص سنگين مذاق رکيل ڪانهي، پر هڪ چڱي، وندرائيندڙ، خوش طبع آکاڻي آهي جنهن ۾ ڪو ڏک درد ڪونهي. هڪ عامل ڇوڪري، خوش مزاج مجوءَ واڻيي سان ڪراچي ڪاليج ۾ گڏ پڙهندي پيار ٿي ڪري، ۽ پاڄ کان پوءِ ڇوڪريءَ جا مائٽ مجوءَ جي ساٿي قبول

ٿا ڪن. پر مجموعي جي مائٽن اها منظوري ڪانه ڏني آهي ته بنا سبب اوچتو آکاڻي بند ٿي ٿي وڃي ۽ شادي مهمل ـــ شايد پڻ پاڳي ۾ برهمڻ جو ميلاپ ڪرايو ويندو! سنڌ جي ڳوٺاڻيءَ زندگيءَ جي يادگيرين وارو بيان مٺو آهي. لکڻي به چڱي رواني ۽ اصطلاح واري آهي، تو به منجهس ٿورڙيون چڪون آهن.

مداني ليکڪ داس "طالب" جو "چيخ" سندس پهريون ڳنڀير ناول آهي ۽ "سرگم" جو ڇپايل آهي. هيءُ ناول پڻ پيار ۽ شاديءَ جي مسئلي تي ٻڌل آهي، پر هن لنبي ناول ۾ پورو ميزان رکيل ڪونهي. پهرين اڌ کان وڌيڪ حصي ۾ ڪاليجي برهمڻ جي وچ ۾ ڪيئن پيار پچڻي ٿو وڃي، تنهن جو اجائي تفصيلن سان بيان ڏنو ويو آهي، جو آکاڻيءَ جي رفتار کي اڻکياڻي ٿو ڇڏي. پڇاڙيءَ جو حصو وري ته ٽڪڙن ۾ ٻڌايل آهي. عبارت محاورن ۽ پهاڪن سان ڀريل آهي، تنهن هوندي به ڪن هنڌن تي ڪچايون رهيل آهن. هيءُ ناول جو سراسر تاثير چڱو آهي.

هن ليکڪ جا به آخرين ناول "پارت بليڪشن" جا ڇاپيل آهن. موهن ڪلپنا جو "لگن" جنهن ۾ سندس اڳين سال واري پهرين ناول "آواره" کان ڪافي سڌارو ڪيل آهي، تنهن ۾ هڪ نئين زماني جي آزادي پسند استريءَ جو چرتر چڱو چٽيو اٿس. پر ڪي واقعا سنسني خيز آهن ۽ حقيقت نگاريءَ کان دور آهن. ٻيءَ طرح آکاڻي چڱي وندرائيندڙ آهي ۽ ٻولي به سٺي ڪم آندل آهي، هن دور جو ٻيو پڇاڙيءَ وارو ناول آهي، سنڌ واري جهوني ناول نويس چندو لعل جشنگهاڻيءَ جو "منهنجي شادي" جنهن ۾ هڪ ’مرد‘ جو ٽن ڇوڪرين کي علحدن نمونن ۾ پيار ڪرڻ واري منجهيل مسئلي کي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪيل آهي، ۽ منجهس ڪردارنگاري به باريڪ طرح ڪيل آهي.

مٿين ناولن جي تفصيل وار ڪٿ ڪرڻ کان پوءِ، آخر ۾ اچي ڪي مکيه رمارڪ ڏيندس جي عام طرح ڳوٺن ني ناول نويسن سان لڳي اچن ٿا. منجهن خاص خوبي اها آهي جو هن هلڪتي ۽ آرٿڪ ڪشمڪش واري زماني جي تقاضا موجب هو ساهت کي صرف وندر يا موج مزي جو واهڻ نه ٿا سمجهن، پر ان کي زندگي بهتر ۽ خوشحال بنائڻ جو وسيلو ڪري ڪم ٿا آڻين. شوي رامناڻي ۽ موهن ڪلپنا جي ناولن وانگر جيڪي ناول گهڻو ڪري وندر لاءِ لکيا ٿا وڃن يا سنسنيءَ وارن حادثن سان ڀرپور آهن ۽ منجهن ڪو مطلب رکيل ڪونهي تن جو درجو اچ گهٽ آهي. گهڻا ليکڪ پنهنجن ناولن ۾ ڪونه ڪو مرڪزي مسئلو يا مقصد رکن ٿا؛ پر اهي جي ماليءَ جي ڪن ناولن وانگر، ٻه ٽي يا چار مسئلا ڪٺي هڪڙي ٿي ناول ۾ ٿا سٽين سي اڪثر مونجهارو پيدا ٿا ڪن. ڪي ته مسئلي جو حل ڏسيندي وڃي بحث مباحثي يا پرچار ۾ پون جيئن ڪجهه قدر سندريءَ ۽ ماليءَ جي ناولن ۾ آهي. اهو طريقو ڪلاڪاريءَ کان دور آهي ۽ آکاڻيءَ جي رُچي ڪٺي ٿو ڇڏي. ٻي خامي اها آهي جو ڪن ناولن ۾ پلاٽ

جي ڳوڙهو ڳولائي گهٽ آهي، يعني آڳاٽيءَ جا واقعا هڪ ٻئي مان اڀرندڙ نه آهن، پر جڙا جڙ ڏيا لڳا پيا آهن يا ڳانڍاپ ٺيا پيا آهن، جيئن داس "طالب" جي ناول ۾. ڪردارنگاري به ڪن ناولن ۾ ضعيف آهي؛ ڀاتين جا چتر فقط سطحي طرح چٽيا ويا آهن، جي يا ته فقط چڱا يا فقط بڇڙا ڏيکاريا ويا آهن. پر قدرتي طرح هرڪو انسان ڀلائيءَ ۽ برائيءَ جو ميل آهي. شيطان ۾ به ڪي خاصيتون آهن، ۽ فرشتن ۾ به ڪي خاميون. تنهنڪري انساني سڀاءَ جي تهن ۾ پهچي، ان جو ڳوڙائيءَ سان اڀياس جنهن جو ڪيل هوندو سوئي ڪامياب ناول نويس ٿي سگهندو. پر اسان جي عظيم خامي آهي ٻوليءَ جي. اسان جا پڪا ۽ آزمودگار ليکڪ، جن ۾ بلاغت آهي ته رواني به آهي، سي به ٻوليءَ جون چُڪون ٿا ڪن ۽ ٻيهڪ جون نشانيون پوريون نه ٿا ڏين؛ جنهنڪري سندن لکڻين مان اهو رس نه ٿو پراپت ٿئي جو اعليٰ ادب مان ملڻ کپي. پر انهن خامين جي باوجود فخر جي ڳالهه آهي جو ڇهن سالن جي ٿوري عرصي ۾ گهٽ اڌ ڊزن نوان نوجوان ناول نويس نکري نروار ٿيا آهن، جن پنهنجين تصنيفن مان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته کين ناول نويسيءَ جو ڪافي علم آهي، ۽ باقي جيڪا ڪاڻ اٿن سا به آزمودي ۽ استعمال سان پوري ڪري ڇڏيندا ۽ پين نونهال ليکڪن کي به ناول نويسيءَ لاءِ همٿائيندا.

---

جيئن سج، نور ۽ زندگيءَ جو سرچشمو آهي، تيئن علم ڪمال ۽ جلال جي کاڻ آهي، جنهن سان دل ۾ گرمي، تصورات ۾ عظمت، اکين ۾ روشني، ارادن ۾ بلندي ٿي پيدا ٿئي. علم، جابر ۽ ظالم نظام جو پردو چاڪ ٿو ڪري، ۽ انسان ذات کي آزاد ۽ خوددار ٿو بنائي. ان صورت ۾ ظاهر آهي، ته جابر نظام اهو ڪڏهن به نه چاهيندو ته سندس غلاميءَ جي زنجيرن کان انسان ذات آزاد رهي. تنهنڪري لازمي طور يا ته عام ماڻهن کي علم کان محروم رکڻ جي ڪوشش ڪندو، يا علم تائين پهچڻ جون سڀ واٽون عام ۽ وچولي درجي وارن ماڻهن لاءِ بند ڪري ڇڏيندو، ۽ فقط ان علم کي حاصل ڪرڻ لاءِ سهوليتون ڏيندو، جن جي پڙهڻ کان پوءِ پڙهندڙ صحيح معنيٰ ۾ سندن غلام بنجي سگهن.

سيد غلام مرتضيٰ

# بنديخاني جا ڏينهن

"سکر سيٺي ڏينهن جي مون گهاريا بند ۾!"

محبي محمدابراهيم ترغيب ڏياري ته مهراڻ لاءِ ڪو مضمون لکان، جنهن ۾ ترنگ جا تازا تجربا بيان ڪيل هجن. مهراڻ ادبي رسالو، ادبي بورڊ نيم سرڪاري جماعت، مضمون گهرندڙ خود سرڪاري سروس جو ماڻهو: لازمي طرح سندس انهيءَ گهُر جو اهو مطلب نه هو ته مضمون ۾ ڪا سياسي جهلڪ هجي. هئي طرف جي. ابر سيد جي ساري زندگي سياست جي جهولن کان جهربل، ادب ۽ علم جهڙين نعمتن کان دور- خود سندس جيل ۾ وڃڻ به سياست ڪري ٿيو- اهڙيءَ حالت ۾ مون کان اهڙي طلب ڪرڻ ائين هو جيئن "شاهه" صاحب فرمائي ٿو:

"مون کي مون ۾ين، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
اپا ائين چون، 'مڇڻ ٻاند ٻسائين'!"

نيٺ دل جهلي، بي‌اديءَ جي دنيا کان ادب جي ميدان ۾ پير پاتو اٿم: اميد ته اديب منهنجي اها بي‌ادبي معاف ڪندا.

١٢ نومبر، ڪراچيءَ ۾، شهر سان ڪرڪار لاهي، ١٠.٢ بجي ڏاري بنگلي تي آيس ته هڪ گاڏهي موٽر دروازي جي ٻر ۾ بيٺي هئي، جنهن مان هڪ صاحب لهي اچي مون سان مليو ۽ "سيڪيورٽيءَ" هيٺ گرفتاريءَ جو وارنٽ ڏيکاريائين. سامني ڪاٿي، سامان تيار ڪرڻ شروع ڪيم. آن وچ ۾ خيال پچائي رهيو هوس ته گهر ۾ ٻارن کي ڪهڙن لفظن ۾ اها خبر پيش ڪريان، جيئن انهن جي دل کي صدمو نه پهچي. آخر اندر اچي، ٻنا ڪنهن رک رکاءَ جي کين چيم ته "سياسي اختلاف ڪري مون کي حڪومت جيل ۾ نظربند ڪرڻ جو آرڊر ڪيو آهي، ۽ وٺڻ لاءِ پوليس وارنٽ کڻي آئي آهي؛ تنهن ڪري، اوڏاهين وڃان ٿو!" پوءِ چتائي سندن منهن ۾ ڏٺم: معلوم ٿيو ته ان خبر جيتوڻيڪ مٿن اثر ضرور ڪيو هو، ليڪن صبر کي هٿان نه ڇڏيائون. آئي سامان وغيره تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪيائون.

ڪراچي جيل ۾ اندر وڃڻ بعد، پهرين ٥، نمبر بئرڪ ۾ هڪ وڪيل صاحب سان گڏ رکيائون؛ بعد ۾ ١٤، نمبر بئرڪ ۾ بدلائي، هڪ جدا ڪوٺي ڏنائون. هڪ لوهي کٽ،

مٽول ۽ ڪتابن رکڻ لاءِ پرائو رنڪ روم جي سامان طور مليو. ڪمران مالي گهرائڻ تي بندش هڻڻ ڪري، آئي قيدين جي بنايل ماني ۽ تي گذران ڪرڻو پيو.

جيل ۾ حاصل ٿيل معلومات ناظرين جي واقفيت لاءِ پڻ حصن ۾ ورهائي پيش ڪندس. هڪ حصي ۾ ڪتابن جي مطالعي ۽ ان مان پيدا ٿيل سوالن تي غور و فڪر جو بيان هوندو؛ ٻئي ۾ جيل جي عام زندگيءَ جي جهلڪ پيش ڪندس.

## ڪتابن جو مطالعو

اسان جهڙن ماڻهن لاءِ، جن کي ٻاهر رلڻ کان پڙهڻ ياد ڪونه آهي، جيل جهڙي زندگي ڪتابن پڙهڻ ۽ آرام سان غور ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ عمدو موقعو ميسر ڪري ڏئي ٿي؛ بشرطيڪ عملدار شريف ۽ کاڌو طبيعت جي موافق هجي! بدقسمتيءَ سان ٻوبان ٻئي شرط ڪراچي جيل ۾ عدم موجود هئا. ليڪن ابتدا ۾ طبيعت جي تندرست هئڻ سبب، فرصت کي غنيمت شمار ڪري، گهڻو وقت مطالعي ۾ گذارڻ لڳس: اٽڪل ٥ هزار ڪن صفحا پڙهي ويس. آءٌ اڪثري جونديل مضمونن تي ڪتاب پڙهندو آهيان؛ انهيءَ ڪري، جيل ۾ به صرف فلسفي، تصوف ۽ تاريخ تي ئي ڪتاب پڙهيم.

بنيادي طرح، منهنجي طبيعت جذباتي ٿي رهي آهي: هوش تي جوش غالب ٿي رهيو آهي؛ ۽ جيئن ڪي چوپايا جانور تڪڙ ۾ کاڌو کائي، وري آن کي سڙي سان اوڳاريندا رهندا آهن، تيئن مون کي به فرصت ۽ تنهائيءَ ۾ ڪتابي مطالعي ۽ زندگيءَ جي عميق مسئلن تي فڪر ڪرڻ ۾ لطف ايندو آهي. جيل اندر فلسفي جي ڪتابن پڙهڻ ۽ تنهائي ماڻڻ ڪري مون کي پنهنجي گذشته زندگيءَ جي سرگذشت تي ويچار ڪرڻ جو موقعو مليو. مون ڏٺو ته ابتدا ۾ جو مذهبي اعتقادن جي بدولت خوش فهمي ۽ خوش اعتقاديءَ جي زندگي ٿي گذري، آن جي مضبوط ديوارن کي آهستي آهستي ڪري دنياوي تجربن ۽ علمي معلومات سوراخ وجهڻ شروع ڪيا هئا: تان جو ڪو وقت اهڙو به اچي پهتو، جتي اهي خوش فهميون ۽ خوش اعتقاديون ختم ٿي ويون، ۽ عالم حيرت جي ماٿريءَ تي اچي پهتو هوس. رد عمل جي ان درجي تي پهچڻ لاءِ پاڪستان قائم ٿيڻ بعد ان ۾ جيڪي حالتون پيدا ٿيون، گهڻي قدر اهي جوابدار هيون. مذهب جنهن کي دردن جي دفعي ڪرڻ جي دوا طور ڪتب آڻيندو هوس، تنهن جي ڪثرت استعمال ان جو تاثر گهٽ ڪري ڇڏيو هو. نه شب بيداريءَ جي تنهائيءَ ۾ اها لذت ٿي نصيب ٿي؛ نه دعا ۾ اهو تاثير رهيو هو؛ نه اکين جي آب، دل جي زخمن کي ڌوئڻ جو ڪم ٿي ڏنو؛ نه سجدي ۾ اها تڙپ رهي هئي: دل حقيقت شناس اڳ ۾ ڪانه هئي، ويتر مجاز جو تسلي ڏيندڙ تصور به نه ٿي پيو!

آن حيرت جي ماڳ ۾، مون کي ڪيترن مسئلن تي فڪر ڪرڻ جو موقعو مليو، جن مان پيدائش ڪائنات جا سبب ۽ مقصد، روح ۽ مادي جي حقيقت ۽ ماهيت، فرد ۽ جماعت جا باهمي تعلقات ۽ جوابداريون، ڪرمن جا نتيجا، موت کان پوءِ زندگيءَ جي حقيقت، خاص مسئلا هئا. مون کي فلسفي جي ڪتابن پڙهڻ مان اهو به معلوم ٿيو ته هن وقت انهن مسئلن تي غور ٻن نظرين ذريعي ٿي رهيو آهي: هڪ آئيڊيلزم يعني روحانيت ذريعي، ۽ ٻيو مٽيريلزم يعني ماديت ذريعي. آن جو لازمي نتيجو اهو نڪتو آهي ته اڄ ڪلهه جو فلسفو ۽ ملڪي سياست به ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا آهن. هڪڙا شخصي آزاديءَ کي اتري اهميت ڏين ٿا جو جماعت جي اهميت ٿي گهٽجيو وڃي؛ ٻيا وري جماعت کي اتري اهميت ڏين ٿا جو شخص جي حيثيت ثانوي ٿيو پوي. "مٽيريلسٽ"، مادي کي اول ۽ بنيادي سمجهي، روح کي آن تي مدار رکندڙ سمجهي ٿو ۽ حيات بعد الممات کي نٿو مڃي؛ جنهنڪري، بهشت ۽ دوزخ رد ڪري، جزا ۽ سزا جو دائرو محدود ڪري، هن دنيا تائين پهاري ٿو. ٻئي طرف "آئيڊيلسٽ" روح کي اول ۽ بنيادي ڄاڻي، مادي کي روح جو مظهر يا صفت ٿو سمجهي؛ روح کي دائمي ڪري مڃڻ سبب هو حيات بعد الممات کي مڃي، بهشت ۽ دوزخ، جزا ۽ سزا ۾ ايمان رکي ٿو. پهريون گروهه مذهب، روح ۽ "ادراڪ" تي ڀروسو ٿو رکي: ٻيو گروهه سائنس، تجربي ۽ عقل تي مدار ٿو رکي.

انهن ٻنهي گروهن جي اختلاف اڄ ڪلهه انسان ذات کي ٻن بلاڪن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي: هڪڙا "ڪميونزم" جا حامي، ٻيا "ڪئپيٽلزم" جا طرفدار آهن. مون ٻنهي ڌرين جا ڪتاب ۽ نظريا پڙهيا؛ منهنجي نظر ۾ انهن ٻنهي جي ظاهري مخالف نظرين جو علاج صوفيءَ جي نظريي "وحدت الوجود" وٽ آهي. ان کان انڪار ٿي نٿو سگهي ته صوفيءَ جي ساريءَ دعويٰ جو بنياد "خيال" ۽ "ادراڪ" تي آهي- تجربي ۽ سائنس جي ڪسوٽيءَ تي ان دعويٰ جو ثبوت ملي ڪين سگهندو- ليڪن اسان کي ڏسڻو آهي ته آيا هنن ٻنهي دعويدارن جو علم مڪمل آهي، جنهن جي بنياد تي هو صوفيءَ جي دعويٰ کي رد ڪري سگهن؟ "آئيڊيلسٽ" روح جي حقيقت ۽ ماهيت بابت صاف نه آهي؛ حيات بعد الممات، دوزخ ۽ بهشت، جزا ۽ سزا بابت هن وٽ اختلافي رايا آهن، ۽ هُن، وقت بوقت، قديم نظرين ۾، حالات ۽ معلومات جي مطابق، تبديليون پئي ڪيون آهن. ٻئي طرف "مٽيريلسٽ" مادي جي آخري جزي- ائٽم- کي ورهائي ان جي حصن اليڪٽران ۽ پروٽان ۾ ڪرڻ بعد، مادي جي ڪثرت پوزيٽران اليڪٽران (جو تعداد ۾ هر جنس جي مادي جي ائٽم ۾ هڪ جيترو آهي) جي وحدت جو قائل ٿيو آهي. ساڳئي وقت ساهه جي آخري جزي- ائموبيا- تي پهچي ان ۾ "مائينڊ" جي وجود کي (جنهن کي ڪٿي روح چئجي) مڃي ٿو. آن کان وڌيڪ اڃان ڪيس علم حاصل نه ٿيو آهي: ساهه ۽ روح جي پيدائش جي سبب، ۽ موت کان پوءِ آن جي حيثيت بابت

معنائيءَ سان ڪنهن نتيجي تي پهچي ڪين سگهيو آهي. ازانسواءِ، هن ڪائنات جي پيدائش جي سبب ۽ مقصدن بابت به واضح طور ڪنهن نتيجي تي نه پهتو آهي. ڏٺو وڃي ته انهن پهرين ته پڻ ڏريون اڃان ابتدائي معلومات جي درجي کان مٿي نه چڙهيون آهن. ڪهڙو عجب جو آهي هلي، هو روح ۽ مادي کي جدا سمجهڻ جي بدلي هڪ ڪري ڏسن! شايد "واڻيءَ" ۽ "زر" جي پرک اڃان پروڙي نه سگهيا هجن! انهيءَ ڪم ٿيل تار جي ملي وڃڻ لاءِ اسان کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، نه ته قوي گمان آهي ته هي جماعت ۽ شخص، ڪميونزم ۽ ڪئپيٽلزم، "جمهوريت" ۽ "ڊڪٽيٽريءَ" جا اختلاف دنيا کي تباهيءَ جي ڪناري تي وڃي پهچائيندا. اهي ۽ اهڙا ٻيا خيال هئا جن تي جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾ تنهائيءَ جي وقت فلسفي ۽ تصوف جي نقطي نگاه. سان غور ڪندو رهندو هوس.

مٿي عرض ڪري آيو آهيان ته جيل ۾، فلسفي ۽ تصوف جي ڪتابن کان سواءِ، تاريخ جي ڪتابن کي به خوب پڙهڻ جو موقعو مليو. تاريخ، ماڻهن ۽ قومن جي سرگذشت ۽ واقعات جي گڏ ڪيل مجموعي جو نالو آهي. قرآن ۾ آهي ته 'انهن قصن ۽ ڪهاڻين مان سمجهدار ماڻهن کي سبق حاصل ٿو ٿئي.' ليڪن مون ان طرف اڪثر ڪم توجهه ڏنو آهي. جيل ۾ وڃڻ کان اڳ تاريخ تي ڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ڪتاب مس پڙهيا هئم. ان جو مکيه سبب شايد اهو هو ته حال ۽ مستقبل جي مسئلن مون کي ايترو ته مشغول رکيو جو ماضيءَ تي نظر ڊوڙائڻ لاءِ فرصت ئي ڪانه ٿي ملي. ڪجهه طبيعت جي لاڙي، ڪجهه جوش جوانيءَ، ڪجهه ناتجربيڪاريءَ دنيا جي معاملات ڏانهن خوش فهميءَ (آپٽيمزم) يا آشا وادي نظر سان ڏسڻ تي آماده ٿي ڪيو. انهن نيڪ اميدن کي خيال ۾ رکندي، انسان ذات کي غربت، جهالت، بداخلاقي ۽ ڏاڍائيءَ جي مرضن کان نجات ڏيارڻ ۽ کيس فرخنده حاليءَ، علم، اخلاق ۽ مساوات جي نعمتن سان آراسته ڪرڻ پنهنجي زندگيءَ جو مول مقصد مقرر ڪري، ان جي حصول لاءِ ڪوشش ڪندو رهيس. ابتدا ۾، عمل جو دائرو سرزمين هندوستان رکيو ويو؛ ليڪن تجربي بعد ۽ حالات سازگار نه هئڻ ڪري مسلمانن جي نئين حاصل ڪيل ملڪ پاڪستان تائين ان کي محدود ڪيو ويو. اڳتي هلي معلوم ٿيو ته انهن ۾ به بنگالي، پنجابي، سنڌي، بلوچ ۽ پٺاڻ جدا قوميتون هيون، جن مان فقط هڪ منجهان مٿي ذڪر ڪيل مرضن کي دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ پاڪستان جي خدمت ڪرڻ جي برابر سمجهڻ لڳس. انهيءَ نقطي نگاهه کان سنڌ جي رهاڪن مان غربت، جهالت، بداخلاقي ۽ ڏاڍائي دور ڪرڻ جي خدمت ۾ زندگي صرف ڪرڻ لڳس. ابتدا ۾ ان کي سولو ٿي سمجهيم، پر جيئن شاعر چيو آهي ته

"عشق ٿي آسان پانيم، ليڪن پر او ڪو اد پون!"-

وقت گذرڻ بعد، معلوم ٿيڻ لڳو ته عوام ۾ سياسي شعور جي گهٽتائيءَ، قومي اخلاق جي ڪميءَ ۽ قربانيءَ جي مادي جي موجود نه هئڻ ڪري، ايتري ننڍي دائري ۾ به ترقيءَ

۽ خوشحاليءَ جو مقصد حاصل ٿئي، هڪ ڏاڍو مشڪل ڪم هو. سنڌ جي ليڊرن مان هر هڪ پنهنجي ذاتي نفعي خاطر، ملڪ، قوم ۽ عوام کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار هو. "شخص کي جماعت جي نفعي لاءِ قرباني ڪرڻ" جي ڪنهن کي سڌ ٻڌ ئي ڪانه پئي هئي. ملڪ ۽ قوم جي سياسي، اقتصادي، ڪلچرل، لساني آزادي ۽ ترقيءَ طرف هنن جون نظرون ئي نه پئي ويون. گذشته اليڪشن ۾، باوجود ايڏن وڏن مقصدن ۽ مرادن جي، صرف ست ميمبر اسيمبليءَ ۾ چونڊائي سگهياسون، جن مان چار وري به ذاتي مفاد کي ترجيح ڏيئي، وري وڃي "ڪيمپ" مان گڏيا. اسيمبليءَ ۾ باقي ٽي ميمبر وڃي رهياسون جي به دائم المريض. پيسي جي کوٽ عوام جي ڪم توجهيءَ، ڪارڪنن جي ڪميءَ اڳ ۾ ئي سست ڪري ڇڏيو هو. اوچتو سنڌ کي ختم ڪري مغربي پاڪستان ۾ هڪ صوبي ٺاهڻ جي تجويز، جيل ۾ وڃڻ، سنڌي ميمبرن جي اسيمبليءَ ۾ ان تجويز کي منظور ڪرڻ جا واقعا، اهڙا هئا جي طبيعت تي اثر ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهيا. دل مطمئن آهي ته بدن به ٺيڪ رهي ٿو؛ جي ان ۾ بيچيني پيدا ٿي ته پوءِ بدن به ڍرڪيو پوي. منهنجي جيل ۾ اها حالت هئي ۽ بيمار ٿي پيس. نااميدي تجهرو ڪري وڌي. ان وقت فلسفي ۽ تصوف جي دقيق ڪتابن پڙهڻ جي طاقت نه رهي هئي. هڪ دوست تاريخ جو ڪتاب دل وندرائڻ لاءِ پڙهڻ واسطي ڏنو. آهستي آهستي ڪري هن موضوع تي اڻ کٽ وڏا ڪتاب پڙهي ويس. انهن زندگيءَ تي نئين نقطي نگاهه کان نظر ڪرڻ لاءِ دروازو کوليو. تاريخ جي معلومات جو دائرو وسيع ٿي چڪو هو: علم هيئت (آسترانامي)، علم طبقات الارض (جيالاجي)، علم الانسان (انٿروپالاجي)، علم آثار قديم (آرڪيالاجي)، جي مدد ان کي ڪافي ڪشادو ڪيو هو.

تاريخ جي مطالعي ڪرڻ سان، ڪئي هزار ورهين جا واقعات اکين اڳيان ڦرڻ لڳا. ميءَ ٿي ڏرتي هئي، جتي ڪيئي ملڪ جن ۾ هزار ورهين جون تهذيبون هيون، سي ڌرتيءَ جي ڏيڻ ڪري غرق ٿي ويا يا آب هوا جي بدلجڻ ڪري ويران ٿي ويا؛ ڪي برف هيٺ آيا ته ڪي حصا ملڪ جا پاڻيءَ مان ڦري ڌرتي ٿي پيا؛ ڪيترين تهذيبن جي جاءِ بين ورتي؛ ڪيتريون قومون ترقيءَ تي پهتيون ته پيون تنزل ۾ ويون!

ڪيترين قومن فاتح ٿي ٻين ملڪن تي قبضو ڪيو، ۽ اڳي جا رهاڪو غلام ٿي رهيا يا نون آيلن کي پاڻ ۾ ملائي هضم ڪري ڇڏيائون؛ ملڪن جون سرحدون پئي گهٽ وڌ ٿيون آهن. نسل پئي پاڻ ۾ خلط ملط ٿيا آهن. انهيءَ وسيع منظر ۽ مختلف واقعات جي پويان، جي غور ڪري ڏسبو، ته چند فطرت جا قانون ۽ پڻ انساني خيال ۽ ارادا ڪارفرما نظر ايندا. هر صالح ۽ مضبوط شي جٽاءُ ڪري ٿي، ۽ هر غير صالح ۽ ڪمزور شي زبون ٿئي ٿي. قانون ارتقا هر جڳهه تي اثر انداز نظر ايندو. معلوم ائين پيو ٿئي ته، باوجود ظاهري اختلافن جي، انسان ذات هڪ نظام - اخوت جي وحدت - طرف وڌي رهي آهي. ابتدا کان وٺي انهيءَ

وحدت جي قائم ڪرڻ لاءِ جدا جدا تجربا ٿي ٿيا آهن. شهنشاهن جون فتحون، قومن جون هجرتون، واپار جا تعلقات، مذهبن جو پرچار سڀ انهيءَ سلسلي جون ڪڙيون ٿي رهيون آهن. هڪ طرف جيڪڏهين انساني خيال ۽ ارادي انهيءَ ڏس ۾ ٿي ڪوشش ڪئي آهي، ته ٻئي طرف ملڪن جي آب هوا، پيداوار جي ذريعن، نسل جي ملاوت، ٻوليءَ، ڪلچر ۽ تاريخي روايتن ڪثنبن، ۽ قبيلن ۽ قومن جي ٺاهڻ ۽ ترقي ڪرائڻ ۾ حصو ٿي ورتو آهي.

ڪابه هڪ ڳالهه قومن جي ٺاهڻ ۽ ترقيءَ لاءِ ڪافي نه آهي. قومون هڪ جنس وارن ماڻهن جا مجموعا هونديون آهن، جي هزارها سال ساڳئي ملڪ ۾ رهڻ ڪري، هڪ ٻولي ۽ هڪ ڪلچر اختيار ڪندا آهن ۽ جي هڪ ٻئي جا نفعا ۽ نقصان ساڳيا سمجهڻ لڳندا آهن. منجهن ساڳئي قسم جي ماڻهن جي صدها ورهين جي لاڳاپي ڪري هم‌جنسيت پيدا ٿيندي آهي. ماڻهو مٽيءَ يا ڌاتو جا لهيل ڪونه هوندا آهن، جي سانچي ۾ وجهڻ ڪري هڪ ئي قسم جا پتلا بنجي پون. جن به شهنشاهن يا حاڪمن قومن کي پنهنجي وڳ ۾ رڱڻ جي ڪوشش ڪئي - ۽ اها ڪوشش نطري طرح پيدا ٿيل قومي گروهن جي برخلاف هئي - سا ڪڏهين به ڪامياب نه ٿي هئي. زيڪوسلوڪيا، اٽليءَ ۽ پولنڊ کي ٽوڙي ٻين پر وارن ملڪن ۾ ملائڻ ۽ انهن قومن جو حصو بنائڻ جا مثال اسان جي اکين اڳيان هئا. عرب ۽ ترڪ هڪ خليفي جي هٿ هيٺ ۽ هم‌مذهب هئڻ جي باوجود به ساڳي قوم بنجي نه سگهيا. ايران ۽ افغانستان وارن جي ٻولي به ساڳي، مذهب بہ هڪ حد تائين ساڳيو؛ ليڪن اهي هڪ قوم بنجي نه سگهيا. عراق، لبنان، شام، عربستان، فلسطين ۽ مصر جا رهاڪو سڀ عرب آهن؛ ٻولي ۽ ڪلچر بہ ساڳيو اٿن، مذهب ۾ بہ مسلمان آهن، ليڪن سڀ گڏجي هڪ سياسي حڪومت ٺاهي نه سگهيا آهن.

اهي ۽ اهڙا ٻيا مثال اکين اڳيان هڪ طرف هئا، ته هيتي پاڪستان ۾ چند ماڻهو جن جا مفاد انهيءَ ۾ آهن ته سڀني صوبن کي گڏي هڪ ڪجي، سي الهندي پاڪستان جي هزار ورهين جي ملڪي حدن، زبانن، ڪلچرن، تاريخي روايات ۽ سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي برخلاف، سڀني مستقل قوميتن کي زبردستيءَ گڏي هڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. آءٌ جنهن صورت ۾ سنڌي قوم جو فرد آهيان، پنهنجي ماڻهن جي زبان، ڪلچر، تاريخي روايات ۽ سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي هن طرح سان زبردستيءَ ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڏسي، نهايت ارمان ۾ پئجي ٿي ويس. ڊپ هوم ته متان ڪم همتيءَ ڪري هيءَ قوم ئي ختم ٿي وڃي: ڇاڪاڻ ته سياسي شعور، قومي اخلاق ۽ قربانيءَ جو مادو جو قومن جي بقا ۽ ترقيءَ لاءِ ضروري جزو هوندو آهي، اُن کان ڪم از ڪم اسان جو مٿيون طبقو غير مانوس هو. ليڪن تاريخ جي پڙهڻ، منهنجي پست همتي دور ڪري، وري اميد جو ترور پيدا ڪيو. سچل سرمست فرمايو آهي:

"اس چشم موري نـي ايسا اسرار ڏيکها تها،
ڪ بيچ ابردي آفتاب دا انوار ڏيکيا تها!"-

ان ڪري، نيون اميدون ۽ جذبا پيدا ٿيا. ايرانين جو سنڌ تي قبضو، يونانين جي سڪندر اعظم جي سپه سالاريءَ هيٺ فتح، عربن جو سنڌ تي تسلط، مغلن ۽ انگريزن جون حڪومتون ۽ سنڌ کي ختم ڪرڻ جون ڪوششون — سڀ اکين اڳيان هيون: ليڪن، تاريخ ثابت ڪيو ته سنڌ جو ملڪ، زبان، ڪلچر، قوم، سياسي ۽ اقتصادي مفاد ساڳيءَ طرح قائم آهن. جن انهن کي ختم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون، سي ختم ٿي ويا. اسان ٻمبئي سان ٻ ٠٠ سال ڪن "ڳنڍيل" هئاسون، ليڪن اهي ڳالهيون سڀ خواب وانگر گذري ويون. قومن ۽ ملڪن جي زندگيءَ ۾ صديون ٻه ڪا وڏي حيثيت نٿيون رکن. مون کي پنهنجو مثال ان ماڻهوءَ جهڙو ڏسڻ ۾ آيو، جو عمارت جي چوٽيءَ تي ويهڻ ڪري، ٻري ڪان ايندڙ حملہ آورن جو گروہ ڏسي، دانهن ڪري ٿو. هيٺ جاين اندر خواب غفلت ۾ ستل ماڻهن سان ڪي آواز ٻڌن ٿا، ڪي نٿا ٻڌن. ٻڌڻ وارن سان ٻه ڪي ننڍاڪرا هڻڻ ۽ ڪي ٻست همتيءَ ڪري ان طرف توجهہ نٿا ڏين ۽ نکي پنهنجي حفاظت جو ڪو انتظام ٿا ڪن. ليڪن اهو يقين اٿم ته سنڌن ڪم توجهي، ڊپ ۽ خواب غفلت کين انهيءَ ايندڙ خطري کان بچائي نہ سگهندا: ٿوري گهڻي وقت کان پوءِ کين مون وانگر دانهون ڪرڻيون پونديون — صرف اڳي پوءِ جو تفاوت آهي. پوءِ جڏهين گهر وارا سجاڳ ٿيندا، ته ٻانهي پنهنجو بچاءُ ڪندا.

## جيل جي زندگي

ڪراچي جيل ٻاهران تہ ننڍو ٻني ڏسڻ ۾ آيو، ليڪن اندر اچڻ بعد معلوم ٿيو تہ ان چوديواريءَ جي رهاڪن جي ٻه پنهنجي دنيا هئي، جنهن جون رهڻيون ڪرڻيون، قصا ۽ ڪهاڻيون ٻاهرينءَ دنيا کان جداگانہ هيون: جتي جي مسئلن ۽ تڪليفن کان ٻاهرين دنيا اڪثري غير واقف هئي. مون کي سياسي قيدين سان گڏ جدا ٻرڪ ۾ بند ڪيو ويو هو. سواءِ چوديواريءَ ۾ ۽ شام جو احاطي جي اڳيان، پوليس جي چوڪسيءَ هيٺ، گهمڻ جي ڪنهن سان ملڻ ۽ ملاقات ڪرڻ جو موقعو گهٽ ٿي مليو: تہ ٻه حقيقتن تي چنائي ڏسڻ ۽ حالتن کي غور سان ٻڌڻ بعد، گهڻا احوال معلوم ٿي سگهيا. انهن کي پوريءَ طرح ڪاغذ تي چڙهڻ لاءِ "وڪٽر هيوگو" جهڙن اديبن جي ضرورت آهي. ٻر جيڪي ڪجهه ٿڪي نموني آءٌ انهن چيزن کي بيان ڪري سگهان ٿو، تيئن آءٌ ٻڙ هندڙن جي واقفيت لاءِ پيش ٿو ڪريان.

جيل جي زندگي ٽن گروهن ۾ ورهايل آهي: ١، آفيسرن ۽ آن سان واسطو رکندڙ عملو؛ ٢، سياسي الف ۽ بي ڪلاس جا قيدي؛ ٣، سي ڪلاس ڏوهاري قيدي.

آفيسن ۽ سنڌن عملي جي گروهه ۾ هڪ سپرنٽنڊنٽ، ٽي جيلر، ٻه ڊاڪٽر، ٻه ڪمپائونڊر، هڪ پوليس جو صوبيدار، هڪ سو کان مٿي پوليس وارا، ڪلارڪ ۽ مقاطعدار اچي وڃن ٿا. رواجي طرح سمورو ڪاروبار سپرنٽنڊنٽ جي حوالي رهندو آهي، ليڪن هتي وڏو جيلر هر ڪم تي قابض هو. سپرنٽنڊنٽ چوڻ ۾ ٿي آيو ته ڪنهن بنڪ ۾ نوڪري ڪندو هو. ايڪن پاڪستان جي وزير داخله جهڙي آفيس ۾ لاڳاپي هئڻ سبب هتي ڪجهه آيل هو. بي زهر، ۽ ڪم ڪان اڻ واقف هئڻ ڪري، هن ڪڏهن سڌاري جو ڪم نه ڪيو هو. هر ڳالهه ۾ وڏي جيلر جي مصلحت مطابق هلندو هو. البت فئڪٽريءَ ۾ وڃي قيدين کان سخت ڪم وٺڻ، ڦٽڪا هڻائڻ، پوليس وارن تي ڏنڊ وجهڻ، قيدين کي مارن ڏيڻ ۾ خاص دلچسپي هيس. وڏي جيلر وري، انساني شرافت جي حدن کان گهٽ واقف هئڻ ڪري، خاص ڪري سياسي قيدين کي تڪليفون ڏيڻ ۾ مشق حاصل ڪئي هئي. منجهانئس نه پوليس وارا، نه ننڍا جيلر، نه ڊاڪٽر، نه قيدي خوش هئا. البت مقاطعدار کانئس راضي هئا، جو گاسليٽ، گيهه، چانور وغيره ردي ڏيئي، سٺي جنس جا پيسا وصول ڪندا هئا. قيدي ڳالهيون ڪندا هئا ته هن وڏي جيلر صاحب ۽ سنڌس ڪلارڪن جي گهران، انن جا چلڪا ۽ سيون جون ڪلون ٻاهر ڦٽي ڪرڻ لاءِ صبوح جو اين جام ڏنيون وينديون هيون. ڊاڪٽر هڪ سنڌ يافته هو، ليڪن سنڌس گهڻو وقت پنهنجي خانگي اسپتال ۾ گذرندو هو. صبوح جو چند ڪلاڪن لاءِ نظر ڪري ويندو؛ پوءِ سمورو ڪم اڻ ڊاڪٽر جي حوالي هوندو هو، جو ويچارو هلندو سارو ڏينهن پيو هو ليڪن چاڻندو گهڻو ڪو نه هو! وڏي ڊاڪٽر کي پگهار، ۽ بنگلو رهڻ لاءِ مليل هو؛ ۾ جيل جي ڪمائي ڪافي نه هئڻ ڪري، ٻاهر "روزگار" لاءِ مٿا هڻنا پوندا هئس! البت ڪڏهين ميوو يا گوشت نه ايندو هو، ته معلوم ٿيندو هو ته ڊاڪٽر مقاطعدار جو سامان رد ڪيو آهي، اِن ڪري انهن جي اچڻ ۾ دير ٿي آهي. ليڪن باوجود انهيءَ "چوڪسيءَ" جي به سامان – گيهه، کير، ميوو، گوشت – سڀ ردي ايندا هئا. خبر نه آهي ته ڊاڪٽر باقاعدي انهن چيزن جي هر روز تپاس ڪندو هو، يا فقط ڪنهن ڪنهن وقت مقاطعدار تي ناراض ٿيڻ سبب سنڌس کي شيون رد ٿينديون هيون! پوليس وارا ويچارا مصيبت جهڙي منهن ۾ هئا. رات ڏينهن نوڪري ڏيندا هئا. پگهار گهٽ هون. هميشه سپرنٽنڊنٽ ۽ جيلر صاحب جي ناراضگيءَ جا شڪار ٿي ڏسبا هئا. وقتي "ميلادالنبيءَ" جا چندا به کين ٿي ڏيڻا پوندا هئا. پوءِ ويچارا سياسي يا اي ۽ بي ڪلاس قيدين جي درن تان ڪجهه راشن يا چاءِ وٺي پيا گذر ڪندا هئا. انهن ۾ به ڪي بالا عملدارن جا منظور نظر، ته ڪي سنڌن نظرن تان لٿل هئا!

مهذب ملڪن جو دستور اهو هوندو آهي ته ٻنا ڪيس هلائڻ جي جهليل سياسي قيدين کي هر طرح جون سهوليتون ڏنيون وينديون آهن. هتي به پاڪستان جي حڪومت انهن لاءِ وظيفا چڱا مقرر ڪيا هئا – بي ڪلاس قيدين لاءِ ماهوار ٨٠ روپيا کاڌي واسطي ۽ ٢٠ روپيا ريزڪي خرچ لاءِ؛ هڪ روم، پلنگ، ڪرسي، ميز، ڪتابن لاءِ رئڪ ۽ پنهنجي بستري

رکڻ جي سهوليت ۽ اهڙيون ٻيون مختصر سهولتيون قانون مطابق ميسر ڪريون ائون؛ پر وڏي جيلر صاحب پنهنجي آخرت ۽ دنياوي ترقيءَ جو باعث سياسي قيدين کي تڪليف ڏيڻ ۾ ئي سمجهيو! ان ڪري، حڪومت طرفان ميسر ڪيل سهوليتون به پوريءَ طرح مهيا نه هيون. انهيءَ ڪري، هڪ ٻه دفعا بک هڙتال به ٿي؛ سياسي قيدين کي مارون ۽ سزائون به ڏنيون ويون؛ ليڪن پڇاڙيءَ ۽ سٺي وارو ڪونه هو، جو مٿي تائين اهي عملدار رسائي ڪيو وڃا هئا. ازانسواءِ اسان جي حاڪمن کي فرصت ڪٿي هئي ته هن ليکل دنيا تي رحم جي نظر ڦيرائين! جيڪڏهين منجهائن ڪو ايندو هو ته به هن کي ڦيڪٽريءَ مان ڪيهائي ٻاهر ولي ويندا هئا. جيڪڏهين ڪنهن قيديءَ اهڙي ڪنهن معزز مهمان سان ڪا شڪايت به ڪئي ته ان کي پوءِ سزائون ڏنيون وينديون هيون. آءِ اي ڪلاس ۾ هوس. ان ۾ ماهوار ٥٠ روپيا کاڌي لاءِ ۽ ٥٠ روپيا ٻين متفرقه ضرورتن تي خرچ ڪرڻا هئا؛ ليڪن هر ڳالهه ۾ تڪليف ڏني، آخر مون کي بيمار ڪيو ويو. جيلرن يا سپرنٽنڊنٽ کي جيڪڏهين ڪوبه احوال لکي موڪلڻو هو، ته سگريٽن جي باڪسن جي ٽڪرن يا بازار مان آيل ڪنهن ڪاغذ جي ٽڪري تي لکي موڪليندا هئاسون، جو ڪاغذ ڪونه ڏيندا هئا. جنهن صورت ۾ سڀئي سياسي قيدين وٽان اهڙيون ٺيهريا چاليهه ٽڪريون هر روز جيلر صاحب وٽ وينديون هيون - ۽ هن کي فرصت گهٽ ۽ همدردي ڪانه - ان ڪري، انهن جي جواب جي اميد هميشه گهٽ هوندي هئي. اڪثري وڪيلن کي سندن اصيل قيدين سان ملاقات ڪرڻ نه ڏني ويندي هئي. ڪيترن قيدين جون درخواستون ڪورٽ يا اختياريءَ وارن ڏي موڪلڻ کان انڪار ڪيو ويندو هو. سياسي قيدين کي ڪورٽ ۾ هٿڪڙيون وجهي نيڻ جو دستور به اتي ئي ڏٺو ويو. حيدربخش جتوئيءَ کي اڪثري هٿڪڙيون وجهي، ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويندو هو. البت جنهن ڏينهن سپرنٽنڊنٽ اچڻ وارو هوندو هو يا ڪو ٻاهران عملدار اچڻو هوندو هو، تنهن ڏينهن ٻاهران رستن جي صفا ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ٿيندي هئي. اڪثر سياسي قيدي پنهنجو وقت پڙهڻ ۾ گذاريندا هئا. بي ڪلاس سياسي قيدين کي رات جو بند ڪيو ويندو هو، - سواءِ انهن مائهن جي جيڪي باوجود آن جي ته ڏوهن ۾ سزاياب ٿي ايندا هئا، ليڪن سندن ڪا سفارش هوندي هئي يا اختياريءَ وارن کي ڪنهن صورت ۾ خوش ڪري سگهندا هئا. ڪاسليٽ ۾ پاڻي ٻيل هوندو هو؛ ٻتيون اڪثري ڪلاڪ ڪن جي اندر وسامي وينديون هيون، ۽ قيدي ننڍين اونداهي ڪوٺين ۾ شيخن جي اندر رات گذارڻ تي مجبور ٿيا هئا. بي ڪلاس وارن کي ڪموڊ جاءِ ۾ ملڻو هو، پر ڪن کي صرف ڪوٺڙيون ڏنيون ٿي ويون. اسان جي ٿلهن متارن دوستن سان ته جنسي ويل هو. ڪي دوست پنهنجو ڪجهه وقت وٺي ٻوڪڻ تي صرف ڪندا هئا، پر پاڻ اڪثري ڪونه ملندو هون. گندگي گهڻي هئڻ ڪري، مکيون ۽ مڇر جام هئا. جيڪڏهين ڪو ڦلٽ گهرائيندو هو ته ان جو ڏهه اڪثري ٻاهر رکيو ويندو هو - صرف ٿورو پري موڪليو ويندو هو، جو وري ڏهه ڏينهن

ڪونہ پرچي سگهندو هو. اڪثري ڀيري دشمن ڏوهاري پرچڻ کان پوءِ، ڏيهو خلاص ٿي ويندو هو: شايد جيل جا ڪيترا قلت ڪي به بيهي ويندا هئا! ڀيري وڌڻ لاءِ وات کان ڪم ورتو پوندو هو، ڇاڪاڻ تہ ننڍو ڪپ بہ جيل ۾ سياسي قيدين کي ڪونہ ڏنو ويندو هو. ڪڏهن، ڀڳي وغيره کائڻ وقت مزا ٿيندا هئا!

ڪراچيءَ جيل ۾ اٽڪل ۱۸ سو کن قيدي هئا، جن مان اٽڪل ۲ سو کن سياسي ۽ مٿين ڪلاس وارا قيدي هئا؛ باقي سوره سو کن "سي ڪلاس" جا قيدي هئا. سي ڪلاس قيدين کي هيٺين گروهن ۾ ورهائي سگهبو:

(۱) روزگار جي تنگيءَ يا اخلاق جي خرابيءَ ڪري گناهہ ڪندڙ قيدي؛

(۲) شڪ ۽ بي روزگاريءَ سبب رول هڻڻ، شڪ يا دشمنيءَ هيٺ سزاياب ٿيل قيدي؛

(۳) اڻ بالغ ڇوڪرا؛

(۴) بي ڏوهيا جيل ۾ رکيل قيدي؛

(۵) جوش ۽ انتقامي جذبي هيٺ جهيڙي ۾ آيل ڏوهاري.

هر هڪ گروهہ ۾ ڪيترو ڪيترو قيدين جو هو، اُن جا انگ اکر پوريءَ طرح معلوم نہ ٿي سگهيا؛ جو اسان کان هر شي مخفي ٿي رکي ويئي ۽ "جيل اندر بہ جيل ۾ هئڻ ڪري" پوريءَ طرح پتو لڳائڻ مشڪل هو. تنهن هوندي بہ هر هڪ گروهہ متعلق جيڪا ڪجهہ معلومات مون کي حاصل ٿي سگهي سا پڙهندڙن اڳيان پيش ڪبي.

اخلاقي ڏوهارين جي گروهہ ۾ ڪيترا اهڙا بہ ماڻهو هئا جن جو چوڻ هو تہ 'روزگار ڪونہ هو؛ ٻچا بک ٿي مئا، ڪپڙو سڄو ڪونہ هو؛ اڪيلي شي ملي ويئي، جا کڻي، ڪنهن آنديسين تہ اتفاق سان ڪوڙي پياسين ۽ سزاياب ٿي جيل ۾ آياسين'. انهن ۾ ٻيو قسم انهن ماڻهن جو هو، جي نشي جي عادت ۾ گرفتار ٿيل هئا ـ دائرن ۽ مڪانن ۾ ويندڙ هئا، جن مان ڪن کي چرس پيندي يا وڪڻندي گرفتار ڪري سزاياب ڪرايو ويو هو. ٽيون قسم اهو هو جو ڪنهن جرم، جهڳڙي، دشمنيءَ وغيره سبب اڳهي جيل ۾ آيل هو، جن کي جيل جي سختين، جيلين جي خراب صحبت، آفيسرن جي بي رحميءَ ۽ جيل کان نڪرڻ بعد روزگار کان جواب ملڻ، عادتي گناهگارن جي صحبت وغيره ڏوهہ تي هيرائي ڇڏيو هو. چوٿون قسم اهو، جو ڪنهن باقاعدي چميل ٿيل ۽ ڪم ڪندڙ بازاريءَ جو پرزو هو. انهن سڀني جون عادتون، رهڻيون ڪرڻيون، ٻوليون، جاءِ رهائش ۽ طبيعتون جدا جدا هيون؛ ڪي پارٽ کان آيل هئا، ڪي پنجاب کان، ڪي بلوچستان کان تہ ڪي فرنٽيئر کان، ڪي ڪراچيءَ جا باشندا هئا تہ ڪي سنڌي هئا. اڪثر انهن ڏٺو ويو ٿي تہ هر ملڪ ۽ ٻوليءَ وارا اندر جيل ۾ پنهنجا ساٿي ڳولي لهندا هئا. غيرت ۽ خود داريءَ ۾ سنڌي قيدي البت ٻين کان

وڏيڪ ٿي پيدا ٿيا. ساڻيءَ، ڪپڙي ۽ ٻين ضروريات زندگيءَ جي تنگيءَ ھڻ سبب نديون ننڍيون چوريون ۽ رواجي جهيڙا جهڳڙا عام ھئا. اوائلت جو مرض وڌيل ھو. چغلي ۽ جاسوسي عام جام ھئي. ھمتون پست پيل ھيون. بيماريون ۽ بدن جون ڪمزوريون، ڪاڌي جي خرابيءَ ڪري جام ھيون. جنن جي ڏينهن يا ڪنهن وڏي آفيسر جي آمد کي مبارڪ فال سمجهيو ويندو ھو، جو ان ڪري ڪڏھين ڪجهہ معافيون ملنديون ھيون. ملاقات جو انتظام خراب ھو - پيسن سان ئي پورو ٿي سگهندو ھو. خط پٽ مشڪل سان موڪليندا ھئا. بيماري سندن وڏيڪ مصيبت جي آغاز جي نشاني ھئي.

بي گناهہ قيدين جي گروھہ ۾ ڪيترا دشمنين جو شڪار ٿيل ھئا، ڪي پوليس جا شڪ ۾ گرفتار ڪري سزاياب ڪرايل، ڪي بي روزگاريءَ ڪري رولاڪيءَ جي تهمت آيل، ھڪڙا ٻين جي عيوض ۾ ڦاسجي آيل، پيا ڀاڙي نہ ھڻ ڪري بنا ٽڪيٽ ريلويءَ جي سواري ڪرڻ سبب سزا کاڌل ۽ ڪي پوليس عملدار يا عملي جي ماڻهن جي ضد يا ڪاوڙ ڪري سزاياب ٿي آيل ھئا. مثلاً ھڪ بنگالي، جو ڪنهن سيٺ وٽ نوڪر ھو، اھو سيٺ جي ڪنهن دوست جي گهر ڪم ڪار سان ويندو ھو: ڪيس سيٺ جي ان دوست جي عورت سان خراب لاڳاپي ھڻ جي شڪ ۾ ڪجهہ سامان پٺيان لائي، ١٢ مهينا سزا ڏياري وئي ھئي: مٽ مائٽ نہ ھڻ ڪري وڪيل وغيره ڪري نہ سگهيو ھو. ھڪ ماڻهوءَ ڳالهہ ڪئي تہ ڀاڙي واري جي چوري ٿي، پوليس کي ٻيو ماڻهو ھٿ نہ آيو: سامان پٺيان لڳائي سزاياب ڪرايائون: عزيز دوست نہ ھڻ ڪري ڪورٽ ۾ وڪيل وغيره معرفت ڪوبہ پنهنجو بچاءُ ڪري نہ سگهيو. اسان جي ”بورچيءَ“ ڳالهہ ڪئي تہ ھو اصل لکنو جو ويٺل ھو: روزاني تي قرآن شريف جي تلاوت ۽ اتي عام افواھن جي ڦهلجڻ تي تہ ’پاڪستان ۾ غريب بہ شاھوڪار ٿيو وڃن‘، باوجود مائٽن جي منع جي بخت آزمائيءَ لاءِ پاڪستان آيو: ڪوڪرا بار ڪان اکري، گاڏيءَ ۾ چڙھي، ڪراچيءَ پهتو: واقف يار مددگار نہ ھڻ ڪري، ٽي ڏينهن فٽ پاٿ تي ستو ۽ بني ماني ڪاڌائين: چوٿين ڏينهن پوليس وارو مليس، جنهن سان پڇا ڪرڻ تي ساري حقيقت ڪيائين: ھن رحم کائڻ جي عيوض ”رولاڪيءَ“ ۾ گرفتار ڪري، ڇهہ مهينا سزا ڏيارائي ڇڏيس: آزاد ٿيڻ بعد وري ڇهن ڏينهن بعد ٽن سون جي ضمانت جي گهر ٿي، جا نہ ڏيڻ ڪري، ٻارھن مهينا جيل جي سزا وٺي آيل ھو. ھڪ ڇوڪري ڳالهہ ڪئي تہ ھو فرنٽيئر صوبي جي نوشهري شهر جي ٻر ۾ رھندڙ ھو: مئٽرڪ پاس ڪيل ھئس پر اتي نوڪري ڪانہ ملي سگهيس: ڪراچيءَ نوڪريءَ جي تلاش ۾ آيو: روزگار ڏيڻ واري ڪاتي وٺان خاطر خواہ جواب نہ ملڻ ڪري، ھن ٻين ھنڌن تي نوڪري ڳولي، ڳوٺان آندل پيسا کٽي ويس: آخر مجبور ٿي مزوري ڪرڻ لڳو: ھڪ ڏينهن ڪو ماڻهو ميري ويدر ٽاور وٽ مليس، جنهن پربل اڌ ڳوڻ جو بار کڻي ھلڻ لاءِ کيس اٺ آنا مزوري آڇي: اڃان ميمڻ جي مسجد وٽ آيا تہ پويان پوليس واري اچي کيس جهليو: پوليس واري کي اڳيان

ويندڙ هڻ جو مالڪ اشارو ڪري ڏيکاريائين، پر اهو "ياڳيو" يڪدم پوليس واري کي ڏسي، ڀڄي ويو: پوليس واري سامان سميت هن مزدور کي آلي ڪورٽ ۾ رجوع ڪيو ۽ ڪيس هلائي سزاياب ڪرايو. ريل گاڏيءَ ۾ بيسي ٽڪيٽ ڪري مسافري ڪرڻ جا ڏوهاري به هڪڙا پيا ويندا هئا، ۽ ڇپيا پيا ايندا هئا. هڪ ماڻهوءَ ڳالهه ڪئي ته هو ڪنهن سنيما ۾ نوڪري ڪندو هو: هڪ پوليس عملدار بنا ٽڪيٽ جي پاڻ ۽ دوستن سان سنيما ڏسڻ تي مهربان هو: مالڪ جي چوڻ تي مٿس روڪ وجهڻ تي ٺڪرونجي پيدا ٿي: ٿورن ڏينهن کان پوءِ هن سينيما جي دربان کي جيل ۾ موڪليو ويو. اهڙا ڪيئي مثال هئا، جن جو تفصيلوار ذڪر ڪرڻ ڪري هي داستان ڊگهو ٿي پوندو. انصاف مهانگو: پوليس بي ايمان: ڪورٽن جو سرشتو ڊيگهه ۽ طوالت وارو: قانون دقيق: ماجسٽريٽ ٿورا، بکيار گهٽ، ڪين مقرر ڪرڻ جو سرشتو ناڪار ۽ چيف ڪورٽ جي ضابطي کان ٻاهر: وڪيل اڪثري اڻ لائق ـ جي لائق ته مهانگا: بي روزگاري گهڻي: ماڻهن جي گذرمعاش جي انتظام ۽ اخلاق جي سڌاري جو حڪومت کي ڪوبه اونو ڪونه: پوءِ بي گناهه نه ڦاسندا ته ٻيو ڇا ٿيندو!

اڻ بالغ ڇوڪرن جو تعداد به جملي قيدين جي پنجين ۽ ڇهين حصي جيترو هو. سنجهائڻ گهڻا اخلاقي ڏوهن ۾ گرفتار ٿي، بي ديانتا پيا هئا، يا سزاياب ٿيل هئا. انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهبو ته ننڍن ٻارن جو اخلاق ڪيتري قدر نه بگڙي رهيو آهي! قوم جو موجوده نسل ته بداخلاقيءَ، بي روزگاريءَ ۽ مسڪينيءَ کان آجو نه آهي، ليڪن ايندڙ نسل جي خرابيءَ ۾ پاڻ واڌارو آهي. معلوم ٿيو ته انهن جي سڌاري لاءِ ڪوبه خاطر خواهه انتظام ڪونه هو. هڪ مولوي صاحب مقرر ٿيل هو، جو اڳئين زماني وانگر رڳو زور سان ڪلمو يا قرآن شريف پڙهائيندو هو. ڇوڪرن جي تعليم، هنر، اخلاق جي درستيءَ لاءِ ڪوبه انتظام ڪونه هو. لواطت عام جام هئي. هنن کان سخت محنت جو ڪم ورتو ويندو هو. رستا ۽ جايون صفا ڪرڻ، گند جهون ناليون صفا ڪرڻ، ڪاڪوس صفا ڪرائڻ، ڪني پاڻيءَ سان ميدانن کي آروگا ڏيارڻ، ۽ اهڙا پيا ڪم هنن لاءِ مخصوص ٿيل هئا. صبح جو اسان جي بئرڪن سان ماڻيءَ جا اجلايل سڪل ٽڪر گولڻ، پيڙين جا اجلايل ٽڪرا چونڊڻ، ڪپڙو پيا شيون پهي وٺڻ، پوليس وارن جا موچڙا جهلڻ، سندن خاص مشغلا هئا. هڪ سياسي قيدي، جيلر کي دانهن ڏيڻ ويو ته ڪيس چڪر وارن نامي گرامي بدمعاشن کان جدا ڪري، سياسي قيدين سان گڏ رکيو وڃي: آن تسي جيلر صاحب کيس جواب ڏنو ته، "آني توکي لواطت لاءِ لسا ڇوڪرا نصيب نه ٿيندا: هتي اهي سپ سڪ هوندءِ: جيل جي اڪيلائيءَ ۾ اهي وندر چڱي اٿئي!" جنهن تي جڏهين سياسي قيديءَ اعتراض ورتو ته شريفن سان اهڙي گفتگو نه ڪرڻ گهرجي ته ڪيس سخت مار ڏني ويئي! انهيءَ مان جيل جي اصلي ماحول جو ناظرين کي پتو پئجي سگهندو.

اٽڪل ٽي يا چارسو قيدي آهي هئا، جي بي دريافتا جيل ۾ پيل هئا. يا ته ماجسٽريٽن سندن ضامن ڪونه ٿي ڪنيو، يا غريب ۽ لاوارث هئڻ ڪري سندن ضامن ڪونه ٿي بيو، يا وڪيل ڪون هون، يا پوليس اعتراض ٿي ڪيو يا ماجسٽريٽن ڪيڻن پيسن جي ضمانت طلب ٿي ڪئي! نتيجو بهرحال، اهو ٿي نڪتو ته حڪومت ڪي نه صرف سندن کاڌي پيتي جو انتظام ڪرڻو ٿي پيو، پر وقت بوقت ڪين ڪورٽ تائين آڻڻ نڻ جو به انتظام ڪرڻو پوندو هو. پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ ڪيسن جي فيصل ٿيڻ ۾ دير ٿيڻ عام جام ٿي ويو آهي. ٽي چار سال بنا دريافت جي جيل ۾ رهڻ رواجي ڪم ٿي پيو آهي. جيئن ماجسٽريٽ وڌن تيئن ڪيسن ۾ اٽڪيو. هاڻ ٿئون دستور اهو ڏٺوسون ته سيني سياسي قيدين جا ڪيس جيل ۾ هلن. اڳي مهاتما گانڌيءَ، مولانا شوڪت عليءَ، محمد عليءَ جهڙن ليڊرن جا ڪيس جيل ۾ هلندا ٻڌا هئاسون، پر هاڻ ته گري گنجي جو ڪيس جيل ۾ هلايو ٿي ويو. آن جو اثر ماجسٽريٽن، وڪيلن، قيدين تي ابتو ٿي پيو. پر حڪم هو انهن سيني ڪي مڃڻو. اڪثر ڪيسن هلندي، ماجسٽريٽن، سرڪاري وڪيلن جو بدلي ٿيڻ به رواجي ٿي پيو هو. اندر ڪيترن قيدين کان شڪايتون ٻڌيون ته ڪي وڪيل پيسا وٺي پوءِ ڪيس هلائڻ لاءِ شنوائي تي حاضر نه ٿين، ۽ جوابدارن ڪي سزائون اچيو وڃن. اهو به ٻڌڻ ۾ آيو ته ڪيترا وڪيل ڪيس پوري، آزاد ڪرائڻ جو ذمو کڻي، پيسا وٺڻ لڳا هئا. ڪيترن قيدين اها به ڳالهه ڪئي ته وڪيلن کان سواءِ ٻيا ماڻهو به ڪيسن ڇڏائڻ لاءِ پيسا وٺي ڪم ڪرڻ لڳا هئا، جن سان ڪي لڳيل هئا ته ڪي واقعي ڇڏائي به سگهيا ٿي!

پنهنجي ٿي جوش ۽ انتقامي جذبي جي شڪار ٿيل ڏوهارين جو به خاصو تعداد هو. هنن ۾ خوني، سخت ايذاء رسائڻ وارا، هنگاما ۽ جهيڙا ڪرڻ ۽ ٻين اهڙن سنگين ڏوهن ڪرڻ وارا مجرم اچي ٿي ويا. اهڙن ڏوهن جا مکيه سبب باهمي عداوتون، ڪثرت ڪاروبار ڪري اعصابن جي ڪمزوري، تشدد جي مادي جو وڌڻ، عورتن ۽ جائداد تان جهيڙا، ۽ ٻيا اهڙا باهمي انتقامي جذبا هئا. معلوم پئي ٿيو ته خونن جو تعداد به روز بروز وڌندڙ هو. هڪڙا اتفاقي خون هئا، جي موٽرن، ٽرامن، لارين وغيره جي حادثن ڪري ٿيا ٿي؛ ٻيا جهيڙن ۽ فسادن ۾ خون ٿي ٿيا پون؛ ٽيان عورتن يا ٻين ڪن ملڪيتن تان انتقامي خون ٿين ٿا. انهن جي ڪارڻن ڳولي لهڻ لاءِ نه ڪا باقاعدي جانچ ٿي آهي، ۽ نه انهن ڳالهين جي سدباب لاءِ ڪو خاطرخواه انتظام ٿي ٿيو آهي. ڪراچي شهر ۾ اٽڪل ٽي چار لک ماڻهو بي گهر آهن يا جهوپڙين ۾ رهن ٿا. ڪيئي لک بي روزگار آهن. صفائيءَ جو انتظام خراب ٿي ويو آهي. سٺو کاڌو عدم پيدا آهي. مهانگائي وڌي ويئي آهي. جنهنڪري ماڻهن جي تندرستي خراب ٿيڻ لڳي آهي. اهڙين حالتن ۾ ماڻهن جا اعصاب ڪمزور ٿيو پون ٿا، جنهن جي نتيجي ۾ جهيڙا، حادثا، خون خرابيون ۽ ٻيا اهڙا هولناڪ ڏوهه جيئن پوءِ تيئن وڌندا رهن ٿا. اڳي ڪراچي شهر ۾ چڪلو هو ليڪن هاڻ آن تي ظاهري بندش وجهڻ ڪري حالتون سڌرڻ بدران خراب ٿيون آهن. جتي بارش پوندي ۽ پاڻيءَ جي نيڪال جو انتظام نه هوندو، آتي يا ته گندگي ٿيندي يا جابون ڪرنديون ۽ مڇر ۽ بيماري ٿيندي. شهر ۾ ماڻهو وڌيا آهن، ليڪن روزگار لاءِ انتظام ڪونه آهي. لڪين ماڻهو شادي ڪري، ٻار ٻالي سگهڻ جهڙا ڪونه آهن. ڪيئي عورتون لاوارث، بي روزگار ۽ غريبيءَ ۾ گذارين ٿيون.

نتيجي طور انساني فطرت جي مجبورين سبب حرام ڪاري وڌي ويئي آهي. ڪنهن به سماجي خرابيءَ کي صرف اخلاقي يا قانوني پابندين معرفت ختم نٿو ڪري سگهجي: ان لاءِ سماج ۾ جوڳيون تبديليون ۽ انساني فطرت جي خواهشن جي پوراڻيءَ جو معقول ۽ صحت مند انتظام پڻ ڪرڻ لازمي آهي.

ڪراچي جيل ۾ ڪجهه مدت گذارڻ بعد، مون تي جو مجموعي اثر پيو سو هي هو ته جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جي اخلاقي درستي، سياسي آزادي ۽ اقتصادي زندگيءَ جي صحيح تصوير ڏسڻي آهي ته آن جو نظارو، شهر جي فٽ پاٿن، جهوپڙين ۽ گندگيءَ جي مقامن مان هڪ طرف پڌرو سگهندو، ۽ ان ملڪ جي جيلن مان ٻئي طرف. وڏين عمارتن، اسيمبلي هالن، سرڪاري جڳهن، بنگلن، بئنڪن ۽ واپار جي منڊين مان اصلي سماجي صورتحال جي واقفيت حاصل ڪرڻ مشڪل آهي.

اسان جي بئرڪ جي سامهون، جيل جو وڏو دروازو هو. ان وٽ هفتي ۾ هڪ يا ٻه چوڪرن کي ننگو ڪري، زور سان ڦٽڪا لڳايا ويندا هئا. پر ۾ جيل جي آفيسرن کي چروٽ يا سگريٽ ڇڪيندي، آن "نظاري" مان لطف وٺندو ڏسي، اسان جا لڱ ڪانڊارجي ويندا هئا. اسان جي پر ۾ زنانو وارڊ هو: اتان اڪثري رات جو ڏکن جا آواز ۽ زالن جون دانهون ٻڌي ٻڌي، تنگ اچي ويا هئاسون! چوڻ ۾ ٿي آيو ته اڪثري عورتون ان ماحول ۾ رهڻ ڪري چريون ٿي پونديون هيون! شايد اسان اهي حالتون ڏسي نود ٿي ويا هئاسون، نه ته حساس دل کي انهيءَ مان ڪافي سبق حاصل ٿي سگهيو ٿي. منهنجي بئرڪ ۾ ۱۰ ڪمرا هئا، جن ۾ اڪثري سياسي قيدي رهندا هئا. رات جو، اي ڪلاس قيدي هئڻ ڪري، مون کي بند نه ڪيو ويندو هو: ٻيا سڀ گهٽو ڪري بند هوندا هئا، جن ۾ تعليم يافته، سنجيده، اصولن خاطر ڪشٽ ڪاٽڻ وارا نوجوان ۽ پوڙها، سڀ قسم جا ماڻهو هوندا هئا. شام جو بند ٿيڻ بعد، اڪثري ٻاهر نڪري انهن مجاهدن جو درشن ڪندو هوس. سڀ ڪتابن جي مطالعي ۾ مشغول هوندا هئا، پر بتين جي جلد وسامڻ ڪري اهو به لطف گهڻو وقت نصيب نه ٿيندو هون. سچ لهڻ سان اسان جي بئرڪ شهر خموشان جو نظارو ڏيکاريندي هئي. اهي سڀ قيدي بنا ڪيس هلائڻ جي سياسي اختلاف سبب بند ڪيل هئا. ٻئي طرف، جڏهن غريبن جي پيسن تي هر روز، سنجهي صبح، سرڪاري، ۽ نيم سرڪاري خانگي دعوتن ۽ خاص ضيافتن جا واقعا اخبارن ۾ پڙهندو هوس، ته ڏاڍو ارمان ٿيندو هوم: پر وري به هتي پنهنجن جيل جي ساٿي جوانن کي ڏسي آٿت ايندو هوم، ۽ سدا حيات سنڌ جي لاثاني "شاهه" جو بيت ان وقت هميشه ياد ايندو هوم:

"تون ونءُ وڻهي آءُ، اگهه آڏوتن جي،
جوش ڏنائون جيءَ کي، لڪائي لوڪان،
ڏوٿين ڪنهن ڏکان، سمهي سک نه ماڻيو!"

لطف الله بدوي

# سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل داستان

منهنجي نظر ۾ شعر ۽ شاعري اهو فن آهي، جنهن جي رفعت ۽ عظمت هر زماني ۾ مسلم رهي آهي. تاريخ ان جي قدامت تي بحث ڪرڻ کان مجبور آهي. اهڙيءَ ريت داستان گوئي به اهو فن آهي، جو ايترو قديم آهي، جيترو شاعري. ان جي عظمت ۽ بلنديءَ جو مقام شاعريءَ کان ڪنهن به ريت گهٽ نه آهي. يونان جو نابينا شاعر هومر، جو عيسوي سن کان ڪيئي صديون اڳ ٿي گذريو آهي، پنهنجي تصنيف "اليڊ" شعر جي شوق کان مجبور ٿي لکي هئي – پر ان ۾ آهي ڇا؟ فقط داستان گوئي! ٽراءِ جي عشقيه افساني ۾ هيلن ۽ پئرس جي ذڪر کي هڪ اهو ته رنگ ڏنو آهي، جو اڄ به ان کي پڙهندي هڪ قسم جو سرور حاصل ٿئي ٿو. هومر جنهن نموني ان کي لکيو آهي، ان کي جيڪر ان عهد قديم جي تاريخ شمار ڪيو وڃي. مگر تاريخ جي طالب، ڪڏهن به ان طرف رخ نه ڪيو آهي. البت نقادن، مصنف جو هن طرح اعتراف ڪيو آهي ته سندس تصنيف مان ان وقت جي تهذيب ۽ تمدن جي خبر پوي ٿي. اهوئي سبب آهي جو وڏن وڏن نقادن، فن داستان گوئيءَ کي نيم تاريخي درجو ڏنو آهي. مگر جيڪڏهن ڏسبو ته داستان گوئيءَ ۽ شاعريءَ ۾ وڏو قريبي تعلق نظر ايندو، ۽ تاريخ سان ان جو فقط دور جو واسطو. جهڙيءَ ريت شاعريءَ جي پرورش تخيل ۽ تصور جي هنج ۾ ٿئي ٿي، تهڙيءَ ريت داستان به ساڳي آغوش ۾ پلجي ٿو. راتين جي تنهائيءَ ۾، جڏهن شاعري هڪ خسته دل جي لاءِ ورونهن بڻجي ٿي، تڏهن داستان به انتظار ڪندڙ دلين لاءِ ونڊر جو سبب بڻجي ٿو. هن مان منهنجي مراد اها نه آهي ته داستان فقط رات جي تنهائيءَ لاءِ روح جي غذا آهي، مگر جهڙيءَ ريت، شاعري احباب جي مجلس لاءِ رونق جو باعث بڻجي ٿي، اهڙيءَ ريت داستان کي به محفل جي زينت بڻجڻ جو شرف حاصل آهي. سڀ ڏينهن جا ٿڪل انسان جڏهن رات جي خاموشيءَ ۾ اچي گڏ ٿين ٿا، تڏهن اتي جيڪڏهن ڪنهن جو سريلو نغمو راحت ڏئي ٿو، ته ساڳئي وقت جيڪڏهن ڪنهن انين چوڻ شروع ڪيو ته "هڪڙو هو بادشاهه، پر بادشاهن جو بادشاهه خدا آهي" – ته سڄي محفل هم تن ان ڏانهن متوجه ٿي ويندي. پوءِ هي داستان گو تي ڇڏيل آهي ته پنهنجي

داستان کي رنگين ۽ دلڪش بڻائي يا نه. جيڪڏهن سندس عبارت فصيح هوندي، ته ڪنهن کي مجال آهي، جو سندس مجلس ڇڏي سگهي; بوءِ جو نه آسمان تي ڪٽيون ۽ تيزو آيري ۽ لهندا وڃن! جهڙيءَ ريت باڪمال شاعر محفل جو رنگ بدلائي سگهي ٿو، اهڙيءَ ريت باڪمال داستان گو به پنهنجي تاثير سان سامعين تي قبضو حاصل ڪري سگهي ٿو.

هن فصاحت ۽ بلاغت جي سبب، داستان کي ادب ۾ نمايان جاءِ حاصل آهي. فارسي ۽ اردو زبانن ۾ مسجع ۽ مقفيٰ نثر جو بنياد ڪنهن حد تائين داستان گوين جي ايجاد آهي. فارسي ۽ اردو زبانن ۾، هن قسم جي نثر ايتري قدر ته مقبوليت حاصل ڪئي جو اسين ڏسون ٿا ته وڏا وڏا مصنف، هن طرز جي تخيل آرائيءَ ۾ محو آهن. جيئن ته عوام ۾، داستان جي طرز انشا گهڻيءَ ريت مقبول هئي، ان ڪري، عوام کان تحسين حاصل ڪرڻ لاءِ مصنفن جي اڪثريت، داستان گوين جي ايجاد جي طرف جهڪي پئي. هن دور ۾ اگرچه اسين ان مرصع نثر کان گهڻو دور پنجي ويا آهيون، پر سچي حقيقت هيءَ آهي ته اسان ۾ تخيل جي ايتري وسعت ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ فرصت ڪٿي آهي، جو متقدمين جي هن فصاحت ۽ بلاغت سان وچي فڪر ڪائون. بهرحال ادب جو هيءُ حصو انهن بزرگن جي حصي ۾ آيو، جن جي عيرفاني تصنيفن، سندن نالي کي هميشه زنده جاويد بڻائي ڇڏيو آهي. اهڙين تصنيفن مان اوّليت جو شرف، 'الف ليله' کي آهي، هن غيرفاني تصنيف کي مغرب خواهه مشرق ۾ هڪ جهڙي مقبوليت حاصل آهي.

الف ليله

يورپ جي زبانن ۾ هن جي اشاعت بائبل کان پوءِ ٻئي درجي تي آهي. هن ڪتاب جي اصليت متعلق عجيب روايتون پيش ڪيون وڃن ٿيون; جن تي بحث ڪرڻ جي هت گنجائش نه آهي. اڪثر نقادن جي راءِ آهي ته هن ڪتاب جي لکڻ جي شروعات عربي زبان کان ٿي. مگر هي به تعين ڪري نه ٿو سگهجي ته مٿين ڪتاب جي ابتدا، ڪهڙي زماني ۾ ٿي. خيال آهي ته عباسي حڪومت جي آخري دور يعني اڄ کان قريب هڪ هزار سال اڳ، الف ليله جون آکاڻيون داستان گوين جي معرفت عوام ۾ رائج ٿي چڪيون هيون. جو ته عباسي خاندان جي مشهور حڪمران، خليفي هارون رشيد متعلق ڪيترين ڳالهين جو ذڪر ڪتاب ۾ اچي ٿو، جن مان ڪن جو ته سندس ذات سان تعلق آهي. روايت آهي ته خليفو هارون رشيد جو، ايشيائي بادشاهن وانگر، هي معمول هو ته راتين جو ويس بدلائي، ڏاهوڙي پنهنجي وزير جعفر برمڪي، ۽ پنهنجي غلام مسرور کي پاڻ سان وٺي بغداد جي گهٽين ۾ رعيت جي حال احوال ڏسڻ لاءِ ڦرندو هو. هن شبانگرديءَ جي متعلق، اسان کي ٿي ڳالهيون الف ليله مان حاصل ٿين ٿيون، جي آهن "بابا عبدالله نابينا"، "شيدي نعمان ۽ ان جي گهوڙي"، ۽ "خواجه حسن الحبال"

الف ليلا جي ڪهاڻين جو ماخذ، ڪن ڪن جاين تي، ايران، هندستان ۽ چين جي ملڪن ۾ پيدا ٿيل مشهور آکاڻين جهڙو آهي. مشهور مورخ مسعودي لکي ٿو:

"اهڙين ڪهاڻين جي شروعات، آنهن مانهن کان ٿي، جي ترجما يا اصل ڪهاڻيون، بادشاهن کي ٻڌائيندا ٿي رهيا. هيءَ انهن ڪتابن مان آهن، جي فارسي، هندي ۽ رومي زبانن مان اسان لاءِ ترجما ڪيا ويا هئا. آن جي تاليف اهڙي نموني سان ٿي، جنهن اسان ذڪر ڪيو آهي. اهڙو ڪتاب 'هزار افسانه' آهي، جو فارسي کان منتقل ٿي عربيءَ ۾ "الف ليل والليل" مشهور ٿيو. هن ۾ هڪ بادشاهه، وزير ۽ سندس نياڻيءَ شهرزاد ۽ سندس ٻانهيءَ دنيازاد جو احوال آهي. هن ۾ هندستان جي بادشاهن ۽ وزيرن جا به قصا آهن، جهڙيءَ ريت "سندباد جي آکاڻي"."

مٿين حقيقت کي مدنظر رکي، يورپ جي بعض عالمن جو خيال آهي ته الف ليلا کان اڳ ۾، فارسيءَ ۾ اهڙين ڳالهين جو مجموعو ضرور هو، جنهن تان الف ليلا جون آکاڻيون ورتيون ويون آهن؛ پر جئن ته هن فرضي ڪتاب جو ڪوبه سراغ نه ٿو ملي، تنهنڪري يورپ جي عالمن جي هن ڳالهه کي صحيح سمجهڻ ۾ تامل آهي. انساني فطرت، هر ملڪ ۽ زماني ۾، گهٽ وڌ هڪ جهڙي رهي آهي ۽ انساني تخيل به ڪن حدن جو پابند آهي. آن ڪري ٿي سگهي ٿو ته الف ليلا جي ڪن ڳالهين ۾، عربي زبان کان سواءِ ٻين ٻولين جي ڳالهين جهڙيون ڳالهيون اچي ويون هجن. هيءَ ساڳي مناسبت، انسان جي ٻين شين ۾ اڪثر نظر اچي ٿي. هن ڳالهه کي به مڃڻو پوي ٿو، ته ملڪن جي پاڻ ۾ عام آمدرفت سبب اهي ڳالهيون، هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ پهچنديون رهيون هجن ۽ ماحول کان متاثر ٿي، هڪ نئون رنگ ۽ روپ اختيار ڪيو هجين. اڄ کان ٻه سَوَ سال اڳ، هي ڪهاڻيون ايتريون مشهور نه هيون. هڪ فرينچ عالم ۽ سياح، گالان (Galland) هنن آکاڻين کي مصر ۽ شام جي داستان گوين کان ٻڌي، آن جو هڪ فرينچ ترجمو شايع ڪرايو. ترجمي شايع ٿيندي، اڪثر ماڻهن پنهنجي راءِ جو هيئن اظهار ڪيو ته اهي ڪهاڻيون سندس من گهڙت آهن ۽ آنهن جو عربي زبان سان ڪوبه تعلق نه آهي. حقيقت ۾ "گالان" کان ڪيئي سو ورهيه اڳ ۾، بوڪيشيو نالي، اٽليءَ جو افسانه نويس اهڙيون ڪهاڻيون لکي چڪو هو، جن جو پلاٽ، الف ليلا تان ورتل ٿو معلوم ٿئي. شايد عيسائي زيارتن يا صليبي جنگين جي سپاهين جي معرفت اهي ڪهاڻيون يورپ پهتيون هجن. اهڙيءَ ريت جانورن ۽ ديوتائن جون ڪيتريون آکاڻيون، اسان کي "ايسپ جي آکاڻين" ۽ "پنچ تنتر" ۾ ملن ٿيون. پر هن حقيقت کان ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو ته الف ليلا، زبان جي لحاظ کان، عربي فصاحت ۽ بلاغت جو هڪ نمونو آهي ۽ سندس طرز تحرير، ايراني، هندي ۽ يوناني داستان گوئيءَ کان بلڪل جدا آهي.

دنيا جي ٻين مشهور ڪتابن وانگر، الف ليلا به هڪ شخص جي تصنيف نه آهي، سندس تعمير ۾ جدا جدا مصنفن جو هٿ آهي. هن مشهور ڪتاب ۾ جدا جدا ڪهاڻيون آهن، جن مان هر هڪ پنهنجي جاءِ تي مڪمل افسانو آهي. پر هنن سڀني ڪهاڻين کي اهڙيءَ ريت نه ملايو ويو آهي، جو هڪ آکاڻيءَ مان ڪيتريون ٻيون آکاڻيون نڪرن ٿيون. قصي جو بنياد هي آهي: 'شهريار نالي هڪ بادشاهه هڪ ناگوار تجربي جي سبب عورتن جو دشمن بڻجي پوي ٿو، ۽ هُو هر روز نئين شادي ڪري، اُن کي مارائي ٿو ڇڏي. جڏهن ڪيتريون ئي بي گناهه عورتون سندس ظلم جو شڪار ٿي رهن ٿيون، تڏهن سندس وزير جي هڪ ڌيءَ شهرزاد نالي، عورتن کي هن ظلمي ڪارروائيءَ کان بچائڻ لاءِ، بادشاهه سان شادي ٿي ڪري. پهرين رات هُوءَ پنهنجي ڀيڻ دنيا زاد کي به بادشاهه جي اجازت سان پاڻ سان وٺي وڃي ٿي. اڌ رات جي وقت سندس ڀيڻ، سندس سمجهاڻيءَ موجب کيس جاڳائي؛ ڪهاڻي ٻڌائڻ لاءِ چوي ٿي. هوءَ آکاڻي اهڙيءَ ريت ٻڌائي ٿي، جو صبح جي وقت اڻپوري رهجي وڃي ٿي. اهڙيءَ ريت، هر رات هُوءَ پنهنجي داستان کي نامڪمل ڇڏي، هزار رات گذاري ڇڏي ٿي. هن وچ ۾ شهريار، سندس اخلاق کان ايڏو ته متاثر ٿئي ٿو، جو اُن جي مارائڻ جو خيال ئي لاهي ٿو ڇڏي ۽ بي رحميءَ جو سلوڪ جو هن عورتن جي حق ۾ اختيار ڪيو هو، اُن کي خود بخود ڇڏي ٿو ڏئي.' ڪتاب جي ڪن نسخن ۾ دنيا زاد سندس ڀائٽي ڏيکاري وئي آهي.

الف ليلا ۾ بعضي بعضي عجيب ڳالهيون آيون آهن، جن کي محض ماڻهن ۾ اثر پيدا ڪرڻ لاءِ قلمبند ڪيو ويو آهي، جيئن ته:

"سندباد جهازي"، "علي بابا ۽ چاليهه چور"، "الٰه دين ۽ اُن جو ڏيئو"، "زين الصنم ۽ شاهه مبارڪ"، وغيره. "شمس النهار" جي آکاڻي ته هارون رشيد جي درباري ظريف ابو دلامه ۽ سندس زال ام دلامه جهڙي ئي لڳي. ڪن ڪن ڪهاڻين ۾ ته عباسي خاندان جي مستورات جي توهين ڪئي وئي آهي، جيئن "زبيده ۽ ڪتي جي ڳالهه". هيءَ ڪهاڻي شايد اُن زماني ۾ لکي وئي هجي، جڏهين عباسي حڪومت جي برخلاف ايران ۽ خراسان ۾ شديد مخالفت پيدا ٿي چڪي هئي.

اُڻويهين صديءَ کان اڳ ۾، الف ليلا جي ڪا به مڪمل ۽ مستند ايڊيشن موجود نه هئي. پهرياڻين پهرياڻين ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ، ڪلڪتي ۾ هن ڪتاب کي شايع ڪرايو ويو، جنهن کي ميڪناٽن ايڊيشن سڏبو ٿو. اُن جي خريدارن جي فهرست ۾، مهاراجا رنجيت سنگهه ۽ محمد علي خديو مصر جا نالا نظر ٿا اچن. اُن کان پوءِ ڪيتريون ئي انگريزي ۽ فرينچ ٻوليءَ ۾ اُن جون ايڊيشنون شايع ٿيون.

اُردوءَ ۾ الف ليلا جي ڪتاب کي انگريزي مان ترجمو ڪيو ويو. هيءُ ترجمو لين (Lane) جي ايڊيشن تان ورتل آهي، مگر اهو گهڻو نامڪمل هو. سنه ١٨٣٢ع ۾

مولوي عبدالڪريم، اُن کي فارسٽر جي ايڊيشن تان ترجمو ڪيو. سنہ ١٢٦٩ هجريءَ ۾ "فسانهء عجائب" جي مصنف رجب علي بيگ "سُرُور" اُن کي شستہ اُردوءَ ۾ قلمبند ڪيو. هن مشهور ڪتاب جو اُردو شعر ۾ "نسيم" ۽ "شايان" سنہ ١٨٦٢ع ۾ ترجمو شايع ڪرايو، ۽ اُن کي گهڻ مقبوليت حاصل ٿي. "هزار داستان" جي نالي سان منشي طوطا رام "شايان" اُن کي چئن حصن ۾ لکيو. سنہ ١٨٩٢ع ۾ مرزا حيرت دهلوي، "مشاطہ بغداد" يا "الف ليلا دنيازاد" جي نالي سان هي ڪتاب لکيو، جو نولڪشور پريس وڏي اهتمام سان شايع ڪرايو، جنهن ۾ تصويرون بہ شامل ڪيون ويون. هن مشهور ڪتاب کي رتن ناٿ سرشار ناول جي صورت ۾ لکڻ شروع ڪيو، پر اُن ۾ ڪيس ڪاميابي حاصل ٿي نہ سگهي.

سنڌي زبان ۾ هن ڪتاب کي منتقل ڪرڻ جو شرف حاجي امام بخش کي آهي، جنهن سنہ ١٨٩٩-٩٨ع ڌاري اُن کي مڪمل ڪيو. مترجم جي سامهون، شايد مرزا حيرت دهلوي جي ايڊيشن هئي. هيءُ ترجمو مسٽر پوڪرداس چئن حصن ۾ شايع ڪرايو، ۽ هن ڪتاب کي سنڌ ۾ بيحد مقبوليت حاصل ٿي. افسوس جو هينئر اهو ترجمو اڻ لڀ آهي. تقسيم هند کان پوءِ ڪن ادارن، هن مشهور ڪتاب کي مصوّر شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي ۽ غالباً، اُن جو ٿورو حصو شايع بہ ٿي چڪو آهي.

## داستان امير حمزه

"الف ليلہ" کان پوءِ درجي تي، "امير حمزي جي داستان" جي شهرت آهي، جو خالص هندستان جي پيداوار آهي. چيو وڃي ٿو تہ شيخ فيضيءَ، هن داستان کي، اڪبراعظم جي وندر لاءِ لکيو هو. افسوس جو سندس تصنيف جو هن وقت ڪوبہ سراغ نہ ٿو ملي، خواجہ عبدالرؤف "عشرت" لکنوي، هن تحقيق جي متعلق لکي ٿو تہ

> "هندستان ۾ داستان گوئيءَ جو رواج ڪڏهن پيو، اُن بابت چيو وڃي ٿو تہ اڪبر جي زماني ۾، ناچ گاني، ستار ۽ مردنگ جو رواج، ڪٿا ۽ ڪيرتن ۾ پهچي چڪو هو، جن ۾ هندو عورتون بہ شامل ٿينديون هيون؛ مگر مسلمانن جي سوسائٽيءَ ۾ اهڙو ڪوبہ شغل ڪونہ هو، جو انهن جي وندر جو باعث بڻجي. هن ڳالهہ کي فيضيءَ محسوس ڪيو ۽ هڪ طويل داستان امير حمزي بابت فارسيءَ ۾ لکيائين؛ جنهن جو پوءِ اُردوءَ ۾ ترجمو ٿيو."

محمدحسن عسڪري، پنهنجي تصنيف "انتخاب طلسم هوشربا" ۾ هن حقيقت ڏانهن هن اشارو ٿو ڪري تہ

> "'امير حمزي جو داستان' پهريائين اڪبر جي زماني ۾ فيضيءَ فارسي زبان ۾ لکيو. اوّليت جو فخر ڪنهن کي بہ حاصل هجي، مگر اصل شي هيءَ آهي تہ جدا جدا

داستان گوين سان ڪڏهن هي داستان به وڌندو ۽ ڦهلجندو رهيو. ابتدائين جنهن هڪ مختصر داستان هڪ تهذيبي ادارو بڻجي ويو."

"الف ليله" وانگر هن داستان ۾ به وقتا" فوقتا" ويو آهي اضافو ٿيندو. هن داستان جي ايجاد ڪرڻ واري تي واقعي حيرت ٿي ٿئي. حضرت امير حمزي ۽ سندس اولاد کي هر سفر ۾ مثاهون درجو ڏنو ويو آهي. بهادري، صداقت شعاري ۽ اخلاق ۾ ڪو سندن ثاني نظر نه ٿو اچي. ٻئي طرف حضرت عمرو بن اميه ضميريءَ ۽ سندس اولاد کي عياريءَ جي فن ۾ يڪانو ڏيکاريو ويو آهي. هن طويل داستان ۾ رزم ۽ بزم جون عجيب ڳالهيون نظر اچن ٿيون، جن کي پڙهندي دل ۽ دماغ تي عجيب ڪيف ۽ سرور ڇانئجي وڃي ٿو. معلوم ائين ٿي ٿو ته موجوده 'نوشيروان نامه' جي ٻن حصن کي علامه فيضيءَ قلمبند ڪيو هو، جنهن کي پوءِ منشي احمد حسين "جاه" اردوءَ ۾ منتقل ڪيو. هن کان پوءِ منشي احمد حسين پيا به دفتر لکيا، جي هيٺينءَ ريت آهن ٿا:

(٢) "ڪوچڪ باختر" ـ هن داستان ۾ امير صاحب جون ملڪ باختر ۾ شروعاتي لڙايون ڏيکاريون ويون آهن.

(٣) "بالا باختر" ـ هن داستان ۾ امير حمزي جي ٻن فرضي فرزندن، بديع الزمان ۽ علمشاه جي بهادريءَ ۽ عشق جو بيان ڪيو ويو آهي.

(٤) "ايرج نامه" ـ هي داستان ٻن جلدن ۾ آهي جن ۾ امير موصوف جي ٻن پوٽن نورالدهر ۽ ايرج، جي لڙاين جو ذڪر آهي. هي داستان ايتري قدر ته دلڪش آهي، جو ان جي لکندڙ جي تخيل تي آفرين ڪرڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهجي.

(٥) هن کان پوءِ "طلسم هوشربا" جو داستان ستن جلدن ۾ اچي ٿو، جو حقيقت ۾ هن سڄي داستان جي جان آهي. هن ضخيم داستان کي هزارن صفحن ۾ ٻن داستان گوين، منشي محمد حسين "جاه" ۽ منشي احمد حسين "قمر"، لکيو آهي. سندن زبان جي شگفتگي اعليٰ تخيل ۽ طرز بيان، ڪاغذ جي مٿان، فصاحت ۽ بلاغت جو هڪ غيرفاني گلشن ٺهائي ڇڏيو آهي. بقول خواجه عشرت لکنوي، 'جاه' رزم لکڻ ۾ يڪانو هو ته، 'قمر' بزم لکڻ جو استاد هو.

"هوشربا" هڪ وڏو طلسم آهي، جنهن جو بادشاه افراسياب "جادو"، هڪ بي مثل ۽ يڪتا جادوگر آهي؛ ارڙهن هزار ملڪ سندس تابع آهن، جي ان طلسم ۾ سمايل آهن. اتفاق سان امير حمزي جو فرزند بديع الزمان وڃي ان ۾ ڦاسي ٿو. امير صاحب جي حڪم سان، سندس ڏهٽو اسد، عمرو عيار سان گڏجي، ان جي فتح لاءِ نڪري ٿو. هن داستان جي اندر، جو رزم ۽ بزم جو بيان ڪيو ويو آهي، انهن کي پڙهندي ائين معلوم ٿو ٿئي ته انسان

ڪنهن نئين تصور جي دنيا ۾ پهچي ويا آهيون، جتان جي هر چيز لطيف ۽ رنگين آهي. جادوگرن ۽ عيارن جي مقابلي ڪي پڙهندي، داستان گوئن جي ساحرانه بلاغت کان ماڻهو بيخود ٿيو وڃي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن صحرا جو ذڪر ٿو اچي ته اِئين معلوم ٿو ٿئي ته اسين ڪنهن لق ۽ دق رڻ پٽ ۾ پيا آهيون. جي برسات جو ذڪر اچي ٿو ته اِئين معلوم ٿو ٿئي ته چوڌاري مور ۽ پپهي جي تنوار آهي ۽ مينهن وسي رهيو آهي. منهنجي دوست مرزا شفيع احمد مرحوم، جنهن کي داستان گوئيءَ سان وڏي محبت هئي ۽ شڪارپور ۾ انهيءَ فن کان مشهور هو، هڪ ڀيري ٻڌايو ته "پوهه جي سرديءَ ۾، آءٌ 'طلسم هوشربا' جي هڪ صحرا جو نظارو پڙهي رهيو هوس. بلا جي ٿڌ پئجي رهي هئي، مگر صحرا جي حدت کي پڙهندي، پاڻيءَ جي پياس سختيءَ سان محسوس ٿيندي رهي." سندس بيان ۾ ڪوبه مبالغو نه آهي؛ منهنجي نظر کان هي سڀئي داستان گذريا آهن؛ مطالعي جي خود فراموشيءَ ۾ مون اِهڙي قسم جو احساس خود محسوس ڪيو آهي. هن منظر آفرينيءَ کان قطع نظر، ڪتاب ۾ اسان کي لفاظيءَ جو ابڙو ته نگارخانو نظر ايندو، جنهن ۾ هڪ عام آدميءَ کان وٺي، زندگيءَ جون جيڪي به شڪليون ۽ صورتون هن مادي دنيا ۾ موجود آهن، سي سڀ اسان کي نظر اينديون. اگرچه انهن ۾ لکنوي رنگ ڀريل آهي، پر آهو ڪڏهن به اسان جي مشرقي ماحول کان علحده ٿي نه ٿو سگهي. جئن ته هن داستان کي سنڌي زبان ۾ منتقل ٿيڻ جو شرف حاصل نه ٿيو آهي، آن سان هڪ مختصر باب جو ترجمو هت ڏيان ٿو، جئن منهنجي تعريف کي مبالغو نه سمجهيو وڃي؛ اميد ته هي حسن انتخاب پڙهندڙن کي گران نه لڳندو:

"بيان، شوڪت عنوان، جي ڇهري کي سينگاريندڙ، هئن نظم ۽ نثر جي زيور سان سينگاران ٿا، ته اوج عياري ۽ قطب فلڪ خنجر گذاري (عمرو عيار) ڪوڪب جي اشتياق جنگ جو نشان ته نورافشان جي زباني پڌي چڪو آهي؛ جادوگر جي صورت اختيار ڪيون اچي ٿو؛ ڪڏون، ڪوها ۽ ڪاهيون، هن لاثاني ڊوڙندڙ جي اڳيان ڪجهه نه آهن.

چنان مي دويد از نشيب و فراز،
ڪه گردش نمي ديد شاهين و باز.

دربند جي مقامن کي طيءَ ڪندو، فيروزه وغيره جي مقام کان گذريو. ٻري کان هن ڏٺو ته هڪ وڏي شان شوڪت سان هڪ قلعو موجود آهي، جنهن جا برج آسمان سان همسريءَ جي دعوا ڪري رهيا آهن. آن تي هڪ ڪارو ڪڪر ڇانيل آهي، جنهن سان رعد جي گجگوڙ ۽ وڄ جي چمڪ صاف نظر اچي رهي آهي. ڪڪر مان پاڻيءَ جي بوندن جي بجاءِ، اگهاڙيون تلوارون وسي رهيون آهن. ڪڪر ڪي آهو غليظ ابر پنهنجو جوهر ڏيکاري رهيو آهي ۽ وڏيون وانگر تلوارون زور سان وسي رهيون آهن. جيڪڏهن ڪو پکي، آفت جو ماريو، آن طرف اچي ٿي نڪتو ته آن جا سوين ٽڪرا زمين تي ٿي ڪريا. اِئين

معلوم ٿي ٿيو ته هوا جي موج به، آن طرف وڃڻ جي جرات ڪري نه ٿي سگهي. عمرو حيران ٿي هن تماشي کي ڏسڻ لڳو. پوءِ آيس ته رضوان جادو، ڪوڪب روشن ضمير کي مهرانيءَ جي قلعي جو نشان ڏنو هو: شايد هيءَ اهوئي مقام آهي، جنهن جي مضبوطيءَ ۾ ڪو ڪلام نه آهي. قلعي جو دروازو بند، اينڌڙ ۽ ويندڙ جو ڪو نشان نه آهي. قلعي جي چوڌاري سنائو چانيل هو، پارهن ڪوهن تائين ڪوبه وڻ سلامت نظر نه ٿي آيو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪٿي ڪجهه جو وڻ موجود هو، ته آن جون شاخون قلم، پن سڙيل ۽ جليل، ٽڪرا ٽڪرا ٿي نظر آيا. مقام هيبتناڪ ۽ مصيبت خيز ٿي ڏٺو. ڪڪر مان تلوارن جي چمڪ کي ڏسي عمروءَ جو هوش اُڏي ويو. مٿس سڪتي جو عالم ۽ دم بند هو. ڪنهن شعبده باز هي ڪمال ڪيو هو، اينڌڙ ۽ ويندڙ لاءِ دروازو بند ڪري ڇڏيو هو. خيال ڪيائين ته موٽان، راهه ۾ ڪوڪب کي روڪيان. چيائينس ته "اي ڪوڪب مهرانيءَ جي قلعي وٽان ڪنهن جو گذرڻ ناممڪن آهي. جان بچاءِ ۽ موٽي وڃ!" عمرو اڃا هي ارادو ڪري رهيو ته آسمان تي وڄ چمڪي. ڏٺائين ته شهنشاهه ڪوڪب روشن ضمير بصد عزت ۽ توقير، سحر جي درياهه ۾ غرق، مرڪب مشڪين پرندي تي سوار، شمشير آبدار سڄي هٿ ۾ ۽ فولادي ڍال کٻي هٿ ۾، هوا ۾ اچي بيٺو: ڪيترو وقت، تلوارن جي برسات کي ڏسندو رهيو. ڪوڪب کي هي يقين هو ته عمرو ضرور ڪنهن جاءِ تي هوندو؛ پر ڪان ڏٺائين ته هڪ جادوگر ڪجهه جي اوٽ ۾ بيٺو آهي. ڪوڪب کي غيرت آئي ته 'جيڪڏهن هيئر موٽندس ته عمرو دل ۾ ڇا چوندو!' غيرت جي جوش مان قبضي تي هٿ وڌائين. مرڪب پرند کي اڙي هنيائين. مگر گهوڙو بدلغامي ڪري رهيو هو. صاف ظاهر آهي ته تلوار کي ڏسي ڇرڪي رهيو آهي. هي ڏسي ڪوڪب گهوڙي کي چمڪين هنئين. انهيءَ ساعت ۾ گهوڙو اُڏامي هوا ۾ وڃڻ لڳو، جئن صبا جو تيزيءَ سان گلشن ۾ گذر ٿيندو آهي. جئن ئي ڪوڪب، ڪڪر جي ڀاڄي ۾ پهتو، پاڻ کي ته ڍال جي گلن هيٺان ڇپايائين، پر تلوارون جئن آيون، گهوڙي جو سر اُڏري ويو. چارئي پير قلم ٿي ويا ۽ گهوڙو سوين ٽڪرا ٿي زمين تي ڪريو. خبر نه ٿي پئي، ته ڪيڏانهن ويو. هيئر ڪوڪب هوا ۾ بيٺو آهي، جيڪڏهن تلوار آئي ٿي ته آن کي ڍال جي اوجهڙ سان پري ٿي ڪيائين. ڪڪر ۾ دمبدم جنبش وڌندي ٿي وئي. آخر تلوارن جي بارش ڪان ڪوڪب جي زره جون ڪڙيون ڪنجڻ لڳيون. ڍال جا ٽڪرا اُڏرڻ لڳا. سندس تلوار تلوارن کي روڪيندي ڏانو ٿڪجي وئي. آخر عاري ٿي وئي. مٿس ايتريون ته تلوارون ڪريون، جو سندس فولادي تاج ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. جڏهن ڪيس ڪيترا زخم آيا تڏهن ٿوري وقت لاءِ هنيو. ٿاڙي وڃاڻي طلسم نورافشان جي طرف ڏٺائين. اڪ چنب ۾ ڪيتراڻي سونهري پتلا اچي ظاهر ٿيا. آنهن جي هٿن ۾ به تلوارون ۽ ڍالون هيون. ڪوڪب کين اشارو ڪيو، آهي پتلا سندس چوڌاري اچي ويا. هو هڪ پيرووري تلوارن

جي برسات پئي ڪري پيو. بارش دمبدم تيز ٿيندي ٿي وئي، ڪوڪب ڪهرو ٿي تہ ڪڪر تائين پهچي ۽ جادوءَ کي مٽائي. عمرو هي عظيم معرڪو ڏسي رهيو هو؛ بيقرار ٿي هر هر دعا ٿي گهرئائين تہ اي پروردگار هن مرد جرار کي بچاءِ. هُو پارهن پتلا جي ڪوڪب جي مدد لاءِ آيا هئا، انهن جي اها حالت هئي. جو جڏهن ڪوڪب جي مٿان تلوار ٿي آئي تہ هنن پنهنجو سر تلوار جي سامهون ٿي پيش ڪيو. شمع جي گرد چوڌاري پروانا ڦري رهيا هئا. آخر هڪ هڪ پتلو ٽڪر ٽڪر ٿي پنهنجي آقا تان قربان ٿيو. ڪوڪب کي بہ سخت زخم آيا. ديندر عمرو کان رهيو نہ ٿيو، آواز ڏنائين تہ ’اي بهادر بس! شجاعت جي انتها ٿي وئي. تلوار جو ڪم، انسان ۽ ديو کي ڪٽڻ آهي، نہ لوهہ جي دنيا سان مقابلو ڪرڻ‘. عمرو جو آواز ٻڌي ڪوڪب کي زيادہ غيرت آئي. رت جا فوهارا سندس جسم مان نڪري رهيا هئا، مگر موٽڻ جو نالو زبان تي نہ آهي. دل ۾ چئي رهيو آهي تہ ”اي ڪوڪب، ڪاش عمرو بہ ون کي هن حال ۾ نہ ڏسي ها! هُو دربار امير حمزي صاحبقران جي ۾ رهڻ وارو آهي، جنهن ۾ جوان صف شڪن ۽ دلاور تيغزن وهڻ وارا آهن. هُو ڇا چوندا؟ آءٌ دربار گوهربار ۾ بدنام ٿيندس. مردان عالم مهڻو ڏيندا. عمرو ڏٺو تہ جڏهن پتلا مارجي ويا، ۽ ڪوڪب کي شمشيرزنيءَ جي طاقت نہ رهي، ڪڪر جي ڳاجي ڪان هنجي آيو. دير تائين سوچيندو رهيو. اوچتو سحر ڪري غائب ٿي ويو. ستاره سحريءَ وانگر آسمان تي غروب ٿي ويو. عمرو پريشان هو تہ ڇا معاملو گذريو. شايد دربند فتح نہ ٿيو! ڪوڪب غيرتمند آهي، شعلہ مزاج ۽ شعلہ خو آهي، متان پاڻ کي ماري نہ وجهي. هيءُ اڃا هن خيال ۾ هو تہ ڏٺائين تہ آسمان تي وڄ چمڪي؛ ڪوڪب روشن ضمير هٿيارن سان ڀريل؛ تاج مٿي تي، هٿ ۾ تلوار؛ ڪوبہ زخم جسم تي نہ آهي: وڏي زور شور سان ڪڪر جي هيٺان پهچي، وڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويو. اوچتو عمرو ڏٺو تہ سوين تلوارون هيٺ چمڪي ڪريون، ڪوڪب جي ڍال وارو هٿ هيٺ ڪنجي ڪريو، ڪهي هٿ سان وڙهڻ لڳو، آهو بہ ويو: بيدست جي ڪير دستگيري ڪري. سندس جسم تي لا تعداد تلوارون ڪريون! ۽ هُو ٽڪرا ٽڪرا ٿي هيٺ ڪريو. سر بہ ڪنجي ڌار ٿيو. ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ هي سر ڇا هو- غيرتمند هو، سر ڪٺاياڻين. اوچتو ڪڪر مان ٺهڪ جو آواز آيو؛ ڪنهن صدا ڏني تہ هي مهراڻ جو قلعو آهي، ڪنهن کي مجال آهي، جو هتان گذري سگهي. اوچتو طوفان عظيم آيو ۽ آواز آيو تہ ”ڪشتي مرا، نام من شهنشاه ڪوڪب روشن ضمير بود.“ عمرو جي دل ڇاتي ڦاٽي پئي. هٿن پيرن ۾ ڏڪڻي پئجي ويس. روبرو ڏٺائين تہ ”طلسم نورافشان“ جي آسمان جي آفتاب ڪئين پنهنجي جان ڏني.“

مٿين انتخاب جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ داستان لکندڙ جو تخيل ڪيڏو نہ وسيع آهي. لڙائيءَ جي هر ذري کي قلمبند ڪرڻ ۾ هن ڪيڏي نہ محنت ڪئي آهي. فردوسيءَ

جي شاهنامي ۾ رستم جي لڙاين جو ذڪر آچي ٿو. نظامي سڪندر نامي ۾، سڪندر ۽ روسين جي لڙائي جـو غير فاني نقش اسان جي سامهون پيش ڪري ٿو؛ پر "مهراڻيه" جي نامي تي ڪوڪب جي لڙائي جو تخيّل، فن جي لحاظ کان، فردوسي ۽ نظاميءَ تي فوقيت ٿو رکي. بهرحال داستان گوين جـي هيءَ فصاحت ۽ بلاغت "طلسم هوشربا" سان گڏ هميشه زنده جاويد رهندي.

جيئن مٿي چائايو اٿم، هيءَ داستان سنڌي زبان ۾ آچي نه سگهيو آهي. امير حمزي جو داستان، چئن جلدن ۾ جـو نوشيروان نامي جو ترجمو نظر آچي ٿو، ماستر احمدخان تگڻيخان مڪمل ڪيو هو، جنهن کـي پوڪرداس شڪارپور جـي بوڪسيلر ۽ هريسنگهه سکر جـي ڪتب فروش شايع ڪرايو هو. هريسنگهه ننڍن ۱۲ حصن ۾ به امير حمزي جو داستان شايع ڪرايو هو؛ جو "نوشيروان نامه"، "ڪوچڪ باختر"، "بالا باختر" ۽ "ايرج نامي" جو اختصار هو. مون ننڍ پڻ ۾ آنهن حصن کي پڙهيو هو، جن جو هينئر هٿ آچڻ، نهايت مشڪل آهي. هي به ياد نه اٿم ته آنهن جو مرتب ڪير هو.

قصو حاتم طائي

سنڌ ۾ 'الف ليله' ۽ 'امير حمزي جي داستان' کان پوءِ "حاتم طائيءَ جي قصي" کي وڏي اهميت حاصل آهي. "حاتم طائي" هڪ تاريخي شخصيت آهي، جو يمن جو رهندڙ هو، طي قبيلي مان هو، ۽ نهايت سخي مرد ٿـي گذريو آهي. هن، حضرت رسول ڪريم صلعم جي ولادت کان آٺ سال پوءِ، ۽ سنه ۵۷۷ع ۾، وفات ڪئي. "روضة الصفا" ۾ اهوئي سال ڏنل ٿو. هيءَ بـ حقيقت آهي تـه حاتم جي نياڻي، حضور ڪريم جي خدمت ۾ حاضر ٿـي هئي؛ حضرت جن ڪيس ۽ سندس قبيلي کي هن ڪري آزادي بخشي هئي ته هُو عرب جي سخي مرد حاتم سان تعلق رکندڙ هئا. شيخ سعدي پنهنجي تصنيف "بوستان" ۾ هن روايت کي ڏنو آهي:

شنيدم ڪـه طي در زمانِ رسول،
نڪردند منشور ايمـان قبـول.

هن حقيقت کان سواءِ شيخ رحمة الله عليه، سخاوت جي باب ۾، حاتم جي ڪارنامن جون ڪهاڻيون ڏنيون آهن. فارسي شاعرن پنهنجي شعر ۾، حاتم کي ضرب المثل طور ڪـم آندو آهي. سنڌ ۾ به عام ريت چوڻ ۾ ايندو آهي ته "مڙس ته ڪو حاتم آهي!" بهرحال حاتم جي شخصيت ڪو راز نه آهي. حاتم جو قصو به سندس عام مقبوليت جـي هڪ ڪڙي آهي. آردو زبان ۾، جئن ڊاڪٽر گيانچند پنهنجي تصنيف "آردو ڪي نثري داستانين" ۾ لکي ٿو، هن ڪتاب کي حيدربخش حيدريءَ سنه ۱۸۰۱ع ڌاري لکيو. فارسي زبان ۾ هن قصي جا جدا جدا نالا آهن، جئن تـه "سياحت حاتم"، "هفت سير حاتم" ۽ "قصه حاتم و حسن بانو".

انڊيا آفيس جي لئبرريءَ ۾ هڪ فارسي مسودو حاتم جي قصي جو موجود آهي، جنهن جا ٻه حصا آهن: هڪ "هفت سير حاتم" ۽ ٻيو "هفت انصاف حاتم طائي". جئن ڊاڪٽر موصوف لکي ٿو، مُلا فيروز لئبرري بمبئي ۾، هڪ قلمي نسخو "حاتم نامه" موجود آهي.

منهنجي سامهون "سياحت حاتم" جو نسخو آهي؛ سرورق تي مصنف جو ڪوبه نشان نه ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي پوئتان جا تقريظ ڏني وئي آهي، اُن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ڪتاب جا جدا جدا نسخا گڏ ڪري، سروليم جونز، اُن جو ترجمو پاڻ انگريزيءَ ۾ ڪيو ۽ حيدربخش حيدريءَ کان اردو زبان ۾ ترجمو ڪرايو. هي مشهور ڪتاب بعد ۾ سيد عبدالفتاح، پروفيسر ايلفنسٽن ڪاليج بمبئي جي تصحيح سان، سنه ۱۸۷۱ع ۾، قاضي ابراهيم ڇاپيو. حيدربخش حيدريءَ هن ڪتاب جو نالو "آرايش محفل" رکيو.

سنڌي زبان ۾ هن ڪتاب جو ترجمو "حاتم طائيءَ جو قصو" جي نالي سان مشهور آهي، جنهن کي مرحوم حاجي امام بخش، براه راست "سياحت حاتم طائي" (فارسيءَ) تان ورتو آهي. مترجم هن ڪتاب جو ترجمو سال ۱۸۹۴ع ۾ ڪيو آهي، جئن ڪتاب جي اختتام ۾ چوي ٿو:

"قصي جي ٻڌڻ جو چوندڙ چوي، آهي سال ارڙهن سؤ چورانوي،
مهينو سيپٽمبر جو آهي اول، جو آجو ٿيس هن قصي کان بَدل،
سترڪ جي آهي منڍ ڏينهڙا ڏکيا، آهن بند پاڻي سان رستا سڀئي."

مترجم اُن وقت، وزير آباد، تعلقي سکر، ۾ هيڊ ماستر هو. هن ڪتاب کي شڪارپور جي مشهور ناشر پوڪرداس ڇاپيو. ٿورن سالن کان پوءِ مترجم جي حياتيءَ ۾ ئي ڪن ڪتب فروشن سندس نسخي ۾ لفظن جي ڦير گهير ڪري، اُن کي فرضي نالن سان شايع ڪرايو. بهرحال آهي ترجما، ٻهرئين ترجمي جي شسته عبارت جو مقابلو نه ٿا ڪري سگهن.

"حاتم طائيءَ جي قصي" ۾، هڪ سوداگرزادي 'حسن بانو' جي سرگذشت آهي، جنهن تي هڪ شهزادو منير شامي عاشق ٿئي ٿو. حسن بانو پنهنجي شاديءَ لاءِ، هيٺيان ست سوال حل ڪرڻ لاءِ پيش ڪري ٿي:

۱- هڪ گهڙو ڏٺو اٿم، ٻئي ڀيري ڏسڻ جي سڪ اٿم.
۲- نيڪي ڪري، ڪٺي درياهه ۾ وجهه.
۳- ڪنهن سان بڇڙائي نه ڪر، نه ته ڀوڳيو لڌدين.
۴- سچ ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ کي سدائين سک حاصل ٿئي ٿو.
۵- ڪوهه ندا جي خبر آڻي ڏي.
۶- ٻدڪ جيڏو آنو حاصل ڪري اچ.
۷- حمام بادگرد جي خبر لهي ڏي.

ٻي سوال منير شاميءَ جي همت کان زياده هئا، آن ڪري هُو قبر ۾ پاهر اکري
وڃي ٿو. اتفاق سان حاتم آتان لانگهائو ٿئي ٿو ۽ منير شاميءَ جي حال تي رحم آڻي، هيءَ
مهم پنهنجي سر کڻي ٿو ۽ آن ۾ ڪاميابي حاصل ڪري، منير شامي ۽ حسن بانوءَ جو پاڻ
۾ عقد ڪرائي ٿو. قصي تي نظر ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته هن ۾ به گهڻيئي بعيد از قياس
ڳالهيون موجود آهن. سوال ٽئين ۾ حاتم، زرين پوش شهزاديءَ تي عاشق ٿي، هڪ عجيب
طلسم ۾ ڦاسي ٿو، جتان اسم اعظم جي وسيلي جادوگرن تي سوڀ حاصل ڪري ٿو. هيءَ
جادوگري ۽ طلسماتي افسانو، امير حمزي جي داستانن ۾ آيل طلسماتن جهڙو آهي. تفاوت
هيءَ آهي، جو هُو وڏي پيماني تي آهن ۽ هِن جو ذڪر مختصر آهي. ٽئين سوال ۾ احمد
سوداگر جي ڳالهه، هوبهو، "الف ليله" جي ڳالهه "بابا عبدالله" جهڙي آهي. ٻئي خزانن
جي ڳولا ۾ آنڌا ٿي پون ٿا. ٻئي سوال ۾ حاتم کي هڪ ڪتو راهه ۾ ملي ٿو، جو درحقيقت
هڪ حسين نوجوان آهي، جنهن کي سندس فاحشه زال جادوءَ سان ڪتو بڻائي ڇڏيو هو.
حاتم کيس اصلي شڪل ۾ آڻي ٿو ۽ هُو پنهنجي زال کي ڪُتي بڻائي ٿو ڇڏي. هيءَ ڳالهه به
الف ليلايءِ جي "سيدي نعمان ۽ سوداگر ۽ جن" جي ڳالهه جهڙي آهي. بهرحال قصن جي هن
سلسلي کي ڏسي، ائين معلوم ٿئي ٿو ته منجهن گهڻي مماثلت آهي. ستين سوال جي طلسماتي
آڪاڻيءَ ۾ حاتم، حمام بادگرد ۾ ڄڻ پهچي ٿو، تڏهن طلسم جي ڪارندن جي حڪم
موجب، پڃري ۾ هڪ پيل طوطي کي تير سان مارڻ گهري ٿو. ٻه دفعا سندس تير کسي
وڃي ٿو ۽ هُو گوڏن تائين پٿر ٿي وڃي. ۽ ٽيون دفعو هُو تير هڻي، طوطي کي
ماري وجهي ٿو. طوطي جي مرڻ بعد هُو پاڻ به آزاد ٿئي ٿو ۽ پرسان پيل پٿر به انسان
جي صورت اختيار ٿا ڪن. ساڳيءَ ريت "الف ليله" ۾ "شهزادي بهمن ۽ شهزادي پريزاد"
جهڙي ڳالهه آهي. هيتري چوڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهجي ته حاتم طائيءَ جي قصي ۾
اخلاقيات جو گهڻو حصو آهي، اگرچه حسن ۽ عشق جون حڪايتون به منجهس افراط سان
نظر ٿيون اچن.

## چهار درويش

"حاتم طائي" جي قصي کان پوءِ سنڌ ۾ "چهار درويش" جي ڪتاب کي گهڻي مقبوليت
حاصل آهي. اردوءَ ۾ هن مشهور قصي جا ٽي نسخا موجود آهن، جن جا علحده علحده مترجم
آهن، جي هيٺئين ريت آهن:

"نوطرز مرصع" مترجم حسين عطا خان.

"نوطرز مرصع" مترجم محمد عوض زرين.

"باغ و بهار" مترجم مير امن.

حسين عطا خان هن قصي کي، لکنو جي نواب شجاع الدوله جي خواهش موجب لکڻ شروع ڪيو ۽ سندس فرزند آصف الدوله جي زماني ۾ سنه ١٧٧٥ع ۾ پورو ڪيو. "زرين" هن قصي کي، سنه ١٨٠٣ع ۾ اختتام تي پهچايو. "باغ و بهار"، مير امن سنه ١٨٠٣ع ۾ لکي پورو ڪيو. خدا جو شان آهي، مٿين ٻن ترتيب ڏيندڙن تي مير امن فوقيت حاصل ڪئي. سندس ڪتاب "باغ و بهار" سان گڏ، سندس نالو به زنده جاويد رهجي ويو آهي. مير امن، جنهن "باغ و بهار" جي مُنڍ ۾ لکي ٿو،

"چهار درويش جي قصي جي ابتدا، امير خسرو ڪئي. جيو وجي ٿو ته هڪ ڀيري، حضرت نظام الدين اوليا "زري زربخش"، جو سندس پير هو، جنهن جي درگاهه دهليءَ ۾ قلعي کان ٽي ڪوه پري، لال دروازي جي ٻاهر، مٿيا دروازي کان اڳي، لال بنگلي وٽ آهي، ناچاق ٿي پيو. مرشد ڪامل جي دل وندرائڻ لاءِ امير خسرو هي قصو کيس ٻڌائيندو رهندو هو ۽ سندس خدمت ۾ حاضر رهندو هو. الله تعاليٰ کيس شفا ڏني. غسل صحت وقت دعا فرمايائون ته جو ڪوئي هن قصي کي ٻڌندو، خدا جي مهربانيءَ سان تندرست رهندو." (!)

پر، پروفيسر محمود شيرانيءَ، هن حقيقت جو انڪار ڪيو آهي. هُو ڏيکاري ٿو ته "چهار درويش" فارسيءَ ۾ پهريائين محمد عليءَ، جو معصوم خان جي نالي سان مشهور هو، محمد شاهي حڪومت (١١٣١-١١٦٥هه) ۾ تصنيف ڪيو هو. مگر هن لاءِ مير امن کي ڪنهن غلط روايت جو ڪهڙو ڏوهه ڏيندڙ سڏي نه ٿو سگهجي، جنهن ڊاڪٽر عبدالحق صاحب ڏيکاريو آهي. ممڪن آهي ته مير امن کي اهڙو نسخو دستياب ٿيو هجي، جنهن ۾ مٿين عبارت موجود هجي. البته شيراني مرحوم جي دليل ڏنا آهن، سي گهڻي قدر وزنائتا آهن. بهرحال موجوده دور جي نقادن جو وڏو گروهه، مير امن جي روايت جي خلاف آهي. مير امن فارسيءَ مان، اردوءَ ۾ ترجمو، جان گلڪرسٽ فورٽ وليم ڪاليج (ڪلڪتي) جي پرنسپال جي خواهش تي ڪيو.

سنڌي زبان ۾ "چهار درويش" جو ترجمو پهريائين مرحوم حاجي امام بخش "خادم" شڪارپوريءَ، "حاتم طائي" جي ترجمي کان چار سال اڳ سنه ١٨٩٠ع ۾ ترتيب ڏنو هن ڪتاب جو ناشر به سُرگواسي پوڪرداس شڪارپوري هو. تقسيم کان پوءِ، هي ڪتاب عنقا ٿي چُڪو آهي. "خادم" مرحوم هي ترجمو "باغ و بهار" تان ڪيو آهي، جنهن جو وڏو ثبوت هيءُ آهي، جو "مرصع زرّين" ۾ شروع ڪتاب ۾ فرخ سير بادشاهه جو نالو ٿو آچي: مگر مير امن، بيداربخت بادشاهه جو نالو ڏنو آهي. سنڌي قصي ۾ به اهو نالو ڏنو ويو آهي. خادم مرحوم جو سنڌي ترجمو "باغ و بهار" وانگر سليس ۽ شُستہ زبان ۾ آهي. ترجمو هن ريت ٿو آچي:

> ”نيٺ اها ڳالهه ٿي، ته ٻه ڏينهن رات جو، سادا سودا ڪپڙا پهري، پنهنجي شهر جي قلعي مان ٻاهر نڪري، قبرستان ڏانهن هلڻ لڳو. جڏهن مقام تي پهتو، تڏهن سخت واچوڙو آيو، جنهن جي لڳڻ ڪري اونداهه ٿي ويو. رات به اهڙي واءَ ۾ وسري ويس. ٻر جان ڪٿي ڏسي ته اهڙي ڏوڙ ۾ به هڪڙو ڏيئو، هيو مقام جي پاسي ۾ ٻري. بادشاهه دل ۾ خيال ڪيو ته ’ٻلا هي ڪهڙو ڏيئو آهي، جو اهڙي ڏاڍي واءَ ۾ به نٿو وسامي. شايد ڪو طلسم آهي، جو ڦٽڪي ۽ گندڪ، ڏيئي جي وٽ کي لائي، ٺاهيو ويو آهي. اُن جو تاثير هي آهي، جو ڪهڙي به ڏاڍي واءَ ۾ آهو نه وسامندو آهي. اِئين ته نه آهي ته ڪنهن وليءَ جي تربت تي فانوس ٻري رهيو آهي، جو سندس برڪت سان نه ٿو وسامي؟ هاڻي جيڪي به هجي، هيڪر هلي ڏسڻ کهرجي!‘ نيٺ بادشاهه اوڏانهين پير پٽي هليو. جان ڏسي ته هڪڙا چار فقير، گوڏن تي منهن رکيو، مُراقبي ۾ مشغول آهن. ڇڻ ڪنهن آلوٽ ننڊ ۾ آهن. پاندائين ته ڪي چار مسافر آهن، جن جي رات اچي پيئي آهي. هڪڙي پٿڻ تي ڏيو جُڙيو رکيو آهي، سو پيو ٻري. واءَ جي پرواهه ئي ڪانه اٿس، گويا سندس فانوس آسمان جو گنبذ آهي!“

ڪهڙي نه آسان ۽ دلڪش عبارت آهي! منهنجي سامهون جو ڪتاب جو نسخو آهي، سو سال ١٩١٠ع جي ايڊيشن آهي. ڪتاب جي طباعت ۾ اڪثر غلطيون آهن. ڪتاب جي هن طباعت وقت مصنف زنده هو، مگر شايد هن کي ٻيهر نظرثاني ڪرڻ جو موقعو نه مليو آهي. جو ته پوءِ جي ايڊيشنون ڇپيون آهن، انهن ۾ اهي غلطيون رهنديون آيون آهن. ”چهار درويش“ جو قصو بعيد از عقل ڳالهين کان گهٽي قدر آزاد آهي. مگر قصي جي ڳالهين ۾ ٻين قصن سان مماثلت نظر ٿي اچي. ”خواجه سگ پرست“ جي ڳالهه ۾، سندس ڀائرن جي بي وفائيءَ جو قصو آهي، جو الف ليله ۾ ”سوداگر ۽ جن“ جي ڳالهه ۾ ٻن ڪتين جي مالڪ جهڙو آهي. ٽئين درويش جي قصي ۾ ”بهزاد ڪوتوال جي ڳالهه“، الف ليله ۾ ”قمرالزمان“ جي ڏنل ڪهاڻيءَ تان ورتل آهي. چوٿين درويش جو سڄو سير، الف ليله جي آڪاڻيءَ ”زين الصنم ۽ شاهه جنات“ جهڙي آهي. فقط خاتمي ۾ تفاوت آهي. مبارڪ شاهه جنات، چوٿين فقير کان سندس محبوبه کسي ٿو وٺي، ۽ زين الصنم کي جنات جو بادشاهه، سندس محبوبه بخشي ٿو ڇڏي. الف ليله سان هن ڪتاب جي گهري تعلق کي ڏسي معلوم ٿئي ٿو ته آها تصنيف عموما سڀني قصن تي ڇانيل آهي.

گلِ خندان

هن ڪتاب جو اصل ماخذ ”فسانهء عجائب“ آهي. ”فسانهء عجائب“ اوڌ جي آخري علم دوست ۽ شاعر تاجدار واجد علي شاهه جي دؤر جي پيداوار آهي. واجد علي شاهه اوڌ جو آهو بيڪس تاجدار هو، جنهن کان ڪمپنيءَ جي حڪومت زور سان راڄ کسي ورتو هو. هن پنهنجي پوئين حياتي، نظربنديءَ جي حالت ۾ ڪلڪتي ۾ پوري ڪئي.

"فسانهٔ عجائب" جي مصنف جو نالو رجب علي بيگ "سُرُور" آهي. اردوءَ جو هيءُ مشهور قصه نويس اديب، سنه ۱۲۰۱ هجري ۾ لکنو ۾ پيدا ٿيو. جنهن سندس تذڪره نگار ڏيکاريو آهي، "هو عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ وڏي دستگاهه رکندڙ هو. خطاطيءَ ۽ موسيقيءَ جو به چڱو واقف هو. جڏهن جوانيءَ جي سن کي پهتو، تڏهن واجد علي شاهه، کيس درباري شاعرن ۾ داخل ڪيو ۽ کيس پنجاهه رپيا ماهوار ملندا رهيا. جڏهن لکنو تي زوال آيو، تڏهن ٻين هنر وارن سان گڏ، هي به وطن کي ترڪ ڪري، غربت ۾ تنگدستي جو مقابلو ڪندو رهيو. سندس علمي ڪمال جي ساراهه ڪندي، سنه ۱۸۵۹ع ۾ بنارس جي رئيس مهاراجا ايشوري پرشاد، کيس پاڻ وٽ گهرائي ورتو، جتي هن اطمينان جي زندگي بسر ڪندي، سنه ۱۸٦۷ع ۾ داعي اجل کي لبيڪ چئي. سندس تصنيفون گهڻيون آهن، جن ۾ "سرور سلطاني"، "گلزار سُرور"، "شگوفهٔ محبت" ۽ "فسانهٔ عجائب". "فسانهٔ عجائب" کي سندس سڀني تصنيفات ۾ بلند مقام حاصل آهي. هن تصنيف جي عبارت پُر تڪلف، مقفيٰ ۽ مسجع آهي. هر قدم تي تشبيه ۽ استعاري کي هٿ کان نه ڇڏيو اٿس. ڪتاب جي تصنيف جي تاريخ هيٺين ريت ڏني ٿو:

"جس نے سنا اس کو، جي میں یہ لگا کہنے،
'یا رب یہ فسانہ ہے، یا سحر ہے بابل کا!'
تاریخ 'سُرور' اس کی، منظور ہوئی جس دم،
بے ساختہ جی بولا، 'نشتر ہے رگ دل کا'!"

۱۲۴۰هه

سنڌي زبان ۾ هن ڪتاب جو ترجمو، آخوند لطف الله حيدرآباديءَ ڪيو، جنهن کي گورنمينٽ بُڪ ڊيپو شايع ڪيو هو. لائق مترجم، پنهنجي ترجمي کي نهايت خوش اسلوبيءَ سان نباهيو آهي. "فسانهٔ عجائب" جي رنگين عبارت کي دلڪش بنائڻ ۾ جيتري قدر ٿي سگهيو اٿس، ڪوشش ڪئي اٿس. جنهن ته اصل مصنف هيءَ تصنيف اردو زبان جي مذاق موجب لکي آهي، ان ڪري آخوند صاحب ان کي سنڌي بنائڻ جي ڪوشش ۾، ان جو هڪ حصو "داستان عشقيه، مجنون ۽ سندس پٽ جو"، قصي مان خارج ڪري ڇڏيو آهي. ان هوندي به لکنوي تهذيب ۽ تمدن کي قصي مان ٻاهر ڪڍي نه سگهيو آهي. لکنو جي عيش عشرت جون ڳالهيون سنڌ ۾ ڪٿي؟ جتي لکنوي عيش ۽ عشرت جو ذڪر ٿو اچي، قصي جو اهو حصو ڄڻ اجنبي ٿو لڳي.

"گُلِ خندان" ۾ جي قصي جا افراد آيا آهن، انهن ۾، ملڪه مهرنگار جو حصو نمايان حيثيت ٿو رکي. ملڪه هڪ طرف جان عالم جي محبت جو ڪردار اعليٰ نموني سان ادا ڪري ٿي ته ٻئي طرف پنهنجي عقل ۽ دانشمنديءَ سبب، شهزادي جي 'حسن مشير' به آهي. هن سڄي قصي ۾ 'جان عالم سان وزيرزادي جي بيوفائيءَ جو داستان'، هڪ ولولو انگيز ۽ رقت انگيز

چيز آهي. اُن سچي باب ۾ ملڪ جي دانشمنديءَ جو هڪ ڪم ڪندو نظر ٿو اچي. "فسانهء عجائب" جي مصنف هن داستان ۾ صحيح سوز و گداز کي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ لفظن کي اهڙي نموني آراسته پيراسته ڪيو آٿس، جو پڙهندڙ جي دل ۾ هڪ عجيب ڪيفيت پيدا ٿي وڃي ٿي. آخوند صاحب به هن حصي جي ترجمي ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي، جنهن کي پڙهندي، مترجم جي قابليت جو اعتراف ڪرڻو ٿو پوي. ترجمي جي سادگي ۽ شُستگيءَ کي برقرار رکندي، هن ترجمي کي بنهه اصليت ڀائي وڌو آهي. اهوئي سڀ کان وڏو اُصول آهي ترجمي جو. هن هيٺ اردو ۽ سندس سنڌي ترجمي کي، ثبوت جي لاءِ پيش ڪريان ٿو:-

"سامان سے ملکہ جھروکے تلے پھنچي؛ وہ منتظر تمام شب، نالہ بلب، سوداگر سے بولي، 'ٹھرجا! میں بھی اِس کی تقریر کی مشتاق ھوں.' سوداگر نے ھاتھی روکا. ملکہ نے کھا، 'اے مقرر بے زبان، گم کردہء خانمان، اگرچہ اب ھر کس لایق ھیں، مگر تیرے داستان ستم و جور کے شایق ھیں.' بندر نے آواز پھچانی، تو خوب رویا. پھر جی ٹھرا کر کھنے لگا،

هر کس از دست غیر ناله کند،
سعدي از دست خویشتن فریاد!

افسوس یار نے عیاری کی، دغا سے نوبت یہ ھماری کی؛ جس کا رونا ھمیں ناگوار تھا، وہ ھماری لھو کا پیاسا، قتل کا روادار تھا. یہ مثل سچ ھے، نیکی کا بدلہ بدي ھے، محبوبون کی تمنا دل مین رھی، وطن جانے کی حسرت آب و گِل مین رھی. دوستون کا کھنا نہ مانا، آگے آیا پچھتانا،

آخوند صاحب ترجمو هيٺن پيش ڪري ٿو:

"هلندي، اچي ملڪ جي محل هيٺان سهڙيا. ملڪ سوداگر کي چيو، 'ڪا گهڙي هتي ترسو ته آءٌ باندر جون ڳالهيون ٻُڌان.' باندر ڪنڌ مٿي ڪيو، ملڪ ڏي نهاريائين، ۽ اکين مان آب هاريائين. پوءِ وري دل مضبوط ڪري، هيئن چيائين ته 'اي ملڪ! سون جهڙي سختيون ڪاٽيون، تن مان زماني کان تعلير ورتير، افسوس آهي، اُنهن ماڻهن تي، جي اُچا نه ٿا سمجهن. ياوَن مان ياري وئي، دوستن مان غمخواري وئي. جنهن سان قرب جو ڪاڍو هو، سو هاڻي اسان جي خون جو پياسو آهي؛ اهو دنيائي تماشو آهي. دوستن جي سڌ دل ۾ رهجي وئي، وڇوڙي جي تقدير اسان تي وهي وئي. وطن وڃڻ جي آڪير پوري ٿي، دوستن کان دوري ضروري ٿي. چيو نه مڃيو، پڇتائڻو پيو' !"

سچي ڪتاب جو ترجمو، اهڙيءَ ريت آزاد ۽ شگفته آهي، جنهن ڪري قصي جي وهڪ پڙهندڙ جي نگاهه ۾ زياده وڏي وڃي ٿي. قصي ۾ ڪئي ڪئي مافوق الفطرت ڳالهيون، جادوگرن جون لڙايون، انجمن آرا جو، طلسماتي طرح، ڏڏ ڪان سر ڊار هئڻ ۽ ڪن جي سنگهاڻ سان گنڍجي پوڻ- انهن ڪي ڏسي معلوم ٿئي ٿو ته مصنف تي امير حمزي جي داستان "طلسم هوشربا" جو اثر پيل آهي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته "گُل خندان"، "حاتم طائي" ۽ "چهار درويش"، سنڌي زبان ۾ بهترين ترجما ۽ شاهڪار آهن.

## ممتاز دمساز

هي اُردوءَ ۾ هڪ غير معروف قصو آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ماستر احمد خان تگڙي خان سال ١٩٠٩ع ڌاري ڪيو هو. جيئن ته هن ڪتاب جي رٿ، جدا جدا داستانن جي مرهون منت آهي، ان ڪري ڪيس اُردو زبان ۾ ايتري مقبوليت ۽ وسعت حاصل ٿي نه سگهي آهي. قصي جي شروعات ٿورين تبديلين ڪسان سواءِ "حاتم طائي" جي شروع داستان "حسن بانو ۽ منير شاميءَ" جهڙي نظر ٿي اچي. زرافشان ولايت جي بادشاهه بيدار بخت جو پٽ شهزادو ممتاز، هڪ شهزاديءَ بي نظير تي عاشق ٿئي ٿو. شهزاديءَ پنهنجي شاديءَ لاءِ، پنج سوال تجويز ڪيا آهن. حاتم، منير شامي جي لاءِ ستن سوالن جي پوئتان وڃي ٿو، مگر ممتاز پنجن سوالن جي حل ڪرڻ لاءِ پنڌ پوي ٿو. آهي سوال هيٺيان آهن:

١- 'بادشاهه شهپال جي ڌيءَ مها سُندر پَري، جا هر رات راجا اندر جي دربار ۾ ناچ ٿي ڪري، سا منهنجي شاديءَ جي رات اچي ناچ ڪري!'

٢- 'مهاراجا جي ڌيءَ راجراڻي جي ڏولي، جا هوا تي هلي ٿي، منهنجي سواريءَ لاءِ موجود هجي!'

٣- 'ارنائيس ديو، هڪ موتين جي چپرکٽ زرين ڪُلاهه بادشاهه جي ڌيءَ جهان بانو لاءِ ٺاهي آهي، آها منهنجي آرام لاءِ حاضر هجي!'

٤- 'رنگ محل طلسماتي، جيڪو ڪيوان شاهه سندس ڌيءَ خورشيد طلعت لاءِ ٺهرايو آهي، آهو منهنجي لاءِ آڻ!'

٥- 'راڻي چندربدن منهنجي ماسات، جا بوقلمون جادوگر وٽ قيد آهي، سا منهنجي شاديءَ ۾ شريڪ ٿئي!'

بي نظير جو پهريون سوال "امانت" جي مشهور ناٽڪ "اندر سڀا" تان ورتل آهي. فقط نالن کي تبديل ڪيو ويو آهي. "اندر سڀا" ۾، سبز پري ۽ هڪ آدمزاد شهزادي جو قصو آهي، جنهن ڪري راجا اندر سبز پريءَ تي غصي ٿئي ٿو. هن قصي ۾ وري مهاسندر ۽ ممتاز جي عشق جو قصو آهي ۽ ساڳيءَ ريت مهاسندر به راجا اندر جي غصي جو شڪار ٿي ٿئي. ممتاز

پنهنجي بي نظير همت سان مها سندر کي، جا پنهنجو ٻار ڄڻي چڪي هئي، وري سندس جسماني صورت ۾ آڻي، راجا اندر کان ساڻس شادي ڪرڻ جي اجازت حاصل ڪري.

ممتاز دمساز جي قصي جا باقي سوال، امير حمزي جي داستان تان ورتل آهن. پنجون سوال ته گويا، امير حمزي جي داستان "تورج نامي" مان ورتل آهي. "نارنج طلسمات" ۾، شهزادو بديع الملڪ هڪ پريزاد کي ڇڏائڻ لاءِ وڃي. سندس اتان جي بادشاهه، صاحب طلسم بوتلمون جادوگر، سان لڙايون ٿين ٿيون. وزيرزادي دمساز جون عياريون، داستان امير حمزي جي عيارن جا سادا نقل آهن. طلسمي محلات ۽ آڏامندڙ ڏوليءَ جو خيال به ممتاز جي قصي لکندڙ جو پنهنجو نه آهي. "طلسم هوشربا" ۾ شهنشاهه افراسياب "جادوءَ" جي ملڪ حيرت تخت روان، ۽ بهار جادوءَ مهرخ جو تخت روان بلڪل رواجي شيون آهن. افراسياب "جادوءَ" جو باغ سيب ۾ طلسمي محلات، ۽ طلسم نورافشان ۾ ڪوڪب جي ڌيءَ شهزاديءَ بِران جو طلسمي حجرو مشهور شيون آهن. بهرحال هندستان ۾ اردودان طبقي ۾، "ممتاز دمساز" جي قصي کي اهميت حاصل نه به هجي، پر سنڌ ۾ چڱو مشهور آهي.

## گُلُ بڪاولي

گُلُ بڪاوليءَ جو اردو ۾ مصنف، نهال چند نالي هڪ هندو قصہ نويس آهن. سنڌيءَ ۾ هن ڪتاب جو مترجم ماستر عبدالرؤف آهي. ماستر عبدالرؤف چڱو شاعر به هو. سندس شعر ۽ ڪي مضمون "بهار اخلاق" رسالي ۾ محفوظ آهن، جو رسالو سنڌ جي مشهور شاعر ۽ عالم سيد اسد الله شاه "فدا" ٽکڙائيءَ جي ادارت ۾ نڪرندو هو.

هن قصي جا ٽي حصا آهن، جي هيٺينءَ ريت آڇون ٿا:

١- تاج الملوڪ جو گُل بڪاوليءَ جي ڳولا ۾ وڃڻ. قصي جو هيءُ حصو ايراني طرز جو پيو نظر اچي.

٢- راجا اندر ۽ امرنگر جي بيان ۾، بڪاولي، راجا اندر جي سراپ هيٺ اچي، هڪ ڪڙميءَ جي گهر ۾ نئون جنم ٿي وٺي. هيءُ حصو خالص هندستاني آهي.

٣- هن حصي ۾ تاج الملوڪ ۽ بڪاوليءَ جي بجاءِ بهرام وزيرزادي ۽ روح افزا جو قصو شروع ٿئي ٿو.

سلسلي لاءِ ته ڪٿي چنجي، مصنف هنن ٽن قصن کي پاڻ ۾ ملائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر حقيقت ۾ هنن جو پاڻ ۾ ڪو به سڌو معلوم نه ٿو ٿئي. پهرئين جي پوري ٿيڻ تي ٿي قصي جو اختتام اچي ٿو وڃي. قصي کي زياده طول ڏيڻ ۾ ظاهر ته ڪا به خوبي نظر نه ٿي اچي. پاڻ پڙهندڙ جي لاءِ قصو هڪ معمو بڻجي وڃي ٿو. هن قصي ۾ هيٺيون ٽي ڳالهيون پڻ سمائجي وڃن ٿيون:

١- برهمڻ ۽ شينهن جي آکاڻي.
٢- چوڪري ۽ ديو جي آکاڻي.
٣- دانا ڌ پکيءَ ۽ ديو جي آکاڻي.

پهريون آکاڻي، "الف ليلا" جي ديو ۽ مهاڻي جي ڳالهه جهڙي آهي، ۽ مشهور ڪهاڻين جي ڪتاب "پنج تنتر" مان ورتل آهي. "پنج تنتر" جو ترجمو انگريزيءَ ۾ به ٿي چڪو آهي. ٻي آکاڻي "مهاڀارت" مان ورتل آهي ۽ ٽين "حڪايات الصالحين" مان.

ڪتاب جو ٻيو حصو دلبرلڪا بيسوا جي جوا بازيءَ سان شروع ٿئي، وجي طلسماتي رنگ ٿو اختيار ڪري. قصي جو ٻيو حصو، انساني قياس کان بالا آهي. ان کي جي بيان ۾ هندو ديومالا (Mythology) جو رنگ نظر ٿو اچي. معلوم ٿئي ٿو ته هن تي "امانت" جي مشهور تمثيل "اندرسڀا" جو اثر پيل آهي. بڪاوليءَ جو موميءَ ۾ قيد ٿيڻ، موميءَ جو پڃڻ، بڪاوليءَ جو اُن جي هيٺ دٻجي وڃڻ، سرنهن جو پيدا ٿيڻ، ڪڙميءَ جي زال کي اُن جي ڪم آڻڻ سبب حمل ٿيڻ، ۽ بڪاوليءَ جو وري جنم وٺڻ - قصي جون مي عجيب حقيقتون آهن، جن کي پڙهندي معلوم ٿئي ٿو ته قصي لکندڙ، گويا تناسخ جي تبليغ ڪري رهيو آهي. هن عرصي ۾، تاج الملوڪ ٻارهن سال سنگلديپ ۾، راڻي چتراوت وٽ ڪشٽ ڪاٽيندو رهي ٿو. آخر ۾ تاج الملوڪ ۽ بڪاوليءَ جي شادي پرستان ۾ وڏي ڌوم ڌام سان ٿئي ٿي. حقيقت ۾ سڀني مٿي بيان ڪيل قصن کان زياده هن قصي ۾ هندستانيت ڇانيل آهي. ڪتاب جو سنڌي زبان ۾ ترجمو نهايت آسان فهم ۽ سادگيءَ سان پريل آهي. قصي ۾ ڪئي ڪئي، خالص اخلاقيات جا نڪتا پيش ڪيا ويا آهن، جنهنڪري اُن جو قدر ۽ قيمت وڌي ويو آهي.

مهربانو

"بهار دانش" فارسي زبان جو مشهور قصو آهي، جنهن جو مصنف عنايت الله آهي. هي قصو شاهجهاني دور جو يادگار آهي، ۽ سندس زبان نهايت شستہ ۽ پاڪيزه آهي. استعارن ۽ تشبيهن سان معمور آهي. عبارت مسجع ۽ مقفيٰ آهي. انهن خصوصيتن جي باعث، نصاب ۾ به داخل ڪيو ويندو آهي. قصو هندستان جي هڪ شهزادي جهاندارشاه ۽ مينوسواد جي شهزاديءَ بهرور بانو جي محبت جي ذڪر ۾ آهي. مگر هن قصي جي تحت ۾ ڪيترائي ننڍڙا ننڍڙا قصا آيل آهن. هن قصي جي شروعات بلڪل "فسانهٔ عجائب" (گل خندان) جهڙي آهي. جهڙيءَ ريت گل خندان ۾، جانعالم طوطو خريد ڪري ٿو، ۽ طوطو، ماه طلعت جي خود نمائيءَ تي طعنه زن ٿئي، جانعالم کي انجمن آرا جي بي مثل حسن جي حقيقت ٻڌائي ٿو، ۽ جانعالم طوطي جي رهبريءَ هيٺ انجمن آرا جي جستجو ۾ روانو ٿئي ٿو؛ اهڙيءَ ريت جهاندارشاه به هڪ

مهراڻ

ﭜونيندڙ طوطو خريد ڪري ٿو، جو جهان گشت آهي. طوطي جو، جهاندار شاهه جي والڻ مهربرور سان سندس آجائي حسن جي غرور تي، تصادم ٿئي ٿو. جهاندار شاهه جي سوال تي طوطو سائس بهرووربانو جي عديم المثال حسن جو ذڪر ڇيڙي ٿو. بالآخر طوطي جي معيت ۾ وطن کي الوداع چئي، پنهنجي مقصود جي موتيءَ جي تلاش ۾ غريب الوطن ٿئي ٿو. معلوم ٿئي ٿو ته ”فسانهٔ عجائب“ جو مصنف ”سُرور“، هن قصي کان متاثر ٿيل هو.

هن قصي جي هڪ حصي جو ترجمو جنهن ۾ ختن جي شهزادي فرخ سير ۽ مهربانوءَ جي عشق جو قصو آيل آهي، سنڌ جي ڪهنه مشق شاعر ۽ اديب، محمدصديق ”مسافر“ ڪيو آهي. هن ترجمي جي شروع ۾، ”مسافر“ فرمائي ٿو:

”سڀني پڙهندڙن پارسي مشهور ڪتاب ’بهار دانش‘، جي پڙهيو ته، ته ۾ سندس نالو اڪثر پڌرو هوندو. آن ڪتاب فيض انتساب جي ٻوٿين ٻاڳي ۾ جهاندار شاهه جي ريجهه ۽ انتباهه لاءِ جي داستان طوطو بيان ڪري ٿو، تن سان ڀريئين داستان کي سڄي ڪتاب جو سار ڄاڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿم:

آدا آهه آدم خطائن جي کاڻ، ظلوما، جهولا، جيس رب ٻاڻ؛
ڏسين جي ٻيارا ڪٿي ڪا خطا، سنوارڻ سنڌي عاقلا ڪج عطا!“

مترجم ترجمي کي برقرار رکڻ ۾ وڏي ڪوشش ۽ ڪاوش ورتي، جنهن ڪري سنجهه مصنوعي تڪلف آچي ويو آهي؛ مثال طور:

”شهزادو پنهنجي سنگتين سميت اڳتي هليو ويو ته واٽ تي ڪين هڪ شهر نظر پيو، جنهن جي هرهڪ جاءِ هئي نزاڪت واري، شهر ۾ عجيب هئا چمن ۽ ڇهڻا چوڌاري. شهر ۾ گهوڙيا ته وانگي ڪونه لهي؛ هٽ ۽ اوطاقون، اسباب ۽ سازن سان پربون پيون آهن، پر منجهن انسان پڄو لهڻي ڪونه. سڀئي شهزادي جا سنگتي ڏٺا ته هيءَ جا ڪڪوڙون ڪمو لڳي پئي آهي، سو هي ڪنهن ديو جو آشرم آهي، يا پرستان آهي. پري نژاد چين ته ’هن شهر جو نالو آهي بنود باش؛ هي منهنجو وطن ۽ آن پليد هلهل ديو جو ڪيل آهي ناش.‘

”پوءِ شهزادو سنگتين سميت شاهي محلات ۾ ويو، گهمندي گهمندي هڪڙي محل ۾ ڏٺائون مرداڻو مڙهه پيو. پري نژاد بي اختيار ڏني اوچنگار، اهو ڏسي شهزادو ۽ سنگتي ٿيا بي قرار. پري نژاد کان شهزادي ڪيو سوال، ته هن جاءِ ۾ اوچنگار ڏيڻ جو پڌاءِ سبب ۽ حال.“

هن مقفيٰ عبارت کي، گُل خندان، چهار درويش ۽ حاتم جي عبارت سان ڀيٽيو ته وڏو تفاوت نظر ايندو. ڀرپان تصنع ۽ تڪلف کان آزاد، ٻه ٻون اِنهيءَ قيد ۾ مقيد.

بهرام گور

هيءَ ننڍڙو قصو، ايران جي مشهور ساساني بادشاهه، بهرام گور جي عشقيه ڪهاڻيءَ بابت آهي. بهرام هڪ بهادر بادشاهه ٿي گذريو آهي ۽ اڪثر گورخر جانور جي شڪار جو دلداده هو. اُن ڪري، سندس لقب ”گور“ پئجي ويو. فردوسيءَ ”شاهنامي“ ۾ هن جو ذڪر تفصيل سان ڪيو آهي. فارسيءَ ۾ بهرام گور تي ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن، جئن ته خسرو جي ”مثنوي هشت بهشت“، ”مثنوي هفت پيڪر نظامي“، ”هفت منظر“ ۽ ”بهرام ۽ گُل اندام“. ”مثنوي بهرام ۽ گُل اندام“ جا ”نظاميءَ“ سان منسوب آهي، اُن جو ترجمو اردوءَ ۾ به ڪيو ويو آهي. هن عشقيه ڪهاڻيءَ جو ترجمو فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾، حاجي امام بخش ”خادم“ ڪيو آهي. فارسيءَ ۾ بهرام جي محبوبه جو نالو گُل اندام آهي، پر سنڌي قصي ۾ حسن بانو آهي. هن قصي جي تمهيد ۾ مترجم، قصي جي ماهيت تي نهايت مختصر پر معنيٰ خيز تبصرو ڪيو آهي، جو هن هيٺ ڏيان ٿو:

”هي حقير سراپا تقصير، احقر حاجي امام بخش، دانائن، سالڪن جي اڳيان عرض ٿو ڪري ته ڪن ڪن صاحبن جو هيءَ خيال آهي ته قصن ۽ آکاڻين پڙهڻ سان، رڳو وقت جي وندر ڪان سواءِ، ٻيو ڪو فائدو ڪونه آهي، مگر اِهو قول ۽ سمجهه بيجا ڇئي. چو ته شيخ سعدي عليه رحمة فرمايو آهي:

’نگويند از سرِ بازيچه حرفي، ڪز و پندي نيگرد صاحب هوش؛
وگر صد ڪتب حڪمت پيش نادان، بخوانند آيدش بازيچه در گوش!‘

”يعني جيڪڏهن ڪوبه دانا، ڪابه مسخري خواهه لعب و لهو جهڙي ڳالهه پڙهندو آهي ته اِنهيءَ مان به نصيحت ۽ مَتِ پرائي وٺندو آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن بيوقوف جي اڳيان، سوين ڪتاب ڪڍي وعظ ڪجن ته هن کي راند پٽي معلوم ٿيندي. اِنهيءَ طرح قصي جي پڙهڻ سان هڪڙو فائدو هيءُ آهي، ته خداوند پاڪ جو قدير ۽ اول آهي، تنهنجي قدامت جو يقين مضبوط جاءِگير ٿو رهي، ٻيو اڳين آدمين جي اخلاقن جي خبر ٿي پوي، ٽيون پاڻ کي قوي دشمن شيطان سان مقابلي ڪرڻ جي همت زياده ٿي ٿئي. تنهن ڪري آءٌ هيٺئين قصو بادشاهه بهرام جو دوستن جي اڳيان سنڌيءَ ۾ ظاهر ٿو ڪريان، ته پڙهي خوش ٿي دعا فرمائين:

’چانو قدر عمر جو، ڇڏيو دوستي دغا جي،
فاني ٿيندو ٻيو سڀڪي، ڳولا ڪريو خدا جي!‘“

هن قصي ۾ ديون ۽ پرين جون ڳالهيون آهن. بهرام گور پرستان جو ڏکيو سفر، دوست ديون جي مدد سان ڪاٽي، پرستان جي سبز شهر ۾ پهچي ٿو، اُن شهر جو نظارو قصه گو هئن ٿو ڪڍي:

”جان هن سبز شهر ڏٺو، ته حيرت ۾ پئجي ويو. اهڙو شهر دنيا ۾ نڪي ڏٺو نڪي ٻڌو. حضرت سليمان هي شهر هاڻ دنيا ۾ بهشت جي نموني جوڙايو هو. ساري شهر کي چوڌاري ڪوٽ هو. زمين تي سائي زمرد جو فرش لڳل هو. رستن جي ڪناري کي هيرو، ماڻڪ، لعل، زمرد، نيلم ۽ پکراج جڙيل هو. سارو شهر سج چنڊ وانگر پيو ٻري ۽ جهالڪا ڏئي. هڪ هڪ گهر جي اڳيان ميون واري باغ لڳل هو ۽ حوض ڪوثر وانگر مصفا نهرون جاري هيون!“

بهرام وٽ ديون جا ڏنل تحفا، ٽوپي، لٺ ۽ جتي آهي، جن ۾ جدا جدا خاصيتون آهن. ٽوپيءَ جي پائڻ سان ڪير ڪوبه ڏسي نه ٿو سگهي، جتي پائي هُو سوين ڪوهه هڪ لحظي ۾ ڪري ٿو وڃي. لٺ جنهن به بند ٿيل دروازي کي لڳائي ٿو ته آهو يڪدم کلي ٿو پوي. اهي تحفا اسان کي هڪ يوناني داستان ۾ به ملن ٿا. آهي ”جئسن ۽ سوني صوف“ جي ڪهاڻيءَ ۾ ذڪر ٿيل آهن. بهرحال بهرام گور جو هي داستان نهايت مختصر آهي، پر ڪهاڻي نهايت عمديءَ طرح بيان ٿيل آهي.

هنن قصن کان سواءِ ”انوار سهيليءَ“ جي حصي جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مرحوم محمد بخش ”واصف“ نهايت شسته زبان ۾ ڪيو آهي. مٿين قصن کان سواءِ سنڌي زبان ۾، ”گل صنوبر“ ”اگر گل“، ”طوطي نامه“ ۽ ”طوطي مينا“ جا قصا به ترجمو ڪيا ويا آهن. وقت آيو آهي ته اسين آدب جي هن حصي کي جمع ڪريون! ڏسجي ائين ٿو ته موجوده ڪتابن جي مارڪيٽ ۾، ناشر اڳين مصنفن جي محنت کي يا ته نون ماڻهن جي نالن سان شايع ڪرائي رهيا آهن، يا ته اصل سرورق تي مترجمن جو نالوئي مفقود آهي. هيءَ حالت معيوب آهي. ناشر انهن ڪتابن کي شايع ڪري سگهن ٿا، مگر انهن جي اصل مرتب ڪندڙن جي محنت کي نه وسارين. اها جوابداري اسان تي پوي ٿي ته اسين انهن جي نالن جي ياد قايم رکون، ۽ سندن ڪارنامن کي زنده رکڻ جي ڪوشش ڪريون: نه ائين ته انهن جي ڪيل محنت کي بي اعتنائي سان ڏسون ۽ مرکو سندن ياد کي ئي مٽائي ڇڏيون!



”’عزت‘ ئي گوهر مقصود آهي، جنهن تي هر دل عاشق ٿي ٿئي، ۽ هر اک ان ڏانهن لالچ جي نظر سان نهاري ٿي. عدل ۽ انصاف جي دور ۾ ان جو حاصل ڪرڻ ڏاڍو سولو آهي، پر ظلم جي دور ۾ ٿورو ڏکيو آهي، يعني ظلم جي مقابلي ۾ سر ڏيڻ سان ملي سگهي ٿي!“ (ڪائونٽ)

محبوب علي چنو

# خدا آباد ثالث

( هالن واري ) (١)

هالن جي اسٽيشن تان جڏهن لهي، اتر طرف ڪِس وڃي، شهر ڏي اچبو، ته وات تي واهڻن کي ٻريان ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي هڪ وڏو گنبذ ڏيکاڻي ڏيندو، جو پنهنجي ماضيءَ جي عظمت ۽ جلالت جي دلالت ڏئي رهيو آهي. هيءَ ئي نشان آهي جو صاحب دل ۽ صاحب نگاهه شخص جو توجه هڪدم پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو وٺي، ۽ هن ئي مقبري ڪري هي ڦٽل، ڊٺل، برباد مقام مشهور آهي.

اڄوڪيءَ مجلس ۾ اسان هن خدا آباد جو ذڪر ڪريون ٿا، جو ٻوڙن ڪلهوڙن ۽ پهريَن ميرن جي گاديءَ جو هنڌ ٿي رهيو آهي.

تاريخ جي طالب العلم کي سنڌ جي قديم ٻرگڻي ۾ "خدا آباد" جو نالو ٽن هنڌن تي نظر چڙهندو.

١- خدا آباد اول: ١٧٠١ع (١١١٣هه) ۾ ميان يارمحمد خان ڪلهوڙو، راجا فقير ۽ پنهنجن ٻين سائين ڪان ٻڪو وعدو وٺي، قلات کي خيرباد چئي، اچي شڪارپور ۾ منزل انداز ٿيو. اتي هن پنوهرن سان جنگ ڪري شڪارپور ورتي، ۽ ان تي "خدا آباد" جو نالو ڏريو (٢). ميان يارمحمد جا ٻه پٽ، ميان نورمحمد ۽ ميان محمد خان، جي قلات ۾ رهندا هئا، سي به اچي هن خدا آباد ۾ رهڻ لڳا. هيءَ خدا آباد نمبر پهرين آهي جنهن جي گهڻي خبر اسان سنڌواسين کي نه آهي ۽ ان جو نالو به اڪثر اسان جي ڪنين نه چڙهيو آهي.

٢- خدا آباد ثاني: جڏهن ميان يارمحمد ڏٺو، ته 'خدا آباد پهرين' خوف ۽ خطري جو مرڪز آهي، تڏهن هن صاحب خدا آباد نمبر ٻي اچي ٻڌي، جا موجوده دادو ضلعي ۾ آهي، ۽ دادو شهر کان انڪل ڇهن يا ستن ميلن جي مفاصلي تي ڏاکڻي پاسي آهي. ميان يارمحمد

---

(١) مسٽر ڀيرو مل، مهرچند آڏوانيءَ پنهنجي شهره آفاق ڪتاب "سنڌ جو سيلاني" (ڀاڱو پهريون، صفحه ١٤٧) ۾ هن کي "خدا آباد ٿئين" سڏيو آهي. (٢) ڏسو ١، "قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" از مرزا قليچ بيگ، ص ٢٥ ۽ ص ٣٢٨؛ ٢، "هسٽري آف سنڌ" جلد ٢، از مرزا قليچ بيگ، ص ١٤٢.



سٽين جو ٿان، روهڙي، سنڌ — (پينسل جو خاڪو)

-چترڪار: زمان شاهه راشدي، متعلم مئٽرڪ ڪلاس، گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ڪراچي



مسجد امير خاني، ٺٽو، سنڌ (پينسل جو خاڪو)

چترڪار: زمان شاهه راشدي، متعلم ميٽرڪ ڪلاس گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ڪراچي

١٧١٨ع (١٥ ذي القعد ١١٣١هه) ۾ فوت ٿيو، ۽ سندس مقبرو به اتي ئي، موجوده ڦڪن جي ڳوٺ جي ڏکڻ اوڀر، واقع آهي. هن جي پٽن مان ميان نورمحمد هن شهر ۾ ڏاڍي دٻدٻي سان بادشاهي ڪئي، ۽ هي شهر آن وقت ۾ بام عروج تي رسيل هو. جڏهن ميان نورمحمد ١٢ صفر ١١٦٨هه (١٧٥٣-١٧٥٥ع) جي فوت ٿيو، تڏهن هن جي اولاد مان ميان غلام شاه وڏي شخصيت جو مالڪ هو، جو ١١٧٠هه (١٧٥٧ع) ۾ تخت نشين ٿيو. هن جي تخت نشينيءَ جي ٿوري وقت کان پوءِ ١١ محرم ١١٧١هه (١٧٥٨ع)، خدا آباد جي شهر کي پاڻي ورائي ويو، تنهنڪري ميان اهو شهر ڇڏي پنهنجي پيءُ جي ٻڌل شهر 'محمد آباد' جي ويجهو، ٻيو شهر 'الهه آباد' جي نالي سان ٻڌايو. فقط هن جو مائٽو ڀاءُ محمد مراد ياب خدا آباد ۾ رهندو آيو، جو ته عطرخان سندن ٻيو ڀاءُ هن کي دلثون اتي رهائيندو آيو، ته متان ملڪ جي طمع رکي (١). سنه ١١٧٢هه (١٧٥٩ع) ۾ خدا آباد جي شهر تي ڪي ڪوسا سردار، جعفرخان جي سرڪردگيءَ هيٺ، ڪاهه ڪري آيا، ۽ ڦرلٽ ڪري واپس ويا. جڏهن هن واقعي جي ميان غلام شاه کي الهه آباد ۾ خبر پئي، تڏهن پاڻ خدا آباد ۾ اچي، انهن ڪوسن سردارن کي مارائي ڇڏيائين، ۽ شهر جي سنڀال لاءِ باقاعده انتظام رکيائين، اجان هن شهر جو ڏيک ويک هلندو آيو، ۽ سموريءَ سلطنت جو ڪاروبار هت ٿيندو هو. پر هر ڪمال کي زوال جي مصداق، جڏهن ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، ذي القعد ١١٨٢هه (١٧٦٨ع) ۾ حيدرآباد جي شهر جي قلعي جو سنگ بنياد رکيو تڏهن هي شهر صفا ڦٽڻ لڳو. ويتر ميان عبدالنبيءَ جي راڄ جي ڏينهن ۾ جو ٽالپرن کيس شڪست ڏني، تن ته هيڪاري شهر جي ستياناس ڪري ڇڏي، ۽ وري ڪونه اسريو. اڄا به خدا آباد اسٽيشن جي لڳ وارا ڦٽل نشان ۽ انهن جي وچ ۾ ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي ٺهرايل مسجد وغيره ماضيءَ جي ياد جو وسريل ورق ورائين ٿا. هيءَ ٻي خدا آباد آهي جنهن جو بيان سنڌ جي تاريخ جي سڀني ڪتابن ۾ موجود آهي.

٣- **خدا آباد ثالث:- بينا:** خدا آباد ٻيءَ جو اوج منجهه تي ئي هو ته ميان محمد سرفراز سنه ١١٨٦هه (١٧٧٢ع) ۾ هالن جي ويجهو نئون خدا آباد جو شهر ٻڌايو جنهن جو ذڪر مفصل طور خدا آباد ثالث جي نالي ۾ ڪري رهيا آهيون. مسٽر پيروسل پنهنجي ڪتاب "سنڌ جو سيلانيءَ" ۾ شهر جي بينا جي تاريخ ١٧٧٤ع ڄاڻائي آهي(٢)، پر اها درست نه آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سوانح نگارن هن ڳالهه کي وڌيڪ مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ميان نورمحمد ڪلهوڙو شاهه صاحب جو همعصر هو ۽ شاهه صاحب ۽ ميان صاحب بابت ڪئين روايتون مشهور آهن، پر هيءَ ڳالهه ڪٿي به واضح ٿيل نه آهي ته آيا نورمحمد ڪلهوڙو خدا آباد ثالث ۾ رهندو هو يا خدا آباد ثانيءَ ۾؟ هت شاهه صاحب جي مکيه سوانح نگارن جا حوالا ڏئي پوءِ روايات پيش ڪري ڪو صحيح نتيجو برآمد ڪبو:

(١) "هسٽري آف سنڌ" جلد ٢، ص ١٠٥؛ "قديم سنڌ ان جا مشهور ماڻهو ۽ شهر" ص ٣٢٨.

(٢) سنڌ جو سيلاني، ص ١٤٧

١. مرحوم مولوي دين محمد وفائي پنهنجي آخرين يادگار "لطف اللطيف" جي فصل ائين بعنوان "وقت جي ڪن مائهن جون مخالفتون" ۾ لکي ٿو ته "ميان نورمحمد ڪلهوڙي ...... هالن جي لڳ ڀڳ نئين خداآباد آباد ڪرائي هئي"(١).

٢. مرزا قليچ بيگ پنهنجي مشهور تصنيف "احوال شاهه عبداللطيف" ۾ رقمطراز آهي: "حقيقت ڪري سڀئي ڪلهوڙا مرشديءَ جو دم هڻندا هئا. سندن گاديءَ جو هنڌ ۽ وڏو شهر انهن ڏينهن ۾ خداآباد هو، جتي هڪ وڏي مسجد پڪين سرن ۽ ڪاشيءَ سان ٺهيل اڄا تائين موجود آهي، ۽ جو پراڻي درياهه جي ڪناري تي هوندو هو"(٢).

٣. "مقدمـه لطيفيءَ" جي نامياري مرتب آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ، هيٺين طرح شاهه صاحب جي مخالفن جو ذڪر ڪندي، لکيو آهي ته "ٻيون دشمن شاهه جو ميان نورمحمد ڪلهوڙو (١٧١٨-١٧٥٥ع) هو. جو سنڌ جو حاڪم ۽ ڪلوڙن جو مهندار هو. ڪلهوڙا تن ڏينهن ۾ وڏي اوج تي رسيل هئا. منجهن پيري مريدي پڻ هيون. سندن گاديءَ جو هنڌ خداآباد هو، جو ان وقت وڏو عاليشان شهر ليکبو هو" (٣).

مذڪور بيانن مان معلوم ٿيو، ته مرحوم وفائيءَ خداآباد هالن واري ڄاڻائي آهي ۽ ان جو باني ڪُلهم ڪُلا ميان نورمحمد کي ٻڌايو آهي. مرزا قليچ بيگ، دادوءَ واريءَ خداآباد جو بيان ڪيو آهي؛ پر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ دارالخلافه جي شهر کي واضح طور بيان نه ڪيو آهي. ساڳيءَ طرح شاهه صاحب جا ٻيا سوانح نگار به گاديءَ جي هنڌ جو ذڪر مبهم طريقي ۾ ڏيندا رهيا آهن.

هائي اچون ٿا شاهه صاحب ۽ ميان صاحب جي همعصر هجڻ، ۽ شاهه سان ميان جي مخالفت ڪرڻ وارين روايتن تي. مڪيه روايتون جن تي شاهه صاحب جي سوانح نگارن مان گهڻن جو اتفاق آهي، سي هت پيش ڪجن ٿيون: ١، گلان ڪيريءَ جي، شاهه صاحب جي دعا سان، ميان نورمحمد سان پرڻجڻ ۽ غلام شاهه جو پيدا ٿيڻ (٤). (گلان جو ڪوٽ موجوده خداآباد کان اتر ۽ اولهه جي طرف ٻـ-ٽي سَنَڌَ پري اڃا تائين واقع آهي.) ٢، ميان نور محمد واري دعوت: گلان کي مدعو ڪري، حرم سراءِ ڏي وٺي وڃڻ؛ حسينن ٻانهين کي شاهه صاحب ڏي موڪلڻ، ۽ شاهه صاحب جو هيٺيون مشهور بيت ميان نورمحمد جي جواب ۾ في البديهه چوڻ:

"ڪاڪ نه جهليا ڪاهوڙي موهيا ڪنهن نه مال،
سوڍيون سيجهائي ويا ههڙا جنين حال،
جي جورين ڏنا چال، ته به لاهوتي لنگهي ويا". (٥)

---

(١) لطف اللطيف، ص ١١٢. (٢) احوال شاهه عبداللطيف از مرزا قليچ بيگ ڇاپو ٻيون، سال ١٩١٠ع، ص ٢٢. (٣) مقدمه لطيفي، ص ٣٠. (٤) احوال شاهه عبداللطيف از مرزا قليچ بيگ ص ٤٣؛ لطف اللطيف از مولوي دين محمد وفائي ص ١٨ وغيره. (٥) "احوال شاهه عبداللطيف" از قليچ، ص ٥٢؛ "لطف اللطيف"ص ١١٧؛ "مقدمه لطيفي" ص ٦٨.

۳، شاه جو، بلڙيءَ جي روضي لاءِ، ملتان کان سرن جو آڻڻ ۽ خدا آباد وٽ لنگر هڻڻ - ميان نورمحمد جسي طرفان زهر هلاهل واري معجون پهچڻ (۱). مذڪور حقائق سان هڪ تنقيش ڪندڙ طالب هيٺين نتيجي تي پهچي سگهي ٿو: ٻاڻيءَ واري خدا آباد دادوءَ واري هني - ۾ ڪيترن ئي گزيٽيرن ۾ پڻ اهو ڄاڻايو ويو آهي ته خدا آباد جو شهر سنڌو نديءَ کان ڏهه ميل اوڀر طرف آهي (۲). جيڪڏهين گزيٽيرن جي روايتن ڏي ڌيان ڏيو ته اها وري خدا آباد ثالث سان لاڳو ٿيندي، جو هاڻي به خدا آباد نئين سنڌو نديءَ جي اڀرندي ڪپ تي آهي - باقي مفاصلي جسو انگ مبالغي آميز آهي. ويجهڙائيءَ ۾ محترم علي محمد سيال صاحب هڪ ننڍڙو نرنڪت بنام "ربلاڻي پير" تاليف ڪيو آهي. هن ۾ هڪ زبردست انڪشاف عطرخان ولد ميان نورمحمد خان جي شاندار تواريخي ڪتاب "تنگيران سنڌ" جو ڪيو اٿس. هن ۾ ڄاڻايو اٿس ته 'شيخ نجيب الدين ڪبير منهنجي والد بزرگوار کي حڪم ڏنو ته هاله ڪنڊيءَ جي پرسان نئون خدا آباد وجي اڏ" - فارسي الفاظ هي آهن، "چون پدرم بزرگوار خيال کرد که يکي ميانوالي نزد موريا (موره) تعمير کنانند، شيخ نجيب الدين کبير اورا فرمود که 'برو و نو خدا آباد نزديک مخدومان ما هاله کنده تعمير کنيد که آن بهتر باشد' !" (۳)

ڳالهه جسو ڪوٽ ۽ ميان جي دعوت جا واقعات ڏيکارين ٿا ته ميان نورمحمد ضرور ڪو وقت اچي خدا آباد ثالث ۾ منزل انداز ٿيندو هو، جو هن کي شاهه صاحب تي چوڪسي رکڻي پوندي هئي؛ جو ته هو هميشه شاهه صاحب جي مارائڻ جي تاڙ ۾ رهندو هو؛ جيئن شاهه عنايت جي شهادت (۱۱۳۰ هه) ۽ مخدوم عبدالرحمان کهڙن واري جي ڪوس (۱۱۴۸ هه) ۾ به هن جو هٿ معلوم ٿئي ٿو. ۾ هن شهر کي حيدرآباد سان همسري واريءَ ڪڙيءَ تي ميان سرفراز آندو، ۽ شهر جو صحيح نموني تي واڌارو ڪيو.

واقعات: هن شهر هڪ طرف ڪلهوڙن ۽ ميرن جون ماية ناز مهميزون ڏٺيون ته ٻئي طرف خوني حادثا به ڏسيا، جن جي لهوءَ جي لالاڻ اڄا تائين سنڌ جي تاريخ جي ورقن تان ميسارجي نه وئي آهي. ميان محمد سرفراز خان پنهنجي هڪ درباريءَ راڄو ليکي جي ڀڙڪائڻ تي مير بهرام خان جي خلاف بدگماني رکي، جا شديد دشمنيءَ جي صورت وٺي، مير بهرام خان جي شهادت ۾ ظاهر ٿي. هن واقعي جسو ذڪر "سنڌ جو شاهنامو يا ڪلهوڙن جي هار" جي مصنف مرحوم مير محمد حسن علي خان 'حسن' ڏاڍي دلپذير پيرايي ۾ ڏنو آهي. ڏسو ته ميان سرفراز جي دل جي دنيا جي تصوير ڪهڙي نه دلڪش انداز ۾ چٽي اٿس:

(۱) "احوال شاهه عبداللطيف" از قانع ص ۲۳؛ "لطف اللطيف" ص ۱۱۳؛ "مقدمه لطيفي" ص ۱۶.
(۲) "هندوستان سان متصل ملڪن جو گزيٽئر" از ايڊورڊ ٿارنٽن ۱۸۴۴ع، ص ۳۸۳.
(۳) "ربلاڻي پير" مولف علي محمد خان سيال، ص ۲.

"روايت ڪئي راوي آراست گو، — انهيءَ رات جنهن رات جي ڏينهن جو،
ڪيئين مير مارانهي ناحق شهيد، — ڏٺو ڪين از قهر رب المجيد؛
رشام کان تا دم صبح دم، — ميان کي نه آرام هو پل نه دم؛
ٿي ليٽيو ڪڏهن هند تي ڪڏهن اٿيو، — چيئين ٿي ته 'مشکل اچي پيو وڏو':
انهيءَ حال ۾ رات ٿي ويئي بسر، — لمايان جڏهن قتل جو ٿيو سحر،
ڏني پند جا ان کي هئي اوستاد، — سرافرازخان ان تي ٿيو دل نهاد؛
هو مرواڻي ڪو ذات جو بس پليد، — حسين نانءُ ان جو هو پر هو يزيد؛
ميان روبرو ان کي ڪاريو طلب، — چيئين 'توکان ناهي هي هرگز عجب—
ڪرين قتل جي مير کي تون ادا، — ته هت پوءِ اچي مطلب و مدعا'!" (١)

١١ جمادي الثاني، ١١٨٩ هه جو صبح روشن هو جڏهن مير بجارخان جي خط جي مطالعي جي بهاني، ميان سرفراز جي دربار ۾ مير بهرامخان حسين مرواڻي، هٿان شهيد ٿيو. سندس صاحبزادو مير صوبدارخان ان وقت عليل ۽ بستري داخل هو، سو سر زمين تي پهچي ويو. مير بهرامخان جي شهادت بعد، الهه بخش ليکي، راجو ليکي جي پاٽئي، کي قتل ڪري گهوڙي پيو دربار ۾. سڄيءَ دربار مان ني جٽا، ڪمال خان رند، غلام محمد لغاري ۽ شادمان خان، هنجي پاسي ٿي بيٺا. هنن جوڌن جوانن ويهارو کن شخص ماريا، ۽ آخر مير صوبدارخان به بهادر جي مثل ثابت قدم ٿي وڃي مولا سائين سان مليو. ڏسو ته "حسن" صاحب اهو منظر ڪهڙيءَ طرح چٽيو آهي:—

"چيئين ٿي ته 'نند پٽ ۾ عهدا' صبي — مون هڪ پير سان ٿي ڪُڙي راند ڪئي'،
ڪهڻورت بدن مان جڏهن نڪري ويو، — ڏٺئي نيڪ پت پوءِ بيهي رهيو؛
تڏهن پي نه باز آيو از ڪُشت و خون — اٿين بيٺو هو جڻن جبل بي ستون" (٢)

مير فتح خان، مير بهرامخان جي سوٽ مير مسوخان جو فرزند هو ۽ ان وقت ميرن جو مهندار هو. هن کي جڏهن اها خبر وحشت اثر معلوم ٿي تڏهن کيس بيحد رنج ۽ صدمو پهتو. سڀ مير گڏجي اچي مير فتح خان وٽ ماتم ۾ شريڪ ٿيا. ٻئي سال مير فتح خان بلوچن جو لشڪر وٺي خداآباد کي گهيرو ڪيو ۽ زوران زوري اندر قلعي ۾ داخل ٿيو. ڏسو سنڌ جو فردوسي ڪهڙيءَ طرح فرمائي ٿو:

"جڏهن نڪري ويئي شمع خاور برون، — زماني ڍڪي چادر نيلگون؛
ڪيو در بر عالم لباس سياه، — نهان ٿي ويو روءِ خورشيد و ماه؛
سرافرازخان جي جا هئي بارگاه، — ڦري چو طرف آيو ان کي سپاه؛
تڏهن پئي ميان کي مهلڪ خبر، — جڏهن وڙهي وٺي فوج سرتا بسر."

(١) سنڌ جو شاهنامو، ص ٢٦. (٢) سنڌ جو شاهنامو، ص ٩.

ميان سرفراز چند همراهن سان گڏ فرار ٿي حيدرآباد ۾ آيو. انهيءَ واقعي کي مرحوم ميرصاحب شاهناماي ۾ هن طرح قلمبند ڪيو آهي:

"جيئين ٿي ته مون ساڻ جا ٿي ويو، | مُلي راڄو ليکي جنهن مون کي مُئو؛
ائين چوندو ٻوءِ رُندو ٿا اشڪ و آهه، | ٿي ڪيئين حيدرآباد جي قطع راهه؛
هي هو ڪوٽ جو حيدرآباد جو، | ميان صاحب ان منڊ اچي مَسَن رهيو؛
قلعي ۾ ٻوءِ وارد ٿيو باصد الم، | ڏسو ڪيئن وٺي ويس ٿو منتظم."

ميان سرفراز کي ميرن اتي ئي نه ڇڏيو ۽ مير فتح خان جي سرڪردگيءَ هيٺ حيدرآباد جو قلعو سنه ١٧٧٥ع (١١٨٩هه) ۾ اچي فتح ڪيائون. سرفراز خان کي موقوف ڪري، سندس ڀاءُ محمد ابا خان کي تخت نشين ڪرايو ويو؛ پر هن ۾ ملڪ هلائڻ جي صلاحيت ڪانه هئي، تنهن ڪري غلام نبي ولد نورمحمد کي تخت تي وهاريو ويو. ميان غلام نبيءَ پنهنجي وس ڪان ڪونه گهٽايو ته مير بجار، جو حج تي ويل هو، تنهن کي سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ ختم ڪجي، پر قدرت کي ائين منظور نه هو. مير بجار خان سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ قلات کان اچي سنڌ جي سرحد کان ڇهه ڪوهه پري منزل ڪئي، ته هيڏانهن وري ميان غلام نبي به پنهنجي لشڪر سميت سنڌ جي حد تي لٿو پيو هو. ميرصاحب کي ته نڪو هو جنگ جو وهم نه خيال سو منزل ڪٿي سڌو آيو خداآباد ۾. آتي سڀ ٽالپر ۽ بلوچ ڪارا ڪپڙا ڪري، وٽس وڃي حاضر ٿيا ۽ ساڻس غم ۾ شريڪ رهيا. ميان، مير بجارخان کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان تنگ ڪندو رهيو، ۽ آخر لانياري (تعلقي شهداد پور) وٽ خوفناڪ جنگ لڳي جنهن ۾ مير بجار ڪٽيو ۽ ميان وارن هارايو ۽ خود ميان به مارجي ويو. ڏسو، ميرصاحب شاهنامي ۾ ڪهڙو نه حقيقت افروز بيان ڪيو آهي:

"ٻي طرفين ۾ گرم بازار موت، | اجل خود ٿي آيو خريدار موت؛
پري جنگ جي دشت ۾ ويا تنور، | ٿي پانيو ته ڦوڪي سرافيل صور؛
ٻروچن جي جا فوج هئي يڪ قلم، | وڙهيا جڻ وڙهن شير جنگي بهم؛
ٿي دشمن جي رت سان زمين لاله زار، | وهيو رت ٿي جنهن طرح سان جوئبار."

ان کان پوءِ ميان عبدالنبيءَ کي مير بجارخان سنه ١١٩٧هه (١٧٨٢ع) ۾ تخت تي وهاريو، ۽ هن دغا بازيءَ سان، سرفراز خان ۽ هن جا متعلق، جي حيدرآباد قلعي ۾ نظربند هئا، سي ماراڻي ڇڏيا. پاڻ به پنهنجي بلوچن سميت اچي خداآباد ۾ رهيو، پر "شود عاقبت بچه زاغ زاغ" جي چوڻيءَ موجب هن مير بجارخان کي به دغا ۽ دولاب سان ماراڻي ڇڏيو؛ جنهن لاءِ ايتائين به هي مثل مشهور آهي ته "مير بجارخان کي ڪنن جي ڳالهين ماريو."

مير بجارخان جي شهادت بعد ميان عبدالنبيءَ تي ٻروچن حملو ڪيو ۽ ميان قلات ڀڄي ويو. ان بعد ميان صادق علي ولد ميان غلام حسين کي تخت تي وهاريائون. عبدالنبي ڀڄي وڃي مدد خان کي وٺي آيو ۽ اهو سردار خداآباد ۾ وارد ٿي، ماڻهن سان ظلم ڪرڻ ۽

آس پاس جا ملڪ ڦرڻ لڳو. تڏهن مير عبدالله خان بن مير بجار خان، جو عمرڪوٽ ۾ هو، سو لشڪر وٺي مدد خان تي ڪاهي آيو. مدد خان ته ڀڄي ويو، پر عبدالنبيءَ جي حرڪت معلوم ڪري موٽي هليو ويو. ميان عبدالنبي پشيمان ٿي ميرن وٽ اچي پيش پيو ۽ اڳتي لاءِ قسم کنيائين، تنهن ڪري مير ڪيس وري به خداآباد ۾ گاديءَ تي ويهاريو. سنه ١١٩٧هه (١٧٨٣ع) ۾ عبدالنبي ٻيهر، قلات جي خان کان مدد وٺي، خداآباد تي ڪاهي آيو. مير فتح علي خان تڏهن ونگ ولايت (١) جي پاسي ويل هو. انهيءَ قلات جي لشڪر کي جڏهن ته ميان چڱيءَ طرح رکي نه سگهيو، تڏهن هو خود ميان جي ڪئمپ کي ڦري، وطن وريو.

مير فتح علي خان، تيمور شاهه بادشاهه جي ماڻهن کان پوءِ سنڌ جو پڪو حاڪم ٿي آيو، ۽ خداآباد ڇڏي شاهپور جو نئون شهر ٻڌي انهيءَ ۾ رهيو. حاجي احمد کي حيدرآباد جي قلعي جي هٿ ڪرڻ لاءِ ذمواري سونپيائين (٢). سنه ١٢٠٤هه (١٧٨٩ع) ۾ پاڻ سدائين لاءِ خداآباد کي خيرباد چئي حيدرآباد ڏي اسهيو (٣). قديم سنڌ ص ٣٣٠ ۾ حيدرآباد کي تخت گاهه بنائڻ جي تاريخ ١٢٠٢هه (١٧٨٧ع) ڄاڻايل آهي، پر مورخن جي راءِ مطابق مذڪور تاريخ ئي تحقق آهي. هن مضمون کي مير صاحب پنهنجي نامياري تصنيف ۾ هن طرح منظوم ڪيو آهي:

"جو هو قلعهء حيدرآباد سنڌ، پسند آيو در طبع مشڪل پسند؛
جهاندار فتح علي نامدار، جو هو اعقل عقلاءِ آن روزگار؛
سندس جن جي هو عقل تي اعتبار، ڪيئين تن سان هي راز دل آشڪار؛
ته "هن شهر ۾ ڪشت وخون ٿي گهڻي، سڪونت مون کي ان جي ناهي وڻي؛
ٿيو جنهن سندو حيدرآباد نام، نهايت او فرحت جو آهي مقام؛
انهيءَ طرح سان ان جو قلعو بلند، بنا ان جي جڙن آهي پيچان ڪمند؛
مون کي آرزو آهي ان طرح سان، ڪريان ان کي آءٌ رشڪ قصر جنان'؛
سڀن خيرخواهن ڏنو هي جواب، 'اها راءِ آهي سراسر صواب'."

سنه ١٢١٧هه (١٨٠٢ع) ۾ مير فتح علي خان وفات ڪئي ۽ سندس لاش خداآباد ۾ آڻي دفن ڪيائون جو سندس وڏا اتي دفن ٿيل هئا. مير ڪرم علي خان (وفات: ١٢٤٤هه = ١٨٢٨ع) پهريون مير هو جو حيدرآباد ۾ رکيو ويو. انهيءَ کان اڳ ميرن کي خداآباد ۾ رکندا آيا.

خداآباد شهر بابت: هندوستان جي مڪمل احوال بابت رپورٽون جي اليگزانڊر برنس، ليفٽيننٽ ليچ، ڊاڪٽر لو ۽ ليفٽيننٽ ووڊ ١٨٣٥-٣٦-٣٧ع ۾ برٽش انڊيا ڪمپنيءَ کي پيش

(١) ونگ اهو لاڙ جو حصو هو جنهن جو ڪجهه حصو هاڻي بدين تعلقي جي ٽنڊي شهر جي نزديڪ ۽ ڪجهه حصو ٽنڊي باگي تعلقي ۾ آهي. (٢) "هسٽري آف سنڌ" از قليچ، ص ص ١٩٨-١٩٩ (٣) "هسٽري آف سنڌ" از قليچ، ص ٢٠٥

ڪيون، انهن آهي وري ١٨٣٩ع ۾ ڇپرائي شايع ڪرايون. انهن سڀني لاءِ مدنظر رکي ايڊورڊ ٿارنٽن، ”هسٽري آف برٽش ايمپائر ان انڊيا“ جي مصنف انهن مان استفادو ڪري، هڪ گزيٽيئر ”هندوستان ۽ ان جا متصل ملڪ“، ١٨٤٤ع ۾ تاليف ڪري شايع ڪرايو. هن ۾ جو خداآباد ثالث جو احوال آهي اهو قارئين ڪرام جي اڳيان رکجي ٿو:

”حيدرآباد ڪان ٽيهه ميل اتر ۽ سنڌوءَ ڪان ڏهه ميل اوڀر هڪ اجڙيل شهر آهي. ٽيهن سالن کان ٿورو اڳ هن شهر پڪيڙ ۽ آدمشماريءَ ۾ حيدرآباد سان ڪلهو ٿي هنيو، هاڻي هڪ وسندڙ آباد گهر به ڪونهي. ڪنڊر ۽ چوڌاري ميلن ۾ پکڙيل آهن.“ ان تي ووڊ طنزيه ريمارڪ ٿو ڏئي، ”سنڌ جي صنعت ڪيڏي نه ناپائدار آهي!“ هي شهر سنڌ جي ٽالپرن جو مرغوب مڪان هو ۽ هن ۾ ڪيترن ٽالپرن جا خاڪي جسد عاليشان قبن ۾ آرامي آهن (١).

١٩٢٣ع کان اڳ خداآباد جي حالت: مسٽر پيرومل مهرچند آڏوانيءَ ”سنڌ جو سيلاني“ ڪتاب ١٩٢٣ع ۾ شايع ڪرايو، جنهن ۾ خداآباد جو هن صاحب جيڪو احوال ڏنو آهي سو مختصر هي آهي: ”سنه ١٨١٣ع تائين هي ننڍو شهر اهڙو برسيل هو جيڪو حيدرآباد جو شهر انهيءَ سال هو، مگر ١٨٤٤ع ڌاري هن خداآباد جو اهڙو حال ٿيو جو منجهس ناليءَ ڪي هڪ گهر به نه بچيو. هن وقت (١٩٢٣ع کان اڳ) خداآباد جو شهر ماڙيڻ جو محلو (قبرستان) آهي. هتي هڪ ڪوٽ ٺهيل آهي، جنهن جي اندر مير فتح عليخان جو قبو آهي، جو اندران سڄو پٿر جو آهي ۽ مٿس عمدو نقش اڪريل آهي. قبي ۾ ٻين ميرن جون به قبرون آهن، جي سڀ پٿر جون آهن ۽ مٿن قرآن شريف جون آيتون خوشخط لکيل آهن. انهيءَ قبي جي صحن جي اڀرندي پاسي پٿر جون چار چوڪنڊيون آهن، جن جي اتر طرف هڪ تجر ۾ ٻه تربتون آهن، جن مان هڪ تربت ’مائيءَ خيريءَ‘ جي آهي، جا مير فتح عليخان جي ماءُ هئي. مائي خيريءَ جي مسجد حيدرآباد ۾ ميان فقير جي پڙ ۾ آهي، ۽ پاڻ هتي پنهنجي پٽ جي پر ۾ دفن ٿيل آهي. خداآباد واري ڪوٽ جي ٻاهران مسجد آهي، جنهن جي اتر طرف چوديواريءَ اندر ٽيرايون چوڪنڊيون آهن، جن تي آڪر جو ڪم نهايت عمدو ٿيل آهي. هتي الهندي پاسي هڪ اٽ جيڏي قبر ميرن جي ٺهيل آهي! هي سڄو مقام آهي، ۽ ان جي اتر ڏي ڪلهوڙن جو قلعو آهي جنهن ۾ مير بهرام ۽ مير صوبدار جون قبرون جدا چوڪنڊين ۾ آهن، ۽ مير بجر جي چوڪنڊي انهن جي چوڪنڊين جي نزديڪ آهي.“ (٢)

١٩٥٥ع ۾ خداآباد جي حالت: ڀورياڻين ڀورياڻين ١٩٥١ع جو هڪ عبرت آموز ڏينهن هو، جڏهن بندي کي هن سڪون افزا آستان جي باريابيءَ جو شرف حاصل ٿيو. ان بعد ١٩٥٢ع

(١) هندوستان جي متصل ملڪن جو گزيٽيئر - از ايڊورڊ ٿارنٽن، ص ٣٨٣ (٢) ”سنڌ جو سيلاني“، ص ١٤٧-١٤٩.

۾ ٻه ورهيه ٿيو، ۽ ان بعد هاڻي تازو ئي طالب المولى صاحب جن سال ڪلھ ٢٣ جنوري ١٩٥٥ع ۾ هن ماڻ واري مقام جي زيارت ڪان مشرف ٿيس. جا حالت اسان چشم ديد ڏٺي ان جو مختصر بيان پيش ڪجي ٿو:

مير فتح علي واري مقبري جو ڪوٽ هاڻي نيست نابود ٿي ويو آهي. اها پيت جو ٿورو نڪر هڪ ننڍي دروازي سميت پنهنجي قديم اوج جي احوال پيش ڪرڻ لاءِ سالم بيٺل آهي، مقبري جي اڳيان اپرندي طرف هڪ عاليشان ٿلهو آهي، جنهن جي چوڌاري جو سائيءَ ڪاشيءَ جي سرن جو ڪنهڙو هو سو ڪيترن هنڌن تي ڪري پيو آهي، ۽ ٿورو اجا سلامت آهي. نابود ٿي ويل پٿرن جا نڪر هيٺ ڪريل نظر اچن ٿا. وڏي قبي جي دروازي جي مٿان هي ڪتبو اڪريل آهي:

"شب شهادت شاه شهيد رحلت ڪرد، امير فتح علي خان خديو صاحب عصر،
بگفت ثابت زوار سال تاريخش، 'مکين قصر بهشت و مکان بهشتي قصر'!"

دروازي کان اندر گهڙبو ته پنج تربتون هيٺين ڪتبن سان نمبروار نظر چڙهنديون:

١- 'تاريخ وصال جنت نشان مرحوم مير غلام علي خان عليه الرحمة والغفران، ٨- جمادي الاول سنه ١٢٢٧'- هي صاحب مير صوبدارخان شهيد ولد مير بهرام خان شهيد جو نور نظر هو. تاريخن ۾ هن صاحب جي وفات جي تاريخ ٦- جمادي الثاني ١٢٢٧ هه لکيل آهي (١)، جا درست نه آهي.

٢- مير فتح علي خان- ۾ سڀون منظوم نظر آيون مگر پڙهڻ کان زور هيون. ان بعد هي ڪتبو زير مطالع ٿيو: "تاريخ وصال حضرت بندگان جنت نشان عليه الرحمة والغفران، ١- محرم الحرام شهادت امام عليه السلام- ١٢١٥ هه." هي ناميارو صاحب مير صوبدارخان شهيد ولد مير بهرام خان شهيد جو وڏو فرزند هو يعني مير غلام علي خان جو وڏو ڀاءُ.

٣- 'وفات يافت حضرت جنت مڪان مير صوبدارخان عليه الرحمة. تاريخ چهاردهم ١٤- ماه رجب ١٢٦٢ هه'- هي مير صاحب، مذڪور مير صاحب فتح علي خان جو فرزند هو.

٤- بي نام هئي مگر سنه وفات پيرانديءَ تي ١٢٦٤ هه جاڻايل هو. هيءَ ڪنهن مستوره جي قبر سمجهڻ گهرجي.

٥- 'هذاه القبر مرحوم مير محمد علي خان صاحب تالپر وفات او بتاريخ غره ماه رجب ١٢٤٨ هه'- هي صاحب، مذڪور مير صوبدارخان جو فرزند ۽ مير فتح علي خان جو پوٽو هو. مقبري جي اندر هر جي جڙت جو ڪم ڪمال جو ٿيل آهي. نموني نموني جي نڪ ڏسڻ ۾ پئي اچي. اتر ۽ اولهه وارا محراب ته مڪليءَ جي مقبرن جي محرابن جي سيڪ پيا لاهن.

---

(١) مرزا قليچ بيگ- "هسٽري آف سنڌ"، جلد ٢، ص ٢١٣

وڏي مقبري جي سامهون اوڀر ۾ ٽي چوکنڊيون آهن (مسٽر پيرومل چار چوکنڊيون ڄاڻايون آهن). اسان سان گڏ سليمان ڏاهري هو جو ڪجهه وقت هن مقام جو مجاور ٿي رهيو آهي. هن کان معلوم ٿيو ته هڪ چوکنڊي هن ڪري ڪريل آهي جو ماڻهو هت اچي خزاني لاءِ کوٽين ٿا؛ اهڙا گهڻا نشان اسان کي به معلوم ٿيا.

اوڀر واري پهرين چوکنڊي وڏي هئي: هن ۾ پ. تربتون هيون، جن ۾ ٻي ڪتبي هيون- ٻيءَ چوکنڊيءَ ۾ هڪ قبر تي هي ڪتبو لڳل هو- "تاريخ رحلت مرحوم مير بهرام عليه الرحمة بيست ونهم ۲۹- محرم (مهينو چٽو نه هو) ۱۲۲۲ ه."- هي صاحب، مير عبدالله جو فرزند ۽ مير بجارخان شهيد جو ڀائو ۽ وڏي بهرام خان شهيد جو پڙ پوٽو آهي. ٻيءَ چوکنڊيءَ ۾ هڪ قبر بي ڪتبي هئي.

ٽيءَ چوکنڊيءَ ۾ ڀ قبرون هيون- اورين خالي، ۽ پڇريءَ اوڀر طرف قبر تي آية الڪرسي کان سواءِ، جو سنه وفات لڳل هو، سو هي هو- "رحلت مرحوم مير بجارعليه الرحمة ۱۲۲۰ ه."- يعني هي صاحب، مير غلام حسين مير عبدالله بن مير بجارخان جو نور نظر آهي.

هڪ وڏي تجر هنن چوکنڊين جي اتر ۾ آهي. سليمان ڏاهريءَ کان هي به معلوم ٿيو ته هن ۾ مائي ماهڻ ۽ سندس ڌيءَ جون تربتون آهن، جنهن اولهه واري مسجد شريف ٺهرائي هئي. پر هن ڪي مسٽر پيرومل مائي خيريءَ جي تجر سڏيو آهي، جو بيان زياده صحيح آهي- مائي خيري، مير فتح علي خان جي والده بزرگوار هئي ۽ وڏي عاقل، عالم ۽ مخير ٿي گذري آهي. هن صاحب کي مسجدن ٺهرائڻ جو ڏاڍو شوق هو. حيدرآباد جي فقير جي پڙ ۾ به هڪ مسجد بنام 'مائي خيريءَ جي مسجد' مشهور ۽ معروف آهي- ٿي سگهي ٿو ته مائي ماهڻ، جنهن جو نالو سليمان ٻڌايو سا مائي خيريءَ جي دختر هجي ۽ سندس اصل نالو ماه بيگم هجي.

وڏي مقبري جي ڏکڻ اولهه طرف مسجد شريف آهي، جنهن تي اندر هي ڪتبو ڪاشيءَ جي سر تي لڳل نظر آيو:

"هو الباقي- بتاريخ يازدهم ماه جمادي الثاني-

جاي گو مسجد ربي؛ ز مير فتح علي- ۱۲۱۴ ه"

مسجد شريف جي بناوت ڪا خاص جاذب نه آهي. ٻاهريون حصو پڊرائون ۽ اندر چٽن سان چٽيل. مسجد جي سامهون هڪ کوهه هو جو لٽجي ويو آهي؛ پر هن جي ڀرسان هڪ ٻيو کوهه آهي جو اڃا موجود آهي. مسجد شريف جي اتر اوڀر ۽ مقبري جي ڏکڻ اولهه ۾ هڪ پڪي ٿلهي تي ٻه تربتون واقع آهن. هتي وڃڻ تي ڏٺوسين ته وڏي پٿر جو ڪتبو، جو اوڀر واري تربت تي اڀو بيٺل هو، سو هاڻي ٿلهي جي اتر اولهه واريءَ ڪنڊ ۾ ٻه اڌ ٿيو پيو آهي. اڳ جڏهين اسان ويا هئاسين ته هي پٿر اوڀر واريءَ قبر جي سيرانديءَ کان اڀو بيٺل هو، پر ٽن چئن سالن اندر اتان اکڙجي به ويو ۽ شڪسته به ٿيو (الله باقي من ڪلّ فان).

سليمان ڏاهريءَ کان معلوم ٿيو ته هي ساداتن جون تربتون آهن. پوءِ ته اچي ياسين ڪتبي جي الفاظن جي اتارڻ ۾. قرآن شريف جي آيت مبارڪ "ڪل من عليها فان و يبقيٰ وجه ربڪ ذوالجلال والاڪرام" کان بعد ٻارهن امامن جا نالا هن طرح منظوم طريقي ۾ آيل هئا:

مهيمنا بالنبيِّ و ولي هردو پسر، بعابدين و باقر امام دين جعفر؛

بموسيٰ و رضا و تقي و هم بنقي، بعسڪري و بمهدي امام غيب اندر؛

ڪه هر گناه ڪه ڪرديم از صغير و ڪبير، بحق آل محمد ڪه از همه بگذر."

پٿر جي سڄي پاسي کان: "مير عبدالهادي طبيب بجنت الماويٰ."

کٻي پاسي کان: "بتاريخ دوم شعبان المعظم روز يڪشنبه وقت شام ۱۲۱۳ هه."

(هي سنه اڌو ته گڏ وچڙ لڳل هو جو پڙهڻ ۾ صاف نه هو، پر هن کي ۱۱۹۳هه به پڙهي سگهياسين ٿي. سيد عبدالهادي جو سنه وفات تاريخ جي ڪتابن ۾ ۱۱۹۳ هه ڏنل آهي[1]).

هيءَ تربت ان لاڏلي سيد جي آهي جو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو وڏو امير ۽ شاهي حڪيم هو. هيءَ صاحب اصل اصفهان جو باشندو هو. جڏهين نادرشاهه ايران تي ڪاهيو تڏهين هو صاحب ايران مان فرار ٿي، سنه ۱۱۵۰ هه ڌاري هندستان ۾ آيو ۽ مدراس جي راجا جو خاص حڪيم ٿي رهيو. انهيءَ وقت سنڌ جو حاڪم ميان نورمحمد ڪلهوڙو هو جيئن ته ميان خارجي پاليسيءَ جو ماهر هو، ۽ ٻاهرين حاڪمن سان چڱو سلوڪ رکندو هو، تيئن هن جي دوستيءَ جو گهاٽو ناتو مدراس جي راجا سان هو. ميان جي چوڻ تي راجا سيد صاحب کي سنڌ ڏي روانو ڪيو. ٿوري وقت بعد راجا گذاري ويو ۽ سيد صاحب سنڌ ۾ رهجي پيو ۽ ميان جي وڏن اميرن جي لسٽ ۾ داخل ٿيو. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي وفات کان پوءِ ميان سرفراز مسند نشين ٿيو، ۽ ان به سيد صاحب جي اهڙي ئي عزت ڪئي جهڙي ميان نورمحمد ڪيس ڏيندو هو. هيءَ صاحب ۱۱۹۳ هه ۾ فوت ٿيو.

ٻي اولهه واري قبر مذڪور شاهه صاحب جي نور نظر مير ابراهيم شاهه جي آهي. هي صاحب ميان سرافراز جي حڪومت ۾ ۲۲ سالن جي جدائيءَ بعد پيءُ سان اچي مليو ۽ پنهنجي والد جي وفات بعد ساڳيائي مراتب ماڻيائين. هيءَ صاحب وڏو دانشمند ۽ فاضل هو. هيءَ خراسان ۽ ڪابل جي بادشاهن ڏانهن سنڌ طرفان سفير ٿي ويندو هو. جڏهين ڪلهوڙن بعد ٽالپر سنڌ جا حاڪم ٿيا، تڏهين مير ابراهيم شاهه به هنن وٽ ساڳي عزت ماڻڻ لڳو ۽ ادب وچان سڀ هن صاحب کي "آغا" ڪري سڏيندا هئا. هن سنڌ هٿ ڪرڻ ۾ مير فتح علي خان کي جوڳي مدد ڪئي. هن کي اٺ پٽ هئا - سندس وڏو فرزند آغا اسماعيل شاهه ميرن وٽ وڏيءَ فضيلت جو صاحب هو، ۽ ميرن پاران ٻارهن ورهيه ڪابل جي امير وٽ وڪيل رهيو. ٻيا سندس ٽي پٽ شڪارپور جا نواب ٿي رهيا؛ آغا زين العابدين شاهه ٻه ورهيه (جو

---

۱- "قديم سنڌ" مرزا قليچ بيگ، ص ۲۷۵.

ٻوءِ ڪراچيءَ جو ۽ ٻچه ورهيه نواب هو) ۽ آغا تقي شاهه ٽيهه ورهيه، آغا ڪاظم شاهه ٽيرهن ورهيه (هيءُ ڪاظم شاهه ڏليرن ۽ افغانن جي وچ ۾ جا جنگ لڳي هئي ان ۾ مارجي ويو)-- هي سيد صاحب، حيدرآباد جي وڏيجو قلعيءَ تي پنهنجي ننڍي ۾ رهندا هئا، جنهن کي آغا جو ننڍو يا آغا اسماعيل شاهه جو ننڍو ٿا چون. سندن اولاد اڃا آتي رهندو ٿو اچي.

هنن تربتن جي مٿان پڻ پٿر گلن ڦلن سان سينگاريل پيل هئا؛ هنن تي هڪ وڏو ڦول اڪريل هو، اهڙي قسم جون تربتون مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي ڪثرت سان ملين ٿيون.

مسجد شريف جي اولهه ۾، ۽ مقبري جي ڏکڻ اولهه ۾ هڪ چوڪنڊي پٿرئين نظر آئي. مٿيون ڦمبو ڊٺل هو. هڪ تربت پٿرائين ڪٽ جهڙي هئي. هن جي سيرانديءَ تي هي ڪتبو لڳل هو: 'تاريخ رحلت مرحوم تاج محمد ولد مير (صاف نالو نه هو) هشتم صفر ١٢٦٢ه'-- سنه جي چٽائي نه هئڻ ڪري ١٢١٢ه پڻ پڙهي ٿي سگهيا هين-- پيرانديءَ ۾ سنگتراش جو نالو اڪريل هو-- 'ازدست فضل الله سنگتراش' (ڏسو ته ڪيئن نه سنگتراش جو نالو زنده رهجي ويو! -- سبحان الله!) هن جي پرسان سرن جي چوديواري آهي، اندران ڪوٺيل آهي، هڪ قبر اونڌي معلوم ٿي. عهدنامي ڪان سواءِ ٻيءَ قبر تي ٻيو ڪجهه لکيل نه هو-- شايد ڪنهن مستوره جي هئي.

هنن جي آمهون سامهون اتر ۾ ۽ وڏي قبي جي اولهه ۾ ٻريان ٿوري مفاصلي تي ٻه چوڪنڊيون نظر آيون. اوڀر طرف واريءَ چوڪنڊيءَ ۾ ٻه تربتون آهن. ٻنهي تربت مشرقي طرف مير بهرام خان شهيد جي نور نظر مير صوبدار خان جي آهي، جو صاحب ٻيءَ جي مٿان پروانه وار فدا ٿي ساڳئي ڏينهن ميان سرفراز جي دربار ۾ شهيد ٿيو- ان جي تربت تي هي ڪتبو هو: 'تاريخ شهادت و مغفرت نشان مير صوبدار فقير ٽالپر پانزدهم ١٥- ماهه جميدالثاني سنه ١١٨٩ه'- ان جي پرسان اولهه واري تربت تي هي ڪتبو هو: 'تاريخ شهادت مغفرت نشان مير بهرام فقير ٽالپر پانزدهم ١٥ ماه جميدالثاني سنه ١١٨٩'. هيءَ چوڪنڊي شڪسته آهي. ان جي پرسان اولهه ۾ ٻي چوڪنڊي آهي جا هن ڪان زياده سلامت آهي. ان ۾ هڪ تربت آهي، جنهن تي هي ڪتبو هو: 'تاريخ شهادت مغفرت نشان مير بجار فقير ٽالپر ماه ذي قعده سنه ١١٩٥ه'- يعني مٿين شهيدن ڪان پنج سال بعد هن غريب جي شهادت واقع ٿي.

ان ڪان ٿورو اڳيرو وڏي گنبذ جي اتر ۾ جهونڊي فقير چانڊئي جي تربت آهي، جو مرحوم مخدوم ظهيرالدين عرف سائين ٻرو چاڙ جو همعصر هو ۽ وڏي باني جو بزرگ ٿي گذريو آهي. هن جي مٿان لوهي چوڪنڊي آهي، ۽ چوڌاري هڪ ننڍي پٽ ڏباريل آهي.

ٻريان اتر اوڀر طرف ميان سرفراز جي محلات ۽ دربار جا نشان موجود آهن. هتي مذڪور خوني واقعات زير عمل آيا. هي ڊٺل آثار پنهنجي گذريل شان و شوڪت تي، سرخم ڪري، اوسر ڪري رهيا آهن.

هن قديم مقام جي اتر اولهه ۾ سنڌ پڻ جي پٺ تي ”ڪلان جي ڪوٽ“ جا نشان بيٺا آهن، جنهن ۾ سنڌ جي روحل رائي ڏاڍي ناز و انداز سان پنهنجا شاهانا ڏينهن بسر ڪندي هئي.

سليمان ڏاهريءَ کان هي به معلوم ٿيو ته ٻچاڙيءَ جو مقبري خواهه ڪوٽ جي پرداخت لاءِ پوين مير صاحبن پنهنجي هڪ جهوني وفادار شيدياڻيءَ مائي زهرا کي مقرر ڪيو هو، جا پنهنجي آخرين پساهن تائين اتي رهي، وفاداريءَ ۽ صداقت جو بين ثبوت ڏنو.

تحقيق، قرآن شريف جو اهو ارشاد اهل دل لاءِ ڪافي ۽ وافي آهي: ”فاعتبروايا اولي الابصار“. شاهه صاحب به انسان ۽ انسان جي متعلق لياڪن جي بي ثباتيءَ جو ذڪر هيٺين بيت ۾ موزون طرح استعمال ڪيو آهي، جو اسان جي خداآباد جي کنڊرن سان لهڪي اچي ٿو:

”گهوڙن ۽ گهوٽن جڻ ٿورا ڏينهڙا،

ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا!“

---

ظالم ۽ جابر بادشاهه، انسانيت کي حقيقي احترام ۽ عزت کان محروم ڪرڻ لاءِ خوشامد جا پاراٿا وانديڪا ناهي، پنهنجن هم خيال ۽ هم پيالہ ماڻهن کي خوش رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هي خطاب (سر، خان، خانبهادر، تمغا ۽ پلا، جاگيرون ۽ نوابيون، تلوارون ۽ دوشالا، خلعتون، ۽ پاڪرون، در اصل غرور ۽ فرعونيت جا اهي شملا آهن جي ملوڪيت پرستن ۾ عن لاءِ ٿا ورهائجن؛ جن هو انسانيت ۽ شرافت کي ساڙي ناس ڪري ڇڏين. ڪوڙي عزت ۽ خوشامد جو شيدائي چپاهه سان ترار پڌي گويا ظالم حڪومت جو زر خريد جلاد ٿيو پنجي! اهڙي شخص جي تراڙ تي هي لفظ جاي قلم سان لکيل هوندا آهن:

”منهنجي سيني تي انعامي تمغن ۽ پلن هئندڙ پاڪ هٿن جو قسم ته مان مرڻ تائين قومي عزت ۽ ناموس جو قاتل رهندس“

مهراڻ

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# ڄتو فقير سانگي

[سنڌي ادب جي سڄڻن اڳيان بندي بار بار عرض پئي ڪيو آهي ته سنڌي ادب جي عمارت جي بنيادن کي پهريائين مضبوط ڪرڻ گهرجي: اسان جي ادبي عمارت جا بنياد رکندڙ ۽ باني مباني اسان جا اهي شاعر هئا جن صاف سلوڻي سنڌيءَ ۾ پنهنجي فطري شاعراڻ جذبي سان بيت ۽ ڪافيون چيون، ۽ جن جو شعر عام توڙي خاص ۾ مقبول پيو. انهن شاعرن جي شعر کي هن ڪان اڳ سهيڙي گڏ ڪرڻ گهرجندو هو، مگر اڃا به وقت آهي جو اسين اهو ڪم پورو ڪريون، ڇاڪاڻ ته بنسبت ايندڙ نسلن جي اسين انهن شاعرن جي زماني کي ويجها آهيون، ۽ سندن سوانح توڙي شعر بابت جي خبرون اسان کي هٿ اچي سگهنديون، سي اسان جي ايندڙ اديبن کي نسبتاً مشڪل ملي سگهنديون. لاڙڪاڻي ۾ گذريل پندرهين سنڌي ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي بندي هن اهم ضرورت ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو ۽ عرض ڪيو ته انهن ساليانی ادبي ڪانفرنسن ۾ اديبن کي گهرجي ته هو آسپاس جي گذريل شاعرن تي پنهنجا تحقيقي مقالا پڙهن - مثلاً لاڙڪاڻي ادبي ڪانفرنس ۾ ضلع لاڙڪاڻي جي مشهور شاعرن جهڙوڪ ڄتي فقير سانگي، عثمان فقير سانگي، موهن فقير، حسين فقير ديدڙ، شاه محمد ديدڙ، حاجي خاڻ ۽ ٻين مشهور شاعرن جي سوانح ۽ شعر تي مضمون پڙهيا وڃن ها ته اسان جي ادبي سرمايي ۾ نهايت نسي قيمتي اضافو ٿئي ها. دل ۾ چيم ته جيڪي ٻين کي چئجي سو پاڻ ڪجي؛ انهيءَ ڪري هن ڪانفرنس بعد جڏهن ٻه چار ڏينهن (١٧-٢١ اپريل ١٩٥٥) لاڙڪاڻي طرف اچڻ جو موقعو مليو تڏهن ٻين ڪمن سان گڏ 'ڄتي فقير سانگي' جي سوانح ۽ شعر بابت ڪجهه مواد گڏ ڪيم، انهيءَ لاءِ ته اسان جي انهن گذريل شاعرن مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ بابت مختصر مضمون تيار ڪري نموني طور شايع ڪجي ته من ٻيا لائق اديب هن ڏس ۾ وک وڌائين. آءٌ پنهنجي دوست محترم قادر بخش صاحب لاڙڪ جو شڪرگذار آهيان جو ان وقت قنبر ڊويزن جو ڊپوٽي ڪليڪٽر هو ۽ منهنجي لاءِ هن ادبي تحقيق ۽ تلاش لاءِ هر سهوليت مهيا ڪيائين. ڄتي فقير جي زندگيءَ جا حالات، ٻن پائرن

حڪيم ۽ واڌل فقير سانگيءَ جي زباني قلمبند ڪيا ويا جو سندن ڀيڻ محمد فقير سانگي چتي فقير جو خاص طالب ۽ عزيز هو ۽ چتي فقير کيس لانئون ڏيندڙ ٻڌايون هيون. چتي فقير جي شعر جو ڪجهه حصو حڪيم ۽ واڌل فقيرن ۽ محمد نواز جوڻيجي (ويٺل سجاول تعلقو ميرو خان) جي زباني قلمبند ڪيو ويو ۽ ڪجهه حصو محترم نبي بخش منگي (ڏامراها) گڏ ڪري ڏنو. آءٌ انهن سڀني سڄڻن جو شڪر گذار آهيان. شعر جي هٿ آيل ذخيري کي ڀيٽي، درست ڪري، ترتيب ڏيئي هيٺ قلمبند ڪيو ويو آهي. هيءُ شعر جو ذخيرو هڪ ٻن ڏينهن جي تلاش جو نتيجو آهي ۽ محض هڪ مضمون خاطر گڏ ڪيو ويو آهي. چتي فقير جو شعر اڃا گهڻو آهي ۽ اميد ته ٻيو ڪو اديب ان کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. —نبي بخش]

## سوانح حيات

درويش چتو پٽ ٻچل سانگي گذريل صدي (اوڻويهين) جي پوئين اڌ (؟) ۾ ڳوٺ پينهڙي (ذڪريو مهيسر کان هڪ ميل اوڀر طرف) تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. اڃا ٻارهو جو ٻيءُ ماهه گذاري ويس. چاچس چيس ته وڃي مال چار، پر کيس طبعي طور پڙهڻ جو شوق هو جنهن ڪري سيپارو ساڻ ڪري سبق به پيو ياد ڪندو هو ۽ مال به پيو چاريندو هو. هڪ دفعي جهنگ ۾ ڪنهن سفيد ريش بزرگ اچي سبق ڏنس ۽ ان سبق بعد هو اتي ننڊ پئجي ويو. چاچس منجهند جي ماني کڻي آيو ته ڏٺائين ته ڇوڪرو ننڊ پيو آهي مگر مال ٻني پاسي ڪونه ويو آهي ۽ ڇوڪري جي چوڌاري بيٺو آهي. چاچس کي خيال آيو ته هيءُ ڇوڪرو فقير تن آهي، سو چيائين ته: ”توکي مال کان معافي آهي، هاڻي وڃي پڙهه.“ ڳوٺ پينهڙي ۾ مدرسو هو جتي چتو اچي باقاعدي پڙهڻ ويٺو ۽ عربي پارسي ايتري پڙهيائين جو جيتوڻيڪ دستاربندي کانئن ڪيائين ته به مدرسي مان ذري گهٽ مولوي بڻجي نڪتو. سڄي عمر فقير شريعت جو پابند ٿي رهيو ۽ سواءِ بيخوديءَ جي حالت جي پنجئي وقت نماز ادا ڪندو هو. فقير هميشه اڇا ڪپڙا پائيندو هو، ۽ لٽ ۽ وضوءَ لاءِ ڪوزو هميشه ساڻ هوندا هئس.

چتي فقير کي سندس چاچي پنهنجي نياڻي مائي ’تاجل‘ جو سڱ ڏنو، جنهن مان کيس هڪ نياڻي ڄائي جنهن جو نالو ’قائم خاتون‘ رکيائين. سندس گهرواريءَ جي وفات بعد پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڳوٺ ’دڙي‘ ۾ پنهنجي عزازت ۾ ڏنائين، ۽ هنن کيس عوض ۾ سڱ ڏنو. ان وقت فقير تي حقيقي حال غالب هو ۽ جڏهين ماڻهن مبارڪون ڏنس تڏهين جواب ڏنائين ته: ادا جهڙو مرڻو تهڙو پرڻو.

طريقت جي راه ۾ چتو فقير، سيد عبدالرسول بخاري ’دودائي‘ (لاڙڪاڻي کان ٻه ميل اتر) واري جو مريد هو جنهن کيس عشق مجازي واري ڏاڪي تان چاڙهي حقيقت ڏانهن متوجهه ڪيو.

چتي فقير تي مجازي محبت جو جوانيءَ کان وٺي وڏو غلبو رهيو. فقير شادي شده هو ۽ شريعت جو پورو پابند هو. نفساني خيالات کان سندس ارادا پاڪ هئا، مگر محض خالص

محبت ۽ نينهن جي نظاري جو طالب هو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سڀ ملامتون سر تي سٺائين. پينهڙي جي هڪ لوهار ڇوڪريءَ سان سندس پهرين محبت جي ميخ لڳي. ٽي سال سانده سندن هڪ ٻئي سان نينهن جو نظارو رهيو. انهيءَ عرصي ۾ ڇوڪريءَ پڻ سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ آخرڪار فقير کي چيائين ته مون سان شادي ڪر. مگر فقير جواب ڏنو ته "محبوب محبوب آهي، ان سان شادي نه ڪبي". نيٺ فقير وڃي پنهنجي مرشد سيد عبدالوهاب سان حال اوريو جنهن پڻ تاڪيد ڪري چيس ته: پنهنجي آئي راند نه وڃائجانءِ. آخرڪار فقير جي چوڻ موجب هن نيڪ سيرت ڇوڪريءَ پنهنجي وارثن جي رضا موجب ٻيءَ جاءِ تي شادي ڪئي.

هن واقعي بعد چتي فقير تي حقيقي حال زياده طاري ٿيو. ڪجهه عرصي بعد ڳوٺ "تيرهن پور" (ڳوٺ عرضي ٻٽي کان پنج ميل ڏکڻ اولهه، تعلقي ميروخان) ۾ فقير صاحب جي مائي قائم خاتون سان الاهي محبت جي لنؤ لڳي. مائي شادي شده ۽ نيڪ سيرت هئي، ۽ سندس وارث به علم وارا هئا جن کي فقير جو حال معلوم هو انهيءَ ڪري ڪيس ڪڏهن به جهل پل ڪانه ڪيائون. انهيءَ عرصي ۾ فقير کي پنهنجي گهر ۾ ليائي جائي جنهن جو نالو پڻ 'قائم خاتون' رکيائين. فقير مائي قائم خاتون جي وارثن ۽ سڄي 'تيرهن پور' جي ڳوٺ کي دعا ڪئي ته: شال تيرهن پور هميشه سرسبز ۽ آباد هجي ۽ ڳوٺ وارا هميشه سکيا ستابا هجن. اڄ ڏينهن تائين 'تيرهن پور' جي ڳوٺ جو عجيب نظارو آهي، ۽ ڳوٺ وارا به سڀ آسودا آهن. مائي قائم خاتون، چتي فقير جي وفات بعد به جيئري هئي ۽ خدا واري هئي. چون ٿا ته موهن فقير لاڙڪاڻي واري کي اچي خيال پيو ته اهڙي مائي جنهن سان چتي فقير جهڙي درويش جي محبت هئي تنهن کي جيڪر هلي وڃي ڏسجي. سو جڏهن لاڙڪاڻي مان هلي وڃي مائي صاحبه جي روبرو ٿيو تڏهن مائي صاحبه جو اهڙو توجهه پيس جو ڪري پيو ۽ بي هوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن چيائين ته: اسڙا مرشد ڏيکاري ڇڏيئي. حڪيم فقير (عمر ۵۸ ورهيه) چيو ته: آءٌ ننڍو هوس تڏهن مائي قائم خاتون مون اٽڪل ۸۰ ورهيه جي ڄمار ۾ ڏٺي هئي. مائي صاحبه تقريباً ۵۰-۶۰ ورهيه کن اڳ وفات ڪئي.

چتي فقير جي پهرئين گهر واري جڏهن گذاري وئي، تڏهن پنهنجو ڳوٺ 'پينهڙو' ڇڏي اچي 'دڙي' جي ڳوٺ تعلقي ميروخان ۾ ويٺو. چون ٿا ته لڏي اچڻ کان اڳ هڪ دفعي ڪو ماڻهو گذرندي جنهن کان پڇيائين ته: نالو ڇا اٿيئي؟ چيائين ته: مصري. پڇيائينس ته: ذات جو ڪير آهين؟ چيائين ته سانگي. پڇيائينس ته: ڪٿي ويٺو آهين؟ جواب ڏنائين ته: 'محبوب جي ٻنگلي'. اتي چتي فقير چيو ته: اهڙا انسان جو به رهڻ اتي ئي ٿيندو. پوءِ چتو فقير لڏي اچي 'دڙي' جي ڳوٺ ۾ ويٺو، جو ڳوٺ 'محبوب جي ٻنگلي' کان لڳو لڳ ڏکڻ طرف آهي ۽ وچان صرف رستو آهي جو لاڙڪاڻي کان ميروخان ڏانهن وڃي ٿو. چتو فقير پنهنجي آخري عمر واري وقت ۾ راتين جون راتيون عبادت ۾ گذاريندو ۽ جهد ڪندو هو.

سنه ١٣١١هه ۾ هڪ رات 'دڙي' جي ڳوٺ ۾، سندس موجوده مقبري لڳ ڪنڌ ۾ ڪوڙي جيتري پاڻيءَ ۾ عصا هٿ ۾ ڪري وڃي عبادت ۾ ٻيلو ۽ اتي دم ڏنائين. کيس ڪنڌ جي ڪناري تي دفن ڪيو ويو، جتي سندس قبر جي مٿان هن وقت سفيد قبو ٻيٺل آهي.



مقبرو چتو فقير سانگي

سندس همعصر شاعرن مان سندس ذات ڀائي عثمان فقير سانگي هو جو ڪانئس عمر ۾ وڏو هو. سيد حاجي شاهه دودائي وارو، دريا خان فقير، موهن فقير، خيرمحمد فقير هيسباڻي به سندس همعصر هئا. چتي فقير جي طالبن مان هيٺين فقيرن جا نالا قابل ذڪر آهن:- (١) الهه رکيو فقير سانگي، ڀنڀوڙي جو، ٣٠ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو. (٢) الله اوباهيو جوڻيجو، ڳوٺ 'مڱڻهڙ' تعلقه رتي ديري جو، ٣٥ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو. (٣) محمد فقير سانگي (حڪيم فقير ۽ واڏل جو پيءُ)، ١٦ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو. (٤) بهادر فقير سانگي، ڳوٺ 'ڏوري' لڳ دڙو، ٢٠ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو. (٥) اِتلاش فقير جوڻيجو، ڳوٺ 'صادق' لڳ مجهد، ٢٥ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو. (٦) فقير مولوي محمد مراد مگريو، ڀنڀوڙي جو، ١٥ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو. چتو فقير چوندو هو ته: ابا! اهو هاڻي حلال ڪيو اٿئون. (٧) نبن فقير جيهو، ڳوٺ جيها تعلقي ڳڙهي ياسين جو، جنهن جي ڳالهه سان سيوهڻ ۾ قلندر شهباز تي 'ڪافي' آهي، اهو به ڪجهه سال ٿيا جو گذاري ويو.

شعر

چتي فقير سنڌي توڙي سرائڪي بيتن ۽ ڪافين ۾ پنهنجو ڪلام چيو آهي. معنيٰ ۽ مقصد جي خيال کان اهي بيت ۽ ڪافيون جدا جدا عنوانن سان تعلق رکن ٿيون. انهيءَ کانسواءِ چتي فقير ٻن نوعن جو شعر به چيو آهي جن مان هڪ "ست سري" مشهور آهي. اسان هيٺ سندس سنڌي توڙي سرائڪي بيتن جي انتخاب کي جدا جدا عنوانن هيٺ ورتي رکيو آهي ۽ آخر ۾ سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين جو انتخاب ڏنو آهي.

# (الف) سنڌي بيت

## محبت ۽ مجاز

پرين جڳ پڌرا، ڏنگي وڻ ٿوهر جان،
ڦاڙن ڦترن جا ست ڏيو سندرا،
شوخ ۽ ساڻ، چتو چوي، ڪن ذروڙي ۾ ذروڙا،
آهن موٽي مهر پرنا، جن جي مرڻ حياتي هٿ ۾.

هيڪر حبيبن، ڪنهن وبسرسان واجهائيو،
آشيڏي عاشق جي پٺي نظر مٿي نيڻن،
شتابي، چتو چوي، ٿا رخ تي پاند رکن،
وانگي وڄ ولي وبو، تجلو تاب پرين،
ڪاڏي خيال خمار ڪان لرزش ڪل لڳن،
هيئن طرح هوتن، ڪبس ڪڏهين نه ڪيو.

ڪبس ڪڏهين نه ڪيو منهنجي نئي ساه سري،
هباڻن بار بره جي، آني عشق اري،
جنهن ڪي مرض مجاز جو سا ڪيئن ساڱهه ڪري،
سباڻا ڏينس سٺيون، پيو ڦڪين ڦڪ پري،
دوائن ڪي دل سان جئن چڙي تيئن چري،
تارڪ ٿيو طبن ڪون، پڇڻ ڪون ٻه ٻري،
اصل عاشق ڪي آهي ٻڪي سور پري،
درسن دارون دوست جو، جڏ ڏسن ڏيان ڏري،
جنِي آبو گهوٽ ڪنهري، سي جنا لڪ 'چتو' چوي.

محب سنڌي مشتاق ڪي ڪا جا لڪوڙي عشق آئي،
جاٿي حاجت ناه هٿن جي، اتي بات ٻٺي،
دل سمجهيو ديدن موڻ مٿي خيال ڪٿي،
عاشق پنهنجي اندر ۾ ٿي جيڪا ڳالهه ڳٺي،
من اها معشوق ڪي وڃي واهه وٺي،
'ڪراما ڪاتبين' سگهن ڪين مٿي،
لکن چا، چتو چوي، ڪاغذ مس ڪٺي،
عينن جي احوال جي، تو جاڻي جاڻ ڏٺي،
هيءَ آ رمزن جي رهٺي، من جو مطلب ملاقات ۾.

دلبر تو ديدان ڪٺي، جئن مرڙي پيو سيفي،
اڇليون عشاق تي، جئن ڪر لٺي ڪيفي،
چڇپرپون، چتو چوي، رخ جا ڙهيئون ريفي،
عاشق جي الفي، تنهنجي چشمن جهاڙيون ڪفي.

دلبر جي ديدن ۾ ڪي جي ڪان ڪمان،
ڪهبر تير ڪڇن ۾ پيا سيفن جا سامان،
مارن مشتاقن ڪي ٿا نين جئن نيشان،
سڄڻ اڇي جنهن سير سان اتي پڙهن عار امان،
ڪوڙين شاه، چتو چوي، ٿا هٿيو ڪن حيران،
صاحب رب سلطان، انهيءَ آفت کون آڏو اچو.

دلبر جي ديدن ۾ ڪيني تکا تير،
سانول انهيءَ سيڳ سان ڦٽيا لک فقير،
پيو نه مارج سير، مون ڪي ٻهرئين ني پور ڪيو.

سڄڻ تان نه ڪجن، جي ڪجن ته پاڙجن،
ڍڳا ڍور رسن ۾، ماڻهو ٻول ٻجهن.
پيوءِ چاڙهي سيرين! اهي چر ۾ نه چڙجن،
وجهي ٻڳهه پريت جا، نيئي توڙ ڪجن،
اهي ني ٻه ڪجن، جنهن سان پڇي ڪين 'چتو' چوي.

نوڪر تنهنجي نانءَ جا پهون پيا ٻه هجن،
سونهن پريا! مانگي چوي، هي 'چتا' نا چڙجن،
اڳ ۽ آءُ عجيب تون سر عاشق عيدان ڪن،
تنهنجي چور ڪيو چشمن، منهنجي زبان ني زاربون ڪري.

جنهن ڪي ڏيان داڻون سنڌي دلبر، سو تو موڙيون مون ڪي ڏني،
هو مان ڪڏن اڳي متو وڃي هٿن ۾ هر هر،
منهنجي ڳالهه سڌي ڪري پنهنجي خوب خبر،
مٿيو الٽي ماڻ جان جئن جوليون ڏني چر،
پالهو ڪونه پڇن ڪان، ٿڻ جيري، جان، جگر،

مون لڳي مون کي گهڻا ۾ سيڪنهن ساٿ سٻر،
دردن عام دشمون ڪيون تن جدا ڏک ڏونگر،
دک جدائي جانب جي ٻيو افسوس اندر،
هاڻي ميل ٻرين ٻرڙ، ته 'چتو' شڪرانا ڪري.

سچا عاشق

عاشقن جا انصاف، وٻري ويا ونڊا،
سو سجهيائون سبرين جو لوڪ پاڻي ڏو لاف،
ويڙهائين وجود ۾ ڏيئي غم غلاف،
سجدو ڪن سچ ڪي طرحين جيئن طواف،
ٻول تنهين جا ياف، جو سائين ليکي ماڪيري.

جي مانهو سمجهن ماڪيري سي سڌ رکن ساري،
حيردي منجهه حڪم سان جاءِ لهن جاري،
ساڻي ڏ ّسن سڀ ڪي جا مسند سوچاري،
چڏن هوند، چتو چوي، ساري سنساري،
ڪنهن سان ڪڇن ڪينڪي، زار رڻن زاري،
پاٻو گل گهاري، ڪن صلح وري سڀ سان.

لوڪ سندي لانن ڪوڻ تن سهٽي صبوري،
طالب جوڙي طلسمون ٿيا هردم حضوري،
صورت صنم سورت جن پاڻ سنجهي ٻوري،
ريڏا تنهن رهاڻ ۾ ٿا سچ پائن سوري،
رِيڻهه نه ڪم رندن جو، دانهن نه دستوري،
ڪانڻ خاص خوديءَ کي جيئن چس ڏني چُوري،
مٺي نه منظوري، آ اصل عاشقن کي.

اصل عاشقن کي ويسهه واءِ وري،
هادي سندي حڪم سان ڪن دٻيءَ منجهه دري،
لائي جاءِ انهيءَ تي ويا ناز ڪري نڪري،
عاشق اثباتيءَ جي ٿا چکن ذوق ذري،
جي ٻرت ڪن ٻڏري، ته اڇن لوڪ لنڪڻ ۾.

اڇن لوڪ لنڪڻ ۾ جي ڪرن خوب خبر،
جن جي جنگ جسم سان چڏن 'پاڻ' (؟) ٻجر،
ٻچندي ٻين پاڻ ۾ ڪا آفت منجهه اندر،
وايون وڃن وسري سندا من مڪر،
اهڙا نيڪ نظر، مياي شاه، 'چتو' چوي.

معرفت ۽ توحيد

چتا! ڇا شريعت؟ تون عيان سمجهه انهيءَ کي،
ويچارا ونگي وڏا آهن طالب طريقت،
جيڪو ڇاڻ ڄاڻ جو، سو حال نه حقيقت،
مطلب معرفت، عين شرڪ ٿي آئيو.
عشق ڪفر آ 'عين'، جو سائين ٻئي کي نه سڏي،
نقطي ٻولي ٻه ڪيا، گمراهي لئي 'غين'،
تيتر توتي ڏ ّيڻن، جيتر 'هيءَ' 'هُو' نه ٿئي.

من ٻرولي تن جي ڏنگي ڏور ڏيڻ،
ظاهر ذات صفات کي ڪن ٿا گوپ گنڍڻ،
اکيون ان قلب ۾، ڪن ٿا ڏُور ڏسڻ،
'هيءَ' وڃائي 'هوءَ' ٿا ڪن وجود وڃڻ،
جوڙي جاءِ جسم ۾، ٿا ڪن انصاف اڇڻ.
ملڪ دلين جو موڪرو، عرش زمين آسڻ،
هيءَ 'ڪثرت' تنهنجي ڪنڊ ۾ آ ويچاري واڻڻ،
وحدت منجهه وڪوڙجي ويس ڄاڻ جمڻ،
ته به هستي خود هڻڻ، ڇڏُ ٻئي ڪين 'چتو' چوي.

ڇڏ ٻئي ڪين، چتو چوي، هيئن ڪيئي آه انهن،
جي محبت جي ميدان ۾ 'لا' چڙهِي ٻل چڙهن،
عرش، عقبيٰ ۽ زمين، اسر اتي آئن،
چتني خانن ۾ رکيو، 'هو' جو ستيئر سکن،
طالب تحت تري نسيُون ٿا لا مڪان لنگهن،
حد ڇڏي لاحد جي 'ڪين' پنوئي ڪن،
'ڪين' ڪمائون 'ڪين' ۾، هو پيا 'ڪين' ٻڌن،
هرجاءِ ٻولي 'ڪين' جي، ٻي ٻولي ڪين ٻڌن،
چتا! شابس تن، جي نانهه پيا ناسوت ۾.

نانهه پيا 'ناسوت' ۾ تن مس ڏٺو 'ملڪوت'،
جاءِ لنگهي 'جبروت' جي، وڃي اڳاڻون 'لاهوت'
حاصل ٿين 'هاهوت'، انهيءَ شرط 'چتو' چوي.

وٽ ڪنهين ڪثرت ۾ جان' نٿي' ڪيان نگاهه،
تہ ليڪن نالا لوڪ ۾، رخ ڪروڙين راهه،
۾ خود پرستي خيال جي آسپ ڪنهن سير ڪلاهه،
منجهنون شوق، 'چتو' چوي، تون سالڪ قول صلاح،
تہ عبرت منجهہ الله، ڪيئن پاڻ ڇپايو پانهنجو.

ڪيئن پاڻ ڇپائي پانهنجو، ويٺو ڪري وس،
'وفي انفسڪم افلا تبصرون" تون پاڻ منجهارون پس:
تہ واحد وڏو ويجهڙو تنهنجي ديهيءَ منجهہ درس،
علم، عقل ان جو آ ڏٺي' ساره سير سرس،
ڏيهہ انهيءَ ۾ ڏس، توکي هادي هيڪو ڏنو.

جي هادي هيڪو ڏنس، تہ تنهنجو پسڻ کهڙيءَ پر:
هڪ پنڌ نہ پيرن سان ڪيو، آ اونهو منجهہ اندر،
پيو هلن نہ هٿ حبيب ذي، دست گجها کي ڏر،
نيو زبان ظاهر نہ چري، ڪر مخفي ڳالهہ مگر،
جو تون سٺين سمجهين سيڪي، ۾ ڪَنَ پيا ڪي ڪر،
نجون عين ڪٿي اعتبار جا پس پاڪيزي پر،
چهون سيرُ ذي تہ 'سيرُ' ڪي ملين سير ٿئي سِرَ،
ستون 'چتو' نانءُ نظر، آيٺي کهڙي عضوي ٿي.

چتا! تون شڪران، هر هر ڪرين نہ حيف ٿيي'!
پيون ليڪين قومان ڪثرت ۾، تو کي آگي ڪيو انسان،
'خلق آدم علي صورته' تون ڏري ڏس ڏيان،
پارنون دين نبيءَ جي ڪيئہ مواءِ مسلمان،
نہ تہ ڪاڻ تنهنجي کهڙي، هيو ڪوڙين ني ڪفران،
سار الله الصمد کي تہ مهت لهين ڪو مان،
واحد ۾ تنهنجي وچ ۾ ٿو شرُ وجهي شيطان،
'خناس الذي يوسوس' ڪر تنون دشمن کي دوقان،

'ارحل' اڄي شب روز چوي رحمان،
'ڪل نفس ذائقة الموت' وڃي سچ رهندو سبحان،
دغا ۾ دهمان، پڇي پڄ الله ذي.

واه ٿڏي والئي، جو وٺي وحدت ڪثرت کي ولي،
سڻ عاشق ٿيءُ سرهو، تنهنجي ڪيئن دل
ڪومائي،
هيو خود سمونڊ جو هنن ٻو ڪن کي پائي،
ونجون، واه درياءَ مان هليا ڏس هائي،
ست سٺون سنهن هيڪڙو ٿا وهن ڦر جائي،
ٿيا سوراخ سمونڊ کي ٻئي طرف نہ ڪنهن تائي،
انهيءَ پر اجهاگ آ جنهن جو پاند نہ پڄائي،
تون بہ ڦوٽو انهيءَ آب جو رک آئت اعجائي،
'لا' جي ڦيهہ لتن سان، چڙ ڪاذب ڪمائي،
اعتباري انصاف سان ٿيءُ پائي سان پائي،
موج مڙيئي ان جي پيو جاڻ نہ ڪو جائي،
چتا! چَنَ سڀن هيڪڙي هو ملڪ وڃي سائي،
جي حق سچ سڃاڻي، تہ انئي هين پر هُن پر هيڪڙو.

جولي جاڻ سمونڊ جو ڪل ڪوڙيائين ڪين،
هائي انهيءَ جاءِ تي هلي ڏس امين،
تہ ڪَرَ ڏنائين ڪانڪا لئو روز رتي نہ،
'لا تعلي بذرة' اتي عرش زمين،
ناه آواز 'آنهہ' جو ات 'عشق' آه هڏين،
پوندي انهيءَ پار جي توکي پسڻ ريءَ پَرتيي نہ،
'انا احمد' پاڻ ۾ وڃان وار وٺي نہ،
چتا! سڄون شوق جون اهي مائن بره بيشين،
پوءِ ساري صفت سندين، ٿو پڏي پڌائي پاڻ کي.

## دانائي حڪمت

رک دانهہ سان دوستي، تون اعڙي ساڻ ادا نہ،
جو سور سلي سڪنهن کي گجي ڏاري ڪانہ،

اهڙي نر نادان ساڻ ڏي ٿون مردا مٽا نہ،
جنهن کي شان ڇتا! نہ، تنهن ساڻ ڪلا ٿيندي کوڙي!

رک دانشور ساڻ دوستي ڪري ويہر ويچار،
صحبت جنهن جي سگهڙي غازي هوءِ غمخار،
دانشور دوستي دم ٿي اچي سر ڏئي سردار،
اهڙي ساڻ اظهار، جنجي ڪين 'چتو' چوي.

## سارنگ

ساراهہ ڪر صاحب جي جڳائي جنهن جي،
مولائي مرسل موڪليو تات ڪيو تنهن جي،
چارئي يار رسول جا هن جميعت جيءَ جي،
پلن ساڻ پرم جي شل روز اچي رهجي،
ساڻ مدد سنهنجي، سي آڌر آهن اصلي.

آڌر آهن اصلي رک سڪ سچي سعيو،
صاحب هر سچن کي محرم ملهايو،
پرور پناهہ جو تن جي پاند مٿي پايو،
تہ حڪم ساڻ هاديءَ جي هي شعر چتي ڳايو،
تہ ملڪن مينهن وسڻ جو ٿيو رازق کي رايو،
جوان جبرائيل کي مولائي موڪليو،
تہ محڪم ميڪائيل کي ڪر سنڌ مٿي سعيو،
ساڻ رعد سنگت پيو بادل بڻايو،
ڌوڌو گاج گروڙ ٿي پوليون پڌايو،
قادر ڪڪرن پر رکيو آ رنگن جو رايو،
ڪي اڇا اوداڻ پر پيو هيڏن حظ لايو،
ڪارا ڪمرا ڪيترا اچن سبزا سوايو،
ڳاڙها سيرا ڳوڙهہ پر نيرن ڪنڌ نايو،
ڪي ڪجندا اچن ڳوندا ڪن پر مينهن سين مايو،
ڪي ڇانون اچن ڇوهہ ڪئون جيئن واءِ تڪو وايو،
ڪن جي بوند بهاريو ڪن تاب تڪي تايو،
وجون وسڪارا ڪيا تن طرحين تجلايو،
امر مهتر الياس کي الهامي آيو،
تہ وچ تنهين وانن سين جت پاڻون پاڏايو،
پليءَ تنهنجي بادشاهہ هي ڪرڳل ڪئي لايو،
پر تنهن پيچري ٿيو ساڻون سجايو،
من نہ خوشي مايو، ڪر شڪر بار 'چتو' چوي.

ڪر شڪر بار 'چتو' چوي آيا جت عربي،
ڪن سلام سيد جو ڏسي راز ربي،
مولائي تو ڏي موڪليو اي نوري نڪلبي،
تاڏي ڪاهہ ڪبي، جيئن امر جاڏي ڏيو.

پوءِ ٿيو اجازو احمد ڏانهن ٿي الله تو آهہ،
وسايو ويرانيون ساڻ بشارت بر،
سچا سپ ساوا ڪيو منجهون شوق شهر،
جهلي وسايو جهنگ تي ڪن ڪوڙين ڪوڙ ڪلر،
وسيون وارن تي ڪيو مر ٿانهر وٺن ٿر،
پيلن تي پاڇهون ڪيو پري ڪولاب ڪبر،
پٽ پاهڻ پاڻي ڪيو سپ چوليءَ ساڻ چبر،
اتي مهتر الياس کي ڏني خاص خبر،
جبرائيل جيئن چيو تيئن رکي نيڪ نظر،
رعد وهايو رنگ پر ٿي ڌوڌو ڏان ڏڪر،
اسرافيل وڄائي وانگي بين بشر،
عزرائيل عقل جا ڪري چرچا خوب چٽر،
رنگ ڏاڍي رسنا رکي پٽي پرپونءَ منجهہ پهر،
قادر ڪثرت پر ڪيا هي هل هڪار حشر،
بادل آنديون بدليون قسمان قسم ڪڪر،
ڪنوڙين خيال خمار ڪان وچي ڏيکاريا ور،
رات منجهاران ڏينهن ٿيو ڪٿر ڪانڌ قمر،
ڪيا ڇاٽ 'چتو' چوي هي پاڻي پٽ پڌر،
ابتا واهہ وهي پيا اٿليا بند بحر،
پوءِ سجرو ساڻ مهر، اچي سارنگ سيد جو ورتو.

سارنگ سيد جو ورتو ٿي سينڌن کي موڪل،
ڪي موٽيا مل مڪي اتي ڪي ڪعبي ڏي ڪرڪل،
ڪي اسهيا عرفات تي ڪن طور پرباٿين ٿل،
ڪي مقدس ڏسي موٽيا پيا ڪي شام اڇن ٿا ڇل،
انهيءَ ماڳ مهل، وري آيا استنبول تي.

آيا استنبول تي وري سارنگ ڪيا سامان،
شاهي نجف چتو چري تن وسايا ويران،
ٿا ڪن ڪاهون ڪربلا اتي ڏسي شاهنشاه جا شان،
ڪي موٽيا پار مصر جي ڪي يمن ڏي يونان،
ڪي راهي ٿيڙا روم تي ڪن ڪاه ڪئي خاقان،
ڪي اروس تي آيا ڪي اسهيا ڏي ايران،
ڪي بحر هليا بغداد تي ڪي جنبيا ڏي جيلان،
وري بادل ڪيا باران، حنف ڏانهن حڪم سين.

حنف ڏانهن حڪم سين ڪي هليا تي هيرات،
ڪن جي خاص ڪنبات تي ڪي گوپا ڏي گجرات،
ڪن گس رکيو غزنيءَ تي ڪي صادنبير صفات،
ڪن ڪاهيو ڪابل تي ڪي قندار ۽ قلات،
ڪي چڙهي هليا چين تي ڪن ڪي بخارا جي بات،
پر ڦٽي پرڀات، سدا ٿيوا سنڌ تي.

ڪڪر هدي هليا ڪي جدي ٿيا جاري،
ڪي مڙي هليا مبئي تي ڪن ڪئي مدّ ٿي موچاري،
ڪن ڪاهيو ڪراچيءَ تي ڪي نيرهه ٿيا نرواري،
وساني واري، ڪيائون لعل لطيف ڪي.

ڪي مڙي هليا مڪران تي ڪن ڪيچ مٿي ڪئي ڪاه،
ڪي لنگهيا لاڪي پير ڪان ڪن جي ناڙيءَ تي نگاه،
سو ڦيريون ڦيلن جان ڏٺي ڪيا رعد سوبن رانباه،
تن پيلان پٽن تي ڪيون آئي سارنگ خاص صلاح،
پر بازاريون باغ ٿيا پيو گلزارن سان گاه،
ڪي موٽيا ملڪ مريءَ جي ڪنوڻ خاطر خواه،
سارنگ سهريءَ پر تي وس وسايا واه،
چتا چرچاڻن جي جهلي دپ درياه،
آندو آب الله، سڀ عالم آسودا ٿيا.

ڪي جهونا ڳڙه جهلي هليا رکي جهڙ جهڪور،
ڪي آسهيا عمرڪوٽ تي ڪن جي دليءَ دکن تي ڏور،
چتا رکي شور، ڪاهيائون ڪشمير تي.

ڪاهيائون ڪشمير تي هليون اولهه اوڀاريون،
ڪي جمون جيلم لنگهيون ڏسو ڪڪريون قطاريون،
ڪن تخت هزاري ٿيو رکيون ڪنوڻن خنڪاريون،
ڪي جهلي جهنگ سيال تي رکيون بدلن بهاريون،
ڪي ديري غازيءَ جي اڇي هوم ڪري هاريون،
ڪي مڙي هليون ملتان تي ڪي لوهڙي اڇن لاڙيون،
ڪي سندي سير ملڪ ۾ وسن وڄون وڄڙيون،
ڪي ديواني درياه ڪنون ٿيون لنگهي لهواريون،
سيوهڻ سونهاريون، ڏسي لعل لهي پيون.

ڏسي لعل لهي پيون آئي وقت عصر،
پيرن رات پنيءَ جو ڪيو مست مٿي قلندر،
محبت منجهه مينهن ٿيا دودت سان دبر،
ڪي ڏکڻ هليون ڏيهن کي ڪن ڪيو آب اثر،
ڪي الهندي اسريون ڪي عشق ڪنيون اوبر،
ميل ڪنهين جو ميل تي ڪن ڪئي ڪاهه قنبر،
ڪي لاڙڪاڻي لڏي هليون ڪي دوداڻي ديگر،
سير سڀ سڻاس ٿيا جن سان حامي ٿيو حيدر،
ماڙ ڪئي اڇي مصطفيٰ ولهين واهر ور،
عالم آسودا ٿيا ٿين ضايع مال نه زر،
ڪرم سنڀالي ڪر، شڪر بار 'چنو' چوي.

ڪر شڪر بار چتو چوي ڪئي باراني بادل،
چارڻي قبلا چاق ٿيا جت ڪئي آب اڇل،
ڪڙمي پنهنجي ڪار سان مڃي پيٺا مل،
وڏا پڄ پنين ۾ تن ترت ڪري توڪل،

ساول ڏسجي سهڻي طرحين جهڙا تل،
پرور پوڪن پر وڏا فضل پنهنجي سان ڦل،
ڳاهي موڙي ڳاهه ڪنيائون تن ڪيا ڳچ ڳبل،
ڪنيائون آنءُ خوشيءَ سان هر ڪنهن پڏا پنهنجا پل،
بي قربن بخت لڳو ها جن جا پد آصلؔ،
ويس ڪرن وس جهڙا هڻن دل پر دڳرا دل،
ڪرن بات بيان ڪٿون هن بس جهڙا بي عقل،
ماڻهو تن جي منهن تي ڪن تعريفان تجمل،
لڪ ڏني نه لپي ڪو محبت قطرو ملهه،
نوري نيڪ نهل، ڪي چٽا آهن 'چتو' چوي.

چٽا آهن چتو چوي جي ساراهيا سبحان،
ڏي پانهپ ڏيهه جي تن بيحد بات بيان،
هن هميشه حال پر آڪال تنهين ڪل ڪان،
سي مالڪ ملڪ دلن جا هن هادي هر دوجهان،
پن تنهين ڪان پرت مٿون شوق درد ديوان،
چئو ڪلمو ساڻ زبان مٿو جو محمد تي.

---

سارنگ سلطاني ڏٺو جن سيني منجهه سري،
پڏي بادل پيڪا ويو ڪري گهور گهري،
رعد رنگي راڙيون ڪري ٿو چاتي منجهه چري،
نانءَ تنهن نڪري، ڪوڙين مون ڪنهن کي ڏسيو.

سارنگ سلطاني جن ڏٺو تن خبران ڪيون خاصيون،
وسن ٿيون واڪا ڪيو گجهه راز سنديون راسيون،
دم دير ڪري دم ڏڏڪا دم وسڻ جون واسيون،
هو بردي باسيون - پوءِ 'چٽا' ڳاه چئي وڃي.

ڪڏان روندے هوندے، تين وت ڪڏان خوب خوشحالے،
هن مرضي والے،
ڪڏان ڪوڙدے وچ عبادت، ڪڏان ڪوڙ آلالے،
هن مرضي والے،
ڪڏان عالم علم عطائي، ڪڏان منجهدے وچ مسالے،
هن مرضي والے،
ڪڏان وچ شهردے ڦردے، ڪڏان جهنگ وچ ڏبون جهالے،
هن مرضي والے،
ڪڏان رکن خيال لڪان دا، ڪڏان بيت سگهن نه پالے،
هن مرضي والے،
'چٽا' شوق جنهان سر آيا، دل تنهان ڏاهين پالے،
هن مرضي والے.

طالب ڪون مطلوب ميان هن ڏيندے سمجهه سهائي،
بت پرستي وچ بچيونے چاڻي چاڻ سچائي،
صورت اپٽي چا چنبڙ پندے ڏيندے ڏڪي ڏهائي،
جيڏون تيڏون آکو دے اے ترت ويندے ني تائي،
'چٽا' شڪر شڪار لڳو نے، ٿيا نال رفيق رهائي.

پچي تيڪون پنڌ پرے دے هادي ڏس ڏسيندے،
نال نفي دے طالب اتون وچ تصوير توڙيندے،
جٽان پير نه سير چلڻ دا ڪيون اتان خان ڪڙيندے،
'چٽا' شابس عشاقان نون جو پختي ڪمر ڪريندے.

پر اثباتي اعتبار پيونے تڏان مٽ ڳئے مرد خدائي،
بقاءِ بوستان ڳئے خود ڪاءِ في الحال فنائي،
نالا ذات مٿا جسماني ڪر ويندے پاڪائي،
'چٽے' نون رب تعاليٰ شالا ملے ايجهے مولائي.

## (ب) سرائڪي بيت

عاشق

ڪڏان عاشق رهن عباشي، ڪڏان ڪرن ڪشالے،
هن مرضي والے،

معشوق

دلبر تيڏے ديدار پاجهون مٿين پيون مستاني،
قسم رباني،

ڏيرآوين جس پيربن سيربن هرساهوے کون حيراني،
قسم رباني،
گھونگھٹ کول جڏان ول وبکن دهلے دل شاهاني،
قسم رباني،
عاشق وبک اٿان کڙ ويندے موت مزا مرداني،
قسم رباني،
حور پري کون حسن تساڏے سبق پاڙهيے سبحاني،
قسم رباني،
شوق چتي کون طلب تساڏي جاني جند قرباني،
قسم رباني.

پردیسي يار پريت پليري جو ڳالهه انهين دي ڳالے،
هڪ مک ويکڻ لئے دل مستاني، پيا جيءَ جدا وچ جالے،
لوڪ ملامت کنون چت پئي هان اندر خوب خيالے،
'چتا' شُدا! دل وڃے کيڏے جو جاڻ هس جنجالے.

ديسي نال پريت نہ کيجے، توڙے ہوون پياري،
دل اساڏي مت نہ گهندي ويندي درد وستان واري،
عالم دے اهياڻ اتيے سر چاگئي خلق خواري،
خيال خوشي بچے جوڙويندا هے درسن نا درکاري،
سهڻے سانول دے هن ڏک سک 'چتا' بيشماري.

هڪ ڏهاڙے دلبر سائين درسن يار وکايا،
کول پلهايا،
ڳجهه واليان وت ڳالهيان کرکر، سارا حال سڻايا،
سور سيڏايا،
مئين عاشق تي رب سائين دا راز ٿيا ول رايا،
هے رنگ لايا،
"چتا" دشمن دوست ميڏے دا شهه گهن کوهے پايا،
ول نہ آيا.

عادت ميڏي دل کون آهي، صحبت يار سجڻ دي،
مک ويکڻ دي،
جنان کت قرار نہ آوے هرگز جاءِ ٹکڻ دي،
مک ويکڻ دي،
نشيدار تساڏے نينان مٺے پيتي جڻ مسڻ دي،
مک ويکڻ دي،
گفتے نال غلام کريندي ڊُرک چالي ڊولڻ دي؛
مک ويکڻ دي،
شوق "چتے" نون يار سجڻ دا، ہر پيزار چمڻ دي،
مک ويکڻ دي.

تيڏي سرکڻ باجهون سائين! مئن مستانا مردا،
انهين اکيان دي تاب کنون مئين ڏردا عرض نہ کردا،
باري بره بچائي سانون تون دلبر هئين بے دردا،
شوق "چتے" نون طلب تساڏي، ہرين قسم پروردا.

تات تيڏي دن رات رهے هے واني وات وندولے،
هو وين کولے،
ونگ تساڏے ننگ وسار بيے جهنگ ڦران مئن جهولے،
هو وين کولے،
هردم ڳالهه وصال تيڏے دي خيال رهيا وچ رولے،
هو وين کولے،
شوق "چتي" نون بار سجڏا، صد بار صدق سر گهولے،
هو وين کرلے.

شعر گوئي وچ کوئي نہ چاڻے مطلب تيڏا مور نسے،
لاف انهين وچ کافي کاني ضايع ذوق ضرور نسے،
دين دنيا وچ دوست انهين دے حاصل حال حضور نسے،
چلت تيڏي چال پسندي مردان کون منظور نسے،
مٺے دے تنون وچ کانڻ خزانے، مئے باجهون منصور نسے،
"چتا" شاباس کتنے کيتي، چال کبسي دل چور نسے.

## (ج) ڪافيون

### (١) سر پيروي

عشق تنهنجي ۾ اٿن، ڪوڙين ڪٺن، سڪ وارن کي سهڻا سدائي.

١- ٻئي ٿن ۾ ڀت مٿون خاصن خاص خبر؛ ٻره ٻحر، موتو قبل ٿيا مولائي

٢- سچائيءَ سردار ڪيا، سي ٻت شاه بشر؛ نيڪ نظر، عاشق ارض سمائي.

٣- ڪونہ پيو ٿن ڪڏهين، غم ڪنهن منجهه گذر؛ سير سفر، هر جاءِ اٿن خيال خدائي.

٤- "چتو" شڪرانا ڪري حمد هزار هر هر؛ اسر اندر، جسمي جوت جانب جاڳائي.

### (٢) سر پيروي

ڏس عشق جي ڏاڍائي، جنهن کي خيال تي ڪٺي ٿو؛
جيڪا عقل هلائي، تدبير سا ٽوڙي ٿو.

١- رنگ راند رس پنهنجو، پيو نا وٺيس ڪنهن جو،
سڀ ڪنهن وٽي نہ سائي، جيڪا ويهي ڳٺي ٿو.

٢- ظاهر سو زور آهي، جنهن سر اچي ٿو ڪاهي،
چا مي لڪر وڏائي، پاڻ مٿس هوي ٿو.

٣- لئي حُسن جي ڏکيو آ، ديدار لئي بڪيو آ،
جا ٿي نہ جاءِ جائي، پاڻهه اتي پڙوي ٿو.

٤- "چتا"! تن جي ڳائي، بيشڪ برهہ سچائي،
ڳالهين اٿس جو پاڻي، منصور جان مَري ٿو.

### (٣) سر ڪلياڻ

آيو عشق خوديءَ جي ڪاڻ ڪاڻ؛

ڪاڻ ڪاڻ ڪپاڻ ڪاڻ؛ ڏئي مستيءَ مار مڃاڻ ڪاڻ.

١- طالب ۽ مطلوب رکيائين؛ صورت جي سمجهاڻ ڪاڻ.

٢- اسر جسر تي ذاتي آفاقي؛ ٻيڪ برهہ ٻتلاڻ ڪاڻ.

٣- دين ڪفر جو دام اڏايائين؛ عاشق جي آزماڻ ڪاڻ.

٤- "چتا" سهين ڪر شڪرانا؛ ويلو ورهہ وساڻ ڪاڻ.

(٤) سر مانجهہ

سوهين حسن جا عاشق مگر گهڻو سان سڄڻ گهرڪائيا؛
گهرڪائيا ڦرڪائيا محبن مزي مرڪائيا.

١- عالم عجب آواز جو سانول لبنون سرڪائيا؛
مُرڪڻ مٺي محبوب جي جوهر دندان جرڪائيا.

٢- ماٺا نهن معشوق سان عامن طبل ترڪائيا؛
سهڻي طالب سينگار سين پڙڪي بدن پڙڪائيا.

٣- جڏهن ناز مئون نکري ہوي تڏهن شير سڌ جهرڪائيا؛
دهڪيون ڪجل جي ڌار سين چشمن لکين چرڪائيا.

٤- شابس 'چتا' تن شوق کي جن جاني هڙوڻ جرڪائيا؛
ترسيا نہ دم تل جيترو غازين جسم گهرڪائيا.

(٥) سر بروو

عقل علم ايمان؛ ٿيئي عاشق جا ٿي نوڪر.

١- عاشق ڏين اوگاهي، اهي ٿس غلام گاهي؛
جنهن تي ڏري ڏيان، حيران ٿيندو هيڪر.

٢- ڪري بره بند بيانا، 'من' 'هو' مثال معنيٰ،
دهشت ڏري دوران، دردن دوبار دڏڪر.

٣- ايڪنهن(؟) جتي اچي ٿو، رخ رمز سين رچي ٿو،
مورئون گئي نہ مانُ، بادشاه پائين بذگر.

٤- شه جي 'چتل' شماري، ڪري ڪير صفت ساري،
بيحد بره بيان، چوگرد مُلڪ چاڪر.

(٦) سر بروو

عشق آئيندا جيوين وو جيئوين: هوش عقل ڪون آوندا سيان.

١- علم عبادت ڪشف ڪرامت: نال ڦصي نا نيوين وو نيوين،
٢- ڪثرت وحدت وچ لہ وچنين؛ "هو"آسي هٿ ڪيوين وو ڪيوين،
٣- سير صفاتي دي وچ ذاتي؛ ويک نفي ول ٿيوين وو ٿيوين،
٤- چوڙ 'چتا'! انهين اسم جسم ڪون؛ وچ آوڻ سيک ايوين وو ايوين.

## (٧) سر پرڀو

مد بار شابسن جا مرڪو چوي سچن،

١- ليليٰ خاطر مجنون ھو پيو منجھ ٻرن؛
ڦريو نہ فرمان کان توڙي ويڙھيو وير ولين،

٢- صيفل ھليو سنيري، تنھن کي جھيڙيون خويش جھان؛
آنداڻيسن ابرم ڏنسن پري سا پدمسن،

٣- سوھي جھڙو سيڪو ليي ڪون لکن؛
قتل ٿيو ڦاسندي، لاھي محتاجي محبن.

٤- 'چتا' شرمساڪ ٿي، ڏس مچائي مردن؛
زالان توکان زور ٿيون ھير زليخا زھدن،

## (٨) سر پرڀو

لا ٻنڌي بره بيقراري ھيڪل سگھين نہ وبھي؛
منظور ڪيئي مٿي تي محمد جي خاص دبھي.

١- ارض و سما سڀوئي ڪثرت بنايئي ڪيھي؛
رنگ روپ مڪ نالا ڪنيئي اڇي ھي ڪيھي.

٢- 'انا احمد بلا ميم' جيھي وٺيئي سا تيھي؛
ظاھر ڪري ظھورو ڪڪ ٻن پر وٺين تون پيھي.

٣- ھرجا حڪم ھلايو عبرت او ھان جي ايھي؛
ھيڏي ھوڏي نظراچين ٿو آھي ڏيھہ تنھنجو ڏيھي،

٤- ھر دو جھان جو تون آن پرين نياز دار نيھي؛
تنھنجي شوق پر 'چتو' ٿو ماڻي مزا مڙيئي.

## (٩) سر وھاڳ

تنھنجي حسن حيران ڪيا، ماڻھو ملڪ حوران پريون.

١- مجني وانگي مستان ٿيا، پيڙي نينھن ٿو چاڪي نريون؛
اچليو اچن سر آسرو، سڪ سوز سون سر ڪيون پريون،

٢- چشمن ھڻي چڪ چورڪيو، ليکي لوڪ ٿن مر گھيون مريون؛
پڙڪن بره جي پيڙ پر، دڪ درد ڪئي دبھي دريون.

٣- عاشق ٻارن مچ عشق جو، سچا ساڙن پاڻنڻ پريون؛
مستيءَ ھٿي مخمور ڪيا، ھستيءَ وڃن ھيڻن حاضر يون.

٤- تنھنجي شوق پر آھي 'چتو'، تنھنجي ذوق ڪيو زاہر زريون؛
ھڪڙا وره ويران ڪيا، پيا ٿا اٿن ڪوڙي تريون،

(١٠)

ڏاڍي منهنجي دوست رڃيءَ؛ ڪهڙي نه ناڪاري، ووبار!

١- ساعت ساعت ۾ سڄڻا؛ سڏڙا ڪيون ساري، ووبار!

٢- بلبل ٻانڌن ڪئون ٻچان؛ گوڙها سڙ گل هاري، ووبار!

٣- مولا! محب شال ملائي؛ تيستائين نه ماري، ووبار!

٤- ايندو شال 'چتو' چوي؛ سو ته اڱڻ اوتاري، ووبار!

(١١) سر پيروي

تنهنجي جتيءَ ۾ ڪير پير پاتي، توڙي پاڻ وڏائي.

١- هزاران حيلا ڪيا؛ مطلق ڪنهن جو نه ماني.

٢- ڪروڙين دفعا قربان ٿيان؛ پدمن تئون يار بچائي.

٣- مت نه پايان محبوب جي؛ توڙي سردار سڏائي.

٤- شوق 'چتي' ڪي شاه اوهان جو؛ ٿو عرش مٿي آڻائي.

(١٢) سر بروو

ڪيون چوه ڪسن ٿا دل، ٻرين رمزن واري راز سان.

١- بعضي وبهارن ويجهڙو، بعضي چسون چل چل؛

بي غرضيءَ جسي غماز سان.

٢- لالي ذات ڪئون واقف منهنجا، پاڻ ٻچن ٻل ٻل؛

نشي نين ورايون ناز سان.

٣- بعضي ڪاڻ نه پٺي قاصد جي، حال ٻچن هي ڪل؛

ڏيئي در ناز نياز (؟) سان.

٤- 'چتي' جهڙا شاه ڏياري، هوتن ڪسي هيڪل؛

چا بلبل لڙندي باز سان.

(١٣) سر مانجهه

اڄ سنگهارن سون ڏي ساري، لڪيا ڏوراپا ڏکن جا.

١- ڪوڙن عرصن تي اتي؛ پانيائين پاڻ پساري.

٢- سنڙو سلڪ ماير جو؛ ويٺينءَ ڪيئن وساري.

٣- چانور ڪاني چورسان؛ ويٺينءَ مانڊ ساري.

٤- 'چتو' تن جي شوق ۾؛ گوندر دم گذاري.

## (١٤) سر مانجهہ

مارن ملک ملير، ھيءَ ادا رسم راڄ رھڻي.

١- پاڻ نہ پائين پانھنجو، اصلئون عاد امير؛ قرب صفائي تن ڪھڻي.

٢- صاحب رضا جا صابري، آ جميعت تن جاگير؛ جا بڻي سا آ سھڻي.

٣- واعظ ڪن وجود ڪي، نانھ سٺائن نظير؛ لڙن اتي جاتي ڻن لڙڻي.

٤- ڪُلّ سنگھارن ڪين جا، ڪوڙن ڪان ڪرير؛ اڏن 'چتا' جا نہ ڊھڻي.

## (١٥) سر بلاولي

سون ڪسي سندي سيهار؛ سڪ سمھڻ نہ ٿي ڏئي.

١- گھران گھوريان جندڙي؛ سونان تہ ماري ميار.

٢- وڃڻ واجب ھن ڪسي؛ سمن ساڻ سردار.

٣- سرڪي ناہ سحر ڪو جادو؛ جنھن ساڙايا سينگار.

٤- چڏيندو نہ 'چتو' چوي؛ آھيون جنھن جي آڌار.

## (١٦) سر رائو

ريءَ رهاڻ تو رائي، ڪاڪ ۾ مان ڇا ڪندبس.

١ مانکي توريءَ ميندرا سائين ھو ڪير سجائي؛ ھو آ عشق عقل سان آڪس،

٢- ھن پيا سڀ عيش اجايا ھر توريءَ بجائي؛ مل نہ تہ محب ميّنس،

٣- ھنبر توريءَ حال ڪي ھئي ھئي ھٽڙا ھائي؛ ھنھنجي ڏانءَ ملڻ جو ڪو ڏسّ،

٤- شوق 'چتي' ڪي اصل اوھانجو، نوڪر ھيچ ھرائي؛ تنھنجي ھره ڪيو آ ھيوس،

## (١٧) سر پيروي

رانجھن تخت ھزاري دا؛ سياليئن* سيئي سنئيان* چاڪ سڏيندبان.

١- ھره ڪيتي ھير* بي اختياري؛ وس تہ نھين ڪوئي ويچاري دا.

٢- ڏيرڻ اٺانھين ڏيکَ نہ سگھدا؛ اٿان سانولا رنگ سونھاري دا.

٣- جوڙ آيا انسان اصلي آتارا؛ جو لگڙوس نينھن نظاري دا.

٤- شوق 'چتا' شاھہ ڪيتوني؛ جھنگ ڦرن جھونگاري دا.

## (١٨) سر جوڳ

منھنجي روح جي رانجھن يار ڏي،
آھي ڏاڍي تانگھہ تمام ڙي.

١- من منھنجي ڪي مستيءَ ورتو، ڪنھن جُنگ پياربو جار ڙي،
ھکڙي خبر منھنجي حال ڪي، ھو جائي جاڻ وارو چار ڙي.

٢- راتيان ڏينهان رمزان روح ۾، پنهنجو محرم ڪاڻ مدام ڙي،
سڪندي وتان مچ رڃ، منهنجا سهڻل ڏيج سلام ڙي.
٣- آئي عشق وڏو آ، ڪو ڏيندن وارو دام ڙي،
ڪنهن ڦڪل سان ڦاسائيو، پانيان ڪامل پڙهيو ڪلام ڙي.
٤- ڪانڻ خيال ڦٽي ڪري، جنهن تي رکيو ڪم ڪمام ڙي،
تنهنجي شوق ۾ 'چنو' چوي، ويو اکين جو آرام ڙي.

(١٩)

ماهي ڪا مجاز دي ماري، نوڪ نظر دي وو يار.
١- وس اساڏا ڪوئي نه چلدا، سچ اندر ڀاليس ٻلدا؛
گاهي گر هشياري، جنگ جگر دي وو يار.
٢- ڪاوڻ پيوڻ ڪيڏي گيان خوشيان،حال دا واقف نهين، ڪنهن ڪنون پڇيان،
وچ لوڪان دي لاچاري، ٽردي ڦردي وو يار.
٣- بار بره دا سر تي آيا، سيني اندر سونهين سمايا؛
ايجها ڪوئي نه آزاري، جيندي نه مردي وو يار.
٤- شوق 'چنا' آيا آفاتي، دست جسي وچ "لا" دي ڪاتي،
ڪرن آکي نا ڪاري، ضرب زهر دي وو يار.



"جابر ۽ ظالم جڏهن ڪنهن کي قيد ڪو ڪري، تڏهن سندس جاهه و جلال جا گيت نا ڳائجن؛ جي هو پنهنجي ماڻهن کي هاڻ ۾ لڙائيءَ ۾ ڪامياب ٿو ٿئي، تہ ٻوءِ ان جي تدبر جي تعريف ڪئي وڃي ٿي؛ جي ڪنهن کي مارائي، ان جي لاش جي بيحرمتي نہ ٿو ڪري، تہ ٻوءِ ان کي رحمدل سمجهو ٿو وڃي !- ڪائونٽ

سيد حسام الدين راشدي

# آخوند محمد بچل «انور»

(ٽالپرن جي پوئين دور جو فارسي گو شاعر)

ٽالپر حڪمرانن جي غير معمولي علمي سرپرستيءَ ۽ شعر سخن سان سندن غير فاني ذوق ۽ شوق، سنڌ اندر جيڪي فارسي گو شاعر پيدا ڪيا، آخوند محمد بچل ”انور“ به انهن مان هڪ هو.

مير نصيرخان بن مير مرادعليخان، پنهنجي ڀاءُ مير نورمحمدخان جي انتقال (١٨٤٠ع/ ١٢٥٥ ھ) بعد، سنڌ جي تخت ۽ تاج جو وارث ٿي سرير آراءِ سلطنت ٿيو. آخوند محمد بچل، مير نصيرخان جو استاد هو. جڏهن مير صاحب تخت جو مالڪ ۽ مختار ٿيو، ته ”استاد“ مان ”مشيرڪار ۽ معتمد“ ٿيو. خط و ڪتابت جو دفتر به سندس نگرانيءَ ۾ ڏنو ويو، ۽ شاهي مُهر بردار به پاڻ ئي ٿيو. سرڪاري لکپڙهون، ۽ حڪومت جا نازڪ سياسي ۽ اهم مخفي مراسلا، آخوند صاحب پاڻ لکندو هو.

مير صاحب جي ابتدائي دور ۾، جيڪي سياسي خواه ملڪي معاملا ٿيا، انهن سڀني ۾ هن باتدبير ۽ دانشمند مشير جي راءِ کي وڏو وزن ڏنو ويندو هو. اهڙيءَ طرح ٽالپرن جي خانداني معاملات ۾ به آخوند صاحب کي ڪافي دخل رهندو هو. مير نصيرخان جي تخت نشينيءَ بعد، مير نورمحمدخان جي ٻن فرزندن، مير شهدادخان ۽ مير حسين عليخان جي وچ ۾ سخت نفاق پيدا ٿي پيو، ۽ ذري گهٽ معاملو وڃي تير ۽ تلوار تائين پهتو، ليڪن آخوند صاحب ڪوشش ۽ تدبير سان ميجر جنرل آئوٽرام کي وچ ۾ وجهي، ٻنهي شهزادن جي مابين، صلح صفائي ڪرائي، حڪمران گهراڻي کي خانداني خونريزيءَ کان بچائي ورتو.

مير نصيرخان ۽ انگريزن جي وچ ۾ جڏهن آخري عهدنامو ٿيڻ لڳو، آن وقت سڀئي مير مخالف ٿي بيٺا، ۽ مير نصيرخان تي زور آندائون ته معاهدي تي دستخط نه ڪري. آخوند صاحب جون اکيون انگريزن جي قوت، ارادن، ۽ مخالفت جي نتيجن کي ڏسي چڪيون هيون، تنهنڪري باوجود سخت مخالفت جي به آخوند صاحب مير نصيرخان کي اهائي صلاح ڏني ته هو ضرور معاهدو ڪري، ورنه حڪومت خواه ملڪ لاءِ سخت خطرو پيدا ٿيندو۔

مهراڻ

ابتدائي غلطين ۽ رواداري سبب ملڪ تي اقتصادي، تجارتي خواه فوجي قبضو انگريزن جو ٿي چڪو هو، تنهنڪري هن وقت منهن-موڙ ڪرڻ سبب ملڪ به هٿان ويندو ۽ حڪمراني به بچي ڪانه سگهندي.'

آخوند جي راءِ بلڪل صحيح هئي، ليڪن ٽالپر هٺ ڪان هيٺ ڪونه لٿا، ۽ مير نصيرخان مجبور ٿي انڪار ڪيو. نتيجو اهوئي نڪتو، جيڪو آخوند جي اکين ڏٺو هو. يعني نه حڪومت رهي ۽ نه ملڪ بچي سگهيو. اگرچ حڪومت ٽالپرن جي هٿان وڃي هئي، ليڪن معاهدي تي دستخط ڪرڻ سبب، ۽ تدبير ۽ دانشمنديءَ ڪان ڪم وٺڻ سان، آخوند صاحب جو خيال هو ته شايد زندگيءَ جا ڪي ٿي سال پيا به ٽالپرن جي حڪومت کي ملي وڃن ها.

آخوند محمد بچل متيارن جي آخوندن مان هو. سندس والد جو نالو آخوند محمد صالح هو. فارسيءَ ۽ عربيءَ جو ماهر، ۽ ديني دنيوي علمن ۾ يگانو هو. شعر و سخن جو شوقين ۽ فن انشا ۾ استاد هو. انشا جي مهارت سبب ٿي مير نصيرخان سندس اهم ۽ نازڪ مراسلا ڪانئس لکرائيندو هو. آخوند صاحب جو بياض اسان جي سامهون آهي: ان ۾ انهن سڀني اميرن ۽ وزيرن، ديسين خواه پرديسين لاءِ مخصوص عبارتون يادداشت طور آخوند صاحب لکي ڇڏيون آهن، جن سان ٽالپر دربار جي، وقت به وقت، خط و ڪتابت ٿيندي رهندي هئي. هرهڪ امير لاءِ جدا جدا عبارت، مڪتوب اليه جي مخصوص حيثيت کي نظر ۾ رکي مقرر ڪئي وئي هئي. آخوند صاحب اهي عبارتون آن وقت ته فقط پنهنجي يادداشت لاءِ بياض ۾ لکي ڇڏيون، ليڪن هن وقت اسان لاءِ اهي تاريخي دستاويز جي حيثيت رکن ٿيون: انهن جي ذريعي معلوم ٿئي ٿو ته ميرن جي ڪنهن ڪنهن سان خط و ڪتاب هئي؛ ۽ انهن سان سندن ربط ضبط ۽ تعلقات جي ڪهڙي نوعيت هئي، عبارتن جي طور طريقي مان گهڻي حد تائين اسان کي معلوم ٿي سگهي ٿي. مثلاً قلات جي واليءَ لاءِ هيءَ عبارت مخصوص هئي:

"— وجود مسعود عاقبت محمود، عالي جاه رفعت جائگاه، شوڪت و حشمت دستگاه، امير الامراء العظام، اسوة الڪبراء الفخام، خاني عظيم الشاني، مقرب الخاقاني، اخوي مڪاني، عضد دوله، امير محمد محراب خان، غالب جنگ بهادر، سلمه القادر".

پنجاب جي حاڪم مهاراجه رنجيت سنگهه ڏانهن هيٺين عبارت لکي ويندي هئي:

"— حديقهء دولت و ڪامراني، مهاراجا صاحب، مهربان عظيم الشان عطوفت و الطاف نشان، مجموعهء خوبيهائي بيڪران، اميدگاه دوستان، خالصه رنجيت سنگهه بهادر سلمه القادر"—

بهاولپور جي نواب کي خط و ڪتابت ۾ هن طرح مخاطب ڪيو ويندو هو:

"— حديقهء دولت و ڪامراني، عالي جاه رفيع جائگاه، حشمت و شوڪت دستگاه، عمدة الخوانين العظام، اسوة الڪبراء الفخام، خان صاحب مهربان عطوفت و الطاف نشان، رڪن الدوله محمد بهاول خان، نصرت جنگ بهادر، سلمه القادر"—

عبارتن جي ياد داشت مان معلوم ٿئي ٿو ته هيٺين انگريزن سان ميرن جي خط و ڪتابت هلندي هئي:

سر هنري پاٽنجر، مسٽر ويٽ، مسٽر منٽورو، مسٽر سيڪسن، ڪپتان رڪ، چارلس (ٺاڻيدار پاهڙمير)، سر اليگزانڊر برنس، مسٽر واٽسن، وليم اسٽوڪ، فارڪس صاحب، ۽ اسلمبر صاحب.
سر پاٽنجر ڏانهن هيٺين عبارت لکي ويندي هئي:

"-عالي جاه رفيع جائگاه، شهامت و بسالت دستگاه، آبهت و مُسکنت انتباه، دوستي و مودت آگاه، ڪرنيل هنري پاٽنجر صاحب بهادر، سلمه القادر"-

بمبئي جي گورنر لاءِ هيٺين عبارت مقرر هئي:

"- حديقهء دولت و ڪامراني، عالي جاه رفيع جائگاه، حشمت و اجلال دستگاه، عظمت و اقبال همراه، امير الامراء العظام، اسوة الڪبراء الفخام، رفيع المڪان عظيم الشان هنرابل ........ گورنر صاحب بهادر سلمه القادر"-

عبارتن جي ياد داشتن مان هيٺين اميرن ۽ وقت جي مقتدر هستين جا نالا اسان کي ملن ٿا: عضد دوله امير محمد محراب خان براهوئي غالب جنگ؛ نواب سردار دوست محمد خان غازي بهادر (واليءِ ڪابل)؛ نواب محمد بهاول خان نصرت جنگ بهادر (بهاولپور)؛ نواب عبدالرحمان خان سدوزئي؛ سردار يارمحمد خان (وزير شاهزاده ڪامران)؛ خان فتح محمد خان (ساڪن پنج تاره)؛ جام احمدخان؛ محمد خان رند؛ جام ميرخان (لاسي)؛ داد محمد خان براهوئي؛ حڪيم عزيزالدين (وزير اعظم پنجاب)؛ مير محمد شاهنواز خان بهادر؛ مرزا حضوري خان؛ آخوند فتح محمد؛ آخوند محمد صديق؛ نورمحمد قلاتي؛ قاضي محمد جمع خان؛ مرزا عبدالسميع منشي باشي؛ حاجي خان ڪاڪڙ؛ مخدوم نظام الدين سرهندي؛ محمد امين خان؛ مخدوم صاحب الدين صاحب؛ ملا نصيرالله خان؛ محمود خان بيات؛ ۽ آخوند عبدالرشيد.

پنجاب جي سک اميرن مان هيٺين صاحبن سان مير صاحبن جي لکپڙهه هئي: مهاراجا رنجيت سنگ، جمعدار خوشحال سنگ، خالصه فتح سنگ، راءِ رام سنگ، گوبند سنگ، خالصه کوڪ سنگ، خالصه شيرسنگ، لعل سنگ، راجا ڌيان سنگ، ديوان ساونڻ مل (ناظر ملتان)، راول سنگ بهادر، ۽ ٺاڪر پوپٽ سنگ؛ (پوپٽ صاحب غالبا جوڌپور جا راجپوت واٺا هئا).

آخوند صاحب جا حالات: آخوند محمد بچل جا مفصل حالات معلوم ٿي ڪو نه ٿا سگهن. پنهنجي بياض جي آخر ۾ "ن پنهنجي پٽ پٽن جي تولد جون تاريخون لکيون آهن ته "٣، محرم ١٢٤٣ ھ، سومر ڏينهن، ٧ بجي، ميان عبدالله ڄائو؛ ۽ ١٩ ربيع الاول ١٢٧٧، جمعي ڏينهن، ١٢ بجي، ڏينهن جو ميان غلام رسول جو تولد ٿيو."

آخوند صاحب جو پير طريقت مولانا شاه عبدالقيوم خلف شاه فضل الله نقشبندي هو، جنهن جي وصال تي هن هڪ طويل مرثيو چيو آهي:

تعالي الله عجب مرشد مکمل، مريدان را زهي مولا ومخدوم!
چو "انور" جست سالش گفت هاتف، "نصيب اولا هي فضل قيوم"- سنه ۱۲۲۱ هه.

مير نصيرخان جو لاڙو تشعيت ڏانهن هو، تنهنکري آخوند صاحب علم دستور مطابق حضرت علي کرم الله وجه جو اسم مبارڪ ۾ امامن سڳورن جا نالا بار بار پنهنجي شعر ۾ آندا آهن، ليڪن پاڻ نقشبندي طريقي جو پيروڪار ۽ حضرت محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلاني؈ جو سخت معتقد هو- هڪ طويل مدح مسدس شان ۾ تصنيف ڪيل بياض ۾ موجود آهي، جيڪا شاه عبدالباقي سرهندي؈ جي تتبع تي آخوند صاحب چئي آهي. ان مدح مان ڪجهه بند هيٺ ڏجن ٿا:

آنکہ باشد آستانش برتر از عرش برين، جبه سائي آن هم کرّ و بيان وحور عين،
هر يکي از صدق دل برمسند اش سايد جبين، چون چنين دارم شهنشه چيست غم از آن واين:
من سگ درگاه عبدالقادر جيلانيم.

نور چشم مصطفا دلبند شاه اوليا، قدوهء آل نبي فرزند حسن المجتبا،
لخت جان حضرت خيرالنساء پارسا، معدن فضل وکرامت مخزن جود وسخا:
من سگ درگاه عبدالقادر جيلانيم.

قطب اقطاب جهان و شهريار بي بدل، زبدهء خاصان درگاه خدائے لم يزل،
دست پرورد دعاي او اجابت از ازل، مشکلم فرمايد از لطف وکرم في الحال حل:
من سگ درگاه عبدالقادر جيلانيم.

غوث عالم بيعديل و باد شاه بي نظير، بيکسان را وارث ودر ماندگان را دستگير،
خاکپايش توتياي چشم هر خورد وکبير، حکم او را جن وإنسان وملک فرمان پذير:
من سگ درگاه عبدالقادر جيلانيم.

حبّذا محبوب سبحاني شه عالي جناب، قرة العين نبي نور دو چشم بو تراب،
وه زبحر "انماوهل آتسا" درّ خوشاب، گلبنش از جوئبار اصطفا با رنگ وآب:
من سگ درگاه عبدالقادر جيلانيم.

واليء ملک ولايت فيض بخش اوليا، مستفيض از حضرت او عارفان واتقيا،
محرم سرّ الاهي رازدار کبريا، افسر فرق دو عالم تاجدار "قل کفا":
من سگ درگاه عبدالقادر جيلانيم.

آخوند صاحب هيٺين معاصر بزرگن ۽ دوستن جي وفات جون تاريخون لکيون آهن: پير احمد شاه بدين واري، ٥ جمادي الاول ۱۲۲٦ جو انتقال ڪيو: آخوند صاحب هيٺيون قطعه تاريخ چيو:

مرشد دهر پير احمد شاه، آن وحيد زمان ولي الله،
گوش کرد ارجعي الي ربک، زده در گلشن بقا خرگاه،

پنجم از ماهِ جمادي الاول، سوي جنت قدم نهاده براه،
عالم از دردِ فرقتش گرديد، همدم صد هزار ناله و آه،
گفت "انور" بسالِ او، "سيد
هادي الخلق بود احمد شاه." - ١٢٢٦ھ

مخدوم محمد اکرم نقشبنديءَ، ١٢٦٠ھ ۾ انتقال ڪيو: آخوند صاحب قطعه چيو:

اي دريغا محمد اکرم! مرشدِ عصر اکمل و اعلم!
درِّ درجِ ولايت و عرفان، بدربرجِ کمال وفضل وکرم؛
مستفيض اهل عالم از فيضش، فيضِ او فائضِ هم عالم؛
نقشبندي کہ نقش الاالله، بردلِ سالکان نموده رقم؛
مرده راجان دمِ مسيحا داد، او دلِ مرده زنده کرده بدم؛
چون شنيد ارجعي الي ربک، سوي خلدِ برين نهاده قدم؛
شيونِ ماتمش ز روي زمين، بر فلک رفتہ از بني آدم؛
گفت "انور" بسال ترحيلش، "واي فيضِ محمدِ اکرم"- ١٢٦٠ھ

مخدوم ولي محمد پٽني هالن جي مشهور پٽني خاندان جو هڪ صفت موصوف فرد هو؛ ١٢٥٩ھ ۾ فوت ٿيو؛ آخوند صاحب هن طرح تاريخ ڪڍي:

وليِ محمد گلِ باغِ عرفان، زهي عالم و عامل و ماه سيما؛
ازين دارشد عازمِ ملکِ هستي، ز حيِّ قديم ارجعي يافت ايما؛
قدم چون بفردوسِ اعليٰ نهاده، ز رضوان ندا آمدش کن مقيما؛
شده نوحه گر عالمي در عزايش، بگفتند وا حسرتا وا يتيما!
چو"انور" طلب کرد سالش ز هاتف، بگفت "اِنَّهُ فَازَ فوزا عظيما." ١٢٥٩ھ

آخوند صاحب جي بياض ۾ اسان کي هجويہ اشعار بہ ملن ٿا. معلوم ٿئي ٿو تہ آخوند صاحب ۽ سندس پاڙن ۽ عزيزن جي وچ ۾ ملڪيت تي تڪرار هو. مٽيارن ۾ سندس باغ هئا، جابون هيون ۽ زرعي زمين سندس ملڪ هئي، جنهن تي سندس پاڙي قبضو ڪيو هو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ مخالف ڏر لاءِ، جن سندس پاڙي جي مدد ڪئي، آخوند صاحب هجوگوئيءَ جو حربو استعمال ڪيو. معلوم ٿئي ٿو تہ باقر ۽ گدو (؟) سندس بہ مخالف هئا، جن جي معزوليءَ تي آخوند صاحب خوش ٿي فرمايو:

در فکند از گردشِ دولابِ چرخ، 'باقر' اندر رشتہ 'گدو' گره؛
سال عزلِ او چو جستم از خرد، گفت هاتف "رفت او در قعر چہ."- ١٢٦٩ھ

گدوءَ جي معزوليءَ تي چوي ٿو:

برفتہ منصبِ 'گدو' کہ حرفي نرفتہ غير رشوت برلبِ او،
چو سالِ عزلِ او جستم ز هاتف، بگفتا "شد غروب کوکبِ او."- ١٢٦٩ھ

محمد بقا جو پٽ، انهيءَ جهڳڙي ۾ سندس سخت مخالف هو: هڪ طويل هجو ۾ چوي ٿو:

الاهي چه دين ست و آئين و کيش، که هستم ز 'پورِ بقا' سينه ريش،
چو کژدم زند هردم از کينه نيش، مرا مشکلي از وي آمد به پيش،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کار بيش.

پاڻن ملڪيت تي جيڪو جهڳڙو پيدا ڪيو، ان ۾ آخوند جي خلاف هُن گواهي ڏني، جنهنڪري اسان جي شاعر کي سخت ذهني ڪوفت پهتي. چوي ٿو:

گلستان و مزروع و مالِ مرا، چو اخوانِ من غصب کرد از جفا،
گواه آمد او بهرِ اين ماجرا، نه شرم از رسول و نه خوف از خدا،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کاربيش.

گرفته رهِ فتنه و کينه را، بدل داشته بغضِ ديرينه را،
هميخواند تقويمِ پارينه را، ز شنبه ندانسته آدينه را،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کاربيش.

زنِ او که چون 'هند' مکّاره بود، بشوهر رهِ مکر و حيله نمود،
کزين کار سارا است بسيار سود، ازين پس به آرام بايد غنود،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کاربيش.

سر اورا بخاطر رسيد اين خيال، که مملوکِ دختر شد اين ملک و مال،
چو داماد زين دار کرد انتقال، بود نفعِ بهرِ ما و آل و عيال،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کار بيش.

ز بدگوهري بختِ سودائي خام، نفهميد فرقِ حلال و حرام،
نخورده ز صهبائي فرجام جام، شده راکبِ توسنِ بي لجام،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کار بيش.

ندانسته کاين گنج را مارهاست، درين وادي از خونِ دل پارهاست،
در اثنائي اين ره بسي خارهاست، نه هر سر سزا وار دستارهاست،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
که مزدور خوشدل کند کار بيش.

پاڻ جيڪا کيس تڪليف پهچائي، ۽ جان کيس آزار پاتون، ان جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:
شده غافل از اين ڪه اخوانِ من، ڪه ڪردند قربان شان جان وتن،
چه ڪردند با من ز ظلم و فتن، در آخر ڪنندش بگردن رسن،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
ڪه مزدور خوشدل ڪند ڪار بيش.
بباطل گوا گشته آن بدگمان، نترسيده از خالقِ انس و جان،
نه فڪري ز بدگوئيءِ مردمان، نه انديشه از لعن و طعنِ جهان،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
ڪه مزدور خوشدل ڪند ڪار بيش.
خدا و نبي را نباشد پسند، ڪزينسان بناحق گواهي دهند،
وبالِ قيامت بگردن نهند، چنين ملحدان را بدوزخ برند،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
ڪه مزدور خوشدل ڪند ڪار بيش.
مخالف گواهه ڪي بد دعا ڏيندي فرمائي ٿو:
الاهي بمن آنچه ڪرد آن لئيم، تو داني ڪه هستي بصير و عليم،
بفرمائي او را بفڪرِ جحيم، گرفتار بشد عذابِ اليم،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
ڪه مزدور خوشدل ڪند ڪار بيش.
پوءِ هن بند تي پنهنجي بد دعا کي ختم ڪري ٿو:
ڪنون قصه "انور" بکن مختصر، بود منتقم داور دادگر،
ڪشد انتقام ازين بد گهر، بسوزاند او را به نارِ سقر،
شده شاهدِ شوهرِ دُختِ خويش،
ڪه مزدور خوشدل ڪند ڪار بيش.

پاڻهجي ٿو ته محمد بقا جو پٽ، آخوند صاحب جي ڀاءُ جو سهرو هو، ۽ هن پنهنجي لياڻي جي طرف شاهدي ڏني، تا ڪ آخوند صاحب جو مال، متاع، ۽ باغ ۽ مزروع زمين سندس ڌيءَ جي گهر ۾ اچي. آخوند صاحب هر بند جي آخري شعر جو تڪرار ڪندي بيحد لطيف اشارو ڏنو آهي، يعني پنهنجي نياڻيءَ جي شاهدي، سهري هن ڪري ڏني ته "ڪه مزدور خوشدل ڪند ڪار بيش!" – 'مزور جي دل خوش ڪبي ته محنت سٺي ڪندو'. "ڪار" جو لفظ غور طلب آهي.

ملڪيت جي تڪرار، آخوند صاحب جي دل کي سخت صدمو پهچايو. هيءَ نازڪ دل شاعر، پيو چا ٿي ڪري سگهيو: شعر جي ذريعي هن پنهنجي ڏکن جي ڪهاڻي قلمبند ڪئي،

۾ دل کولي مخالفن، پاڻ، ۾ گواهن کي بد دعائون ڏني، دل ڏاري آهي: هڪ طويل مسدس ۾ درگاه باري تعالیٰ ۾ پاڏائيندي چوي ٿو:

دوش بودم سر بزانوي تفكر ز اضطراب، واز تظلم هاي اخوان بادل خود در خطاب،
ناگهان از هاتفي آمد بگوشم اين جواب، كاين دو مصرع رابخوان گردد دعايت مستجاب:

"يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب!"

يا الاهي ديدم از دشمن اذيت ها كثير، من چگويم، هم عليمي هم سميعي هم بصير!
دستِ احسانت بود درماندگان را دستگير، داد من بستان ازين بيداد گر شوم شرير:

يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب.

با من از مكر و حيل نردِ دغارا باختند، مهره ام در ششدر از تلبيس و كين انداختند،
غافلم كردو بكار خويشتن پر داختند، ابلقِ ظلم و ستم برمن يكا يك تاختند:

يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب!

آنچه برمن رفت زو هرگز نكرده كس بكس، ميكشم آزار زين غدار منحوس نجس،
تيز مي راند مجيدانِ جفاي من فرس، يا خدا فرياد رس يا مصطفيٰ فرياد رس!

يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب!

از وفور بيحيائي كرده با من ريش خند، ميرساند از غرورم صد گزند اي خود پسند،
مشكلم را حل" فرما انتظارم تابچند، در كمندِ قهرِ خود كن بند بندِ او به بند،

يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب.

هر زمان از جور او مي آيدم فرياد ياد، دمبدم بر درگهت خواهم ازين بيداد داد،
بي نيازا از كرم كن خاطرِ ناشاد شاد، بيخ و بنيادِ ستمگر يك قلم برباد باد!

يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب!

هيچگه با من نگشت از غدر اين عيار يار، مي نداند جز فريب و حيل اين مكار كار،
پيشِ تو شام و سحر نالم بحال زار زار، حكم فرما و سرِ دشمن بفرقِ دار دار:

يا اله العالمين كن خانهٔ ظالم خراب،
انكه ديدستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب!

از مئي ونجر دهد اين نحس بد فرجام جام، يكدمسو نبود غزالِ وحشيء آرام دلم،
ساغرِ راحت عطا كن بر من از انعام عام، شربتم ده تا كنم شيرين ز شهدِ تلخ كام:

يا اله العالمين كن خانهء ظالم خراب،
انكه ديد ستم زدستِ او بسي رنج و عذاب!

پادشاها! غيرِ لطفت نيست يار و ياورم، داورا! ظلِّ هماي فضلت افكن بر سرم،
چون توئي بيكس نواز از روئي احسان و كرم، گر مرا بنوازي از بحرِ عنايات چه كم!

يا اله العالمين كن خانهء ظالم خراب،
انكه ديد ستم زدستِ او بسي رنج و عذاب!

بينوا و بيكس و مظلوم و زارم يا اله، صبح و شام اندر حريمِ حضرتِ تو داد خواه،
بيكسان را كس توئي و بي پناهان را پناه، بر منِ مسكين و عاجز بر كشا از غيب راه!

يا اله العالمين كن خانهء ظالم خراب،
انكه ديد ستم ز دستِ او بسي رنج و عذاب!

گر دري بر بندي از حكمت كشائي صد دگر، جز درِ خويشم خدايا بر درِ ديگر مبَر،
قلبِ خود خواهم شود زاكسير الطافِ تو زر، باشم از جود و عطايت كامياب و بهرور:

يا اله العالمين كن خانهء ظالم خراب،
انكه ديد ستم زدستِ او بسي رنج و عذاب!

انهيءَ طويل مناجات ۾ آخوند صاحب انهيءَ رنگ جا اجا به كيترا بند لكيا آهن. ٻي هڪ مناجات، حضرت سرور كائنات جي حضور لاءِ لكي ٿو، ۽ ان ۾ به پنهنجي دشمن تي چوهه چنڊيندي پنهنجي لاءِ داد طلب ڪري ٿو: پهريون بند آهي:

اي درِ منتت صلواة خوانم، صلواتِ تو راحتِ روانم،
مسكين و ضعيف و ناتوانم، مامَن بجز از درت ندانم:

از دستِ مخنثي بجانم،
يا شاه رسل به بخش امانم!

خورشيد سپهرِ "إنّما انا" "لولاك" مخاطب از خدائي،
شاها بدرت كنم گدائي، دانم كه تو درد را دوائي:

از دستِ مخنثي بجانم،
يا شاهِ رسل به بخش امانم!

شاها بدرِ تو داد خواهم، از تست حمايت و پناهم،
وقتيست بفلك فغان و آهم، جز لطفِ تو نيست روئي و راهم:

از دستِ مخنثي بجانم،
يا شاهِ رسل به بخش امانم!

الهي، تمهید بعد اصل مطلب عرض کندي چوی تو:

بوجول خصائلي سیه رو، کلته چو کند و سرش بلا سو،
بدهیئت و بد سرشت و بدخو، با من ز جفا شده جفا جو:

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

غصبید ز من حدائق و کاشت، و از مال و متاع هیچ نگذاشت،
مملوک من آنچه بود، برداشت، از کبر مرا حقیر پنداشت؛

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

من عاجزم و نحیف و بدکس، او تشنه بخون من چو کرگس،
فریاد رسم تو باشي و بس، رحمي بکن و به داد من رس!

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

از کینه کند هر آنچه با من، دشمن نکند به هیچ دشمن،
بنیاد بدش ز بیخ برکن، در فکر جهنمش در آفگن!

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

اي شاه سریر ملک سرمد، شاهنشه مرسلان محمد!
جورش بگذشته بر من از حد، مقهور کنش بحالت بد؛

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

هر لحظه به بینم از وي آزار، هر دم نهدم براه صد خار،
اي شاه جهان شفیع ابرار، در پیش خلائقش کني خوار؛

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

اي سید و سرور سرافراز، صعوه بحمایتت شود باز،
از معجزه راستي بر افراز، بیخ و بن عاصیم بر انداز!

از دست سخنشی بجانم،
یا شاه رسل به بخش امانم!

آخري بند ۾ فرمائي ٿو:

نالان بدرِ تو آمد "انور"، اين ظلم و جفا و جور بنگر،
شد حکمِ تو حکمِ ربِ داور، فرياد رس اي شفيعِ محشر!
از دست ستمشي بجانم،
يا شاهِ رسل بہ بخش امانم!

اها مناجات، ع۱۴ تاريخ ۱۲۶۶ھ جي تصنيف ٿيل آهي، ۽ اهوئي زمانو هو جنهن ۾ آخوند صاحب عزيزن جي جهيڙي ۾ بريءَ طرح ڦاٿو، ۽ جنهن جو کيس اهڙو صدمو رسيو، جو ان کان پوءِ سندس شاعريءَ جو رخ ۽ محور ئي بدلجي ويو. انهيءَ دور جي سندس هڪ طويل نظم آهي، جنهن ۾ زماني جي ناسازي، يارن جي بيوفائي، ۽ پنهنجي حالت زار جو روئڻو رنو ويو آهي. ابتدا ۾ لکي ٿو ته "هڪ ڏينهن صبح جو سوير يارن جي مظالمن جي ياد دل تي تري آئي. دل وندرائڻ خاطر ٻاهر نڪري باغ ۾ هليو ويس:

"اِسْتَمِعُوا يا فَرِيقِ جِيرانِي! شرح حالات ظلم اخواني،
سحر از غم و پريشاني، خاطرم خواست سيرِ بستاني،
تا مگر لحظہ بر آسايد، دل بنظارهء گلستاني،
در نهادم قدم بصحنِ چمن، لب بذکرِ ثنائي رحماني."

باغ جي تعريف ڪندي لکي ٿو:

هر طرف نهرهائي آبِ روان، همچو انهار باغ رضواني،
هر طرف بلبلي بشاخِ گلي، بود در نغم و خوش الحاني،
بر سرِ شاخِ سرو هر جانب، قمريء مست در پَرر افشاني،
شده نسرين و سنبل و سوسن، نزهتِ صفحہء خياباني،
گشت از فرطِ عطر لخلخہ سائي، بمشامم شميمِ ريحاني.

باغ جا اهي نظارا شاعر جي دل تي خاص اثر ڪن ٿا. تفريح ۽ روح جي وِرونهن ته ڪاڏي، الٽو کيس پنهنجو باغ ۽ بستان اچي ياد پوي، ۽ بادصبا هٿ، مٺيارن جي شهر ۾ پنهنجي پاڻ ڏانهن، جنهن سندس باغ هضم ڪري ڇڏيو هو، نياپا ۽ سهاپا ڇورائي ٿو موڪلي:

يادم آمد ازان گل و گلزار، کہ شده غصب جورِ اخواني؛
با صبا کردم از عتاب خطاب، کہ "تو همراز خيلِ رنداني،
بگذري گر بشهر متعلوي، خدمتي دارم ارتو بتواني؛
چہ شود گر بري پيام مرا، بسوئي آن برادرِ جاني!
آنکہ بربد ز اخوت و اخوان، بهر حُطامِ دنيا ئي فاني؛
نامِ او گر بري بر آبِ روان، در زمان ايستد ز جرياني؛
'يُعرف المُجرمون بسيماهم'، هست مردي سياه پيشاني؛
طمع آموز اشعث طماع، مُبخل و مُمسکي است لاثاني."

مهراڻ

پوءِ انهن شعرن ۾ ڀاڱي جي طبيعت ۽ فطرت، صورت ۽ سيرت جي عڪاسي ڪري ٿو- ”لالچ، طمع ۽ هيچ ۾ انهيءَ طامع جو به استاد لڳي؛ سنڌس نالو ۽ هندو ڀائيءَ اڳيان جيڪڏهن وٺبو، ته هوند هڪوار اهو به وهڪرو چڙهي بيهجي ويندو!“ انهن خصلتن بيان ڪرڻ بعد ۽ نشانن ڀارن پٽڻ ڏيڻ ڪان پوءِ هي نيارو ڏنيس ٿو:

”باز گويش پش از سلام از من،   گر بهواهِ مروتش داني،
ڪ احذر ڪن ز رنج خاطرِ من،   تادلم را دگر مرنجاني؛
چه بدي با تو ڪرده ام اي دوست،   ڪ مرا سرگروهِ خصماني!
منم آن ڪت بناز پروردم،   ڪردمت جان و دل بقرباني؛
تو بمن آنچه ڪردهءِ، ننمود   با اخ ابنائي پيرِ ڪنعاني؛
طبل تا ڪي زنم بزيرِ گليم،   چيست در پرده رازِ پنهاني!
غصب ڪردي زِ من حدائق وزرع،   نخل بي شرمي ازچ بنشاني!
من گذارم بمحنت و عسرت،   با ڪمالِ جفاي دوراني؛
تو بناز و نعيم و عيش و نشاط،   متمتع ز باغ و بستاني؛
رنج صد بار به ازين راحت،   مرگ بهتر ازين تن آساني؛
گ فريبم دهي بوعدهءِ ڪذب،   گاه در فڪر مڪر و دستاني؛
گ بگوئي ڪ ما غلامِ تو ئيم،   ڪ زجدِ و پدرسخن راني؛
داري از من دريغ مشت گياه،   چه دهم شرحِ سيب و رماني؛
حيف صد حيف بر چنين پسري،   لعنِ حق بر چنين پدر خواني!“

ڀاڱي جي ڪارستانيءَ جي اشارن ني اشارن ۾ پوري شرح ڪري ويو آهي. آخوند صاحب، ڀاڱي کي ناز ۽ نعم سان پاڻ پالي وڏو ڪيو هو؛ سموري زندگيءَ ۾ ڪابه بڇڙائي يا بدي ڀاڱي سان ڪانه ڪئي هئائين؛ ليڪن هُن احسان فراموش، يعقوب جي پُٽن جهڙي حضرت يوسف سان ڪئي، ان ڪان به زياده ڪري چڪو: سڄي جائداد غصب ڪري ويٺي رهيو. پاڻ عيش عشرت ۾ گذارڻ لڳو ۽ آخوند تڪليف ۽ عسرت ۾ بسر ڪندو رهيو؛ مال متاع، باغ بستان هضم ڪري وڃڻ ڪان پوءِ به هو دغاباز کيس ڪوڙا دم دلاسا ڏيندو رهيو، ۽ آخوند صاحب کي پيءُ ڏاڏو ڪوٺيندو ۽ سندس تنگ ڪيندو رهيو. اڳتي هلي آخوند صاحب کيس خطاب ڪندي چوي ٿو:

من گرفتم بظاهرِ احوال،   ڪ تو قاري نبصِ قراني؛
ڪي نوشت است درِ ڪلامِ مجيد،   غصبِ اموال اهلِ ايماني؟
غصبِ حقِ برادرِ مومن،   ڪفر و شرڪ است وجهل و ناداني؛
غصبِ حقِ برادرِ مؤمن،   ڪار بوجهلي است و مرواني؛
غصبِ حقِ برادرِ مؤمن،   باشد از شيوهاي شيطاني؛

تو بعقل و کمال و فضل و هنر، در گماني که بس ز لقماني!
قول سعدي مگر ز يادت رفت، بشنو از من اگر بس نسياني؛
"گر تو قران بدين نمط خواني، ببري رونق مسلماني!"

دنيا جي بي وفائيءَ جا مثال بيان ڪندي فرمائي ٿو:

پدر ما چو رفت از دنيا، آنچه با خويش برد ميداني؛
شد کجا کيقباد و کيکاؤس، شد کجا شوکت سليماني!
شد سکندر کجا کجا دارا، شد کجا کر و فر قاآني!
شد کجا خسرو و کجا فغفور، شد کجا آن شکوه خاقاني!
شد کجا رستم و کجا شد زال، شد کجا سام گو نريماني!
شد کجا گرشب و کجا آترط، شاه گو رنگ زابلستاني!
شد کجا گيو و شد کجا گودرز، شد کجا قوت قزل خاني!
شد کجا طوس و بهمن و نوذر، شد کجا حمله هاي هوساني!
چه شد اسفنديار روئين تن، چه شد استيزه هاي آرتاني!
شده قارون کجا، کجا فرعون، شد کجا حيله هاي هاماني!
اين چنين تا به آدم و حوا، رفت هر يک براه ساطاني!
زين جهان جز کفن نبرده کسي، و آنهم ار باشد از حق ارزاني!

انهن سڀني بادشاهن جي رفتني ۽ گذشتنيءَ جا مثال ڏيئي پاڻ کي چوي ٿو:

تو هم اي غره در سرائي سپنج، چند روزي غريب و مهماني؛
آخر از دهر رخت بر بندي، بيگمان تن دهي بعرياني؛
چار لاچار زين جهان بروي، گرچه تا نفخ صور مي ماني؛
بعد مرگت کجا بکار آيد، آنچه اينجا تو غاصب آني!
غصب از نقطهٔ غضب گردد، مي نترسي ز قهر يزداني!

کيس شرمائيندي چوي ٿو:

خوب شد آنچه کردي اي ظالم! کن دگرنيز هر چه خواهاني!
بگذرد بر من و تو، اين دوران، رنج و راحت رسد بپاياني؛
عاقبت اين جفا و جور و ستم، ندهد سود غير خسراني؛
کارت افتد بواحد قهار، تاکي اين مکر و غدر و دکراني؛
شرم کن از خداي خود آخر، کبر و ترسائي، مسلماني!
گر نچيدم گلي ازين گلشن، نبودم هيچ زان پشيماني؛
من گذشتم ازين گل و گلزار، گل و گلزار بر تو ارزاني!

باد صبا هٿ انهيءَ قسم جا دردناڪ نياپا ۽ سنيها، پيغام ۽ پيام، ڏک ۽ ڏوراپا، پنهنجي ظالم پاڻ ڏي چوراڻي، آخر ۾ بادشاهه پير دستگير جي حضور ۾ هيٺين ريت دادخواهي ۽ داد رسيءَ لاءِ دانهون ٿو ڪري:

بردم داد خواه از دستت، جب سائي جناب جيلاني:
پير ما مير شاه محي الدين، قطب اقطاب غوث صمداني؛
رهبر رهروان راه هدا، هاديءِ عارفان عرفاني؛
آن شهنشه ڪه حڪم او نافذ، بر همه خلق جن و انساني؛
آنڪ ڪرد و بيان بعجز و ادب، بر در او نهاده پيشاني؛
آنڪ آرد بشارتش ز فلڪ، ملڪ از بهر مشڪل آساني؛
آنڪ شاهان و خسروان جهان، بردرش مفتخر بدرباني؛
آنڪ درويش درگه او راست، شوڪت و حشمت سليماني؛
آنڪ شد خاڪ مرقد پاڪش، خوشتر از سرمه صفاهاني؛
آنڪ هرگز سگ در خود را، نگذارد برنج و حيراني؛
گويش با هزار ناله و آه، ڪه "تو درد مرا چو درماني،
"سيدا، سرورا، بدادم رس! تا ڪي اين انتظار نگراني؛
"بيخ و بنياد غاصبم برڪن! خانمانش بده بويراني!
"مستغيث آمدم بدرگاهت، الغياث اي حبيب سبحاني!"
حاليا قصه مختصر "انور"، ڪار ساز است لطف رباني!

آخوند صاحب جي بياض ۾ انهيءَ دردناڪ ڪهاڻيءَ جا ابتدائي حصا ملن ٿا؛ خبر نه آهي ته سندس داد رسي، جنهن لاءِ هيتريون آهون ۽ دانهون ڪيون اٿائين، هن دنيا ۾ ٿي يا قصو وڃي روز قيامت تي بيٺو.

١٨٤٣ع (١٢٥٩هه) ۾ سنڌ تي انگريزن جو قبضو ٿيو، آخوند صاحب جو ولي نعمت ۽ سنڌ جو والي مير نصيرخان "جعفري"، فرنگين جي قيد ۾ ڪلڪتي هليو ويو؛ ٽالپري دربار جي ڏئي اجهامڻ بعد انهيءَ شمع جا پروانا هيڏي هوڏي ٽڙي پکڙي ويا؛ انهيءَ "سهاڳ" لٽجڻ بعد ئي آخوند صاحب جي ملڪيت تي سندس پاڙن قبضو ڪيو. انگريزن اچڻ سان ماڻهن جي جائداد ۽ جاگيرن جي جانچ پڙتال ڪئي؛ انهيءَ دوران ۾ پاڻجي ٿو ته آخوند صاحب جا پاڙن، وچهه ولي سندس ملڪيت ڦٻائي، شاهدين گواهيون ڏياري، جيئن مٿين نظمن مان معلوم ٿئي ٿو، پنهنجي قبضي ۾ ڪري ويا. اهو معاملو سنڌ فتح ٿيڻ کان ٥-٦ سال پوءِ وقوع ۾ آيو ١٢٦٦هه (١٨٤٩ع) ۾ مٿيان نظم تصنيف ٿيل آهن. گدو وغيره به سندس پاڙن جا مددگار ۽ آخوند صاحب جا مخالف هئا. انهيءَ ڪري ئي ١٢٦٩هه ۾ جڏهن گدو معزول ٿيو، تڏهن آخوند صاحب تاريخي قطعو تصنيف ڪيو.

آخري زماني ۾ آخوند صاحب جي حيثيت ڪهڙي به ٿي هجي، ليڪن معلوم ٿئي ٿو ته ٽالپري دور ۾ مال ملڪيت جي لحاظ کان صاحب حيثيت هو- باغ بستان، جايون عمارتون، زرع زمينون، مطلب ته ڪيس ڪهڙي ڪجهه هو- اسان کي سندس بياض ۾ هڪ قطعو مليو آهي، جيڪو هن پنهنجي مهمان سراءِ ٺهرائڻ جي سلسلي ۾ چيو آهي:

ساختم مهمان سرائي از پئي مستورد دين،

کرده ام نذر جناب شهريار مرسلين؛

تا مگر صاحبدلي در وي دمي گيرد مقام،

مستجاب آيد بدرگاه اله العالمين.

آخوند محمد بچل "انور" ڪهڙي تصنيف يا تاليف ڪئي، ان جو اسان کي پتو پئجي ڪونه ٿو سگهي. اسان وٽ سندس ذاتي بياض آهي، جنهن جي آخر ۾ ڪي ڇاڇايل نظم ۽ ٥٠-٦٠ غزل درج آهن. انهيءَ بياض ڪانسواءِ مير نصيرخان جي "مثنوي مرزا صاحبان" تي نثر ۾ سندس ديباچو مليو آهي. ١٢٣٥ھ ۾ مير نصيرخان جڏهن ڏهه جوانيءَ ۾ هو، تڏهن کيس خيال ٿيو ته ڪنهن لافاني عشق جو افسانو نظم ڪري. صلاح مشوري بعد، هن "مرزا صاحبان" جي قصي کي نظم ڪرڻ لاءِ چونڊيو. آخر، مثنويءَ جي تڪميل ٿي، ۽ آخوند صاحب کي ان جي ديباچي لکڻ لاءِ چيو ويو. آخوند صاحب پاڻ فرمائي ٿو:

"اين قليل البضاعة کمترين غلامان درگاه عرش اشتباه، که از آبا و اجداد نمک پرورده اين خاندان عظيم الشان و دائم الاوقات به عتبه بوسي جناب سلاطين مآب بسر بود و همواره بعنايات خسروانه جهان پناهي سرفراز ...... بشرف ارشاد مسوده نويسي منظومات آن مشرف شده، و در عرض دو ساه باوجود اشتغال عبادات پروردگار که گاهي از دامني آن ...... پرداخته اند، و مشاغل امور سلطنت و جهانباني و نشاط سير و شکار که اکثر خواهش خاطر فيض مظاهر حضور به فرغيت آن مصروف مي باشد، اتمام پذيرفته وبعد اختتام فرمان قضا جريان بسر بلندي اين خوشه چين خرمن اهل کمال بترتيب ديباچه آن شرف انفاذ يافته: لهذا حسب الامر جليل القدر اگرچه مواد ...... خامه خود را شايان ديباچه نويسي مشک افشاني منظومات طبع زاد جهان پناهي نميداند؛ ليکن بحکم آنکه "هر عيب که سلطان به پسندد هنر است"، سطرے چند ثبت يافته"

مثنوي مرزا صاحبان جو اهو نسخو ١٥ صفر ١٢٤٧ھ (١٨٣١ع) جو لکيل آهي، ۽ هن وقت صاحبزادي مير نورمحمدخان جي ملڪ آهي:

آخوند صاحب جي بياض ۾ ١٢٧٧ھ تائين جا سال ملن ٿا؛ ان کان پوءِ مرحوم ڪيستائين زنده هو، انهيءَ معلوم ڪرڻ لاءِ في الحال اسان وٽ ڪو به ذريعو ڪونه آهي.

آخوند صاحب جو ذڪر مرزا قليچ بيگ جي ”قديم سنڌ“ ۾ نهايت نامڪمل ۽ مختصر ملي ٿو. ان کان پوءِ Dry Leaves From Young Egypt ۾ ضمني حوالي طور آخوند صاحب جو نالو آيو آهي؛ يعني مياڻيءَ جي لڙائي ختم ٿيڻ بعد سر چارلس نيپئر جڏهن اچي حيدرآباد ۾ لٿو ۽ ٽالپر سنڌس ڪئمپ ۾ اچي نظربند ٿيا، ان وقت سر چارلس، مير نصيرخان ڏانهن ماڻهو موڪليو ته هو قلعو ڏسڻ گهري ٿو، تنهنڪري مير صاحب پنهنجا معتمد ماڻهو ڪيس ڏئي جيڪي هلي قلعو ڏيکارين. مير نصيرخان ديوان ميٺارام ۽ بهادر خدمتگار سان گڏ آخوند محمد بچل کي به سرچالس سان موڪليو (٢٦٢). اهو واقعو ٢٢ فيبروري ١٨٤٣ع جو آهي. سر چارلس ۽ سنڌس لشڪرن قلعي ۾ گهڙڻ سان لٽ ڦر شروع ڪئي ۽ ڪروڙن جي ملڪيت انهيءَ ڏينهن لٽي وئي، اها سموري روئداد آخوند صاحب اکين سان ڏٺي هوندي؛ انهن حوالن کان پوءِ آخوند صاحب جي سوانح تي مخدوم محمد ابراهيم ”خليل“ ٺٽويءَ جي تذڪري ”تڪملهٔ مقالات الشعرا“ ۾ هيٺين هڪ سٽ ملي ٿي:

”شيرين بيان رنگين تبيان آخوند محمد بچل ”انور“ ساڪن متعلويست“- ص ٢٩

مٿين حوالن کان وڌيڪ آخوند جي سوانح ۽ حالات تي، اسان کي، باوجود ڪوشش جي، ڀيو ڪو به مواد ملي نه سگهيو.

مير نصير خان جلاوطنيءَ جي زماني ۾، آخوند صاحب سان ڪلڪتي مان خط و ڪتابت ڪندو هو. هن پنهنجي زوجه محترمه ديره سوم (حرم خاص) ڏانهن جيڪي خط لکيا آهن، انهن جو مجموعو اسان جي سامهون آهي. هڪ خط ۾ هي نوٽ ملي ٿو:

”رقعه بعاليقدر آخوند محمد بچل خان نوشته ام شفقت فرموده بدست.
ديوان هوتچند در حيدرآباد باشد و يا در متعلوي باشد اورا داده آزاده
بردر ديوري خواهد نشانيد که خوب است“ (٢٢٧)-

’عاليقدر‘ جي لفظ مان اندازو ٿئي ٿو ته آخوند صاحب لاءِ سنڌ جي فرمانروا کي ڪيڏو قدر هو.

آخوند صاحب جيڪڏهن ڪو ديوان مرتب ڪيو هو ته اهو هن وقت ناپيد آهي. سنڌس بياض ۾ ٥٠-٦٠ غزل ملن ٿا، جن جو انتخاب اسان هن هيٺ ڏيون ٿا: (١)

جانا، قدم بمحفل ما گر نهي زلطف، افتد هماي اوج سعادت بدام ما!
شام و سحر ز هجر تو خون جگر خوريم، بنگر چسان همیگذرد صبح و شام ما!
’انور‘ بجان بکوش بمدح خديو عصر، مير نصيرخان شه عالي مقام ما!

* * *

خوش بود ذکر تو ترانهٔ ما، نغمهٔ بزم عاشقانهٔ ما؛
از قدوم تو اي پري پيکر، رشک فردوس گشت خانهٔ ما!

---

(١) آخوند صاحب سنڌي شعر به چيو آهي. چند مرثيا ۽ مدح شاه عبداللطيف رح، عزيزي مرزا گل حسن احسن ڪربلائي وٽ موجود آهن.

عید ست و بهار است شگفته گل و لاله، ساقي بفگن بادهء گلگون به پیاله!
از بسکه کنم گریه ز هجرانِ تو چشمم، مانند سحابي است که مي بارد ژاله.

* * *

جانِ من در غم جدائيء تو، اشک من رفته رفته جیحون شد!

* * *

کرده رنگین دستهاي خود ز خون عاشقان، دلبران نام حنا شاید که بر خون بسته اند؛
نکته سنجانِ معاني بر بیاضِ آفتاب، بیت ابروي ترا مرغوب مضمون بسته اند؛
«انور» از چون و چرا هرگز مزن دم در جهان، حل و عقد این و آن بر حکمِ بیچون بسته اند.

* * *

شکرِ خدا که باز شد آن یار یار من، آمد ز راه لطف چو جان درکنارِ من؛
گل میکند ز رشک به تن جامه چاک چاک، هرگه شود چمان بچمن گلعذارِ من؛
همچون هلال حلقهء چشمم رکاب شد، شاید مگر سوار شود شهسوارِ من؛
صبحم بیادِ رُوي تو، شامم بفکرِ زلف، اینست اي ستمگر لیل و نهارِ من؛
سازم نثار مقدمِ تو نقد جان و دل، آري گر اي بُريد پیامي زیارِ من.

* * *

هر چند که دارد بچمن نشو و نما گل، از تابِ رخت آب شد از شرم و حیا گل؛
بخرام بصحنِ چمن اي رشکِ گلستان، تا فرش براهِ تو کند بادِ صبا گل؛
اي کعبه ابروء تو محراب نمازم، شد قبلهء رخسار ترا قبله نما گل؛
با این رخِ زیبا چو بگلزار در آئي، از حسرتِ روي تو کند جامه قبا گل؛
در رنگ و صفا گر زند از همسریت لاف، بندم بکفِ پاي تو بر جاي حنا گل.

* * *

آن ماه ده و چار شب آمد بکنارم، آیا چه خوش افتاد قراني بقریني!

* * *

ره و رسم وفا بخدا که زهي چه خوش است ز همچو تو کج کلهي،
عجب است عجب ز شکوه شهي که گهي نگهي بگدا نکند!

* * *

چه خوش آن زمان که زحالِ من خبري به بیخبري رسد،
ز فغان و نالهء زارِ من اثري به بي اثري رسد!
ز فراقت اي مهِ دلربا بدلم رسید غم و جفا،
بکند مگر سببي خدا شبِ هجر را سحري رسد؛
تو بمصرِ حسن چو یوسفي چه شود بنامه و قاصدي،
ز شمیمِ پیرهنت اگر بصرے به بي بصري رسد؛
به دو چشمِ و ابروي تو بُتا ز خدا کنم طلب این دعا،
که مباد بر رخ مهوشِ تو ز چشم بدنظري رسد!

دل غم‌کشیده‌ء عاشقان کـه پسند مجمرِ عشق شد،
حذري کني ز جفائي، آن که ز دودِ آن خطري رسد؛
هم نقدِ جان بفدائي او کند «انور» از رهي خورمي،
اگر اي نگار بـه پيش او زبر تـو نامه بري رسـد.

* * *

مـژده‌ء وصل نـکو بنده نـواز، حرفِ جان‌بخش بـگو، بنده نواز!
ز انفعالِ قدِ رعنائيء تـو سرو، پـا بـگِل برلبِ جُو، بنده نواز!

* * *

گـرفتي آشنا نـا آشـنا را، بريدي ز آشنا اي بيمروت!
دلم در دامِ گيسوئي تو گشته، اسيري صد بلا اي بيمروت!

* * *

كي نمايد هوسِ جنت و فردوس نعيم، شد بر آنكو صنما برسرِ كُوي تو مقيم!
در غمِ هجرِ تو گشتيم بصد درد نديم، چه دهم شرح فراقت كه عذابيست اليم؛
غير وصلت بدلم نيست تمناي دگر، بر همين قول گواه است خداوند عليم.

* * *

عمر خود صرف نموديم بعشقِ تو تمام، شد فرامش مگرت خدمتِ ديرينه‌ء ما؛
«انور» از گردشِ ايام ز حق ميطلبم، كه بخوبي گذرد شنبه‌ء و آدينه‌ء ما.

* * *

همي ترسم بناي خانه‌ء مردم خراب آيد، چه نيسان دارد ابرِ ديده‌هاي اشكبار من؛
قدم را رنجه فرما يكدمكـ در ديده‌ام بنشين، بكن جانـا تماشاي كنارِ جوئبارِ من!
كرم فرما و شادم كن بوصلِ خود، نميداني، به اميدِ وصالِ تو سرآمد روزگارِ من!

* * *

بخواهم از سرِ كوي تو رفتن، ليک ميترسم، كه همراهم نباشد دل چو من رختِ سفر بندم؛
بدين خوبي و زيبائي كه داري نيست كس، ورنه دلِ خود از تو برگيرم بدلدارِ دگر بندم؛
كمر بستي ز فرطِ بيوفائي بـر جفائي من، از آن غافل كه من هم بر وفاي خود كمر بندم.

* * *

مصحف روئي تو بينم دمبدم از بهر آنكه، تا مگر فالِ وصالي زين كتاب آيد برون!
لمعه‌ء نـورِ رُخت آتش بجانش زد چنان، كز كمالِ تاب آن از گل گلاب آيد برون!

* * *

جلوه‌ء سروقدش چون ياد مي آيد مرا، كـي بياد از قامتِ شمشاد مي آيد مرا!
درخورِ فتراک او نبود چوصيدي لاغري، لاغرم زان شرم از صياد مي آيد مرا!
ميكشم تنگ اندر آغوشش بما نندِ قبا، «انور» از طالع اگر امداد بي آيد مرا.

* * *

در آرزوي وصلِ تو تاڪي ز غمِ هجر، فرياد ز دل هر سحر و شام بسر آرم!

* * *

ڪاتب قدرت ڪہ خط عارفت زيبا نگاشت، مصحف روئي نوشت و جدول مينا نگاشت،
ڪلڪ اوستاد ازل بالاي دلجوئي ترا، هم الف هم سرو و هم شمشاد هم طوبا نگاشت.

* * *

گربخواني ز وفا، ور تو براني ز جفا، من بر آئينِ و رہ و رسمِ وفايم، چڪنم!

* * *

آخر ۾ آخوند مرحوم جو هڪ هجويہ قطعو ڏجي ٿو، جيڪو هن ڪنهن حڪيم تي ٽوڪ ٽيول ڪندي فرمايو آهي:

اي داده بسے بساد بسابساڧ جدت، دجّال خجل گشتہ ز افعالِ بدت!
خود را تو مسيحا بہ جهان ڪردي نام، اين دعوا اي ديو ڪجا مي رسدت!

* * *

---

توهان پڇندا ته پهريون ”صحيح نظام“ ڇا کي چئبو؟ ان لاءِ ايترو چوڻ ته ”جواب“ ته ٿي سگهي ٿو، پر اهو ذرا طويل هوندو؛ مختصر طرح چئجي ته ”صحيح نظام“ جي نظر ”تعمير“ تي رهي ٿي. جنهن کان مرڻ تائين ماڻهوءَ جي تعمير جو خيال رهي ٿو. ٻچو ڄائو ته پوءِ ڊاڪٽر ۽ هوشيار دائين کي آندو وڃي ٿو. ابو امان ڪونه اٿس، يا مسڪين وڃن ته ’يتيم خاني‘ ۾ پرورش لاءِ گنجائش ڪئي وڃي ٿي. دماغي نشو نما لاءِ اسڪول، لئبريريون ۽ ڪاليج کليل، هر صاحب فن لاءِ انهن جي استعمال لاءِ سهوليتون موجود ڪيون وڃن ٿيون. مصنفن ۽ اديبن جي سرپرستي ڪئي وڃي ٿي. اديبن ۽ صناعن کي معاشي فڪر کان آزاد رکيو وڃي ٿو. اسپتالن ۾ همدرد ڊاڪٽر موجود ڪيا وڃن ٿا، ۽ دوائون مفت ڏنيون ٿيون وڃن. اديبن ۽ فنڪارن جي اولاد لاءِ تعليم لازمي ۽ انهن لاءِ گذر جي ذريعي پيدا ڪرڻ لاءِ ”صحيح نظام“ پڌل رهي ٿو. اخبارن ۽ رسالن کي آزادي رهي ٿي. علم جي سهيڙڻ ۽ پکيڙڻ لاءِ تاليف ۽ ترجمي جا معياري ادارا قائم ڪيا وڃن ٿا. نتيجو اهو ٿو نڪري جو قوم بلند همت ۽ خوددار ٿئي ٿي، ۽ ان جو هر فرد ”ترقي يافتہ“ ٿئي ٿو. ان ”صحيح نظام“ ۾ زمين پنهنجا خزانا ۽ آسمان پنهنجون برڪتون آڇين ٿا، ۽ انسان اڳيان سر جهڪائين ٿا.

— جمال الدين افغاني

# سنڌي نثر مان مثالي فقرا

ـ "صاحبو! آهي ڪتاب ئي آهن جن دواران اڳين هندو فيلسوفن ۽ رشين جي آيروا جا تائين دنيا جي دل ۾ موجود آهي. آهي ڪتاب ئي آهن جن عرب قوم کي عرب بنايو، ۽ سندن نعرو دنيا جي ڪنڊن ڪنڊن ۾ وڃايو. صاحبو! اهو ڪتبي خزانو ئي آهي جو دنيا ۾ بهترين ۽ نهايت عاليشان ۽ زبردست خزانو آهي. صاحبو! دعويٰ ڪئي ٿي وڃي ته جپان ديس جي سچي ترقي فقط هربرٽ سپينسر جي ڪتاب "ايڊيوڪيشن" جي هدايت تي عمل ڪرڻ جو نتيجو آهي. جيڪڏهين ائين آهي ته توهين خوب اندازو ڪري سگهندا ته ڪيتري نه وڏي طاقت ان ڪتبي خزاني ۾ سمايل آهي!" خان بهادر غلام نبي قاضي.

(ـ سرگواسي نانڪرام ڌرمداس ميرچندائي جي ڇپايل ڪتاب "سنڌيءَ جو اڀياس"، صفحي ١١٦ تان ورتل. چونڊيندڙ: ـ موتيرام ڏامون‌مل سونيجي؛ ١١٠ پاريک نگر، گوڊ بندر روڊ، ڪانديولي، بمبئي.)

* * *

"رات جي ٿاڻي ساري مخلوقات آرام جي اجهي هيٺ آسائش ماڻي ٿي. ننڊ ۾ برابر ڪيڏو نه ميٺاج آهي! اها ننڊ ئي آهي جا مسڪين کي راجا جي محلات جا سير ڪرائي ٿي، ڪڪاڻيءَ کي لکاپتي بنائي ٿي، غلام کي آزادي بخشي ٿي، نا اميد کي اميد ڏيکاري ٿي، مريض کي صحت عطا ڪري ٿي، بيوقوف تي سيالپ جو ڇٽ ڌري ٿي ۽ وڇڙيل کي وصال ڪرائي ٿي. ننڊ، ٻڪني لاءِ ڪاڏو، اجايل لاءِ پاڻي ۽ ڦٽيل دلين لاءِ مرهم آهي. ننڊ ۾ آدمي ڪلي ٿو، روئي ٿو، خوابي دنيا جا سير ڪري ٿو، هوائي قلعا اڏي ٿو. ننڊ ۾ آدمي برف جا مڪان ڏسي ٿو، جي سج اڃا منهن ئي مس ڪڍي ته ڳري وڃن: سامونڊي لهرن تي اڪر لڪي ٿو، جن کي هڪڙوئي تڪو وهڪرو کهلي وڃي اوڙاهه ۾ ڦٽو ڪري ٿو: ڪاغذ جا محلات بنائي ٿو، جي ٿوري هوا لڳڻ سان ڍهي پون. منجهس ڪيترو نه لطف آهي! جڏهين ڏينهن جي جناڪشيءَ ۽ ڀاڙن جي ڪم سان ٿڪجي، سڙور ڀيوڙيءَ ۾ اچي کٽ تي ليٽي ٿو، تڏهين ننڊ ئي آهي جا سندس پرورش ڪري، ڪيس ٻئي ڏينهن لاءِ نوبنو ۽ تازو ڪري ٿي. ننڊ نه هجي ته آدمي جيڪر ديوانو ٿي پوي؛ ننڊ فطرت جي داني آهي. منجهس صرف هڪ ئي خامي آهي، جو ننڊ انسان لاءِ اڌ موت آهي؛ هوءَ موت سان مشابهت رکي ٿي؛ مڙس ۽ ننڊ ۾ مئل آدميءَ ۾ تمام ٿورو تفاوت رهي ٿو."

(ـ نارائڻ داس ڀمڀاڻي جي ڪتاب "مالهڻ" جي باب نمبر ٽئين جي صفحن ٥١ ۽ ٥٢ تان ورتل. چونڊيندڙ: ـ قادربخش ميمڻ، سکر.)

قافيه دار نثر (چونڊيندڙ: پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي)

"شهزادي ماه‌طلعت غسل ڪري، ٿي ڏني؛ اکين ۾ سرمون وڌائين، زيور پهريائين، ارغواني ويس جو جنسار ڪيائين، سڀ هار سينگار ڪيائين، آرسي ڪڍي پنهنجو منهن ڏٺائين.

منهن ڏسندي ڳلن جي لالائي، اکين جي ڳهرائي، جوانيءَ جو زور، حسن جو شور، زلفن جو تاب ۽ غمزي جو حجاب ڏسي تماشو لڳي ويس. چوڻ لڳي ته واهه واهه، هي به ڪو حسن بي مثال آهي! يا بدر جمال آهي! جي اهو حسن آهي ته بس حسن ختم آهي، سڀ حسن ڪان اُتم آهي...... واتي انهيءَ ڪوڙيءَ تعريف ڪان ڪمراهه ٿي ويئي. پانياڻين ته 'جيڪس اهڙو مؤبوتي منهنجو حسن مزيدار آهي، جو سيڪو اُن جو خريدار آهي.' حسن ڪي غرورسان ڪنياڻين؛ نياز ڪي ناز سان متياڻين." — "گل خندان"؛ لکندڙ آخوند لطف الله.

خالص سنڌي (چونڊيندڙ: پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي)

"منهنجو پاءُ پلازو، ساهه کان پيارو سدا سرهو هجي،

سلامن ڪان پوءِ ٻيا لکان! تنهنجي هتان موڪلائڻ وبل ڪيڏو ڪارڻ ڪيم ته 'سکيو مونج ۽ سيڪا سڌ سماچار پيو موڪلج،' سا ڳالهه نه چالان ته ڪهڙي ڪن سان سُڻي! مون ڪي پرو نٿو پوي ته پرڏيهه ۾ ڪهڙي آڌارتي سُک ٿي ويهي رهئين؟ آءٌ ڏيهه ۾ به تو ڌاران ڏاڍي ڏک ۾ آهيان، پل پل ۾ سهسين پور ٿا پون ته تنهنجو اچڻ نٿو ٿئي! آءٌ ڪاڏي وڃان؟ هت رهان ته جيءُ نٿو مڃي، ڳهران نڪران ته پير ڪٿي؟ اهو انڌير آهي جو توکي نه ڏسان، پوءِ به ٿو جيان. هائي جيڻ جسو اُسرو ڪونهي واڏو ڇا چوان؟ ڏئي سمجهه ڏيئي." (— خط جنهن ۾ سنڌيءَ کان سواءِ ڪو عربي فارسي لفظ نه آهي. لکندڙ مولوي هدايت الله.)

سليس سنڌي (چونڊيندڙ: پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي)

"(علم وارو) چرچي کهي ۽ اجائي گفتگو جي عادت نه ڪري، نه ته سندس هيبت ۽ ڏڪو ماڻهن جي دل مان نڪري ويندو. هن کي کهرجي ته شاگردن سان نرمي ڪري، ۽ جي ڪو ڪاٺس ڪي پڇي ته هن کي چڙڻ نه ڏئي، ۽ جي انهيءَ جي سوال ۾ ڪو خلل هجي ته اُن کي سڌاري، ۽ چڙي نه. جيڪي نه اچيس ته ائين چوڻ کان شرم نه ڪري ته 'مون کي نٿو اچي'، ۽ جي ڪو سندس چوڪ ڪڍي ۽ انهيءَ جي حجت ڏئي ته اُها قبول ڪري، ۽ انهيءَ کي عيب نه ڄاڻي، پنهنجي چئي کان ڦري وڃي." — "زاد الآخرت" (غزالي)؛ ترجمان: مرزا قليچ بيگ.

فارسي ۽ هنديءَ جي آميزش (چونڊيندڙ: پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي)

"شاهه ڪريم جي بيتن جي ٻولي اڳوڻي نج سنڌي آهي، جا بلڪل صاف، ۽ عربي ۽ فارسي لفظن جي آميزش کان پاڪ آهي...... نج سنڌي لفظن مان گهڻا اهڙا آهن جي اڄ ڪلهه عام طور ڳالهائڻ ۾ نٿا اچن، مگر نهايت پاڪيزا ۽ سهڻا آهن، ۽ ادبي ٻوليءَ ۽ محاوري ۾ جاري ڪري سگهجن ٿا. حقيقتاً سنڌي ٻولي ايتري قدر شاهوڪار آهي، جو سواءِ ڪن جزوي عربي ۽ فارسي لفظن جي، اعليٰ قسمن جا مضمون سنڌي ٻوليءَ ۾ لکي سگهجن ٿا. بس صدين جو لٽ چڙهيل آهي، جو لاهڻ کهرجي. سهڻي سنڌي حاصل ڪرڻ جو هڪڙوئي طريقو آهي. اهو هي آهي ته سنڌيءَ ۾ آڳاٽن لکيلن ڪتابن جو چڱيءَ طرح اڀياس ڪجي. اها سنڌي جهڙي نغمي دار آهي تهڙي ئي رس ڀري." — ديباچو، "شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" (صفحو ٢٩)، لکندڙ ڊاڪٽر دائود پوٽو.

# پڙهندڙن جا پيغام

١. موڪليندڙ: رسول بخش پليجو، ائڊووڪيٽ،
سچائي منزل، سنڌڙي روڊ، ميرپورخاص.

— سائين، توهان بار بار شفقت سببان "ڪجهه لکڻ" جو حڪم ڪندا رهيا آهيو. هر دفعي شرمساريءَ وچان ڪنڌ جهڪائيندي جهڪائيندي نيٺ سوچيم ته:

"تيسين پڳهي سان ٿي پير، جيسين رتو راس ٿئي."

افسانو، عرض ڪيو اٿم ته، لکڻ اچيم ئي ڪونه. تنهنڪري پيو نه ته به "لوڻ وجهي پٽ پانيوار ٿيڻ" ۽ "رت سڪي شهيدن ۾ نالي لکائڻ" جو پهه ڪيم.

"مهراڻ" جي تازي پرچي ۾ هڪڙو افسانو ڏاڍو وڻي ويو. سو آن تي "تنقيد" جي جڏي سڏي ابتدائي ڪوشش تي اڪتفا ڪئي اٿم. خوف اٿم ته اجائي پناهه نه نظر اچي. بهرحال ڪوشش ڪئي اٿم ته تنقيد جو حق ادا ڪجي. آءٌ هروڀرو، نقص هجي يا نه هجي ته به، عيب ڳولڻ جو قائل ڪونه آهيان. تنهنڪري هڪ طرفي تنقيد جي الزام جو خوف رکندي به ان جي پرواهه نه ڪئي اٿم. اها ٻي ڳالهه آهي ته ناتجربيڪاريءَ سبب عيب نظر نه آيا هجنم. بهرحال "جيڪو حال حبيبن سو ئي پيش پرين."

منهنجي ناچيز راءِ آهي ته "مهراڻ" سنڌي ادب ۾ سالن جي جمود کي ٽوڙي، هڪ نئين پربهار دور جو آغاز ڪيو آهي. "مهراڻ" جي امتيازي خصوصيتن مان هڪڙي هيءَ آهي جو تقسيم کان پوءِ پهريون دفعو معياري ۽ اصلي مختصر افسانن جو باقاعدي سلسلو جاري ڪيو ويو آهي. اسان جي عزيز دوست غلام رباني سنڌيءَ جو مختصر افسانو "شيدو ڏاڙيل" جيڪو اونهاري نمبر ۾ شايع ٿيو آهي، منهنجي نظر ۾، موضوع توڙي فن جي لحاظ کان افسانه نگاريءَ جو هڪ اهڙو عمدو شهپارو آهي جو ان کي دنيا جي ٻين ترقي يافته ٻولين جي بهترين افسانن سان، بنا ڪنهن هٻڪ جي، ڪلهو ڪلهي سان ڏياري بيهاري سگهجي ٿو.

"شيدو ڏاڙيل"، جئن سندس نالي مان ظاهر آهي، هڪ اهڙي ڏاڙيل جي ڪهاڻي آهي جو "انسانيت جي جسم ۾ هڪ هميشه چمڪندڙ ڦٽ" هو. پر شيدو ڪو پيدائشي ڏاڙيل ڪونه هو. هن نينگر جا سانت ڪيس ننڍي هوندي ئي ڇورو ڪري ڇڏي ويا، ۽ هو اوڙي

ٻاڙي جا ٽڪر کائي، ڳوٺ جي اسڪول ۾ اکر ونندو هو. ننڍڪڻ کان ئي، هڪ ٻئي ٻارن جي آڪڙ ۽ برتريءَ ۽ ڪلاس ۾ ماستر جي ڏوري ڪٽلي تان جيڪا ڦٽ سندس معصوم ۽ حساس دل ۾ پنهنجي ماحول لاءِ بيحد مخالفت ۽ نفرت ۽ حد کان وڌيڪ خودداريءَ جو مادو پيدا ڪري ڇڏيو. اسڪول کيس جيل وانگر لڳندو هو ۽ ماستر کيس هڪ بي رحم جلاد نظر ايندو هو. آخر هو اچي ڪسانن تي پيو ۽ ماستر جي ٽنگا ٽوليءَ وارن ڪان بچڻ لاءِ جهنگ ۾ لڪندو وتندو هو. پيٽ کي ڀرڻ لاءِ هو سنهين ٿلهين چورين ڪرڻ تي پيو، ۽ ٿيڪ جوري ۽ آخر ڌاڙيل بڻجي ويو. هلندي هلندي، آس پاس ۾ چورين، ڦرين، ڌاڙن ۽ خونن جو تعداد تيزيءَ سان وڌي ويو. پوليس ٿاڻن تي شيدوءَ خلاف وارنٽن جا ٿهيا لڳي ويا ۽ سندس ڌهڪاءُ ماڻهن ۾ ڦهلجي ويو.

تنهن جي رهزنن ۽ ڦاليري پاڻاريدار، رئيس ڏاڳائي خان، شيدوءَ جي خونخوار جرات جي هاڪ ٻڌي کيس پاڻ وٽ آڻي ويهاريو، ۽ سندس هٿان ڌاڙا ۽ خون ڪرائي خوب جاوا ڪرڻ شروع ڪيا. پر جلد ئي شيدوءَ کي هن پاڻاريدار جي پشت پناهيءَ جي قيمت جي خبر پئي. ڏاڳائي خان شيدوءَ جي محبوبه، زيبيءَ، جي حسن جي هاڪ ٻڌي، کيس ڦاسائي پاڻ وٽ آندو. شيدو باهه ٿي ويو. هڪ رات وچ ۾ پوليس اچي ڪڙڪو ڪيو، ۽ شيدو ٻڌجي ويو! کيس ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو. ڏاڳائي خان کي شيدوءَ جهڙي رهزن خونيءَ کي پڪڙائڻ ۾ سرڪار ناماندار جي امداد ڪرڻ جي عيوض حڪومت وٽان آفرين ناما ۽ انعام اڪرام مليا. اها آهي "شيدو ڌاڙيل" جي مختصر ڪهاڻي.

سنڌ ۾ ڏوهن ۽ بدامنيءَ جي وبا عام ڦهليل آهي. ان جا اصلي ڪارڻ ڪهڙا آهن، تنهن بابت هر ڪنهن جا پنهنجا پنهنجا رايا آهن. پر رفتي رفتي اهو راز کلي چڪو آهي ته بدامني ۽ ڏوهه رڳو ڪن فردن جي اخلاقي پستيءَ جي پيداوار ڪونه آهن، پر اهي سڄيءَ طرح موجوده سماجي نظام جي پيداوار آهن. جن هن حقيقت تي جيترو گهڻو غور ڪيو آهي اهي اوترو ئي وڌيڪ هن راءِ تي پختا ٿيا آهن ته جيستائين سماج جون واڳون هڪڙي اهڙي طبقي جي هٿ ۾ هونديون، جنهن کي پنهنجي ناجائز تسلط قائم رکڻ لاءِ دباءُ ۽ ڌاڌائيءَ استعمال ڪرڻ جي هروقت ضرورت رهي ٿي؛ جيستائين حڪومت هڪ اهڙي طبقي جو هٿيار ٿي رهندي، جو صلح سانت جي حالتن ۾ پنهنجو اقتدار برقرار رکي نٿو سگهي، تيستائين هي چوريون، ڦريون، ڌاڙا ۽ خون ٿيندا رهندا.

هي "شيدو"، هي "رحيم هنگورا"، هي "ٻچو"، هي "ڦل ماڇي" پنهنجي سموري ظاهري ڏاڍ ڏٻڪر جي باوجود اصل ۾ فقط حڪمران طبقي جي هٿ جا باز آهن، سندن اشاري تي نچندڙ ڪٺ پتليون آهن، جن جي وسيلي هو پنهنجي دباءُ ۽ ڌاڌائيءَ جو راڄ قائم رکيو اچن، ۽ جڏهين منجهائن پنهنجو ڪم ڪڍيو وٺن تڏهين وري اهي "ڏاڳاٽا خان" انهن "شيدو ٺن" جا جوڙا وڪڻي، پاڻ کي امن امان جا راکا ۽ پبلڪ جا محسن مشهور ڪرائي لقب ۽ انعام حاصل ڪن ٿا.

اسان جي سماج جي انهيءَ دورنگيءَ ۽ "ٻه منهين" چال بابت "شيدو ڏاڙيل" ڪو ڀرپور افسانو ڪينهي — هن سماجي ناسور، وقت بوقت، ڪيترن فنڪارن جو ڌيان پنهنجي ڇڪايو آهي - مگر "شيدو ڏاڙيل" انهيءَ قسم جي اڪثر افسانن کان گهڻو موثر ۽ ڪامياب آهي.

بدقسمتيءَ سان، عام طرح، اسان جا اڪثر افسانہ نگار بلڪل خيالي ۽ اڻ ٺهيل حالتن ۾ مصنوعي ڪردارن واتان، ناٽڪي ۽ خطيباني انداز ۾ سطحي قسمن جي ٺلهن جذباتي ليڪچرن ڏيارڻ کي افسانہ نويسي سمجهي ويٺا آهن. سندن افسانن ۾ عاروبائين کي ڏسبو آهي تہ "محبت ۽ آزادي" جهڙن موضوعن تي، ماشاءَ الله، بي. ايچ. ڊي جي سند ماڻ جهڙا مقالا برزبان ياد ڪيو ويٺيون هونديون آهن!

اڻ پڙهيل ۽ ٺيٺ هاري اهڙا اهڙا ثقيل ۽ ڳاني نوڙ عربي فارسي لفظ ڳالهائيندا پڌبا، جي جيڪر خود اردو جو "باوو آدم" بہ مشڪل هضم ڪري سگهي. ڪڏهين ڪڏهين جو وٺي پڙهندڙن جي شامت ايندي آهي تہ افسانہ نگار صاحب ڪردارن کي ڇڏي، پنهنجو پاڻ ئي وٺي خطبا شروع ڪندا آهن - بس پوءِ تہ الله ڏني ۽ بندو سهي!

"شيدو ڏاڙيل" انهن عيبن کان بلڪل پاڪ آهي. "شيدو ڏاڙيل" جا ڪردار جيئرا جاڳندا ۽ سچا پچا آهن. جا ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ۽ جا هلت چلت ۾، هو بلڪل ڏٺل وائٺل ۽ جاتل سڃاتل ٿا لڳن. هو ڪابہ ڳالهہ اهڙي نہ ٿا ڪن، جنهن مان پڙهندڙ جي دل ۾ ڪو ڪنڪو پيدا ٿئي تہ هيءَ ڪنهن بناوتي ۽ نقلي ماڻهوءَ جي ڳالهہ آهي. افسانہ نگار ڪين نهايت چابڪدستيءَ سان خلقيو ۽ خوبصورتيءَ ۽ ڪاريگريءَ سان اجاريو آهي. انهيءَ ۾ هن ڪٿي بہ ٺوڪر نہ کاڌي آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي تہ هن نهايت استاديءَ سان ڪنهن بظاهر نهايت معمولي ۽ غير ارادي ڳالهہ مان ئي پنهنجي ڪردار جي اهم نفسياتي پهلوئن کي روشن ڪري ڇڏيو اٿس.

شيدوءَ جي ڪردار کي بلڪل غير جانبداريءَ مگر ڪمال ڪاريگريءَ سان چٽيو ويو آهي. ننڍپڻ کان ئي سندس ماحول ڏانهن هُن جو رد عمل، پڻ کان لاپرواهي ۽ نفرت ڀريل خاموشيءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو. اسڪول جا ڇوڪرا ڪيس اچي ٿا سڏين تہ هو بي پرواهہ ٿيو ستو پيو آهي؛ ماستر جو دڙڪو ٿا ڏينس تہ چُوٽ ۾ چوين ٿو تہ "وڃي پنهنجي پاپي ماستر کي پڌايو! مان ڪونہ ايندس، ڪونہ ايندس!" ليڪن ڇوڪرن جي وڃڻ شرط سندس خوداعتمادي ۽ لاپرواهي ڪافور ٿيو وڃن. سنهن ڏوئڻ لاءِ دلي مان پاڻي اوتي تہ دلي جي ٺونگ مان سمورو پاڻي وهيو وڃي! "پيشان دلو بہ پڳل...... پلا هجي ابو امڙ تہ ......" ۽ روئي وجهي ٿو. انهيءَ هڪڙي جملي ۾ ئي هن جي زندگيءَ جي بيوسيءَ، محروميءَ ۽ ويرانيءَ جو سمورو داستان سمايل آهي. "بہ" جو لفظ ڪيڏو نہ معنيٰ ڀريو ۽ حسرتناڪ آهي! ماستر ڪيس حيوانيت سان ماري ٿو، مگر هن جي زبان مان "اف!" بہ نہ ٿي نڪري، ڇو تہ سندس زندگيءَ جو آخري سهارو سندس خودداري هئي. هو

روڙيون ڪري ها ته سندس اهو آخري سهارو به کسجي ويس ها ۽ دلشڪستو ٿي مري وڃي ها. ٿنهنڪري ماستر جي آڻ مڃڻ بدران ملڪ ڇڏي وڃي ٿو. ان ڪان پوءِ اسين ڪيس "شيدو ڌاڙيل" جي صورت ۾ پنهنجي سنگتيائيءَ زيبيءَ، سان رهاڻ ڪندي ڏسون ٿا. وڏيري جو قاصد ڪمدار ڪوٺڻ اچيس ٿو ته ان ڪي به ٻيو جواب ڏيئي ٿو ڇڏي - "صبح جو اينديس!" جڏهن ننڍڙي شيدوءَ ٿي "ڏيڍ مڻ جي ٻڪري ڪلندڙ" آهري ماستر جي آڻ نه مڃي، تڏهن نامي گرامي "شيدو ڌاڙيل" ڪٿان ٿو هڪڙي معمولي وڏيري تي سچ ڇڏي! البت رئيس ڏگاڻي خان جي ڳالهه ٻي هئي. هن رهزن جي سردار اڳيان شيدوءَ کي به ٻانهون ٻڌي "بابل سائين!" آلاپڻو پوي ٿو!

ڏگاڻي خان پاڙاريدار جي ڪردار جون ٻه ٽي جهلڪون ٿي پڙهندڙ جي ذهن تي هن روغن لڳل بي رحم بدمعاش جي هيبت ناڪ ۽ پراسرار شخصيت جو امٽ نقش اڪيري ڇڏين ٿيون. شيدوءَ سان گفتگو ڪندي، سندس محتاط ڪم گوئي، سندس وساهيندڙ لاپرواهه نوع ۽ پرفريب سادگي، ۽ پيا اهڙا ڇڙوڇڙ چنبيل هن گونگ بدمعاش جا طريقا به پڙهندڙ جي دل تي هن جي بي پناهه عياريءَ جو سڪو ڄمائين ٿا. ڏگاڻي خان جهڙي مڪمل ۽ ڪامياب ڪردار جو ٻيو ڪنهن سنڌي افساني ۾ مثال ڳولڻ عبث آهي. پس منظر ۾ ماستر، ڪريم ۽ سندس زال جا مدهم ڪردار وري شيدوءَ جي ڪردار کي ڪاميابيءَ سان اپارين ٿا.

ڪهاڻيءَ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪنهن به اتفاقي ۽ زوريءَ ٺهيل اڻ ٺهڪندڙ واقعي جو سهارو نه ورتو ويو آهي. پڙهندڙ تي ڪٿي به ڪا راءِ يا ڪو نتيجو زوريءَ مڙهڻ جي ڪوشش نه ڪئي وئي آهي. شيدوءَ جي المناڪ زندگيءَ سان افسانه نگار کي جيڪا قدرتي همدردي آهي ۽ سندس درد پري پهچائيءَ لاءِ جيڪي اسباب ذميوار آهن تن لاءِ جيڪا نفرت اٿس، سا ڪٿي به افساني جي سطح تي اڀري اچي، پڙهندڙ جي خيالن ۾ خلل نٿي وجهي. افسانه نگار پنهنجي جذبن کي نهايت تحمل سان پس منظر ۾ رکيو، پڙهندڙ کي ڪنهن اڳ رٿيل جذباتي منزل ڏانهن زبردستي هڪلڻ بدران، کيس بلڪل آزاد ڇڏي ڏنو آهي ته ڀلي جيڪو وڻيس سو نتيجو ڪڍي. پاڻ صرف هلڪن، اڻ لکن اشارن تي اڪتفا ڪئي اٿس.

حقيقت ۾ انساني فطرت جي تضادن جي وفادارانه ترجماني افسانه نگار جو خاص ڪمال آهي. شيدوءَ کي، چوڪرن کي ڪُليو جواب ڏيڻ بعد ان فيصلي تي اٽل، يا وڏيري جي قاصد کي موٽائڻ بعد ڏگاڻي خان جو نالو ٻڌي به جواب نه ڏيندو، يا خود ڏگاڻي خان ڏانهن لاپرواهيءَ جو رخ اختيار ڪندو، يا سنگتيائيءَ جي کسجي وڃڻ ڪري وڏيري تي ڪلهم ڪلا حملو ڪندو ڏيکاريو وڃي ها، ته جيڪر افساني جي تاثر ۽ حقيقت پسنديءَ تي ڪاري ضرب لڳي وڃي ها. هنڌن نازڪ موقعن تي افسانه نگار جو مبالغه آميزي ۽ جذباتي مظاهري کان دامن بچائي وڃڻ سندس فني پختگيءَ جو واضح دليل آهي.

واقعات نگاريءَ جي اعتبار کان ٻ افسانو هڪ شاهڪار آهي. چوڪرن جي موج جو شيدوءَ تي ڪڙڪڻ، ماستر جو شيدوءَ کي مارڻ، شيدوءَ جي ڪم ٿيڻ جي خبر پوڻ، ڏگاڻي خان ۽ شيدوءَ جي ملاقات، ڏگاڻي خان جو پاڳي کي ڪتن هٿان چيرائڻ، شيدوءَ جي قاسيءَ جي خبر مشهور ٿيڻ ۽ ٻيا واقعا اهڙي ته اثرائتي نموني پيش ڪيا ويا آهن، جو پڙهندڙ جي ذهن تي هميشه نقش رهندا. اڪثر صورتن ۾، افسانہ نگار واقعن کي پنهنجي زباني بيان ڪرڻ جي بدران پڻ ڪردارن جي زباني ۽ خود حالتن جي معرفت پيش ڪيو آهي، جنهن ڪري سندن تاثر ۾ بيحد اضافو ٿيو آهي.

افساني جي ٻوليءَ ۾ فطري سادگي، اصليت ۽ حسن آهي. ڪردارن جي زبان مان نڪتل هر لفظ سندن سماجي درجي ۽ ڪردار سان ٺهڪندڙ آهي. گفتگوءَ جو ڍنگ قدرتي ۽ موقعي سان مناسبت رکندڙ آهي. خاص ڪري شيدوءَ ۽ ڏگاڻي خان جي وچ ۾ ٿيل ٻهرين گفتگو ته وسرڻ جهڙي نہ آهي. افساني جا ڪي ڪي ٽڪرا ته دل چوندي ته وري وري پيا دهرائجن.

"شيدو ڌاڙيل" انهيءَ حقيقت جو هڪ پيو ثبوت آهي ته سنڌي افسانہ نگاري ٻالپڻ مان نڪري، جوانيءَ ۾ قدم رکي چڪي آهي......

٣. موڪليندڙ: شيخ حفيظ،
مينارام هاسٽل، ڪراچي:

- ايڊيٽر ڀائو، "مهراڻ" جو سيارو، بهار ۽ اونهارو نمبر، ميز تي، آڏو پيا اٿم ۽ آءٌ انهن بابت ڪجھ لکڻ جي تمنا پوري ڪرڻ لاءِ قلم هٿ ۾ کنيو ويٺو آهيان. "مهراڻ"، سنڌي سماج لاءِ ڇا آهي - اهو ويچاريندي، مون کي ڏينهن گذري ويا آهن: آءٌ پنهنجي دماغ ۾ اسريل هر تشبيهہ کي ردّي، ڪنهن ٻيءَ سٺيءَ تشبيهہ جي تلاش ۾ مڪن ٿي ويندو آهيان.

پاڪن ٿنيءَ ويل، ڊي.جي. سنڌ ڪاليج جي محيط عمارت ڀونتان، اسرندڙ سج جو ڀريون ڪرڻو منهنجي دريءَ مان ليئو پائي، منهنجي ڪن ۾ هڪ هلڪي سرگوشي ڪندو آهي؛ ڄڻ چوندو آهي "اٿ ڪهڙو ستين. صبح ٿيو ٿي، اٿ!" ۽ پوءِ آءٌ اکيون پٽي، دريءَ مان انهيءَ عظيم عمارت طرف نظر ڪندو آهيان. منهنجي من ۾ انهيءَ تروري جي سرگوشي هڪ هلڪي ڪتڪتاڙي ڪندي آهي ۽ جهٽي جهٽي سرڪ منهنجي چپن تي ٽلڻ لڳندي آهي. انهيءَ وچ ۾ سج جا ڪچ جيترا ترورا منهنجي دريءَ مان اندر لنگهي ايندا آهن ۽ مون کي وکوڙي ويندا آهن. انهيءَ ننڍڙي تروري کي آءٌ هوند ڪنهن سهاڳڻ جي ڇهريلي پٽ سان تشبيهہ ڏيان، جنهن جي ڏني سهاڳڻ جو سينو زندگيءَ جي امرت رس سان

پرجي ايندو آهي - ۽ هُو ڳچ جيترا ترورا آءٌ هوند انهيءَ سهاڳڻ جا پيا پار چوان جن کي حاصل ڪري هو پنهنجي زندگي سڦل سمجهندي آهي ۽ جن تي ناز ڪري هو ڳاٽ مٿي ڪري هلندي آهي! ۽ پوءِ جڏهن هي ڏيک سارا ترورا مون کي وڪوڙي ويندا آهن، آءٌ ڪرموڙي، هٿ ڇڏي، اٿي وهندو آهيان؛ ۽ ان بعد ڏينهن پنهنجي مشغولين سان مون کي وڪوڙي ويندو آهي، آءٌ زندگيءَ جي جدوجهد ۾ جنبي ويندو آهيان، تان جو شام جو جهڙي جهٽي اوندهي منهنجي ڪمري کي ڪنهن ڪنوار جي اجرڪ جيان ويڙهي ويندي آهي، ۽ آءٌ بتي ٻاري پروانن سان گڏ نيڻ ساڙڻ لڳي ويندو آهيان!

دل ٿي چوي "مهراڻ" کي انهيءَ پهرئين ترورين سان تشبيهه ڏيان. جيئن منهنجي مختصر ذاتي زندگيءَ ۾ سچ جو اهو پهريون ترورو هزار معنائون ٿو رکي، تيئن "مهراڻ" به سنڌي سماجڪ زندگيءَ ۾ هزار معنائون رکندو هوندو: جيئن اهو ننڍڙو ترورو منهنجي من ۾ ڪنڪتاڙيون ٿو ڪري، تيئن "مهراڻ" به سنڌي سماج جي دلين ۾ ڪندو هوندو: جيئن هي ترورو منهنجي ڪن ۾ سرگوشي ڪري چوي ٿو "اٿي ڪهڙو ستين؛ صبح ٿيو ٿي، اٿ!" تيئن مهراڻ هر پڙهندڙ جي ڪن ۾ ضرور اها ڳالهه پڪندو هوندو. ۽ شايد هن پهرئين ترورين - "مهراڻ" - بجائان ڳچ جيترا ترورا پيدا ٿيندا ۽ پوءِ جيجل سنڌڙي سدا سهاڳڻ جيان، اوچو ڳاٽ ڪئي، انهن جي وچ ۾ جهومي اٿندي. الله ڪري منهنجي هيءَ آس پوري ٿئي!

مون کي خبر نه آهي، "مهراڻ" لاءِ پيا ڇا ٿا چون. هن جهان ۾ هر قسم جا ماڻهو آهن، هر قسم جي وائي پڙدي سگهجي ٿي. مون لاءِ "مهراڻ" ان ڪومل مکڙيءَ مثل آهي، جنهن جا اڃان رڳو ٽي ورق وريا آهن. جيئن ڪو ڀونرو ڪنهن مکڙيءَ کي نروڻ اوڏو ڏسي، هن جي چوڌاري انتظار سان ڀرن جا ڀير چڪر لڳائيندو هجي، آءٌ بہ هن گل جي نروڻ جو منتظر آهيان. پر پوءِ پائو، هن گل ۽ عام گلن ۾ فرق رڳو اهو رهندو ته پيا گل نروڻ ٿيندي ئي مرجهائي ويندا آهن ۽ هي گل نروڻ تيو تہ وري نہ ڪومائبو - شرط رڳو اهو آ تہ هڪ وار نروڻ پيهي! توهان باغبان آهيو، پنهنجي رت تي تاتيو آٿو: تنهن هوندي بہ دل ٿي چوي تہ توهان کي چوان "پائو! پارت اٿو. متان راه هلندي ٿڪجي پئو!" ها، منهنجي دل ائين چوڻ لاءِ مجبور ٿي ڪري جو آءٌ بہ انهن هزارين ڀونرن مان هڪ آهيان، جن جي روح جي پياس هن گل جي رَسَ اجهائيندي.

پائو! مون، "مهراڻ" ۾ ڪجهہ بيت پڙهيا؛ بيت پڙهندي، الائجي ڇو، منهنجي من تي "شاهہ" جو بيت تري آيو -

"جي تو بيت ڀانيا، سي آيتون آهين
نيو من لائين، پريان سنڌي پار ڏي!" -

۽ جڏهن ”ٿون نيابو“ ڏٺم ته الانجي ڇو، ڪهڙي تائين جهونگاريندو رهيس-

”ڏيون مون کي ڏات، ڪوڙهن پريون ڪالهوريون،
لنوي منهنجي لات، ڏکڙا ساري ڏيهه جا!“-

”شل سنڌ جي سڀني شاعرن جي لات ڏيهه جا ڏکڙا ساري ني لنوندي ڪري!“ مون آڪاس طرف نيڻ کڻي چيو.

ڪافين پڙهندي، منهنجي نظر ”گرامي“ جي ڪافيءَ تي پئي-

”سڪ سور جو ڪڻ ڪو سمر، آهي زمانو ڏم ڪذر،
اوکو ’گرامي‘ آ سفر، ڪهڙ عشق جون ڪهائل، ڪهنيون!“-

پڙهي، مون کي احساس ٿيو ته آءٌ اڪيلو ڪين آهيان. ڪي همزبان پيا منهنجي سرتار تي ساڳيو نغمو جهونگاريندا هلن. ۽ آئي باقي جو ”اياز“ جي ڪافي ڏٺم-

”وڃون ٿا پيا سير جي اڄ سهاري، نه ترهوئي تاڻيو نه ڪي آهيون تارون!“-

ته دل چيو، هن وچ وهڪري ۾ ته ڪي هم سفر به آهن: منهنجي نيڻن تي خوشيءَ جا لڙڪ لڙي آيا!

ڪافين ۾ البت ڪي ڪافيون اهڙيون به هيون جيڪي دل کي ناگوار لڳيون. ”تالي چڙهيو واپاري ڪنيو ڪاٿي‘ واري مثال هيٺ ڇپيل ٿيون ڏسجن. ڪنهن جي دل آزارڻ ڪين ٿو چاهيان، انهيءَ ڪري ڪنهن ڏانهن اشارو ڪين ڪندس. ڪافين ۾ لفظ استعمال ڪرڻ وقت، دوستن کي پنهنجي لطيف جڏهن جو به خيال رکڻ گهرجي. عشق ۽ حسن جو مقابلو ڪندي به، عشق کي ايترو ڪيرڻ نه جڳائي جو ذهن کي نه آئڙي.

ان بعد گيت آهن - گيت منهنجي روح جي پڪار!

”دلگير“ جي ”آئت“ پڙهندي، جڏهن ”مفاصلي کي امان ترت ني ڪنداسي طئي،“ پڙهيم، يا ”برده“ جي ”مستاني رت“ پڙهندي جڏهن ”بيهي چانئٽ وٽ چتايان، روز صبح جون راهون“ پڙهيم، ته منهنجي دل ۾ آس اجاگر ٿي. زندگيءَ جي هر راهه تي آءٌ اهي گيت جهونگاري سگهان ٿو. هر دور ۾ (ايندڙ نسلن ۾ به) ڪو پنوئرو منهنجي مڪوڙيءَ جي ڪن ۾ اهي گيت پڙهي سگهندو، ۽ اهڙيءَ طرح، شايد، هي گيت امر رهندا، ۽ انهيءَ ڪري ”مهراڻ“، امر رهندو.

گيتن ۾ مون ”نياز“ همايونيءَ جو گيت به پڙهيو. هو يار مون ڪان به وڌيڪ نراس پيو ڀاسي، چوي ٿو:

”هيج ٽٽي، آس رُني، تون نه آئين دادلا!
پيچ پٽي، رات ڀڳي، تون نه آئين دادلا!“-

۽ ان بعد ”تنوير“ جو

’صبح نه آهي دور ساٿي، صبح نه آهي دور!“-

پڙهيم، ته انين محسوس ٿيو ڄڻ آءٌ نراس جي پينگهه لڏي رهيو آهيان. اجها پينگهه چڙهي – آس ٿي؛ اجها پينگهه لٿي، نراس ٿهوڙيو. آهي گيت، پانئو! سوڙ کي هن خس و خاشاڪ جي دنيا مان اڏائي، مٿي مٿي، فضائن ۾ کڻي ويا – جتي مست روح ازل جي انڪور-رس اوتي، پي، جهومندا ڳائيندا ٿي وتيا.

اڳلو باب نظم جو آهي. ٿي ٻئي ۾ ٿوريون نظم جو پڙهيو، ته شڪيس-مزوني نه ٿيو ڏنيرا! چاڪيم جو اهو نظم سڌو اچي امان جي ٻورچيخاني ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪري "ڪانڊيري" کي ٻڌي ٻڌايم. ڪانڊيرو ڏاڍو گستاخ ڇوڪرو آهي. چيائين: "سائين! ڏيي ۾ لڪڙيون. پنهنجي ٻڙ ڪي ڪين پيو!" ڪانڊيرو نوابشاهي سنڌي آهي ۽ مون سان گڏ چار درجا سنڌي پڙهيو هو. هن ڪجهه نه سمجهيو ته مون کي ڪاوڙ اچي وئي، ۽ مون اهو باب ٻيءَ ترڪي ڇڏيو. ٻنا اٿلائيندي، سڌو آزاد نظم تي اچي بيٺس ۽ دل چيو ته جيڪر "حيدريءَ" کي ڪن ۾ چوان، "ذرا پنهنجي آواز کي ٻڌ:

'ذرا هوشياريءَ سان......

اڄ رات ڪٿي آئي آهي،

ٻڙڪي نه اٿن،

تاريڪ فضائن جي ڳُهرَن غارن ۾ لڪل

ٻگهڙن جي نگاهن جا شعلا!'"–

۽ ٻيءَ آءٌ ڪيتري دير تاريڪ فضائن جي گهرن غارن ۽ انهن ۾ لڪل ٻگهڙن بابت ويچاريندو رهيس. مون ننڍي لاءِ پنهنجي ناني کان ديون ۽ پرين جون انيڪ ڪهاڻيون ٻڌيون آهن. انهن ڪهاڻين ۾ جاٺابل ديون جي خوفناڪ شڪلين کي راوي پنهنجي بيان سازيءَ جي ذات سان زياده خوفناڪ بنائي ڇڏيندو هو ۽ منهنجي ڪچڙي ذهن تي هڪ عجيب خوف طاري ٿي ويندو هو، ۽ آڪاٽيءَ هلندي هلندي آءٌ ڇپي اٿندو هوس "نانا!" نانو آڪاٽي روڪي ڇڏيندو هو ۽ ٿوري دير ساهه پٽي آءٌ چوندو هوس، "ها، نانا! پوءِ؟" "– ۽ پوءِ......" ناني جي آڪاٽي ڪوريئڙي جي جار جهڙيون گهنڊيون هڻندي، اڳتي وڌي هلندي هئي. اڄ انهن تاريڪ فضائن جي گهرن غارن ۾ لڪل ٻگهڙن جو ويچار ڪندي، ناني جي آڪاٽين وارا ڏيو منهنجي اکين آڏو اُڀري آيا، ۽ مون کي سياڻو وٺي ويو.

ان بعد "مهراڻ" جو روح، ادب لطيف ۽ افسانا، پڙهيم. پڙهندو رهيس ۽ سوچيندو رهيس. منهنجي ويچارن جي زنجير انهن افسانن جي ڪردارن کي پنهنجيون ڪڙيون بنائيندي، انهن افسانن جي ڏيکاريل ماحول جي فضائن تي تَرندي، پري پري تائين پکڙجي وئي، ۽ مون محسوس ڪيو ته هيءَ زنجير افق تائين وڃي رسي آهي، جتان اڀرندڙ سج جي روشني ڏيري ڏيري وڌي، دنيا تي پکڙندي ٿي وڃي.

هڪ هڪ انساني، ڀارمي ڪي ياد ڪرڻ ويهندس تہ رات وهامي ويندي، ـ غزل ٿي چوي انهن سپني ليکڪن جا هٿ چمان ۽ نمرتا سان چوان ”جس لهڻئو، ڀائو!“

اٿي ويجي، انهن نثرون ننڍڙن مقولن جي يادگيري آئي اٿم، جيڪي ڪٿي ڪٿي صفحن جي ٻچاڙيءَ ۾ ڏنل آهن. جن جا اهي مقولا آهن انهن کي ڪجهہ آکڻ تہ ٺيڪ هٿ ڪڪڙ ڪي آرسي ڏيکارڻ. پر جنهن يار اهي چونڊيا، تنهن ٻڻ جس لهڻو. ڏاڍا وڻيا اهل، بيحد!

پڇاڙيءَ ۾ مضمون ڏنل آهن. مضمون ڪوبہ اهڙو ڪين نظر آيم جيڪو هرويرو ”مهراڻ“ جي معيار کان ٻنهہ ڪريل هجي. ڪي تہ ٻنهہ لاجواب آهن. البتہ هيءَ حصو پڙهندي ۾ اهو احساس ٿيو تہ هت ٻڻ ”نانو چڙهيو واپاري ڪنيو ڪاني“ واري ڳالهہ، اڻ ليکي ٿي سهي، پر جيڪا سا، لهڪي ٿي اچي. ”منچر جون موجون“ سچ تہ منهنجي من ۾ بہ موج مچائي ويون. هي محبوبائي ڀائو ڪو سچ پچ ”محبوب“ ٿو نظر اچي. ”ڪڇ جي عوامي شاعر جو ڪلام“ پڙهي، ذهن ۾ ڪي جهيڻا جهيڻا خاڪا ابري آيا. او هان مر انهن خاڪن کي هوائي قلعا چئو، پر آءٌ الائجي چو ڏاڍو پر اميد آهيان ۽ الائجي ڪيئن زبان تي شاهہ جو بيت:

”آس نہ لاهيندياس، موٽي ايندا مون گهرين“ـ

تري آيو. ۽ پوءِ ايتري دير آءٌ پنهنجي ماضيءَ جي عميق گهراين ۾ ٻڏندو هليو ويس. ننڍي لاءِ جا يار، گڏ کيڏيا جيڏا، جن کي ڪياماڙيءَ تي پيهي پنل نيڻن سان الوداع ڪيو هيم، دماغ جي پردن تي تلندا رهيا ۽ آءٌ سوچيندو رهيس.

اهڙيءَ طرح ڀائو! گذريل رات ”مهراڻ“ جا هي ٽي پرچا ڏسندي گذري وئي. اڄ رات توهان ڏانهن خط لکڻ جي نذر ڪئي اٿم. آءٌ ڀلا ”مهراڻ“ جي شان ۾ ڇا لکي سگهندس؟ رات جيڪي دل تي وهيو واپريو سو ميڙي سموئي هن ڪاغذ تي پيئيو اٿم. ”مهراڻ“ صنم هجي ها تہ آءٌ برهمڻ بڻجندي ويرم ڪين ڪيان ها يا شايد ديوداسي بڻجي هن اڳيان جهومندي ڳائيندي، پنهنجو جيون صرف ڪري ڇڏيان ها. مون کي ”مهراڻ“ لاءِ ڏاڍي عقيدت ٿي پئي آهي ۽ ائين ٿو محسوس ٿئي ڄڻ ڪنهن ڪنڊيءَ ۾ انڪاني ”مهراڻ“ سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. مهراڻ جي هر پرچي جي تانگهہ دل ۾ واسو ڪيو ويٺي آهي. ٽئين پرچي ملڻي اجان ڏينهن ٿي ڳهڻا ٿيا آهن! ۽ آءٌ چوٿين پرچي لاءِ اکيون ٻائي ويٺو آهيان! ڪڏهين ڪنهن دوست سان ”مهراڻ“ بابت ڳالهہ نڪرندي آهي تہ ٻهرن جا پهر انهيءَ ٻچار ۾ گذري ويندا آهن ۽ ان بعد پڻ ائين محسوس ڪندو آهيان ڄڻ ڪجهہ نہ چيم، ڪجهہ نہ ڪيم!

دعا ڪهڙي ڏيانوَ، من جا اڏمل، دل جا جذبا، اوهان سان ساڻ آهن ۽ مون نثير جي ڪوڏڙيءَ ۾ انهن ڏاران پيو آهي بہ ڇا؟ رات، ڀائو! ڪهڙي دعا وٺي آهي. هيترڙي لکڻي بہ هن وقت رات جا اڍائي ٿيا ٿين. ٽيڙ سهيڙيان، ڪوڏڙيون ٻٽاريان ـ تيسين ٿي لکي ويندا. آءٌ انهيءَ وقت سمهي پوڻ پسند ڪندو آهيان، جو تہ انهيءَ وقت تائين منهنجي اکين ۾ ڪيب چاڙهي ڇڏيندي آهي ۽ قلم هٿ مان ڇني وڃڻ لاءِ ٻنهہ ٿيڙ پيو ڪانڊو آهي.

ـ اوهان جو: شيخ حفيظ، مينارام هاسٽل، ڪراچي.

٣. موڪليندڙ: بشير موريائي،
شڪارپور

— محترمي! ......... مون ڪجھ سال اڳ الائي ڇا ڇا ڇو ڇا ٻڌي لکيو. ٻس ٻه ٻه ٽي ٽه چوڌاري اونده آهي، جنهن ۾ هٿوراڙيون هڻي رهيو آهيان. نون لکڻ لاءِ ڪو عارضي مرڪز به نه هو، جتي هو گڏ ٿي سگهن. ٻس رڳو لکڻ لاءِ، يا وندر سمجهي ٻڌي لکيو سين.

جيئن اهو صحيح آهي تہ جڏهن انسان ۾ گڏجي رهڻ جي خواهش پيدا ٿي، هن هڪ ٻئي سان ڳالهايو ۽ ڪن وقتن تي ڪين پنهنجي ڳالھ ٻولھ کي قلمبند ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي ۽ انهن ٻولين جو واڌارو ٿيو، تيئن آئنده نسلن پنهنجي ٻولين جي علمي ۽ ادبي ورثي جو قدر ڪيو ۽ ٻه وڪون اڳتي وڌي ويا. ۽ ڪڏهن اهو وقت به آيو جو نون نسلن ان طرف کان ڌيان هٽايو ۽ علم ادب کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. جي اسين مڃون ٿا تہ انساني زندگيءَ جي بدلجڻ سان قومن جي ادب تي ٻڻ اثر پوي ٿو، ان ۾ ٻڻ ڦيرو ايندو رهي ٿو، تہ اسان کي اهو بہ سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ زندگيءَ جا بہ ڪي قاعدا قانون مقرر ٿيل آهن، جيڪي ترقيءَ ۽ تنزل جا قانون آهن. زندگي به ارتقائي عمل جي پابند آهي.

ڪجھ سال اڳ اهو نہ ٻڌي سمجهيم تہ "ادب پهريائين خارجي زندگيءَ مان پنهنجو مواد حاصل ڪندو آهي ۽ پوءِ فنڪار جو داخلي ردِ عمل ان ۾ شامل ٿي ويندو آهي."

منهنجي اڳوڻين لکڻين ۾ رڳو داخليت ئي داخليت هئي. هينئر ان ۾ ماحول جو مشاهدو ۽ خارجي زندگيءَ جون حقيقتون شامل آهن. سماج جي اوڻاين جو احساس، اُن جي اوڻاين طرف اشارا اڄ جي هر حقيقت پسند ليکڪ جي فن ۾ لين ٿا.

هر ليکڪ کان ٿي عام سوال پڇي سگهجن ٿا: هو ڇو ٿو لکي، ڇا ٿو لکي، ۽ ڪهڙين حالتن جي اثر هيٺ رهي لکي ٿو؟

اهي سوال ٻين سڀني اديبن سان گڏ مون سان بہ لاڳو ٿين ٿا.

جڏهن انسان جي سمجھ وڌي ٿي ۽ سندس مشاهدي ۽ احساس ۾ گهرائي اچي ٿي، تہ هو زندگي ۽ اُن ۾ ٿيندڙ واقعن کي ٻيءَ نگاہ سان ڏسڻ لڳي ٿو، ۽ اها سمجھ، اهو احساس جئن جئن پختو ٿيندو وڃي ٿو تئن تئن هن جي انداز نظر ۽ پرکڻ جي قوت کي وسعت ملي ٿي. جڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪا نئين ڳالھ معلوم ٿيندي آهي، تہ هو اها ٻين کي ٻڌائڻ لاءِ پيو واجهائيندو آهي. اهڙيءَ طرح هر ڪوئي پنهنجي ڄاڻ جي خزاني مان ڪي جواهر عالم کي آڇڻ پسند ڪندو آهي. ۽ انهن هر ليکڪ وانگر آءٌ بہ جيڪي ڏسان ٿو سو ٻين کي ڏيکاريان ٿو، جيڪي سمجهان ٿو ٻين کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو،

مهراڻ

جيڪا شي ٻرڪي ٻڏوي ڪرباڻ ٿي، تہ عام ٿي ۽ دعوت ٿو ڏيان تہ هو بہ اُن تي غور ڪن ڏسن ۽ اُن جو ڪوڙو ڪرو الڳ ڪن. ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪين ڇرڪائي ٿو ڇڏيان – هو اُن شي کان ڇرڪن ٿا جيڪا مون هنن مان، هنن جي ماحول مان چونڊي، ڦٽي چوڪنڊ ۾ جڙي ڇڏي آهي. اها حقيقت نگاري آهي، جيڪا "منڪسم گورڪيءَ" جي چوڻ موجب هر سمجهو ليکڪ جي فن جي جان ۽ روح هجڻ گهرجي.

ڇا، مان ذهني يا جذباتي تسڪين لاءِ لکان ٿو؟ انهيءَ قسم جو سوال "ادب، ادب لاءِ" جي نظريي جي قائلن کان پڇڻ گهرجي. اسان جي خيال موجب تہ:

"ادب زندگيءَ جي تنقيد آهي، يعني پورو ۽ سچو ادب اهو آهي جيڪو زندگيءَ جي سڀني لاهن چاڙهن تي روشني وجهي" (ميٿو آرنلڊ). آسڪر وائيلڊ جو قول آهي تہ "ادب زندگيءَ جا رستا مقرر ڪري ٿو. اهو اُن جو نقل نٿو ڪري، بلڪ زندگيءَ کي اصل مقصد ڏانهن وٺي وڃي ٿو. ادب ۽ زندگيءَ ۾ چولي دامن جو ساٿ آهي."

مان ان لاءِ ٿو لکان جو سمجهان ٿو تہ يا تہ مون کي لکڻو آهي، يا ٻي احساس مائهن وانگر لنوائڻو ۽ ڪنڊ پاسو وٺي ويهڻو آهي- ۽ مان لکڻ ٿو چاهيان.

مان ان لاءِ ٿو لکان جو هي دور، موجوده حياتي، موجوده گندو ماحول مون کي پڪاري پڪاري چئي رهيو آهي تہ "لکندو رهہ يا مري وڃ، ٻنهي انهن جڻن عام انسان، اٻوجهہ مگر محنت ڪش انسان بري وڃن ٿا، جن ڏانهن ڪو اک کڻي نٿو نهاري، جن جو درجو سماج ۾ مقرر ٿي نہ سگهيو آهي." سو مان انهيءَ لاءِ ٿو لکان جو مرڻ نٿو چاهيان ۽ حياتيءَ کي حسن بخشي "هميشہ جي حياتي" ماڻڻ ٿو چاهيان.

ٻيو سوال آهي تہ "مان ڇا ٿو لکان؟"

اُن جو جواب بہ خاص اهميت رکندڙ آهي. اُن جي جواب ۾ مان هتي "ايليا اهرن برگ" جا هي جملا پيش ڪرڻ بهتر ٿو سمجهان: "اديب کي رڳو صدين لاءِ ئي نہ لکڻ گهرجي. هن کي مختصر گهڙين لاءِ لکڻ جو نمونو بہ اچڻ گهرجي- هڪ گهڙي، جنهن تي قوم جي قسمت منحصر هجي!"

اسان وٽ، اسان جي مٺڙي مادري ٻوليءَ ۾ اهڙو ادب موجود آهي جيڪو صدين گذرڻ کان پوءِ ساڳي سونهن قائم رکيو پيو اچي. اسان کي گهڙين ۽ پلڪن جو ادب گهرجي. هن وقت اسين بحراني دور مان گذري رهيا آهيون ۽ هر گهڙيءَ تي اسان جي قوم جي قسمت پئي بدلجي. اسان کي اهڙو ادب گهرجي جيڪو هن بحراني دور کي پنهنجي اندر جذب ڪري وٺي، تہ جئن آئينده نسل اسان جي حالتن کي اڳ رکي وري ساڳين غلطين کي دهرائڻ کان بچي وڃن.

اڄ سمجهان ٿو تہ پنهنجي وس آهر اهو عظيم فرض بجا آڻي رهيو آهيان. هن وقت اسان کي جنهن ڳالهہ ڏانهن سڀ کان پهريائين ڌيان ڏيڻ گهرجي سا "ادب ۾ حقيقت نگاري" آهي.

ماڻ ڇا ٿو لکان؟ ـ جيڪا وقت جي تقاضا آهي. مثالن جي چونڊ موجب، "اُن جون پاڙون عوام جي ذهنن ۾ هيٺ تائين پختيون ٿي کوڙجن. تنهن عوام لاءِ سمجهڻ جوڳو ۽ وڻندڙ ٿئي کين. اُن جو مرڪز آهي ماڻهن جي جذبات، ويچارن ۽ ارادن کي متحد ڪرڻ ۽ کين اڀارڻ".

نيون سوال آهي ته "ماڻ ڪهڙين حالتن هيٺ رهي لکان ٿو؟" اُن جو لاڳاپو هر ليکڪ جي داخلي ۽ خارجي زندگيءَ سان آهي. ماڻ سمجهان ٿو ته ان جو جواب ٻيهرين ٻن سوالن جي جواب ۾ ئي اچي وڃو آهي.

مون کي "خليل جبران" جو هي فقرو ڏاڍو پيارو لڳندو آهي ته "حسن دانشمندن جو مذهب آهي." هر شاعر ۽ اديب جي تخليق جي بنيادي شي اهو حسن ئي آهي. سچ پچ ته حسن ئي زندگي آهي ۽ زندگي حسن. حياتيءَ جي ڇهري جي انهن حسن کي چٽائي ڏسو جيڪي قبيح آهن، ۽ ماڻ ٿو چوان ته انهن ۾ ڪيترو نه حسن آهي؟ "'حسن' هميشه جي خوشي عطا ڪري ٿو" اهو صحيح آهي. هر شاعر ۽ اديب دانشمند هوندو آهي ۽ تنهنڪري انهن ماڻ هرڪو حسن کي چاهيندو آهي. جيڪو حسن کان ڀري ٿو پڇي اهو چڻ ته زندگيءَ کان ڀري ٿو پڇي. دنيا جي جدا جدا ٻولين ۾ لکيل ڪتاب حسن تخيل جا ڪرشما ۽ شهڪار آهن. اسان جي طبع ۽ ذوق ۾ جو حسن آهي، ان جي وسيلي اسين انهن ماڻ محظوظ ٿيون ٿا. ماڻ آخر ۾ پنهنجي ديس جي دانشمندن کان سوال ٿو پڇان ته اي دوستو! اسان جي زندگيءَ جي مکوڙيءَ تي ڪن ڪُڌن ڪارنهن سَلي چڙي آهي- ڇا توهان اُن کي وري حسين بنائڻ جو سعيو نه ڪندا؟ ......... ـاوهان جو بشير موريائي.

* * *

(ع) — ادا، "مهراڻ" جا ايڊيٽر، تسليم! هفتو ڪن ٿئي جو حيدرآباد آئي آهيان; جيڏين اصل جند نه ڇڏي، مگر اڄ چند ڪهڙيون ميسر اچي ويون، جي "مهراڻ" جي نذر ڪيان ٿي.

نيون پرچو نظر ۾ اٿم; چند ڳالهين طرف اوهان جو ڌيان ڇڪائڻ چاهيان ٿي.

(۱) "سنڌ جي اقتصادي تاريخ" جون قسطون شايع ڪري درحقيقت اوهان صرف صفحا ڀَري ٿا ڪريو. بيشڪ اهڙو ڪتاب ڪتابي صورت ۾ شايع ڪجي مگر ڪنهن رسالي جا صفحا ان لاءِ وقف ڪرڻ هڪ قباحت آهي.

(۲) "منشي صاحب راءِ آزاد" جي بدران بهتر هو ته اوهان "بلبل"، "عزيز" ۽ "بيوس" جي متعلق لکو ها; سنڌي رسالي ۾ ايڏا طويل فارسي ڪلام ۽ نظم سهڻا نٿا لڳن. ۲۳۷ صفحي کان جو نظم شروع ٿيا آهن ته ۲۰۱ صفحي تي ختم ٿيا آهن. ڇا ۱۰ صفحا ڪا گهٽ ڳالهه آهي! بهتر هو تہ اهي صفحا "بلبل" جي مذاحيہ شعر لاءِ وقف ڪيا وڃن ها، يا ٻين شاعرن جي نظمن لاءِ، جي اسان وٽ نه آهن، نوٽ ڪي ويا آهن.

(٣) بهتر هو ته اسان جو ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۾ ايڏين طويل قسطن بجاءِ ڪتاب ڇپائي ها ته ”مهراڻ“ جا صفحا ٻين جي ڪم اچن ها.

(٤) اهو ڏاڍو سٺو ٿيو جو اوهان ترجما ٿيل افسانا به شايع ڪيو ٿا؛ اجا به چونڊ ڪري بهتر هٿ ڪيو. اردوءَ جي عظيم افسانه نگار منٽو جي افسانن ”نيا قانون“، ”ٺنڊو گوشت“، ”ممي“، ”ڌوان“، ”ڪالي شلوار“ جا ترجما پيش ڪيو ته بهتر.

(٥) واشنگٽن ارونگ جي ڪتاب ”الحمرا جون آکاڻيون“ جو ترجمو، جي اوهان هڪ هڪ آکاڻي ڪري شايع ڪيو ته موڪلي ڏيان!

(٦) ”شعر“ جو باب ڏاڍو سٺو آهي، پر چند ڳالهيون ان ۾ ڪٿل آهن، جيئن: ”لولي“، ”سهرو“، ”اوسارا“، ”جهولڻو“ ۽ وغيره!

(٧) هر پرچي ۾ ”هن شماري جا حسن ڪار“ جي عنوان هيٺ لکندڙن جا فوٽا ڏيو ته هوند ”مهراڻ“ جو حسن اجا به وڌي وڃي.

(٨) تنقيد ته مهراڻ ۾ اصل آهي ئي ڪانه، بهتر آهي ته تنقيدي سلسلو به شروع ڪيو.

(٩) ”آيتون“ جي زير عنوان، شاه صاحب جا سٺا چونڊ بيت شايع ڪندا ان لاءِ هڪ صفحو ضرور وقف هجي.

(١٠) ڪوشش ڪري ”فن ۽ تنقيد“ ”فن ۽ زندگي“ متعلق مضمون هٿ ڪريو.

(١١) ”رفتار عالم“ جي هيڊنگ هيٺ سنڌ جي ادبي ماحول تي سرسري نظر هڻڻ گهرجي. ڪهڙا رسالا ڪهڙي طرز تي هلن ٿا، اخبارون ڪيئن آهن؟

(١٢) ”نسواني تعليم، اسلام جي روشنيءَ ۾“ ۽ ”مغربي تهذيب ۽ اڄ جي عورت“ متعلق مضمون هٿ ڪري شايع ڪندا.

منهنجي هن خط کي ضرور شايع ڪندا، جو اميد اٿم ته سڄيءَ سنڌ ۾ آن کي پسند ڪيو ويندو - جناب اعليٰ مٿان ان کي ”عورت کي عقل آهي کُڙين ۾“ سمجهي، ردي ٽوڪريءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو! - اوهان جي ڀيڻ، مينڊري سعادتي، حيدرآباد

* * *

(٥) ايڊيٽر صاحب ”مهراڻ“ - ”مهراڻ“ مان ۽ منهنجون ساهيڙيون پڙهندڙيون رهيون آهيون. بيحد وڻيو. خاص طرح سان هي اونهارو نمبر. ان ۾ افسانا به آهن، ناٽڪ به آهن، مضمون به آهن ته ادب لطيف به آهي. هر طرح سان سٺو رسالو آهي جنهن جهڙو اڳ ڪڏهن نه پڙهيو هيوسين.

هن نمبر جي خاص سونهن تصويرون، افسانو ”ڇهڙي“، ترجمو ”اکڙيون“ ۽ ناٽڪ ”ضعيف انسان“ آهي.

جناب عالي! سچ پڇو ته ”ڇهڙي“ پڙهي اسان جهڙيون هارڻ لڳيون ويس. ڇا سچ پچ اسان جي سماج ۾ ائين ٿئي ٿو - ۽ جڏهن ننڍڙي نينگر چوي ٿي ”دادا ڏي وٺي هل!“ ته

اهو سوال سڄي سماج کان ٿي ٿي ڪري، ۽ سماج چپ آهي! مطلب تہ اهو افسانو بيحد پسند آيو. اميد تہ آئينده بہ اهڙيون چيزون وجهندا رهندا. ڪريون اميد تہ ايندڙ پرچو اڃا شاندار نڪرندو! — اوهان جي ڀيڻ، زيب النساء قريشي، سکر سنڌ.

* * *

(٦) محترم ايڊيٽر صاحب!— "مهراڻ" جا ٻہ پرچا (سيارو نمبر ۽ اونهارو نمبر) هيستائين پڙهي چڪو آهيان. خبر ناهي تہ ڇو مون کي انهن پرچن کي پڙهڻ کان پوءِ ايتري قدر خوشي ٿي آهي، جو توهان کي هي مبارڪ باديءَ جو خط لکي رهيو آهيان. بيشڪ اوهين مبارڪباديءَ جا پوريءَ طرح سان لائق آهيو!

سچ پچ "مهراڻ" ادب جي هڪ رتن کاڻ آهي، هڪ نئين گلن جو گلزار آهي ۽ موتين جو هڪ خزانو آهي، جنهن جا لهندڙ، مالي ۽ پائيندڙ نهايت سمجهو، ذهين ۽ فراخ دل آهن!

آءٌ "مهراڻ" پسند ٿو ڪيان، ڇاڪاڻ تہ هو ادب جي ذريعي سنڌ ۽ سنڌين جو صحيح عڪس پيش ڪري ٿو ۽ انهن جو صحيح ترجمان آهي! ۽ آءٌ سمجهان ٿو تہ "مهراڻ" جي همت افزائي ڪرڻ سنڌي ادب جي همت افزائي ڪرڻ آهي!

پنهنجي پياري "مهراڻ" لاءِ آءٌ هڪ افسانو "بدنصيب هاري" عنقريب موڪلي رهيو آهيان. مون "پنهنجي" جو لفظ انهيءَ ڪري استعمال ڪيو، جو "مهراڻ" هر هڪ سنڌيءَ جو آهي ۽ سنڌيءَ جي لاءِ آهي— ۽ آءٌ بہ تہ سنڌي آهيان!

فقط والسلام بهاؤالدين "طارق" مجددي، ٽنڊو محمد خان

* * *

(٧) پيارا پائڻ، ڪن ڪاملن کان سبق ورتو اٿو، جو ايتري مات ڪري ٿا سگهو! مان جهڙو ڪمزور تہ هوند الاجي ڪوڪي پاڪاري پارڻ پاري ڇڏي. مبارڪ مات وارن کي بہ آهي تہ ڪوڪڻ وارن کي بہ! "مهراڻ" جو نئون پرچو نهايت ئي نئين رنگ ۾ نڪتو آهي. ڪيترئون نہ لهرون، ڪيڏا نہ جدا جدا نقش ۽ نظارا، نقاش وانگر ڪاغذ جي اسٽر تي ڪٿي آيارياآئٿو! تصور ۾ آڻڻ اهي تصويرون ڪو رواجي ڪمُ نہ آهي. انهن کي وري هڪ ٿي بحر مان نڪتل ڏيکارڻ ڪو سهنجو ۽ سٿرو ڪمُ آهي ڪئن؟ مُٺ مُٺ جي سڀڪو آڻي تہ هوند ڪيڏو نہ رنگ رچي پئي، مگر گهڻن کي تہ اها ڄاڻ ئي نہ رهندي تہ آئجي ڇا، ڇانجي ڪهڙي ڄاڻ! اول لکڻ لکائڻ وارو لکائي، مگر وري ڪاغذ تي ڪيرُ آڻلائي؟

اوهان "مهراڻ" جا مير بحر آهيو ۽ ٻڙ ملاحُ ٻوڏين جا، جي پيون آتس لُڏن ۽ لهرن. مون تہ نہ اوهان کي ڄاتو نہ سڃاتو، الائجي ڪئن اچي اوهان جي آڳنڌ ۾ پيرُ پاتم، ۽ اوهان هڪدم پاڪر پري ڪٿي پرپان وهاريو اٿم. ڇا چوان، طوفان جي توائي هئي يا مهراڻ جي لاهي هئي جنهن گهلي ڪٿي اوهان جي آڏو ڪيو. شايد اتفاق جو اتفاق هو!

— اوهان جو، جهام (جهامنداس ڊي. پاٽيا، شڪارپور)

# تبصرا

— غ. ڪ

ڪتاب جو نالو— **موج نور**: مصنف، مولوي نورالدين "نور" لاڙڪاڻي؛ صفحا ٨٢؛ ڇپيندڙ، "بزم تارڪ" گهوٽڪي؛ قيمت ٠–٤–١؛ ملڻ جو هنڌ، 'بزم تارڪ'، گهوٽڪي، سکر.

"موج نور" سنڌي زبان جي مشهور شاعر ۽ عالم مولوي نورالدين "نور" جي غزلن جو مجموعو آهي، جو بزم تارڪ گهوٽڪي طرفان سيد اظهر گيلانيءَ ڇپايو آهي. اول پورن ٣٤ صفحن تي "اظهر" گيلاني صاحب شاعر جي ڪلام ۽ ان جي خصوصيات تي سير حاصل تبصرو ڪيو آهي. 'نور' صاحب جو تغزل، غزل جي رعنائي ۽ حسن جو مرقع آهي، ڪلام پختو ۽ فني خوبين جو حامل آهي. حمد، نعت ۽ قومي غزلن جو هي مجموعو هر ادب دوست کي مطالع ڪري، مصنف ۽ ناشر جي همت افزائي ڪرڻ گهرجي.

ڪتاب جو نالو— **نالهائي دل (ديوان "مجروح")**: لکندڙ عزيزالله "مجروح"، قيمت ٠–٤–١، صفحا ١٠٤، ناشر حبيب پبليڪيشن، سکر.

"نالهائي دل" عزيزالله "مجروح" جي الف بي وار غزلن جو مجموعو آهي، جنهن کي حبيب پبليڪيشن، سکر وارن شايع ڪرايو آهي. منڍ ۾ سيد شاهه محمد شاهه ايم. اي.، بي. ٽي. ديباچو لکيو آهي، جنهن ۾ شاعر جي ڪلام جي فني خصوصيتن کي بيان ڪيو ويو آهي. اصل ۾ 'نالهائي دل' غزل جي روايتي اسلوب تي مبني آهي. ڪجهه غزل اردوءَ تان به ورتل آهن. ٻولي سليس آهي، ۽ ڪلام رنگين آهي. پڇاڙيءَ ۾ قومي ڪلام به مختصر طور آندل آهي. سرسري خيال کان 'نالهائي دل' پڙهڻ جهڙو ڪتاب آهي.

ڪتاب جو نالو— **پسون رکشا**: لکندڙ منوهرداس ڪوڙومل، صفحا ٩٧، قيمت ١٢ آنا، مصنف وٽان (شيلاپون، ٣٩/١ي، ڪملانگر، سبزي منڊي، دهلي ٦) ملندو.

هي ڪتاب تصويري آکاڻين تي مشتمل آهي، ۽ راءِ صاحب رنگاسوامي آينگر، نائب سيڪريٽري، مدراس ايس. پي. سي. اي (پسون رکشڪ سوسائٽي) جي انگريزي ڪتاب تان، مسٽر منوهرداس، سولي ۽ دلنشين نموني ۾ ترجمو ڪيو آهي.

منجهس ٢٢ اخلاقي آکاڻيون آهن، جن جي پڙهڻ سان پکين سان پيار وڌي ٿو ۽ انهن جي پالڻ ۽ سنڀال جو شوق پيدا ٿئي ٿو. خاص ڪري ننڍن ٻارن لاءِ، هنڌي تصويرن سان

اخلاقي ۽ اصلاحي ڪتاب جو پڙهڻ ڏاڍو مفيد ٿيندو. ڇپائي صاف ۽ تصويرون وڻندڙ آهن. علم دوست ماڻهن جي پڙهڻ وٽان آهي.

ڪتاب جو نالو- **منجهيل معاملو**: لکندڙ منوهرداس ڪوڙومل، صفحا ۷۷، قيمت ۱۰ آنا، ملڻ جو هنڌ مصنف وٽان، ميٺي ڏنل ائڊريس تان.

هيءُ ڪتاب ٽن ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جي مشهور اهل قلم ۽ اديب منوهرداس ڪوڙيمل جون لکيل آهن. لکندڙ جي بجا دعويٰ آهي ته هي آکاڻيون ترجمو ٿيل نه آهن، بلڪ اصليت تي مبني آهن. ٻولي صاف ۽ سولي آهي، ۽ ڪهاڻيون اجوڪي گهرو زندگيءَ متعلق آهن. پهرين آکاڻي ’چاچي چور‘ ۾ ٻڌايل آهي ته هرهڪ سڌريل ۽ ساڃاهو ماڻهو به ڪنهن نه ڪنهن نموني ۾ ’چور‘ آهي. ٻي نمبر ڪهاڻيءَ ”بيوفا مرد“ ۾ ظاهري نيڪ ۽ وطن پرست ماڻهن جي اصلوڪي حال چال جو نقشو پيش ڪيل آهي. ٽين ڪهاڻي ”منجهيل معاملو“ ۾ شاهوڪاري زندگيءَ کي کولي بيان ڪيل آهي. ڪتاب اصلاحي ۽ اخلاقي رنگ جو، پڙهڻ وٽان آهي.

ڪتاب جو نالو- **ساميءَ جا سلوڪ**: مصنف بي. ايچ. ناگراڻي، پروفيسر، رشي ديارام ۽ سيٺ هاسارام نئشنل ڪاليج، باندرا، بمبئي- ۲۰؛ صفحا ۲۱۰، ڇپائي صاف، ڪاغذ سفيد ۽ اوچو؛ قيمت ڪچو جلد ۴-۸-۰ روپيا، پڪو جلد ۵-۰-۰ روپيا؛ مصنف کان ملي سگهندو.

سنڌي تصوف ۽ ويدانت واري شاعريءَ ۾، شاهه، سچل ۽ سامي نمايان حيثيت جا مالڪ آهن، جن جي ڪلام ۽ شخصيت تي سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب کي فخر ڪرڻ جڳائي. اهي ٽيئي عظيم المرتبت عالم ۽ شاعر ٿي آهن، جن جي فڪر ۽ شعور جو مطالعو، هر دور ۾ انسان ذات لاءِ پيغام حيات آهي.

’سامي‘ سنڌي ادب جو دُرّ بي بها آهي. سندس ڪلام ۽ زندگيءَ متعلق، ديوان ڪوڙيمل ۽ لالچند امرڏنيمل ۽ پروفيسر ڪلياڻ آڏوڻيءَ ۽ پروفيسر ٿيروڻيءَ گهڻو ڪجهه لکيو آهي، پر اڃا به سامي صاحب متعلق، مفصل ۽ جامع ڪتاب جي ضرورت محسوس ٿي رهي هئي. هيءُ ڪتاب پروفيسر ناگراڻيءَ جي وسيع مطالعي جي پيشڪش آهي.

سڀني پيغمبرن، صوفين ۽ سنتن جو ڪلام ۽ پاڻي ساري انسان ذات لاءِ آهي. هر ملڪ ۾ وقت جي ماحول جي تقاضائن موجب اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا آيا آهن. انهن هڪ ڳالهه ٿي چئي آهي؛ فرق رڳو مڪان ۽ زمان جو نظر اچي ٿو، ۽ ان سبب زبان ۽ فڪر جي تعبير ۽ تاويل جو فرق آهي. جو ڪجهه رومي ۽ عطار چيو آهي، اهو ڪبير ۽ نانڪ به چيو آهي؛ ان وانگر شاهه ۽ سچل جو ڪجهه فرمايو آهي، ساميءَ ۽ دلپت به اهوئي حال اوريو آهي. ان تمام نوري زباني ۽ تعبير جي فرق کي نه سمجهي سگهڻ ئي فساد جو سبب بڻجي ٿو.

مهراڻ

سامي صاحب هڪ شاعر ۽ پختہ ڪلام اديب، سنڌي زبان جو ڄاڻو ۽ فاضل بہ هو، پر ان سان گڏ صوفي ۽ ويدانتي، آدرشي انسان ۽ مهاپرش سنت هو. موجوده وقت ۾ اهڙن عظيم انسانن جي ڪلام کي پڙهڻ ۽ هنن سان هندائڻ، ڪيترين مشڪلاتن جو حل ٿئي ٿو.

ڪتاب جو مهاڳ، پروفيسر لال سنگهہ اجواڻيءَ لکيو آهي، جو عالمانہ حيثيت رکي ٿو، ۽ هن ڪتاب کي پڙهڻ کان اڳ ۾، مهاڳ جو مطالعو، پڙهندڙ کي، ساميءَ کي سمجهڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

اجواڻي صاحب لکي ٿو:

"ساهتيہ، وقت جي جنبش جي پيدائش آهي، جيوت جو عڪس آهي، ۽ جنتا جي جذبات جو جوڙ آهي، ۽ نہ ڪنهن خاص مرد يا عورت جي من جي ڪڍڻ آهي. هومر يا فردوسي، شيڪسپيئر يا تلسيداس، ٽاگور يا شاهہ پنهنجي زماني جا اڪيلا شاعر يا يڪانا ساهتيہ ڪار نہ هئا، پر گهڻن ڏيئن جي وچ ۾ هڪ ڏيئي هئا، وقت جي تقاضا جي سڏتا هئا، جنتا جي دلي خواهشن ۽ اُمنگن جو اظهار هئا. انهن مهاڪوين جي تهہ کي رسڻ جي جن کي چاهنا آهي، سي ڀيرين اهو ڄاڻين، تہ ڪهڙي دؤر جا ڄائي هئا ۽ ڪهڙي جنتا جا فرد هئا: ڪهڙي مهاساگر جي ڇولين جي اڇ هئا. اسان جي سنڌي ساهتيہ جي پريمين ۽ پارکن، هن ڏس ۾ خيرڪو قدم کنيو آهي. گهڻو ڪري سڀني ليڪن خورد بينيءَ سان ساهتيہ ڪارن کي جاچيو آهي ۽ دوربينيءَ کان ٿورو ڪم نہ ورتو آهي. هڪ انگريز 'سورلي'، دوربيني کڻي، شاهہ کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڇاڪاڻ تہ هتي جي ساهتيہ جي ڪيس ڇاڻ نہ ڄڻي، هن واپاري ۽ اقتصادي انگن اکرن ۽ اجائي اپنار سان انهيءَ خال کي پرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

"انگريزي ساهتيہ جي اڀياس ڪندڙن کي نہ شيڪسپيئر، نہ ملٽن سان مزو ايندو، جيسين دوربينيءَ سان انهيءَ مهاساگر جي ڇولين کي نہ جاچيندا، جو مهاساگر، يوروپ ۾ چوڏهين صديءَ ۾ پلٽجي پيو، ۽ جنهن جي لهرن کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ پورا ٻہ سئو سال لڳي ويا.

"انهيءَ مهاساگر يا مهاجنبش يا مهاگردش کي، انگريزيءَ ۾ 'رينسانس' جو نالو ڏنو ائن، يعني نئون دور يا نئين جاڳرتي. نهيءَ دؤر يا جاڳرتي جا پرسڌ ناڻءَ، اٽليءَ ۾ ٿيا چوڏهين صديءَ ۾: ڊانٽي، پيٽرارڪ ۽ بوڪيشيو؛ تہ سورهينءَ سترهينءَ صديءَ ۾ ٿيا انگلنڊ ۾: شيڪسپيئر ۽ بيڪن، مارلو ۽ ڪِڊ، سپينسر ۽ سڊني، گرين ۽ نئش، بومانٽ ۽ فليچر، بين جانسن ۽ ڊن؛ تان جو ملٽن جي بلند شاعريءَ سان وڃي انهيءَ دؤر جو خاتمو ٿيو. اهو دؤر سو سال هليو – ١٥٦٠ع کان ١٦٦٨ع يا ١٦٦٨ع تائين – پر انهيءَ دؤر جي ڪري ئي انگلنڊ جو ساهتيہ امر آهي.

"ساڳيءَ ريت، جڏهن ڀارت ۾ مسلمانن جون ڪاهون وديشي روپ ڇڏي بيٺيون، ۽ مسلمان اڄوائي ڀارتي ٿي ويا جهڙوڪ هندو، ۽ ويدن ۽ اپنشدن، گيتا ۽ سمرتين جي جڳت مٿيا 'ايڪو برهم، دوتيو ناستي' جي سڪيا سان اسلام جي وحدانيت ۽ برادريءَ جو جوڙ ميڙ ٿي ويو، تڏهن هڪ زبردست مهاساگر ڀلجي پيو. هڪ جنبش آئي، جنهن جنتا جي جيون ۾ ڦيرو آندو. هڪ اهڙي وائي ٻڌڻ ۾ آئي، جا سنسار جي ساهتيه ۾ پنهنجو مٽ نٿي رکي، جنهن جي ڀيرين اڄ ڪبير جي شلوڪن ۾ نظر اچي ٿي. انهن ۾ سنت تلسيداس پويون هو، جاڪاڻ ته هن سنبت ١٦٨٠ (١٦٢٣ع) ۾ چالاڻو ڪيو؛ يعني ڪبير کان سوا سو سال پوءِ، انهيءَ مهاساگر جون ڇوليون، جمنا ۽ گنگا لنگهي، پنجاب تائين وڃي پهتيون. دکن ۾، ڪڪا رام جا 'اڀنگ' جنتا جي پياس ٻجهائڻ لاءِ بنيا. اسان جي سنڌڙيءَ تائين وڃڻ ۾ هن ساگر کي البت وقت لڳو، جيئن يورپ ۾ نئين دور کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ ٻه سو سال لڳي ويا. انهيءَ سنت-ڪوي يا سنت-شاعر دؤر جي عرصي ۾ ارڙهين صديءَ ۾، هڪ ٿني ٿليان، ٽر ڳهت ٿيا سنڌڙيءَ جا ٽي سردار، [سنڌيت جو ساهه ۽ شان، سنڌ هند جا ساڪيي ۽ سڳند - شاهه، سچل ۽ سامي.

"ملٽن ڇوڪر هو، جڏهن شيڪسپيئر چالاڻو ڪيو؛ سامي به ڇوڪر هو، جڏهن شاهه صاحب وفات ڪئي. سچل کي ته شاهه پاڻ ئي ڇٽ پارايو ته 'جو ڪُنو مون چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هيءُ لاهيندو.' جي ساميءَ تي نظر چڙهيس ها، ته شايد چوي ها ته 'ڪُنيءَ جو پرساد، هيءُ ڇوڪر جنتا ۾ ورهائيندو.'

"هي ها هتي جي جاڳرتيءَ جا ٽي سنڌي مربي سنت-شاعر، ڪوي-اولياءَ. جن کي انهن مان رس ۽ لاڀ ورتو آهي، تن کي اول اپاس ڪرڻ گهرجي انهيءَ جنبش جو، جنهن هنن کي ڪيڏي نروار ڪيو."

اجوائي صاحب جنهن فلسفيانه ۽ تحقيقي طرح اهو بحث نباهيو آهي، سو واقعي قابل قدر آهي. ان پس منظر ۽ تصوف ۽ ويدانت جي سنگم واريءَ لهر مان سنڌ ڪيئي هيرا پيدا ڪيا. پر شاهه، سچل ۽ سامي هڪ خاص قسم جا 'ڪوهه نور' هئا.

١٥ صدي عيسويءَ ۾ هندوستان ويدانتي فقيرن ۽ سنتن جو ڳڙهه بڻجي چڪو هو، ۽ ١٨ صدي عيسوي ۾ 'سنڌ' اهڙن پريم پرش ۽ محبتي ماڻهن جو مرڪز بڻي آهي. سنڌس گهر گهر مان اها مڌر وائي ٻڌڻ ۾ آئي ٿي، جا ايشيا ۾ عطار، روميءَ، سعديءَ ۽ حافظ ڀڳائي، ۽ هند ۾ ڪبير، تلسيداس، چيتن، نانڪ ۽ ميران سڻائي! شاهه، سچل، سامي، روحل، مراد، ان امرت وائيءَ جا ٽي پيغمبر هئا.

"ساميءَ" جي ڪلام جي ترتيب ۽ ڪٺ ٿيڻ به سنڌس ڪرامت آهي. 'سامي' شهرت کان بي پرواهه هو. قدرت جا عجب ڪم آهن. مٺن ۾ وڏل بيت، هزارن حادثن، لڏ پلاڻ، گهرن کي باهين لڳڻ ۽ دربدريءَ کان پوءِ به اهڙن ماڻهن جي هٿ چڙهن ٿا، جي ڪين چنبي ڦوڪي، پرکي ۽ سنواري، ڇپائن ٿا!

اول اول اهو خزانو ديوان ڪوڙيمل سهڙي ڇپايو، ۽ ٻن هزارن کان مٿي بيتن جي معنيٰ صاحب چند چانڊ ڪئي، ۽ شرح لکي.

ديوان ڏيارام، انهن سلوڪن جو سارُ لکي، سنڌي ادب کي مالا مال ڪيو. واڌومل مولچند، ساميءَ جي ڪلام جي مختلف مضمونن تي ورچ ڪئي، معنيٰ ٻه لکي ۽ شرح ٻه لکي. ان طرح شانتي شاهاڻيءَ ساميءَ جا بيت انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا. ڪلياڻ آڏوڻيءَ ‹ساميءَ› جي شخصيت ۽ سلوڪن تي هڪ سهڻو ڪتاب لکيو، جنهن جي پڙهڻ کسان پوءِ ‹ساميءَ› جي مقام ۽ معيار، ۽ سندس ڪلام جي خوبين ۽ خصوصيتن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هيءَ ڪتاب ‹ساميءَ جا سلوڪ› ساميءَ جسي هم وطن، بي-ايچ، ناگرانيءَ ڇپايو آهي، جنهن ۾ ديوان ڪوڙيمل جي ٢٠٠٠ هزارن کان ١٣٠٠ سو سلوڪ ويڙهڪ درج ٿيل آهن. مهاڳ کان پوءِ نهايت تفصيل سان عالمانه ۽ محققانه انداز ۾ ناگراني صاحب مقدمو لکيو آهي؛ جنهن ۾ هسي عنوان آهن: (١) سامي صاحب جو جيون چرتر، (٢) سنڌ جي سياسي حالت، (٣) سنڌ ۾ حڪومت جسو سرشتو، (٤) هندستان ۾ ويدانت، (٥) سنڌي شعر جي نموُرتي، (٦) ساميءَ جو ويدانت، (٧) مايا، (٨) اوديا، (٩) موُرک اگياني، (١٠) اگياني، (١١) ويساهه، (١٢) ڀاونا، (١٣) ساڌ مهما، (١٤) ساڌ سنگت، (١٥) ساڌ سنگ، (١٦) گرمک، (١٧) ايشور مهما، (١٨) ڀڳتي، (١٩) راهون رام ملڻ جون، (٢٠) گيان يوگ، (٢١) وئراڳ، (٢٢) من ۽ آتما جسي پڇاڻ، (٢٣) ڀڳتي يوگ، (٢٤) مهاڳڻ (٢٥) سامي ۽ جوڳ، (٢٦) ستگر مهما ۽ ڪرپا، (٢٧) سنڌي ۽ ڪوتا، (٢٨) ساميءَ جي ٻولي ۽ عبارت، (٢٩) ساميءَ جي سلوڪن جي رچنا، (٣٠) ساميءَ جي سلوڪن جا ڇاپا.

ان کان پوءِ ساميءَ جسا سلوڪ نهايت صحيح پڙهڻ سسان، اعرابن سميت، مضمون وار ڏنل آهن.

ساميءَ جي سلوڪن جي معنوي حيثيت ڇا آهي، ان متعلق اجواڻي صاحب لکي ٿو:

"سامي ۽ ملٽن جي وچ ۾ هونءَ ته زمين آسمان جو فرق آهي. ساميءَ ۾ نووُت آهي ۽ ٻاڻ مارڻ، ملٽن ۾ آهي خودي ۽ ويڙهه جو مادو؛ پر ٻن ڳالهين ۾ هڪ جهڙا آهن. هڪ ته ملٽن پويون هو پنهنجي دؤر جو؛ تـه سامي ٻه پويون آهي سنت-ڪوي: جنهن کان پوءِ پيو زمانو شروع ٿي ويو. ٻيو ته واڻي ٻنهي جي شاندار آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ "گرئنڊ سٽائل" چيو اٿن. ٻيا ڪوي ڪجهه ٻه ڪن، پر انهيءَ شانَ ۽ بلنديءَ واري سٽائل تي نه ٿا رسن. ملٽن جسا لفظ صفون ٻڌي مارچ ڪري رهيا آهن، ساميءَ جا شبد بسه چٽڪ قواعد ڪري رهيا آهن؛ هر هڪ کي پنهنجو شانُ آهي. شاهه جا بيت آيتون آهن، الهام آهن؛ ساميءَ جي سلوڪن جي اها دعويٰ ٿي نه ٿي سگهي- ڇاڪاڻ ته ساميءَ ۾ نه آهن سورما، نه سورميون، نه نرڪ نه سرڳ، نه هوءَ دنيا نه هيءَ دنيا؛ اٿس فقط اندر ۾ جهاتي. ساميءَ جي سلوڪن

۾، سچل جي بيتن ۽ ڪافين جي مستي نه آهي، ڪشش نه آهي، بيخودي نه آهي؛ پر سچل ۾ جي لهر آهي، نه ساميءَ ۾ وري اهڙي لهر آهي. شاهه ۾ لهر به آهي ته ٺهر به آهي."

ساميءَ جي شاعريءَ جو جڏهن جائزو ٿو وٺجي، تڏهن معلوم ٿو ٿئي ته سامي صاحب الفاظ ۽ معانيءَ جو خالق آهي. وٽس سنڌي زبان جي محاورات ۽ مترادفات جو وڏو خزانو آهي. هو جادوگر ۽ سحرنگار آهي، 'لفظن' ۾ بلا جو اثر اٿس! البت 'سادگي' اٿس، پر ان ۾ به دلڪشي آهي، جدت ۽ ندرت آهي، مشاهدي جي قوت تيز اٿس، زبان تي عبور اٿس؛ ۽ هڪ قادرالڪلام ۽ خلاق معاني شاعر وانگر هڪ مضمون کي مختلف رنگن ۽ روپن ۾ بيان ڪري سگهي ٿو. سندس شخصيت لڪل آهي؛ ائين چئجي ته هڪ نهٺو، بي نفس، محبتي، ۽ قربانئو ماڻهو پيار ۽ پريم سان ڪجهه پڙهائي رهيو آهي، تلقين ۽ ارشاد ڪري رهيو آهي. سادگي ته ڏسو! پروفيسر اجوائيءَ جي لفظن ۾: "نه وٽس دربار نه ڍنگ، نه سانگ نه رنگ، نه احساس نه امنگ، ته به سندس باڻيءَ ۾ اهڙو شان، اهڙي فضيلت، اهڙي سگهتا!"

"سامي" صاحب کان سواءِ، ٻين ايراني، ۽ هندوستاني غزل گو شاعرن وٽ تشبيهون ۽ استعارا آهن، تغزل ۽ ان جي لوازمات جي گهڻائي آهي، پر سامي صاحب وٽ تمام ٿوريون تشبيهون ۽ اشارا آهن- جي به پرديسي نه آهن، پر نج ديسي! هت گل ۽ بلبل، زلف ۽ خال نه آهي، ۽ نه ته بادصبا کي قاصد بنائڻ جي گنجايش آهي. سامي صاحب، نوڙي ۽ نانگ، ڪنول گل، سپني منجهه راجا، موهن جي مرلي، چڪور ۽ چنڊ، سهاڳڻ ۽ گهونڊ، سنگرو ۽ سرڪي ...... ۽ اهڙن ٻين سليس ۽ پاڪ ۽ نج سنڌي چيزن ۾ وبهي پنهنجي خيال ۽ حال کي جٽيو آهي، ۽ فقط پريم جو ورق پڙهيو آهي. بهرحال "ساميءَ جا سلوڪ" ڪتاب نهايت معياري آهي، ۽ سنڌي ادب ۾ قيمتي اضافو آهي. اسان هن ڪتاب جي مولف پروفيسر ناگرانيءَ کي مبارڪ ٿا پيش ڪريون ۽ پڙهندڙن کي سفارش ٿا ڪريون ته هو هن عظيم ادبي تحفي کي ضرور مطالع ڪن.

آخر ۾ سنڌي ادب جي شوقين سڄڻن کي اها خوشخبري ٿا ڏيون ته "سنڌي ادبي بورڊ" ٻڻ "ساميءَ" جي سلوڪن ۽ سندس زندگيءَ تي نهايت مفصل ۽ مڪمل ڪتاب لکارائڻ جو انتظام ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪوشش ڪري، "ساميءَ صاحب" جا سڀ سلوڪ ڏنا ويندا. لفظن جي معنيٰ کان سواءِ شرح به ڏني ويندي. اهو ادبي ڪم، پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا جي سپرد ڪيل آهي، جو صاحب نهايت ڪاوش ۽ محنت سان ڪم ڪري رهيو آهي.

اسان وٽ ڪيترائي ڪتاب ۽ رسالا ٻڻ تبصري لاءِ پهتل آهن؛ پر افسوس آهي، جو جڳهه جي گنجايش نه هئڻ سبب، هن موقعي تي، فقط انهن جي نالن ۽ ٻين ضروري تفصيل ڏيڻ تي مجبورًا اڪتفا ڪريون ٿا:

حق - موجود تصوف يا ويدانت: لکندڙ ۽ ڇاپيندڙ خواجو محمد هاشم لعل محمد، پرنس علي خان روڊ، حيدرآباد سنڌ، صفحا ٨٤، قيمت ڇاڻايل ڪانه اٿس.

سويت سرگم: ڇپائيندڙ، ڪيرت ٻاٻاڻي؛ ٨٢٨، بزار روڊ، باندرا بمبئي ٥٠؛ هڪ سو صفحا، قيمت ٠-١٢-٠ آنا.

گلن سٽو: ماهوار رسالو، ايڊيٽر سيٺ غلام حسين، خيرپور ميرس، قيمت في ڪاپي ٨ آنا.

سنڌا: "آزاد هند سنڌا" جو ماهوار رسالو، نمبر ١٩، چيمبور ڪالوني، بمبئي ٣٨؛ صفحا ٢٢، قيمت هڪ آنو.

آزاديءَ جو لاش: لکندڙ پيسو "ناشاد"، ايڊيٽر "طوفان" ويڪلي، ڪلياڻ ڪئمپ ١ (بمبئي)، صفحا ٣٠، قيمت ٣ آنا.

جوت: سنڌ ماڊل هاءِ اسڪول، گرانٽ روڊ، گرلس ماڊل هاءِ سڪول، دادر؛ ۽ سنڌ نئشنل هاءِ اسڪول ڪلياڻ، جي سالياني مخزن، باتصوير.

مهاديو: ايڊيٽر، ديال "آشا"، ڪلياڻ ڪئمپ ٥، بمبئي؛ ماهوار رسالو، صفحا ٦٠، في ڪاپي ٠-٢-٠ آنا.

دهلي ڪاليج مخزن: ايڊيٽر پروفيسر سنتداس جهانگياڻي؛ دهلي ڪاليج پاران ڇپايل سالياني مخزن.

تصوير: هفتيوار ايڊيٽر، رڪي نمبر. گدوانمي؛ "ڪرائون" پرنٽري، آرٿر روڊ، بمبئي ١١؛ صفحا ٣٢؛ ساليانو چندو ٦ رپيا، في پرچو ٣ آنا.

کهاري: ايڊيٽر پوڄو جي. موٽواڻي؛ ماهوار سماجڪ رسالو، صفحا ٢٤؛ ساليانو چندو اڍائي رپيا، في پرچو ٤ آنا، پلازا روڊ، اجمير.

مقدمہ لطيفي (ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارو): ڇپائيندڙ سنڌي ڪتاب گهر، حيدرآباد، قيمت ٠-٠-٢ رپيا.

لطيفي سير (پيرومل مهرچند جو لکيل) ڇپائيندڙ سنڌي ڪتاب گهر، حيدرآباد، قيمت ٠-٠-٢ رپيا.

هاٿوڪيءَ وديا جو انڊيڪس: لکندڙ منوهرداس ڪوڙومل، قيمت ٠-٤-٠ آنا.

ٻاوڪوڪو: صاحب سنگ چندا سنگ شاهاڻيءَ جو لکيل، صفحا ٣٠٠، قيمت ٣ رپيا، ڇپائي عمدي ۽ اوچي، سنڌي ادبي بورڊ جو ڇپايل، ملڻ جو هنڌ - سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال، حيدرآباد (سنڌ)

حيات النبي: حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو لکيل، صفحا ٣٠٠ ڪان وڌيڪ، ڇپائي اعليٰ قسم جي، قيمت ٠-٨-٣ رپيا، ملڻ جو هنڌ - سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ سٽال حيدرآباد (سنڌ)

# آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين!

(از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)

## مرحوم نواب حاجي گل محمد لغاري

نواب حاجي گل محمدخان لغاري، اڱاري جي رات جي پوئين حصي ۾، تاريخ ٨ ربيع الاول ١٣٧٥ھ/ ٢٥ آڪٽوبر ١٩٥٥ع شهر حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. حيدرآباد ۾ مرحوم دل جي درد ۽ ڏڪي جي مولڪ مرض جي علاج لاءِ آيل هو. اڱاري جي رات جو، وڏندي ١٢- بجي تائين، دوستن احبابن سان محفل ڪري وڃي آرامي ٿيو، ۽ انهيءَ آرام ۽ سڪون ۾ ٿي دم ڏنائين ۽ ابدي آرام ماڻيائين. وفات وقت سندس عمر ٥٢ ورهه هئي. هت سندس ذڪر خير بطور يادگار ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته مرحوم سنڌ جي خانداني شرافت جو مجسمو هو؛ سنڌ جي تمدن ۽ تهذيب، نشست ۽ برخواست جو زنده مثال هو؛ جملي عزيزن جو وڏو خيرخواه ۽ پنهنجي دوستن جو سچو دوست هو؛ نيڪي ۽ نيڪ نيتي سندس سرشت ۾ سمايل هيون؛ سڀني جو ڀلو گهرندڙ ۽ صلح پسند هو؛ خود علم وارو ۽ علم دوست هو؛ طب مطالع ڪيل هئس ۽ حڪمت سندس هڪ خاص دلچسپ مشغلو هو؛ شعر و شاعري ۽ تاريخ جي مطالعي سان خاص شوق هئس؛ انشاپردازي ۽ رنگين عبارت ۾ نثر نويسيءَ تي چڱو خاصو ملڪو هئس؛ گذريل چئن پنجن سالن ۾ پنهنجي خاندان



جي نسب نامي ۽ تاريخ جي تحقيق ۽ تصنيف ۽ تاليف سندس خاص مشغلو رهيو. مرحوم جي

وفات حسرت آيات انهيءَ ڪري سنڌي علم ۽ ادب، سنڌي تمدن ۽ تهذيب، ۽ سنڌ جي خانداني شرافت ۽ نشست و برخواست جي هر عاشق ۽ دلداده لاءِ صدمو آهي.

مرحوم تاجپور جي مشهور لغاري نوابن جي خاندان جو هڪ هونهار فرد هو ۽ انهيءَ ڪري ئي "نواب" سڏجڻ لڳو. ڪيس ڪا زمين جي جاگير ڪانه هئي، مگر اخلاق ۽ فضيلت، سنجيدگي ۽ شرافت جي جاگير جو ڌڻي هو، ۽ انهيءَ ڪري سندس شاندار شخصيت مان "نوابي" شان هميشه نمايان هوندو هو. مرحوم پاڻ کي هميشه "حقير گل محمد لغاري" ڪري لکندو هو.

مرحوم پنهنجي ولادت جي تاريخ هن طرح ڄاڻائي آهي: "۲۸ شعبان ۱۳۱۰ هجري، شب سومر عطارد". پاڻ شهر تاجپور جي لغاري خاندان جي وڏي ڏاڏي هوت خان شهيد جي وڏي پٽ حيدر علي خان جي اولاد مان هو. سندس نسب نامو هن طرح هوت خان شهيد تائين پهچي ٿو: گل محمد خان بن حيدر خان بن گل محمد خان بن فتح خان بن حيدر خان بن فتح خان بن حيدر خان بن هوت خان شهيد. سندس والد ميان حاجي حيدر خان سندس تعليم تي خاص ڌيان ڏنو. سنڌي ۽ فارسي تعليم ماستر محمد قاسم حيدرآبادي، ديوان ٿانورداس حيدرآبادي ۽ ماستر محمد ابراهيم (اتر طرف جو) کان حاصل ڪيائين. ان بعد افغانستان جي هڪ مولوي صاحب سان به گهڻ عرصي تائين صحبت سبب مطالعي ۽ مڪالمي جي صورت ۾ فارسيءَ ۾ مشق ۽ مهارت ٿيس. طب جي تعليم پنهنجي صهري نواب حاجي محمد علي خان کان حاصل ڪيائين. سنه ۱۹۱۸ع ڌاري خلافت تحريڪ ۾ وڏو حصو ورتائين، ۽ ۳-۵ سال تحريڪ جو ڪارڪن ٿي رهيو. سنه ۲۳-۱۹۲۴ ۾ خاص خدمت جي جذبي هيٺ "ڪوآپريٽو سوسائٽين" جي اعزازي آرگنائيزر جو عهدو قبول ڪري، تقريبا ڇهه ست سال پوريءَ محنت ۽ مشقت سان ڪم ڪيائين، جنهنڪري بمبئيءَ جي گورنر، پنهنجيءَ هڪ حيدرآباد سنڌ واريءَ دربار جي موقعي تي ڪيس تحسين نامو ڏنو. هڪ دفعي نواب شاهه ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي اليڪشن ۾ لڙيو ۽ وڏيءَ اڪثريت سان ڪامياب ٿيو، مگر بعد ۾ موجوده سياست کان متنفر ٿيو: سياست کي ڌوڪي ۽ چالبازيءَ سان تعبير ڪندي ان کان ڪناره ڪش ٿيو. البت زمين جي سنڀال خاطر ڪيس گهڻو وقت شهر سنجهوري ۾ رهڻو پوندو هو ۽ شهر جي سڌاري ۽ شهرواسين جي خدمت خاطر سندن خواهش موجب چند سالن لاءِ سئنيٽري ڪاميٽيءَ جو چيرمن ٿي رهيو. مگر سندس زندگيءَ جا پويان سال اڪثر راڄداري ۽ تنظيمي ڪمن، عوام جي خدمت ۽ غريب بيمارن جي في سبيل الله دوا درمل ڪرڻ ۾ گذريا.

علمي تحقيق جي سلسلي ۾ سندس خاص توجهه پنهنجي خاندان، يعني تاجپور جي لغاري نوابن جي شجره تاريخ تيار ڪرڻ طرف رهيو. انهيءَ سلسلي ۾ مرحوم، بنده راقم الحروف کي آماده ڪيو ته نواب ولي محمد خان اول، ۽ سندس پائڻ ۽ اولاد مان فارسيءَ جي 'صاحب ديوان' شاعرن جو مطالعو ڪيو وڃي، ۽ نواب فقير ولي محمد ثاني جي سنڌي ڪلام کي مرتب ڪيو وڃي. هن سلسلي ۾ مرحوم جا مدد ڪئي ۽ سرجوشي ڏيکاري سا بيان کان ٻاهر آهي.

سنڌس ني سعيي سان تاجپور جي هن سربرآورده خاندان جي ٻين لائق ۽ معزز صاحبن به هن خاندان جي علمي ۽ ادبي سرمايي کي سهيڙڻ طرف ڪماحقه توجه ڏنو ۽ اميد ته وڏي نواب ولي محمدخان لغاري جو فارسي ديوان، ۽ نواب فقير ولي محمد ثاني جو سچو سنڌي ڪلام عنقريب سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيندو؛ مگر هن نيڪ ڪم لاءِ مرحوم نواب حاجي گل محمدخان ئي ڀرپور ڪوشش ورتي- ۽ الفضل للمتقدم.

حاجي صاحب مرحوم هن سلسلي ۾ ابتدائي مواد خود ڪٺو ڪيو: ڀرپور ته پنهنجي سڄي خاندان جو مفصل شجرو تيار ڪيائين، ۽ پيو ته خاندان جي جملي افراد سان جن جو جيترو احوال معلوم ٿيس، اهو هڪ جدا ڪتاب ۾ قلمبند ڪيائين، جنهن جو نالو "تاريخ لغاري بلوچ تاجپور- از ابتدا سال ١١٣١ هه تا ١٣٧٤ هه" رکيائين. سندس ڪوشش سان هن خاندان جا ڪي قلمي ڪتاب، جهڙوڪ "طب ولي" تصنيف نواب ولي محمد خان لغاري، ٻڻ جلد ٻڌائي محفوظ ڪيا ويا.

مرحوم جي خود پنهنجن تصنيفن ۾ هڪ طب جي سلسلي ۾ سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب آهي، جو سنه ١٣٧٠ هه ۾ لکيائين ۽ ان جو نالو "مجربات حيدري" رکيائين. هن ڪتاب جي ديباچه ۾ لکي ٿو ته "بندي حقير ۽ تقصير گل محمد ابن حيدرعلي لغاري........کي عرصي دراز کان خيال دامنگير رهيو ته طب جو ڪتاب سنڌي زبان ۾ تاليف ڪجي، اگرچه سنڌ ۾ مشهور حڪيمن جا نادر طبي ڪتاب موجود آهن، جن ۾ نواب نامدار نواب ولي محمدخان رحه جي تصنيف ڪيل فارسي "طب ولي" (قلمي) جو تجربه آور ذخيرو درج ٿيل ڏسجي ٿو. دمزنيءَ جي هرگز حاجت ڪانه آهي جو آءٌ پڻ چوان ته حڪيم آهيان، بلڪل نه- بلڪ ٿورن ڪان جي شمار ۾ اچڻ جهڙو به نه! البت پنهنجن بزرگن مرحومن جا طبي قلمي ڪتاب فارسيءَ ۾ موجود آهن. 'مجربات' سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ جو ارادو ڪري خداوند ڪريم جلشانه ۾ توقع ۽ اميد توفيق ملڻ جي رکي هي ڪتاب هٿ ۾ ڪنيو اٿم ۽ نالو سندس "مجربات حيدري" رکيو اٿم.

طب جي سلسلي ۾ مرحوم هيٺيون مختصر نظم "بناسپتي حڪيم" پنهنجي هڪ ڪتاب جي سرورق تي پنهنجي هٿ اکرين قلمبند ڪيو آهي، جو ٿي سگهي ٿو ته خود سندس شگفته طبع جو نتيجو هجي:

نه سو ساقي، نه سو شيشو، نه آ سو رنگيـ ميخانه،
نه سا دهلي، نه اجمل خان، نه سو ديسي دواخانه.
١- نه ڀرتين جئن دوائون، ۽ نه اطبا آهن اول جيئن،
طبابت آ، مگر آهي سو وسريل هڪ افسانه.
٢- خبر صفرا ۽ سودا جي نه آ، ليڪن معالج ٿيا،
سنَد 'شمس الاطباء' جي مگر تجويز طفلانه.

٣- هي مجيوسون تہ مدت کان، منت احب مسڪ آهن، (؟)
لڪن ٿا پاڻ کي ہر ماهر امراض سمجهن.
٤- مسيحا خود ئي محتاج دوا آهن، خدا حافظ!
ڪندو ڇا خاڪ ديوانو، علاج درد ديوان.
٥- الاهي ڪالرا ٿي لٿس وڃي اهڙن طبيبن کي،
جو هيضہ ۾ ٿا ڪن تجويز عُنّاب و بهيڻدانہ!

مرحوم جو ٻيو ڪتاب انشاپردازيءَ جي سلسلي جو آهي. ان ورق تي لکيو اٿس تہ "اين ڪتاب مجموعہ ابيات و غزلهائي فارسي و اردو و سنڌي و خطوط نويسي براي نورچشمان حيدرعلي خان سڪندرعلي خان ...... نوشته شد ...... بوقت نوشتن اين ڪتاب عمر راقم الحروف شصت و دو سال- ١٦ ماه جمادي الاول ١٣٧٢ھ/غره ماه فيبروري ١٩٥٣ع" - ظاهر آهي تہ مرحوم هي ڪتاب پنهنجي ٻن پوٽن لاءِ لکيو، جي سندس وڏي فرزند ميان قنبرعلي خان جا صاحبزادا آهن. هن ڪتاب ۾ چوڻ رباعيون، مصرائون، بيتن ۽ بهاڪن بعد، مختلف خطن جي سرنامن ۽ عبارتن جا نمونا قلمبند ڪيا اٿس. ان بعد خود پنهنجا لکيل خط نقل ڪيا اٿس- پهريون خط فارسيءَ ۾ آهي ۽ ٻيو نمبر سنڌيءَ ۾ آهي- انهن ٻنهي تي تاريخون لکيل ڪين آهن. ٽيون نمبر پنهنجي والد ڏانهن لکيو اٿس ۽ تاريخ ٢٤ محرم الحرام سنہ ١٣٢٩ هجريءَ جو لکيل آهي. آخري خط نمبر ٨٦ وفات کان ٣ ڏينهن اڳ ٢٢- آڪٽوبر ١٩٥٥ع تي حيدرآباد مان سنجهوري جي چوڌري علي احمد ڏانهن لکيل آهي. مرحوم نواب صاحب جي جملي خطن جي عبارتن ۾ ادبيانہ رنگ نمايان آهي. آيتون، استعار، بيت ۽ بهاڪا موقعي جي مناسبت سان ڪتب آندا اٿس. مثال طور آخري ٻن خطن مان، ٻن جون عبارتون مختصر طور نقل ڪجن ٿيون. تاريخ ٦- آڪٽوبر ١٩٥٥ع تي حاجي فتح علي لسڪانيءَ ڏانهن سندس فرزند جي وفات بابت خط لکيو اٿس، جو هن طرح شروع ڪيو اٿس: "افسوس! ڪنهن کي هن جهان ۾ بي داغ نہ ڏٺم، ۽ جنهن ۾ خزان نہ ٿيو سو باغ نہ ڏٺم. هر طرف هن آواز مان ڪن پريل اٿم تہ سڀ ڪنهن نقش و نگار جو رنگ ۽ سڀ ڪنهن باغ جي بوءِ پرواز ۾ آهي. اخبار پنجتنيءَ ۾ هيءَ درد انگيز خبر پڙهيم تہ اوهان جي جگر جو ٽڪر نورچشم احمدعلي ريحان، جنهن جو منهن ماهتاب ۽ بدن گلاب، قمر هلال، ابرو ہلال، چشم و چراغ، صالح ۽ سدورو اميدن جو ستارو بخت جي آسمان مان هميشہ لاءِ غائب ٿي، آيت شريف 'فاذا جاء اجلهم لا يستاخرون ساعة ولا يستقدمون' جو مصداق ٿي، 'ڪل نفس ذائقة الموت موت' جو پيالو پي، الوداع ڪري ...... ويو، الخ"

سنجهوري جي چوڌري علي احمد کي لکيو ٿو تہ "... خيريت سان احوال کان واقف نہ ڪيو اٿو؛ يا ڏور سمجهي ڪنارو ڪشي اختيار ڪئي اٿو؛ يا 'ون يونٽ' جي وجود ۾ اچڻ کري سنڌيءَ مان پاڻ کي پنجابي تصور ڪري ورتا اٿو؛ يا سياسي چڪرنيءَ جو دماغ ۾

خلل آهي: نہ ڄاڻان ڪهڙو واءُ لڳو ۽ ڪهڙو نڪتہ اڀريو، جنهن ڪان ہر حرف احوال پرسيءَ ڄاڻ آرا! ڇڱو اوهان جي ڪهاڻي سونهن ڏني، ڏني. هن وقت پنهنجي طرف ڪان پيش قدمي ڪري رهيو آهيان. عرصي ڪان وجع القلب (درد دل) ۽ اختلاج القلب (ڌڙڪو دل) جنهن سان دمہ جي مخصوص مرض لاچار ڪيو، جنهن ڪان ايترو تہ افتاده ٿي پيو آهيان، جو لکڻ تہ درڪنار پر اٿڻ وهڻ بہ ڏکيو پيو لڳي، جنهن ڪان طبيعت افسرده آهي ۽ هر وقت 'ربنا و قنا عذاب النار' جو وظيفو ورد زبان آهي. ويچاري انسان جي زندگي بہ عجيب معما آهي. بهرحال گذري رهي آهي ۽ منعم حقيقيءَ جي منت واجب ...... هفتي کن ڪان حيدرآباد ۾ يوناني حڪيمن جي مشوري سان علاج ڪري رهيو آهيان. مگر هن وقت تائين فائدو ڪونہ آهي. دمہ جي دوري وقت تمام تڪليف آهي. دعا ڪندا، جو وقت انتظار جو گذري رهيو آهي. جيڪڏهن موت مهلت ڏني، حياتي باقي آهي ۽ تندرستي باقي رهي، تہ يڪبارگي اچي ملاقات حاصل ڪندس."

افسوس جو مرحوم کي موت مهلت ڪانہ ڏني - سندس هن آخري خط ڪان ٽن ڏينهن جي اندر ۾ وفات ڪيائين. مرحوم پويان ٻہ لائق فرزند ڇڏيا آهن - قنبرعلي خان ۽ غلام حسين خان، جن سان مرحوم جي سڀني عزيزن ۽ دوستن جي هن حادثي ۾ همدردي آهي. سنڌ جي جهوني علم دوست ۽ اديب "غمزده گل محمد آزاد صوفيءَ" نواب مرحوم جي وفات حسرت آيات تي مرحوم جي فرزندن ڏانهن همدرديءَ جو خط لکيو آهي، جنهن سان گڏ سندس چيل هيٺيون مرثيو بہ شامل آهي:-

اوچتو ڪهڙو وسيو هي عرش تان طوفان اچ،
جنهن اميدن جو سمورو باغ ڪيو ويران اچ
خشڪ آتش ڪان غمن جي ٿي ويو گلشن سڄو،
هاءِ حسرت ساڻ ٻرجي ويو سڄو ميدان اچ؛
ڪانہ توکي موت ڀيٽي ڪهل هرگز ڪو قياس،
جو مجاهد مرد هوڙي جو ٿئين خواهان اچ؛
درد هر ڪنهن دل ۾ جنهن جو واءِ! حسرت جي صدا،
سوڪلاڻي مرد سو ويو گل محمد خان اچ؛
ملڪ ساري ۾ نچي وئي اچ انهيءَ لئي هاءِ هاءِ،
تا ڏسون غمگين هرڪو پير تسوڙي جوان اچ؛
داغ ڏيئي ويو وڇوڙي دوستن جي دل مٿي،
۽ عزيزن ۾ ڇڏي ويو رنج ۽ ارمان اچ؛

جنهن خدا جي خلق پنهنجي خوبين سان خوش ڪئي،
خلد ۾ خالق ڳهرائـي ان کي ڪيو مهمان اڄ؛
خُلق جـو خوش خُلق خادم اهڙو لاثاني اميرُ،
ڪونـ قسمت سانُ ملندو ڪـو وري انسان اڄ؛
ربَّ جي سرڪار اڳيان چون چرا جي جاءِ نام،
نيلـه چڙهي آهـ آخر هر ڪنهين ڪـي جـان اڄ؛
مـاه مولـودالنبيءَ ۾ ويـو لـڏي دارالبقا،
سـاڪنانِ خـلـد اعليٰ جـو ٿـيـو اڳـوان اڄ؛
ويو ڪري پرواز پجري مان پکي پرڏيھ ڏي،
عـرش اعظم تـان ٿيو جنهن دعوتي اعلان اڄ؛
بـاغ حيدر جي جگر جـا سعد صالح ٻئي جوان،
نـور محمد خـان ويـو ۽ گـل محمد خـان اڄ؛
شڪر! جو فرزند صالح ڪيا خدا تن کي عطا،
جنهن ڪـان دنيا ۾ انهن جو نـام ۽ نيشان اڄ؛
روز محشر تائين قـائـم هـي ڳهراڻو شال هوءِ،
دائمي تـن تـي خـدا جـو لطف ۽ احسان اڄ؛
آسرو "آزاد" صوفـي جو اڄـهـو مرحـوم ٻئي،
تـي ويـو ان جـي اميدن جـو آجڙ بستان اڄ؛
هـانُ خاموشيءَ سوا ٻـي راه ڪـا آزاد نـاه،
درد هـي ٿيو لا دوا جنهن ناه ڪو درمان اڄ.

---

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ سٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ) وٽان هيٺيان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروش، ۽ ٻاهر رستي گهرائڻ وارن صاحبن کي ۱۵ في صدي ڪميشن ڏني ٿي وڃي.

| | |
|---|---|
| ۱- سير ڪوهستان | ۱-۸-۰ |
| ۲- گل شڪر | ۳-۰-۰ |
| ۳- غازي صلاح الدين | ۱-۱۲-۰ |
| ۴- تاريخ معصومي (سنڌي) | ۵-۰-۰ |
| ۵- ڪليات حمل | ۵-۰-۰ |
| ۶- ديوان بيدل | ۴-۰-۰ |
| ۷- چچ نامو (سنڌي) | ۶-۰-۰ |
| ۸- حيات النبي | ۳-۸-۰ |
| ۹- بلو کوکر | ۳-۰-۰ |
| ۱۰- گل ڦل (۲ حصا گڏ) | ۳-۸-۰ |
| ۱۱- گل خندان | ۳-۰-۰ |
| ۱۲- تاريخ معصومي (فارسي) | ۱۰-۰-۰ |
| ۱۳- چچ نامہ (فارسي) | ۱۰-۰-۰ |
| ۱۴- سهڻي ميهار | ۱-۰-۰ |
| ۱۵- شمسي طب | ۰-۱۲-۰ |
| ۱۶- انصاف | ۱-۱۲-۰ |
| ۱۷- تارن جو اپياس (هڪ ناول) | ۱-۰-۰ |
| ۱۸- جبل جي چوٽي تي | ۱-۴-۰ |
| ۱۹- آنند محل | ۱-۰-۰ |
| ۲۰- دادا شيام | ۰-۱۲ |
| ۲۱- اتحاد | ۱-۰- |
| ۲۲- بينا | ۱-۰- |
| ۲۳- انقلابي شاهراه | ۲-۰- |
| ۲۴- اسلم رتن | ۰-۱۲-۰ |
| ۲۵- رام رحيم | ۰-۱۴-۰ |
| ۲۶- گلدستو | ۲-۰-۰ |
| ۲۷- چتر (ناٽڪ) | ۰-۶-۰ |
| ۲۸- ويرتا جا ورق | ۱-۰-۰ |
| ۲۹- سفيد وحشي | ۰-۸-۰ |
| ۳۰- ڪماني ڪهسان (ناٽڪ) | ۰-۸-۰ |
| ۳۱- ڪاري | ۰-۸-۰ |
| ۳۲- نيلم | ۰-۹-۰ |
| ۳۳- برير جي پياس | ۰-۱۲-۰ |
| ۳۴- ٿونڊو مکو بون | ۱-۴-۰ |
| ۳۵- عملداري آزار (ناٽڪ) | ۰-۱۲-۰ |
| ۳۶- سماجڪ بلوو | ۱-۴-۰ |
| ۳۷- پريمي ديوتا (ناٽڪ) | ۰-۱۰-۰ |
| ۳۸- چرتر سينگار | ۰-۱۳-۰ |
| ۳۹- جيوت جا ورق | ۰-۱۳-۰ |
| ۴۰- چٽنگون | ۱-۸-۰ |
| ۴۱- هند جو سير | ۱-۱۲-۰ |
| ۴۲- هندن جي ڌرمي آستانن جي تاريخ | ۱-۸-۰ |
| ۴۳- ڪرست جي پيروي | ۲-۰-۰ |
| ۴۴- گانڌي جيون رهسيہ | ۱-۳-۰ |
| ۴۵- ميگهہ دوت | ۱-۸-۰ |
| ۴۶- ديوان صورت بهار | ۱-۴-۰ |
| ۴۷- زندگي | ۰-۶-۰ |
| ۴۸- سامي ؒ جا سلوڪ (ڪچو) | ۲-۰-۰ |
| ۴۹- سامي ؒ جا سلوڪ (پڪو) | ۲-۸-۰ |
| ۵۰- پورن چنڊ | ۰-۳-۰ |
| ۵۱- صوفيانہ ڪلام | ۱-۰-۰ |
| ۵۲- درويشي ڪلام | ۰-۸-۰ |
| ۵۳- سدا گلاب | ۲-۰-۰ |
| ۵۴- پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو (ڪچو) | ۱-۸-۰ |
| ۵۵- سنڌ ورڪ ۽ سنڌورڪي | ۱-۰-۰ |
| ۵۶- سنڌ جا هنر | ۰-۱۴-۰ |
| ۵۷- سنڌي سونهارا | ۲-۰-۰ |
| ۵۸- سنڌ جا سنت | ۱-۰-۰ |




نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجھ (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

